# مهراڻ

سنڌي ادبي بورڊ جو سه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

"لُڙَ لهريون لَسَ ليٽ، جتي انت نه آب جو؛
الله اول ۾ اُن جا، پيڙا سڀئي پيٽ؛
جوڪو ٿئي ۾ جهاز ڪي، ڦرهي اچي ۾ ڦيٽ؛
لڳي ڪنا ۾ لپيٽ، هن غاريبي غوراب ڪي!"

— شاهه

بهار ۲ ۱۹۵۵



# مهراڻ

سنڌي ادبي بورڊ جو ٽه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

"لهرلهريون لَس ليٽ، جتي انت نه آب جو؛
الله اول عرشان جا، ٻيڙا سڀئي ٻيٽ؛
جوکم ڪٿيءَ جهاز کي، ڦرهي اڃي ۽ ڦٽ؛
لڳي ڪيا ۽ ليٽ، هن غاريبي غوراب کي!"

شاهه

بهار ٢ ١٩٥٥



"سستين پرئي سهراڻ جو سائيٽو سنڌ"

[ هماليه کان هيٺ لهندي، اسان جو محبتي مهراڻ، پنهنجي مٿو موج
۾ اچڻ کان اڳ، هيءَ من موهيندڙ نظارو پيش ٿو ڪري ]



"آئيندي جون آسون"



(کوناي ۽ چاڪ جو ڪم) — چترڪار: ع-ق-شيخ



# سنڌي ادبي بورڊ جو سه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

## فهرست




ايڊيٽر: محمد ابراهيم ايم. جويو

مئنيجنگ ايڊيٽر: غلام محمد "گرامي"

# "مهراڻ"

ـ تلڪ چاڙهي، حيدرآباد (سنڌ).

---

سالياني چندو ٠-٠-٨ روپيه.  في ڪاپي ٠-٠-٢ روپيه.

اشتهار في صفحو ٠-٠-١٠ روپيا.

Edited, Printed and Published by Mohammed Ibrahim M. Joyo, B. A., B. T., Secretary, the Sindhi Adabi Board at the Board's Printing Press and Book Stall, Tilak Incline. Hyderabad (Sind)

# گذارش

## آزادي

آزاديءَ جي ”مينهن وسندا، ته ڇڪون به ضرور ٿينديون.“ تنهن وانگر، آزاديءَ چوٽي آهي ته ظاهريءَ طرح جي بارش، پنهنجي سڀني رحمتن سان، اسان جي مٿان ٿي، ته جو پانيوسين ته اسان جي علم ادب جون ڪچڙيون حالتن اهڙو وني ڦيرو کاڌو، سي، انهيءَ سيلاب ۾، ڪي ٽڪي ۽ ڪي مکڙيون جيڪي مس ٽڙڻ تي هيون، ختم ٿي، لڙهي هليون وينديون، ۽ سندن پنجي، اسان جي هٿان هيڪر ته بنهه چونڊڻ چوڻ سان به، پيهر شايد اسان جي ٻلي سهڻيون سگند پريون پنکڙيون، ڪڏهين به پنجي ڪين سگهون!

پر ڇڪن سان گڏ، نئين زندگيءَ جو نئون پيغام به ته مينهوڳي موسم ئي دنيا کي پهچائيندي آهي! سمنڊ ۾ سپون، بيابانن ۾ ڪاڻل تتل واريءَ جا ڏڙا، ۽ بستين ۾ ڍور ڍڳا، پکي پرندا ۽ هاري ناري به ته انهيءَ آب حيات مان پنهنجون اڄون لاهي، حياتيءَ جا ثمر حاصل ڪندا آهن! ساڳيءَ ريت، آزاديءَ ملڻ سان ئي ڏنوسين ته، چوڌاري، سنڌي ادب جا سوين سيڪڙانو، نون ارادن ۽ نون امنگن سان، پنهنجا پنهنجا ساز سامان سينگاري ۽ صاف ڪري، ميدان تي نڪري آيا ۽ سنڌي ادب جي ويران ۽ لهسيل باغ کي پيهر سرسبز ۽ شاداب بنائڻ لاءِ ڪيترين ئي رس پريون ڪچهريون ۽ مدبرانه مجلسون ڪئيون ٿيون، ۽ هرڪو، هند تورڙي سنڌ ۾، پنهنجي پنهنجي منهن ۽ پنهنجي پنهنجي وت ۽ وس آهر، سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي ادب جي باغبانيءَ ۾ دل جان سان جنبي ويو: ايتري قدر جو ترت ئي اسان جا ڏولاوا ڏور ٿي ويا، ۽ اسان کي نه فقط اهو خوف نه رهيو ته سنڌي ٻولي ۽ ان جو بيش بها ادبي خزانو ڪڏهين ڪو ناپيد ٿي ويندو، پر دلين ۾ اها اميد پڻ اسرڻ لڳيسون ته جيستائين سنڌي مائرون، پنهنجن معصوم ملڙن ٻارن کي، پنهنجين محبت پرين هنجن ۾، سهاجهڙي سنڌي ٻوليءَ جون مٺيون لوليون ڏينديون رهنديون، تيستائين اها اسان جي سهڻي سلوڻي ٻولي، ۽ ان جي ادب جا پر بهار گل-بوٽا ۽ ڦلدار وڻ، جيئن ٻوءِ تيئن زياده اپرندا ۽ آسرندا، وڌندا ۽ ويجهندا ئي رهندا.

## ”ون يونٽ“

آزاديءَ جي وسڪاري کان پوءِ، اڃ وري اسان جي ملڪ ۾ پيهر آسمان آڳميو آهي، ڪنوڻيون ڪڙيون آهن، ۽ پريل بادل بنهه برسڻ وارائي آهن. مغربي پاڪستان يعني بلوچستان، سرحد، پنجاب ۽ سنڌ جي، هڪ ”وحدت“ قائم ٿي رهي آهي. مينهوڳيءَ ۾، سنڌ جا ڌنار ڌنوهار ۽ هاري ناري، وسندڙ آسمان ڏانهن نهاري، ”پيچ، مولا! پيچ“ به پيا ڪندا آهن، ته وڄن جا چمڪاٽ ۽ گوڙين جا ڙڪاٽ

ڀڄي، پنهنجن ٽمندڙ ٽوڻن ۽ جهرندڙ جهوپڙن ۾، خوف وچان، ٻانهن ٻڪيون وانگر، مٿڙا لڪايو، "الله صمد، الله صمد" ۽ ورد پڙهندا آهن! سنڌ ۾ "ون يونٽ" جي مخالفن توڙي حمايتين جي به اڄ اها ساڳي حالت آهي. جو ڌاري، دلين ۾ اهي اڌڪا ٿي پيا آهن ته هاڻي، اسان جي ادب، اسان جي ثقافت، ۽ اسان جي ٻوليءَ جو ڇا ٿيندو!

١٨٦٠ع ۾، جڏهن اٽليءَ جو ملڪ، فرانس، آسٽريا، اسپين ۽ نيپلس جي گڏيل فوجن فتح ڪيو، تڏهن، اٽليءَ جي هڪ لاثاني محب وطن، گيري بالڊيءَ، کان پڇيو ويو ته "هاڻي، اٽليءَ جو ڇا ٿيندو؟" - تڏهن جهٽ هن ورندي ڏني ته "ملڪ منهنجو ويو، ته نيٺ وري پوندو: منهنجي ٻولي شل مون کان نه وڃي!" اڄ، اسان جي حالت، گيري بالڊيءَ جي اٽليءَ جهڙي ته نه آهي: نه اسان جو ملڪ ٿو اسان جي هٿان وڃي، ۽ نه اسان جي ٻولي ئي ٿي اسان کان کسجي. "ون يونٽ" اسان جي پنهنجي ئي ملڪ جي هڪ حصي جي "وحدت" آهي - پڻ ڪندي، اها "وحدت" هڪ سياسي ۽ انتظامي وحدت آهي: ۽ انهيءَ نقطي نگاهه کان مغربي پاڪستان ته ڇا، پر سمورو پاڪستان، مغرب وارو توڙي مشرق وارو، هڪ ئي "سياسي وحدت" جو درجو رکي ٿو. اٿين برابر آهي ته ملڪ جي هيءَ سياسي وحدت، جيئن ٻن يونٽن جي موجودگيءَ ۾ قائم رهي سگهي ٿي، تيئن ان جي هڪ يونٽ ۾ هڪ کان وڌيڪ صوبن جي موجودگي به ان کي توڙي ٿي سگهي: پر جيڪڏهن اڇوڪن ويهارو کن جمهوريت نا آشنا صوبن ۽ رياستن کي ملائي، انهن جو هڪ ئي انتظامي مرڪز قائم ڪيو ٿو وڃي، ته ان ۾ آخر ڪنهن تهذيب، ڪنهن ثقافت، ڪنهن ٻوليءَ ۽ ان جي ادب کي، ڪنهن نقصان جو انديشو ڇو پيدا ٿئي؟ مغربي پاڪستان جي هن خالص "انتظامي وحدت" جي هيءَ معنيٰ ته هرگز نه آهي ته اتي بلوچ، پٺاڻ، پنجابي ۽ سنڌي ٻولين ۽ ثقافتن جو ڪو مستقل ۽ علحدو وجود ئي ڪونهي! اٿين وسهڻ ۽ اٿين چوڻ ٿيندو ڄڻ سچ جي ترڪي ڪي ڪاريءَ هيٺان لڪائي وٺڻ جي دعوا ڪرڻ. جيڪڏهن يونائيٽيڊ اسٽيٽس، روس، چين، برطانيه، ڪئناڊا، سئٽزرلنڊ وغيره جهڙا عظيم ملڪ، پنهنجي پنهنجي جڳهه تي، هڪ قومي وحدت هئڻ هوندي به، انتظامي لحاظ کان توڙي ثقافتي ۽ لساني حيثيت ۾، سچ پچ هڪ کان وڌيڪ رياستن، ٻولين ۽ قومين جا مجموعا آهن، ته عين ممڪن آهي ته ڪجهه عرصي کان پوءِ، جڏهن اسان ۾ جمهوريت جي شناس ۽ ان جي صلاحيت پيدا ٿئي، تڏهن خود ان زماني جي ملڪي انتظام لاءِ لازمي ٿي پوي ته، ثقافت ۽ ٻوليءَ جي خصوصيتن کي خيال ۾ رکندي، پيهر هتي بلوچستان، سرحد، پنجاب ۽ سنڌ جون مڪاني خود حڪومت جمهوريتون ٺاهيون وڃن، ۽ اهڙيءَ طرح لفظ "پاڪستان" جي اصلي تصور مطابق، صالح ۽ صحتمند "ڪثرت" جي بنيادن تي، اسان جي وطن پاڪ جي به

هڪ، واقعي حقيقي معنيٰ ۾، مضبوط، لافاني ۽ عظيم ”وحدت“ قائم ٿي وڃي. اسان هاڻي به پاڪستاني آهيون، ۽ پوءِ به پاڪستاني ٿي رهنداسون: پر جيئن هندو، ڪرستان، پارسي ۽ مسلمان هئڻ سان گڏ، اسان کي ڪو پاڪستاني ٿيڻ کان روڪي نٿو سگهي، تيئن پاڪستاني هئڻ سان گڏ، نه هاڻي ئي اسان کي ڪو بلوچ، پٺاڻ، پنجابي، بنگالي ۽ سنڌي هئڻ کان روڪي ٿو، ۽ نه آئنده ئي ڪو روڪي سگهندو.

سنڌي ثقافت ۽ سنڌي ٻولي امر آهن. ”مهراڻ“ جي اڳين اشاعت ۾ هڪ هنڌ اسان چيو هو ته ’سنڌ، سنڌي قوم ۽ سنڌي ثقافت ۾ ڪي اهڙيون امتيازي خوبيون موجود آهن، جيڪي جيڪڏهن گم ٿي وڃن، ته انهن جي پوراڻي يا تلافي ڪنهن به ٻئي ملڪ، ڪنهن به ٻيءَ قوم ۽ ڪنهن به ٻيءَ ثقافت هٿان ٿي نه سگهندي.‘ ظاهر آهي ته جيسين اسان وٽ اهي امتيازي خصوصيتون موجود آهن، تيسين اسان جي سنڌ، اسان جي سنڌي ثقافت ۽ اسان جي سنڌي ٻولي پڻ قائم آهن- ون يونٽ ۾ توڙي ڪنهن ٻيءَ صورت حال ۾، انهن جو هڪ وار به ونگو ٿي نٿو سگهي. اهين برابر آهي ته جيئن ٻيا ڪا نئين ڳالهه ڪي نه ڪي مشڪلاتون پيدا ڪندي آهي، تيئن ”ون يونٽ“ ۾ پڻ اسان لاءِ، اسان جي ٻوليءَ ۽ ان جي ادب لاءِ ڪي نه ڪي نوان مسئلا ضرور درپيش ايندا. پر سرائيءَ جي ڳالهه وانگر ”اهڙي شي ايءَ روسون ٻه، ڪاسون ٻه!“ سو پنهنجي ”ون يونٽ“ ۾ به، پنهنجي ٻوليءَ ۽ ادب کي، جيڪڏهن اسان پنهنجو ڪري سمجهيو، ۽ ان جي قسمت سان پنهنجيون قسمتون ڳنڍيونسين، ته نه فقط ان ڳالهه جو ڪو امڪان ڪونهي، پر اهو ڪو سوال ئي ڪونه ٿو اٿي ته ان کي ڪنهن قسم جو ڪو گزند پهچي سگهندو.

## اديب، ناشر، ۽ پڙهندڙ.

”ون يونٽ“ ته پاڻ هڪ موقعو آهي، جنهن ۾ اسين پنهنجي ٻوليءَ جي ڪامياب مستقبل جي هڪ بنيادي ۽ پايدار تعمير ڪري سگهون ٿا: ضرورت فقط ان ڳالهه جي آهي ته سڄاڻ هاريءَ وانگر، زمين آهر ۽ موسم پٽاندر ٻج ڇٽيون، پنهنجن فرض جي ڄاڻ ۽ ذميوارين جو احساس ڏاريون، پنهنجي آس پاس تي نظرون ۽ جاچيون، وقت جي تقاضا ۽ زماني جي اشاري کي سمجهي دل جي ڪنن سان ٻڌون ۽ هنئين سان هنڊايون: ائين ڪرڻ سان ئي اسان جا اديب ۽ ناشر، پنهنجي همعصر دور توڙي آئنده نسلن لاءِ، صحيح فخر جو باعث بڻجي سگهون ٿا، ۽ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي مخلص ۽ لافاني خادمن جي زمري ۾ داخل ٿي سگهون ٿا.

ادب، واندڪائيءَ جي وندر، ناموريءَ جو ذريعو ۽ پيسي پيدا ڪرڻ جو وسيلو به برابر آهي، پر ان جو اصلي شان ڪنهن زياده اعليٰ ۽ پاڪيزه مقصد لاءِ مخصوص آهي. ادب ذريعي، انسان جي ذهن کي اجو اجرو ۽ صاف ڪري سگهجي ٿو، کين صحيح سمجهه ۽ شعور سان روشناس ڪري سگهجي ٿو، ننڊن

دلين ۾ هن عيبدار دنيا کي بدلائي، نئين سر ٺاهڻ جا جذبا ۽ امنگون، همتون ۽ ارادا پيدا ڪري سگهجن ٿا، منجهن علم جو احترام، سچ لاءِ محبت ۽ حسن جي صحيح پرک پروڙ لاءِ گهربل جمالياتي حس، ۽ انسان ۽ انسان جي عظمت جو قدر ۽ احساس پيدا ڪري سگهجن ٿا. جيڪڏهن اسان اديب ۽ ناشر، ادب جي انهن اعليٰ مقصدن کي خيال ۾ رکنداسون، ته يقينا پنهنجي ادبي تخليقن ۽ مطبوعات کي سندن مڙني معنوي توڙي ظاهري وصفن سان ڀرپور سينگاري ٺاهي، مڪمل ڪري، پوءِ ئي پنهنجن محترم پڙهندڙن آڏو پيش ڪرڻ جي جرئت ڪري سگهنداسون. جڏهن پنهنجن پڙهندڙن لاءِ عزت ۽ محبت جو اظهار، انهيءَ صورت ۾ اسين ڪنداسون، تڏهن ئي هنن جي دلين ۾ اسان لاءِ محبت ۽ عزت جا جذبا پيدا ٿيندا، ۽ پوءِ اديب، ناشر، ۽ پڙهندڙ ٽيئي گڏجي، پنهنجون سموريون دلچسپيون ۽ ڪوششون هڪ ئي گڏيل مقصد، يعني ٻوليءَ ۽ ادب جي تحفظ ۽ ترقيءَ لاءِ، مخصوص ڪري سگهندا. هيءَ حالت ۾، جيڪڏهن لکڻ وارا صرف بي لغام قلمڪارين ۾ تيز، ناشر صرف غلط ۽ بدزيب ڇپيل ڪتابن تي بيجا قيمتن هڻڻ ۾ پڙ، ۽ پڙهندڙ صرف مفت جي ڪتابن تي اتفاقي نظر ڦيرائڻ ۾ ئي خوش هوندا، ته پوءِ اسان جو غريب ادب جتي آهي، بس اتي ئي پيو اٽڪندو: انهن حالتن ۾، ۽ اهڙن اديبن، ناشرن ۽ پڙهندڙن هٿان، ان جو اسرڻ ۽ وڌڻ ويجهڻ ذرا مشڪل ٿو معلوم ٿئي.

## "مهراڻ"

"مهراڻ" جي پهرئين پرچي کي جنهن پريم سان مرتب ڪري، سينگاري ٺاهي، پنهنجن عزيز پڙهندڙن جي هٿن ۾ اسان پيش ڪيو، ان لاءِ، اسان جي اميدن کان به سوائي شاباس، اسان کي ڪاٿان ملي چڪي آهي. ان لاءِ، اسان سندن نهايت شڪرگذار آهيون. اسان کي پنهنجن اوڻاين جو به پورو احساس آهي: تنهنڪري، هڪ گهڙيءَ لاءِ به اسان وسڪي ويهي نه رهيا آهيون ته اسان جي پهرين پيشڪش رکو تعريف جي لائق هئي، ۽ ان ۾ ڪي نقص هئائي ڪونه. ڪٿي، پنهنجي اعليٰ مقصد جي بلند معيار تي، پڪ آهي ته پهچي نه سگهيا آهيون. تنهن ڪري، پنهنجي محترم پڙهندڙن کي پهرين گذارش هيءَ آهي ته جتي به هو اسان جي ڪا ڪمي ڇڪ ڏسن، اتي پلاڻي ڪري اسان جي رهبري ڪن. "مهراڻ" جي پهرين توڙي هن پرچي ۾ جيڪي به خوبيون ۽ خاصيتون موجود آهن، ان لاءِ، گهڻي ڀاڱي، اسان جي شاعرن، افسانه نويسن ۽ مضمون نگارن دوستن کي ئي جس ڇنجي ته وڌيڪ مناسب آهي. "مهراڻ" جي اوڻاين لاءِ، اسان خالص پاڻ ئي جوابدار سمجهون ٿا، ڇو ته، هڪ ته مواد جي چونڊ اسان پاڻ ڪئي آهي، ۽ ٻيو ته پنهنجن ڪن سنڌي اديبن ۽ عالمن کان سندن ادبي شاهڪار اجان هٿ نه ڪري سگهيا آهيون، جو اهڙي جامع ذخيري مان ڪا اجان ئي وڌيڪ بهتر چونڊ ممڪن ٿي

سگهي ها. پنهنجين نيازمندانه منٿن ميڙڻ کي اهان اپترو اثرائتو نه بڻائي سگهيا آهيون، جو اسان جا اهي اديب ۽ عالم اسان کي پنهنجي قلم جي نظر فيض اثر سان نوازڻ تي آماده ٿين- اسان ايائن ايرن آڏو، جيڪڏهن معاملو "مڙني مون ڏانهن، هوتن ڏانهن نه هڪڙي" تي ٿي ختم ٿئي ته به چنبو ته لک ڪتياسون!

## دعوت

"مهراڻ" ۾ آئنده اشاعت کان وٺي، ٻن وڏيڪ عنوانن کي شامل ڪرڻ جو ارادو آهي- (۱) "هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي ته......"، ۽ (۲) "سنڌي نثر جا مثالي فقرا". پهرئين عنوان ماتحت، زندگيءَ جا ڪي سچا واقعا جي لکندڙن جي شخصي تجربي يا مشاهدي هيٺ آيل هجن، اهي ڏنا ويندا. هن عنوان لاءِ، ڪوبه دوست، رسالي جي هر اشاعت لاءِ هڪڙو واقعو، گهٽي ۾ گهٽو ۳۰۰ لفظن يا ان کان به مختصر لفظن ۾ لکي، اسان ڏانهن موڪلي سگهي ٿو. واري واري تي، بهترين واقعي لکي موڪلڻ واري دوست کي، "مهراڻ" جي اداري طرفان، ڏهه روپيا انعام طور ڏنا ويندا. هتي مثال طور، اسان پنهنجي شخصي مشاهدي هيٺ آيل هڪ سچو واقعو لکندڙن جي رهبريءَ لاءِ پيش ڪريون ٿا:

"—ڪراچيءَ جي سنڌ مدرسي ۾ ماستر هوس. رسيس ۾، اڪثر ٻاهر بندر روڊ تي هوٽل ۾ چانهه پيئڻ ويندو هوس. هڪ ڏينهن، جيئن چانهه ڪوپ پي، هوٽل مان ٻاهر نڪتس، ته ڏٺم ته هڪڙو چڱو موچارو ٿلهو ماڻهو، سوٽيل بوٽيل، ٽوپلو مٿي تي، ڪڇ ۾ ٻه چار فائيل، هڪڙي هٿ ۾ ڪيلن جو ڇڳو کنيو، ٻئي هٿ سان ڪيلي جون کلون لاهيندو، بي پرواهيءَ سان اڳيان اڇلائيندو به وڃي، ۽ ڪيلو کائيندو به وڃي! پنج ڏهه وکون اڳيان ٿي ويو. اوچتو ئي اوچتو، هم‌راهه جو پير پنهنجي ئي اڇلايل ڪيلي جي کل تي اچي پيو، ۽ وٺي ٿو مڙس ترڪي- ٻس ڌو پٽ تي! ڪيڏانهن ويو ٽوپلو، ڪيڏاهن ويا فائيل! ٽڙي ٽڙي ويو: فائيل ميڙيائين، ٽوپلو هٿ ڪيائين، ڪيلا ته هٿ ۾ هئس ئي: ۽ اوچتو نظر ٿي پوس پاسي ۾ فٽ پاٿ تي ويٺل هڪ وڻجاري ڪوهوڙ ٿي تي، جنهن خالي لفافا، ربڙ، پينسلون وغيره پئي وڪڻيون! بس ساڻس، پوءِ ته صاحب نه ڪٿي هم نه تم، وڻجاري ڪوهوڙي تي رڙ ڪري الرجي ويو- چئي، 'هوڙا تهڙا، شرم ٿو اچئي، فٽ پاٿ تي رستو روڪيو ويٺو آهين، ماڻهن کي هلڻ به ڪين ڏيندين ڇا؟' وڻجارو ڪوهوڙ پو اچي ڦاٿو: جي ٿو جواب ڏئي ته ٿو ڪوڙ وڏي، ۽ پوليس وارو اچي ڪي اچهو، اچي ٿو الارين: مڙني مٿان ٽپڙ ڪري جند ڇڏايائين. هيڏانهن ميءَ سنئون سيتو، سوٽيل بوٽيل هم‌راهه، غريب تي ڪاوڙ چنبڙي کان پوءِ اڳتي هليو. مون پنهنجي اکين سان اهو لقاءُ ڏٺو: صاحب بهادر کي اهوئي مٿي ۾ ٽوپلو، ڪڇ ۾ اهي ئي فائيل، ۽ هٿ

۾ اهوني ڪيلن جو ڇڪڻ، اني هليو: خالي هٿ سان ڪيلي جون ڪلون
چليندو، بي پرواهيءَ سان اڱيان اڇلائيندو، ڪيلي کي ڇڪيندو، منهنجي
اڱيان ني اڱيان، سڏوني سڏو، پنڌ رود جي ٿٽ پاٽ وٺيو، اڳين
ويندو رهيو — ڄڻ ته ڪجهه ٿيوني ڪون هوس!"

هِنيءَ عنوان ماتحت، ڪو به دوست، ڪنهن به قديم توڙي جديد سنڌي نثر نويس جو ڪو لکيل هڪ فقرو يعني فقط هڪڙي پئراگراف جيڪا ڪيس مطلب، ٻوليءَ، لفظن جي اثرائتي استعمال وغيره سبب بهترين لڳي هجي، سا اسان ڏي لکي ڏياري موڪلي. اهڙن مڙني آيل فقرن مان، سڀ کان وڌيڪ جيڪو فقرو اداري کي پسند ايندو، تنهن لاءِ موڪلڻ واري کي ٥ روپيا انعام ڏنا ويندا. هڪ دوست، هر اشاعت لاءِ هڪ ئي فقرو موڪلي سگهي ٿو. فقرو مڪمل حوالي سان هئڻ ضروري آهي — يعني اهو ڪنهن جو لکيل، ڪهڙي ڪتاب جي ڪهڙي صفحي تي آيل آهي، اها ڳالهه صاف طرح ڄاڻائڻ گهرجي.

مهراڻ جي آئنده اشاعت کان وٺي، اداري طرفان، سنڌي مختصر افسانن جي پڻ ڇاپڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي. هر اشاعت لاءِ جيڪي به افسانا وصول ٿيندا، تن مان جيڪو بهترين افسانو سمجهيو ويندو، ان جي لکندڙ کي، اداري طرفان، ٢٠ روپيا انعام ڏنو ويندو.

جيڪي افسانا، سچا واقعا، ۽ مثالي جملا، "مهراڻ" جي ڪنهن به اشاعت جي ڇپجڻ شروع ٿيڻ کان پوءِ پهچندا، انهن کي رسالي جي ٻيءَ اشاعت جي مقابلي لاءِ آيل سمجهيو ويندو.

## معذرت

اڳئين پرچي ۾، اسان کان هڪ نهايت ڏکوئيندڙ غلطي ٿي وئي آهي. محترم سوڀراج نرملداس "فانيءَ" کي، ڀل کان، "آنجهاني" سڏيو اٿون. رسالي جي شايع ٿيڻ وقت کان پوءِ، اسان کي معلوم ٿيو ته هو صاحب زنده آهي. اسان جي دعا آهي ته اسان جي سنڌڙيءَ جو هيءُ غير فاني شاعر، هند ۾، سنڌي زبان جي خدمت لاءِ شال هزار عمريون زنده رهي، ۽ هر عمر هزار سالن جي ماڻي — آمين!

## گذارش

آخر ۾، پنهنجن محترم اديبن ۽ پڙهندڙن، سنڌ توڙي هند وارن، جي خدمت ۾ وري به عرض ٿا ڪريون ته هو سنڌي زبان ۽ ان جي ڪارآمد ادب جي اشاعت لاءِ اسان جا ساٿي ٿين؛ اسان ڏانهن وقت بوقت پنهنجا مشورا موڪلين، اسان سندن قلمي تعاون، سندن تجويزن، ۽ نڪته چينين کي عزت جي نگاهه سان ڏسون ٿا. — والسلام!
(ج-ا-م)

# دعا

[ميان سرفراز شهيد (١٧٧٢-١٧٧٥ع)، ڪلهوڙا خاندان جو صاحب ڪلام حاڪم هو. سندس هيءَ مدح شريف، قيد جي حالت ۾ (١٧٧٤ع) انتهائي سوز ۾ رچيل سان چيل آهي. سنڌي ادب ۾ مدح جي صنف، ميان صاحب جي هن بي مثل مدح سان ئي شروع ٿي. جيتوڻيڪ هن مدح شريف جو غيرفاني "ورائو" (ڀلا ڄام، هن غلام، ......)، سنڌ ۾ هر ڪنهن جي زبان تي رهي ٿي رهي ٿو، پر افسوس آهي جو سڄي مدح اڄ تقريباً ناياب آهي. هن موقعي تي اسان، بطور دعا جي، هن متبرڪ مدح کي "مهراڻ" ۾ ٽئين سر شايع ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪري رهيا آهيون. - 'گر قبول افتد زهي عز و شرف']

بسم اللهَ، لڳ اللهَ، محمد شاهه، ڪر نگاهه،
منجهه درگاهه، ڪيم آهه، مٿي راهه رسين مون:
ڀلا ڄام، هن غلام، سندو سوال، سڻج تون.

مان جاهل، مان ڪاهل، مان ڪچو ڪمينڙون،
نه مون حال، نه مون قال، ڀلا ڀال، ڪرين تون:
ڀلا ڄام، هن غلام، سندو سوال، سڻج تون.

آهيان ڏڏ، غمن گڏ، سچا سڏ، سڻج تون،
پسي پاڻ، ڪرم ساڻ، ڏکين ڏاڻ، ڏئين تون:
ڀلا ڄام، هن غلام، سندو سوال، سڻج تون.

چارئي يار، جيءَ جيار، ڪندا وار، وري مون،
مون بيڪار، سنڌي سار، سگهي شال، لڏائون:
ڀلا ڄام، هن غلام، سندو سوال، سڻج تون.

سچا صديق، رنج رفيق، ڏين توفيق، تسي مون،
عمر ڄام، تنهنجي سام، ٿئي پانڌ، لڳاسون:
ڀلا ڄام، هن غلام، سندو سوال سڻج تون.

غني عثمان، کيو قرآن، جمع سيپارھ، ۽ سورون،
علي گھوٽ، پڪا ڪوٽ، سندا ڪفر، ڪنارئون :
پلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون ۔
صادقين، عادلين، ذي النورين، حنيف،
جمالين، ڪمالين، شجاعين، علي :
پلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون ۔
امامين، سونهارين، سندو آسرو، اٿھون،
حسنين، شريفين، ڪندا مهاڙ، موتي مون :
پلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون ۔
صحابن، ڪرامن، تابعن، کي سڪھون،
تن پلن، وسيلن، سندي توھ ٿا تڪھون :
پلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون ۔
سچار، ۽ موچار، جي مهندار، ليکيا سون،
تن مڙن، پلارن، سندو شان، آهين تون :
پلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون ۔
نہ سا خلق، نہ کي ملڪ، نہ ها فلڪ، زمينون،
تنهنجي نور، جو ظهور، ٿيو آڳاٽو، سين کون :
پلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون ۔
اول ہہ، ۽ آخر ہہ، والي ملڪ سندو تون،
ظاهر ہہ، ۽ باطن ہہ، تنهنجون پيٺون پچارون :
پلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون ۔
شريعت، طريقت، ٿئي نصيب، اسان کون،
حقيقت، معرفت، سندي نظر، ڪرين تون :
پلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون ۔
هدايت، حمايت، عنايت، ڪرين تون،
امانت، سلامت، اچي لڪ، لنگھايون :
پلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون ۔

سر زمين، ڪيم ڪين، آهيان نيٺ نمائون،
مٿي ڏين، تون امين، آپاريج اسان ڪون:
ڀلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون.
صغير، ۽ ڪبير، ڪيم ڪرت، ڪچايون،
محمد مير، هن حقير، سنديون ميٺ مٿايون:
ڀلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون.
يڪسبون، ڪم زبون، ڪيم خون، خطائون،
ميٽي ڏوهه، ڀنا توهه، ڪرين بخش عصائون:
ڀلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون.
شيطان، ۽ دجال، سندي شرڪان، رکهون،
ظالم سڀ، ختم-خير، ڪرم ساڻ، ڪرين تون:
ڀلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون.
ڀلو ڀرم، حيا شرم، ڀني ڪرم، ڪمينون،
ميٽي وهم، لاهي غم، پورا ڪم، ڪرين تون:
ڀلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون.
منجهه قبر، ڪج خبر، پيغمبر، سندي مون،
ڀتن ڀيڙ، ڪنان مير، هن حقير، رکين تون:
ڀلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون.
منڪر، ۽ نڪير، ايندا ڀڄن، ڀڄائون،
روبروء، سرخروء، آبروء، ڏئين مون:
ڀلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون.
قيامت، ۾ شفاعت، ڪندين امت، اتي تون،
تنهن وير، ڀري ڀير، سکهو شير، رسين مون:
ڀلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون.
امتحان، ڪي عصيان، منجهه ميزان، وڌائون،

وقت پيت، ڪرهو ميت، ڪرم ساڻ ڪچايون:
پلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون.
پل صراط، مٿي واٽ، زمي پير، رکياسون،
رسين راهه، مٿي واهه، ڏيئي ٻانهه، اڪارئون:
پلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون.
جمال، ۽ ڪمال، تنهنجي لاءِ، واجهائون،
ٿيون شال، منجهه وصال، وجي هوتن - هاٿون:
پلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون.
انگهيا لڪ، لتا شڪ، هلي حق، گڏياسون،
في الحال، منجهه وصال، اچي محب، ملياسون:
پلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون.
بسم الله، لڳ الله، ڪر نگاهه، پرين تون،
آهم آس، تو ڏهون خاص، بند خلاص، ڪرين مون:
پلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون.
چارئي طرف، تنهنجي شرف، روشن آپ زمينون،
منجهان نور، ٿيو معمور، مڪو ملڪ، مدينون:
پلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون.
بسم الله، سين مداح، تنهنجي شاهه، چئيسون،
هيءَ ساراهه، لڳ الله، ڪر قبول، هتان مون:
پلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون
"سرفراز" آ اداس، آهي آس، اوهان ڏون،
راهه راس، بند خلاص، خوبي خاص، ڏئين مون:
پلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون.
هيءَ مداح، تنهنجي شاهه، چيم وصف، واڪائون،
سٽي ٻاڻ، ڪنن ساڻ، ڏئين ڏاڻ، ڏاڏائون:
پلا چام، هن غلام، سندو سوال، سڄ تون.




## بيت

مخدوم امين محمد صديقي رحه، شيخ مبارڪ "اياز"، ۽ لطف علي شاهه "منظور".

## ڪافيون

مخدوم امين محمد صديقي رحه، صاحبڏنو شاهه رحه، زمان شاهه رحه، پير حسين بخش شاهه رحه، محمد سعيد شاهه، محمد خان "غني"، اسدالله شاهه، علي بخش "رضا"، "فدا" سرشاري، ۽ غلام محمد "گرامي".

## گيت

شيخ مبارڪ "اياز"، پير شاهنواز "عارف المولائي"، سراج الحق "بسمل"، ۽ غلام احمد "همدم".

## نظم

ڊاڪٽر "خليل"، هري "دلگير" ۽ "اياز" قادري، عبدالقيوم "صائب"، ضياءُ الدين "ضيا"، عبدالڪريم "گداني"، "نياز" همايوني، ڪيشلداس "فاني"، ۽ طفيل احمد "طفيل".

## غزل

طالب المولى، اياز، خواب، عبدالله "عبد"، عبدالحليم "جوش"، شمشير الحيدري، "اختر" رضوي، تنوير، بيدل، "بشير" موريائي، "نياز" گرپالڪ، "سليم" گاڙهوي، خوشيرام "پريم"، هري "دلگير"، بيدل بيگ مرزا مرحوم، ۽ مرزا مدد علي بيگ مرحوم.

## رباعيون

غلام محمد "گرامي".

## آزاد نظم

شيخ عبدالله، سراج الحق "بسمل"، غلام محمد "گرامي"، ۽ محمد ابراهيم جويو.

"بيت، سنڌي شاعريءَ جو روح آهي. اسان جي ذات جي يگانگت ان مان ظاهر آهي. ان ۾ اها تخليقي انفراديت آهي جا گيت، غزل ۽ نظم ۾ نہ آهي. گيت، هندي ادب جو ورثو آهي، غزل پارسي ۽ اردوءَ جو، ۽ نظم يورپي ادب جو. بيت، پنهنجن مختلف نمونن ۾، نہ فقط سنڌي شاعر جي جذبات، خيالات ۽ احساسات جو بهترين آئينہ دار آهي، پر ان جي موجوده شڪل بہ سرزمين سنڌ جي تخليق آهي."- شيخ مبارڪ "اياز"

---

"(سنڌي) موزون شاعري، اگرچہ عربي ۽ فارسي ترڪيبن تي ٻڌل آهي، ۽ انهيءَ ڪري وزن جي رواني آڻڻ لاءِ، ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو عربي ۽ فارسي لفظن جي استعمال ڪرڻ تي مجبور ٿئي ٿو. پر، جڏهن تہ شاعري سنڌي زبان ۾ ڪرڻي آهي، ۽ انهيءَ ڪري، وڏ ۾ وڏ نہ، تہ بہ تعليم يافتہ سنڌي طبقي جي سمجهڻ جهڙي زبان ڪتب آڻڻ گهرجي، ۽ ڪوشش ڪري آن ۾ عام فهم سنڌي لفظ استعمال ڪجن؛ بلڪ خالص سنڌي لفظ هجن، ۽ وزن ۽ روانيءَ ۾ بہ فرق نہ اچي، تہ اهو سون تي سهاڳو آهي.

"بيان ۽ ادائگيءَ جو نمونو اهڙو هئڻ گهرجي، جو مجازي شاعريءَ سان گڏ، آن کي حقيقي معنيٰ ڏانهن وٺي وڃجي، تہ بہ غلط نہ نڪري. سنڌي شاعريءَ جي هيءَ هڪ نهايت اهم خصوصيت آهي، جا ڪيس دنيا جي اڪثر ٻولين جي شاعريءَ کان ممتاز ڪري ٿي. اسان جا بزرگ، اسان کي اها خصوصيت ورثي ۾ ڏئي ويا آهن، ۽ اسانجو فرض آهي، تہ هن متبرڪ ورثي جي حفاظت ڪريون."

"سرشار" عقيلي

# بيت

## مخدوم امين محمد صديقي رحه

سڪي سڳ ٿيوم، جيڏيون ذات جتن سان،
سنيس سنجهي سيج تي، هئان هوت ويوم،
"امين محمد" عشق جو، ٻرو ٻوءِ ٻيوم،
ڪيچين ڪاڻ ڪيوم، پيرين پاڌڙ پب جو.

پيرين پاڌڙ پب جو، پڇي ڪيم پورا،
سرتيون وسيا ساهه تي، ڪونڌر جا ڪهوڙا،
اچي آرياڻي ڪندا، ٽڪيءَ تي ٽورا،
ڪاٽيءَ ڪي ڪونترا، اچن اوليون جا.

اچن اوليون جا، اندر تي اوير،
ذرو جي ظاهر ڪريان، ته سڙي وڃن سر،
ڪنين ٻڌي ڪيچين ڪي، من آهون ڪن اثر،
ڪاڻ ۾ ڪوڪر، پاروچو ماڻ پڌي.

پاروچا پاڇهه ٻڌي، من آرياڻي اچن،
جيڏيون جن جا جيءَ تي، پلپل پور پون،
ڪوهياري جا قلب تي، وري مچ مچن،
تن ڦوڙائي ڦٽن، اندر منهنجو اڌ ڪيو.

اديون ڪا هلندي، ڪميڻيءَ سان ڪيچ ڏي،
سور سيئي سرتيون، ساڄن سان ملندي،
"امين محمد" عشق جي، جوش ۾ جلندي،
ملي تان ملندي، نه ته مرندي مارڳ وچ ۾.

مرندي مارڳ وچ ۾، سور ڪنيائين سان،
پيس رات پٽن ۾، تن اونيون اهڃاڻ،
جيڏي شال جبل ۾، ٿئي آرياڻي اڳواڻ،
جڏهن پنون ڪيائين پاڻ، تڏهن پريس پٽ پنهونءَ سان.

پري پٽ پنهل سان، ٿيو ويچاريءَ وصال،
چلي ٻڌي چپرين، هيٺو وئي حال،
"امين محمد" عشق جو، ٿيوس قرب ڪمال،
دردن جي دڪان جو، درسن ٿيس دلال،
سڪ سچياڻي سسئي، پنهون جل جلال،
جهلي تنهن جهوليءَ پيو، سيني بدر هلال،
جيڏيون ٿيس جمال، هاڙي ۾ تنهن هوت جو.

## مولابخش "مسڪين" مرحوم

هاري هلاءِ هر ڪي، جهڙ ڏسي نا جهج،
موڙ ها محبت مينهن ۾، پورا ڏيئي پج،
ته آخر اها وڃ، توتي چمڪي چانڊاڻا ڪري.

اڄ ساربندي سڄڻ ڪي، ڳوڙها پيا ته ڳڙي،
ناهي آرام عجيبن ريءَ، ڪهابل ڪي نه ڪهڙي،
لالن اڄ لڙي، ته وڃن سور سنڌا ڪيون،

"مسڪين" هن مار جو، ڪونهين سڌ سماءُ،
جو دوست ڦري دشمن ٿيا، ترٽون ڏيئي تاءُ،
مٽن منهن موڙي ڇڏيا، جن سڱن ڏنو ساءُ،
ڪو جو وريو واءُ، پنهنجائي پراوا ٿيا.

شيخ مبارڪ "اياز"

اڪيلو آهيان، ماڻهوئن جي ميڙ ۾،
اڃا جاتم ڪينڪي، ڇو آهيان، ڇاهيان،
آهيان يا ناهيان، سو به نه آءُ سمجهه ۾.

وڃا اڄ آڏي، مون کي منهنجا سهرين،
آيا گهوڙي اوڇتو، جن کي ساهه سڏي،
تن کان پوءِ تڏي، آهي بوءِ بهار جي.

گهلي ڏکڻ - هير، پيا پور پرينءَ جا،
اندر جي آڪير. سيون ڇپايون ساهه ۾.

اڪوڀون آڇايل، سڄڻ تنهنجي سونهن جون،
سدا سڪايل، رهيون بوند برهه لئي.

ڏڪائي ويو ڏور، مون کي چنڊ چريو ڪري؛
دل کان ناهي دور، دوري آ ديدن جي.

سالن کان سانڍيم، ساهه اندر ساجهه؛
بلي آءَ برهه، تڪيان پيو تولاءِ مان.

آهيان راڳيندڙ، ڪنهن روحاني راز جو؛
ڪيو سِرُ سڳهڙ، روح رچي ويو رمز ۾.

برهه جو پرواز، ڪيو ساهه سڄڻ ڏي،
ڪل رمزون ۽ راز، ڪلي پيا ڪَنَ ۾.

وڏم ڏکن ڏاڻ، سک نه سنپران سهرين،
اڄ ته پسائي پاڻ، آئت ڏي "اياز" کي.

ملي منهنجي من کي، ڏُکن جي دولت،
اچي هر آفت، وڏا هار هنئين کي.

ڏکڙو منهنجي دل جو، اڄ گوڙهن ۾ گول،
موتين سندي جهول، سونجهي ڏس او سهرين.

ڇپن ڇڙوايو، ازل جي آواز کي،
مهرون لکيون منهن تي، ته گوڙهن ڳالهايو،
پريَ پهچايو، اسان نيايو نيڻهن جو

واسينگن جي وات، آهي سفر سچ جو،
ڪيئي تيا ڪات، هلندي حبين ڏي.

سچائيءَ ۽ سونهن، سڏيو منهنجي ساهه کي،
وڪڙ ۽ ورونهن، مون ليءِ پيار پرينءَ جو.

گهڙي تو گهاري، لئي سڪ صدين جي،
وچان مان واري، سڄڻ تنهنجي سونهن تان.

منهنڙو منهنجي يار جو، برهه کان پيارو،
مٺڙو، موچارو، سڄڻ منهنجي ساهه جو.

## طرز پراڻي- نياپو نئون

ننڊڙيءَ نينگر وات تي، ويٺي واجهايو،
الله ۽ انسان جڻ، پنهي پاڏايو،
پينوءَ پهچايو، ڏاڍو ڏک ضمير کي.

ماڻهو منهنجي ملڪ جا، اپوجهه ۽ اڻ جاڻ،
ڏکن ـ ڏڏيون جهوڙيون، پکن پريا پاڻ،
الله تن ۾ آڻ، ساڃهه پنهنجي ساهه جي.

ڪهڙو ڪهڙو ڪوس، ڏسون لهندڙ لوڪ جو،
سڄڻ اسان سوس، پليو تنهنجي پيار جو.

ساري رات سڙي، سوچ اسان جي سچ لاءِ،
اچي نڪري شل آلا، جنهن سان جان جڙي،
گوڙهن منجهه ڳڙي، وڃن وهم وجود جا.

مهسين سورج چمڪيا، ڪيا چند چناڻ،
ماڻهوئڙن مناڻ، اڃا اوندهه نہ لٿي.

چانڊڪ ڪي چمي، گهر ۾ ڳوليم گهنگهرا،
پرڙن تي پوپٽ جي، ويو وقت آڏي،
ڪا جا واءُ لڳي، ٻن نہ مليو ٻن سان.

لسربو تنهنجو نينهن، وسري وات وجود جي،
محبت مون کي ماڳ جي، ساوڻ سندو مينهن،
آهيان راتو ڏينهن، پانڌيڙو پرينءَ جو.

محرم منهنجي من جا، اچي ڏي آواز،
روح رسيلا راز، ترسايا تنهنجي ڪري.

آئي ننڊ نيڻن کي، آڏاڻو ارواح،
جڻ منهنجو ساهه، پهتو تو وٽ پل ۾.

چڻنگون آڏاڻيون، ڪڏهن ڪنهن مچ مان،
پنبڻ متا برهه جا، خدايون ڪاڻيون،
جڏهن وساڻيون، صديون سرد ڪري ويو.

آلا ڏس، آلا! پاريا عشق اندر ۾،
برهه هينئن پلا، جلايو جو جيءَ کي.

اکڙين ۾ آيو، سارو ساهه سڄڻ جو،
چميءَ سان چايو، منڙو اسان محب جو.

نگاهن مان نينهن، چاڪي پيو چانون ڪري،
ڏني ٿيا ها ڏينهن، محب ملي ويو اوچتو.

سوچي ڪجهه سڄڻ جو، منوڙو مرجهايو،
سرءُ جو سايو، نهليو جڻ ٽانگر ڪري.

آلا، وقت وداع جي، ڳوڙهن ڳاڙهايو،
اکين ۾ آيو، سارو ساهه سڄڻ جو.

ساٿم هر ست ۾، ازل جا اصول،
ڪري، پا نہ قبول، خيال نہ اٿم خلق جو.

سيد لطف علي شاه "منظور"

ڪُٺا ڪٺيءَ پاند، ٻڪن پاندڙ ٻٽ پيا،
جنِ مسافر ڪانڌ، ڪوسيون سمهن ڪين ڪي.

مونکان مون پرين، بنهيائين بس ڪي،
سُلهاڙي سورن، لڪن لوچيندي پٽان.

جيري جراڻي، سک نہ سمهي سئي،
وتي گهوماڻي، هينئين رکيو هنڙا.

توٺي سورن سَٺَ، تہ بہ ڪلي ڪاڻي اکيون،
جنين هاديءَ هَٺ، سي ڪالهہ ٿي ڪيچ رسائيون.

ليڪوڙي ليکو، آڻ تي مون آئيو،
کهٺو ڪيرب ڳاءِ ٿي، مون ڪنڻ تي ڪيو،
ڪرمين مون لہ ڪوهيو، الڪين آجي جي ٿيان!

ڪنيوڙي ڪنيو، ڪي اجان سچ آهي،
وهو ڙ لاهي، آڻَ سيان آسري.

# ڪافيون

## مخدوم امين محمد صديقي رحه

اها پيرلڳي بازار ٿي، هن عشق جي اصلات جي،
هاڻي مرد ٿي ميدان ۾، تان وات ٿئي وصلات جي.
(۱) هاڻي پير چابو ٿو پڊين، سڌ ڪيو مريدن ڪي سڊين،
اهڙي اندر ڇو ٿو اڊين، ماڙي مڪر محلات جي.
(۲) رک گوءِ تان ميدان مڇي، سودو سراسر ڪر اچي،
سر سٽ تہ ڪي باقي بچي، نس نينهن جي نسلات جي.
(۳) هاڻي بره ڪان بيزار ٿي، پنهنجي حرص تي هسوار ٿي،
اناالناس ۾ نرروار ٿي، توکي نڪر فصلات جي.
(۴) "ارنيءَ" ڪان منهن موڙ ڄ مڪين، تان ڪين مان تون ڪين ٿين،
سڄ ڳالهہ منهنجي باليقين، هيءَ رمز ٿئي رسلات جي
(۵) اي دل "امين محمد" ملين، هردو جهان خوش ٿي ڪلين،
سر پير ڪيو پڙ ڏي پرين، پو هام هڻ حصلات جي

## صاحبڏنوشاه رحہ

تنهنجي حسن ڪيس حيران، چشمن آئون چوري وڌيس!
۱- اکين جا ڏئي يار اشارا، من ڪيئي مستان،
گهورن تن تان گهوري وڌيس.
۲- پتنگ وانگر مچ محبت ۾، ڪَڪَ ڪئي سون ڪان،
سڪ سچي تنهنجي سوري وڌيس!
۳- ناز پريا توسان لاٿي ناتو، عشق چاتم آسان،
ان عقل ڪئي اڄ اوري وڌيس!
۴- سهڻا تنهنجي سڪ جو سون وٽ، بيحد آهي بيان،
جهوريءَ انهيءَ ڪئي جهوري وڌيس!
۵- 'صاحبڏنا' سي ڪنهن ڪي ستايان، اندر جا ارمان،
قرب ڪهي اڄ ڪوري وڌيس!

### زمان شاه رح

اباڻا الاجي وڃا ڇو وساري، پنوهارن کي پلپل سندم ساهه ساري!

١- پڃن ساڻ بنگلا برابر نه پاپان، ٿيم لوئي ليڙون، لڳن تان نه لاهيان،
وري واڳ والي، وطن منهنجي واري!

٢- عمر! ڏي اجازت، آهيان مان اداسي، وڃان ملڪ موٽي، پلر جي پياسي،
وڇوڙو ويڙهين، ميان مونکي ماري!

٣- وڳر کان وڇوڙي، ڇني ڪيم ڇوري، ڪٺي آئين ڪوه تان، ڪري ظلم زوري،
سنگهارن سوا هت، گهڙي دل نه گهاري!

٤- ڏٺي بخش مونکي، تون من جون مرادون، "زمان شاهه" ڪريان مان اباڻن سان عيدون،
وري ڏيهه ذاتر، ڏکيءَ کي ڏيکاري!

### پير حسن بخش شاه جيلاني رح

عشق عقاب شتاب مونکي،
باز وانگي اچي جهٽيو آ.

ڇتوڻن چڙهي ويو چرغي وانگي، ڇنبو سيني ۾ سٽيو آ.
لوهون ڏيئي لغون واريون، هاڻ ڦٿو ڪان پٽيو آ.
سينو امالڪ زوران زوريءَ، اندر اسانجو ڦٽيو آ.
بيشڪ ڏسي اهي باشا بحري، ڪيئن "حسن بخش" هٽيو آ.

### محمد سعيد شاه "سعيد"

ڪي ظلم جا زور زنجير عمر، وڃي جيڏري ڏسان مان ملير عمر!

١- موٽي ملڪ رسان، پنوهار پسان، هڪ جيڏين سان، پائي هار هسان،
مارو مير ڏسان، جن لئي ٿي ڪسان، منهنجو سر تين سان، سچ سير عمر!

٢- هت وڃڙيون وسن، ساوا گاهه گسن، پسون لعلون پچن، ڇيلا ڇيڪ ڇرن،
ڪري ياد وطن، اکيون روز رون، نت نيڻن وهن، ٿا نير عمر!

٣- ڇڏي زور ظلم، ڪر ڪير ستم، سردار سندم، ڪر ترس مٿم،
لکئي لوح قلم، لاچار ڪيم، هي نيم ودم، تقدير عمر!

۴- وران شال وطن، پوءِ پساه پچن، مارو ساڻ هئن، ڪن مونکي دفن،
لوئي ليڙ لٽن، آهي منهنجو ڪفن، تنهنجا رهر لڳن، ڪند ڪير عمر!
۵- ڪر قيد اندر، اي "سعيد" صبر، فرياد نه ڪر، تون شام سحر،
منهنجو روح حشر، هن ڪوٽ اندر، ڪندو نيڪ اثر، اي مير عمر!

## محمد خان "غني"

ڪنهن نه ڇاتو قيد پائي، ڪوٽ ۾ ڪيئن ٿي ڪٽي،
ٿي ڪڏهين واري وسائي، ٿي ڪڏهين سر ڪي ستي.
عمر گذري وئي عمر! آزيون ڪندي منجهه انتظار،
ڪنهن ڪڏهن آهن ڪيا، ڪو نه ڪوڻ منجهه ڪي قرار!
ساه سرتين سان سپايئين، جيل ۾ سا ڪيئن جٽي.
مون اچڻ ڪان، اڳ آنهن سان، ڪي سمن ثابت ڪيا،
پول جن سان ٿي پڏل، سي ڪين ڪي وسري ويا،
روز روئي ۽ رڙي، سي روح ۾ وپئي رٽي.
جي ڪکر جي ڪار ٿي، سرتين جي مون ڪي سار ٿي،
هت وڏي برسات هت، منهنجي اکين ۾ لار ٿي،
ٿي پسايان پاڻ ڪي، دل ڏکَ وڏي آهي ڏٽي.
هت جيڻ جنجال آهي ۽ مرڻ مون لئي مرم،
هت ڪٿيو هر هر گهران، قادر ڪان اهڙو ڪرم،
من مران منهن نه مارو، لوڙهه منهنجيءَ کي لٽي.
جي ڪرين تون تاءِ تيزيون، يا عمر آزيون اهي،
يا خوشامد ۾ ڪلين، يا روز ڏيکارين ڏمر،
آهه اڻ ٽيٺي "غني"، جو منهن کي مارن ڪان مٽي.

## اسد الله شاه "اسد"

دلڙي وڏي ويچاري، گهورن سان يار گهائي!
پل پل سڄڻ ٿي ساريان، جر جار روز هاريان،
توکي ڪٿي نهاريان، منهنجي هجر هيڪاري،
محبوب مت منجهائي!

سر ساهه سچ ته توتان، ڪربان ٿا مان قربان،
هڪڙو دفعو ڪرم سان، ڪرين جي قربداري،
واڳون وري ورائي!
منهنجون سڀ صدائون، هي درد مان تون دانهون،
آ، اي پرين، اوراهون، مون هيءَ عمر گذاري،
واريون ورهه وسائي!
جنهن جي "اسد" مان پانهي، وڇڙي ويو سو جاني،
ناهي سندس ڪو ثاني، هيءَ آهه تات طاري،
مولا وري ملائي!

## علي بخش "رضا"

ڏٺي تيڏم ڏينهن ... وي، پل پل سانگيئڙن کي ساريان.

۱- دلڙي اداسي آهه انهن ڏي، جن ڏي آئا اڄ مينهن ... وي
۲- پرت پري شل منهنجي پرين سان، نيهه رهجي نينهن ... وي
۳- ڪيڏي بندپائي بند منجهائون، ظلم جڳائي نه هينئن ... وي
۴- روح "رضا" جو رمز سان رليو، ناتو ڇنان سو ڪيئن ... وي

## "خدا" سرشاري

نينهن تنهنجي جي لغار،
جن چڪي تن جند جلائي!
۱- نيڻ تنهنجا ناز پرور، نيم خوابي پر خمار،
پرت جا پياري پيالا، مست ڪن ٿا سؤ هزار،
مون به تن ڪان دل ڦرائي!
۲- زلف تنهنجا زور زالگي، جڻ پشهير پيچدار،
ڪيس ڪارا ڦهر جا ڪن، سار وانگر وار وار،
لاڏ سان ڪن ٿا لڙائي!

٣- خلق جي خواري ۽ مهڻا، سر ڏين ماڻهو ميسار،
جنهن کان نيڻن لوڪ هاريا، دل سوئي ٿئي داغدار،
سا مون سڀ سر تي سهائي!

٤- ڪاش خوشيون زهر ٿيون، تن طلب ۽ تنهنجي تار،
پن وڌم سرمان ڦٽيون، ۽ نا وليٰ سينگار بار،
ٻئي چشن ۾ آهي ڇائي!

٥- ناز مان هيڪر نهاري، هن جڏي جيءَ کي جيار،
سرڪ مٺوا مان محبت، پرت واري ڪر پچار،
ڪر نه ايڏي بيوفائي!

٦- مل سکهو ويندس مري، ٿي تو ٻنان دل بيقرار،
تو سوا پيو ڪير لهندو، سون ٺيءَ جي هت سنڀار،
ڪا ورڻ جي وار وائي!

٧- هر قدم تي ڪن قلم، لک شاهه عالي باوقار،
ساهه سر صدقي ڪرڻ لئي، ڪئين بهادر بيقرار،
ڪن "فدا" وانگي فدائي!

## غلام محمد "گرامي"

اڄ عقل جي جهرڪي باز جهٽي،
ويو راز جي رخ تان پردو هٽي.

١- سينئي اندر آ سرّ الهي، سامين آهي صاف سڻائي،
برهه اچي ڪئي آهي ٻلائي، نه ته آلا ته اصل ڪان آهيان جٽي.

٢- حضرت عشق جي آئي آفت، تنهن علم عقل جي لاٿي حاجت،
سڪ وارن جي ساعت، ساعت، سور اچي آ دلڙي سٽي.

٣- عشق اچي ڪيو آسڻ اندر، سام حقيءَ جي من ڪيو مندر،
قرب ڪيوسين رند قلندر، عقل هاري جنگ عشق کٽي.

٤- راز جي ٻولي ڪو رازي ٻولي، خيال اندر پڻ خيال کي کولي،
ڪجهه "گرامي" ڪولي ڪولهي، تي عشق ڪهي ڪهڻ ڪهڙ ڪهٽي.

# گيت

شيخ مبارڪ ”اياز“

## گيت

ڀهجي ڪيئن ڀڪيڙو،
چنڊ چريو ڪيو آهي!
پريـن ويـو پـرديـس پـري،
رت ساون جـي آئـي، او آلا!
جنهن وقت وڻ جا ويس ڪري،
بـرسـات پـئـي،
ڪنهن ڪوڪ ڪئي،
هيءَ ڪويل ڪنهن ڳائي، او آلا!
جلي ويو جيڙو،
بس اکڙين ڪـي نـاهـي!
ڀهجي ڪيئن ڀڪيڙو،
چنڊ چريو ڪيو آهي!
او، ڪاريون گهٽائون ترسو ها،
اڄ ڪنهن جي ياد آئي، او آلا!
او، مست هوائون ترسو ها،
هڪ ڳالهه مڃو،
هن ڏانهن وڃو،
جنهن ڪهڙي آهه جدائي، او آلا!
ساهه جنهن سان سيڙو،
سـنـهـي سـنـيءَ سان ناهي!
ڀهجي ڪيئن ڀڪيڙو،
چنڊ چريو ڪيو آهي!

پير شاهنواز "عارف المولائي"

# برسات جي رت

آئي رت برسات، ساجن! آئي رت برسات!

ڪارا ڪارا بادل ڇانيا، مَکڻا هائي تلندا آيا؛
ڪونڌ ڪلي چمڪات ڪري ٿي، ڪوڙ ڪڇي ڪڙڪات ڪري ٿي؛
بوندون برسن، جهرمر جهنگن، تاڙي "تون تون" تات،

ساجن، آئي رت برسات!

ڪاريون ڪجليون ڪڪريون آيون، نيليون سولهري ۽ سايون؛
آءٌ تہ پرين گل پاڪر پايون، هڪ ٻئي کي سک سور سڻايون؛
سرڪي سنڌڙا محب ملهايون، مٺي ساوڻ رات،

ساجن، آئي رت برسات!

ڪو ڪو تارو اڪ ٽمڪائي، ڪنوار نئين ڄڻ چنڊ واجهائي؛
ڪئيون ڪر سوڙي ڪومائيون، نيڙو ڪيئڻ لڳا ٻولائيون؛
توکي سارينديَ او سهڻا، پرهہ ڦٽي پرڀات،

ساجن، آئي رت برسات!

مور، چڪور، چشون ۽ چيها، بلبل، ڪوئل، زاغ، پپيها؛
جهرمر جهرڪين لاتي "جهو جهو"، قمري "ڪو ڪو" ڳيرا "هو هو"؛
هڪ ٻئي ساڻ ڳراٽيون پايو، لسون ساجهي لات،

ساجن، آئي رت برسات!

چوڏس ٿي چانڊوڻ چمن ۾، سونجهہ ڪهڙي منهنجي من ۾؛
توکي ساريان هنجهون هاريان، وات نهاريان ڪالڪ آڌاريان؛
جي ترن اچين ساريندي سهرين، هي وڃن حسرات،

ساجن، آئي رت برسات!



"گهر نه ور نه وٽ ڪا، آهم سـن ميهار،
آن اوسيڙي آئيان، سنجهي ڪري سينگار،
پريم تنهنجو پار، پسان مان ٻر ڪنهين!" — شاهه

ساٿي! باقي ٿوري رات!

چالبوڪي ڏس جهاتيون پايو،
دل کي وجهي ٿي گهايو گهايو،
ساهه سڪائي تنهنجي تات!
ساٿي! باقي ٿوري رات!

دور ڪٿي ڪو پن ٿو کڙڪي،
تارن جي ڏس دل ٿي ڌڙڪي،
تنهنجي جدائي ۽ ظلمات!
ساٿي! باقي ٿوري رات!

تارا تنهنجي راهه ڏسن ٿا،
ٿڪجي ٿڪجي، نيٺ ڪڙن ٿا،
شايد ٿيندي ايڻن پرڀات!
ساٿي! باقي ٿوري رات!

رات جي محفل تو نه مچائي،
ايڻن پنهنجي جوت وڃائي،
گل تي ڳوڙها ڇڻ برسات!
ساٿي! باقي ٿوري رات!

دل زخمن کان آهي چور،
واٽ اڻانگي، منزل ڏور،
اوندهه هيڏي ۽ خطرات!
ساٿي! باقي ٿوري رات!

دنيا ويران، محفل ويران،
رستو ويران، منزل ويران،
ٿي نه وڃن ويران جذبات!
ساٿي! باقي ٿوري رات!!

غلام احمد "همدم"

# وڇوڙو

لڳائي ڏکيءَ دل تي هڪ ضرب ڪاري،
ڪري ظلم هليو ويئين اوچتو،
جدائي ۾ جانب ڪري ويئين ڇٽو،
ڇڏي ويئين ڇپر ۾ ڇني يار ياري.

ڪيو مست محفل ۾ هو مشڪ تنهنجي،
ستائي ٿي دم دم سندءِ ياد گيري،
وڇوڙي ۾ تنهنجي سري هيءَ فقيري
پريشان ڪيو آهي اڄ عشق تنهنجي.

ڪٺي نين نرگس ڪيئي مونکي بسمل،
سندم رات گذري ٿي آهون ڀريندي،
صبح تائين توکي ٿي توکي تڪيندي،
پڪاريان پيو توکي پيارا، مان پل پل.

وسين آت، هجين جت، خدا شل ڪري،
ملڻ جي اثر آس دل ۾ گهٽي،
ڏسان من اچي ڪڏهين پيرا ڪٺي،
رهين شاد اوري هجين يا پري.

# نظم

ڊاڪٽر شيخ محمّد ابراهيم "خليل"

## چمن جو سير

شوق هو مون کي وڃي سير گلستان ڪريان،
پڻ وڃي ديد بهار گل خندان ڪريان؛

آيو جنهن وقت هي ويچار مان گهر مان نڪتس،
۽ سمورو ڇڏي ڪم ڪار مان گهر مان نڪتس؛

باغ ۾ هو گل رنگين جي ادا ڪي مون ڏٺو،
پڻ وڃي بلبل شيدا جي صدا ڪي مون ٻڌو؛

مثل تسنيم ۽ ڪوثر ٿي وهيون هت نهرون،
مثل پرين جي نظر آيون ٿي رقصان لهرون؛

سرد لهرن جي لڳڻ ڪان ٿي ٿيو ٺار جگر،
۽ حبابن جي جهلڪ ڄڻ ته فلڪ تي اختر؛

گل ۽ بلبل جي محبّت جو نظارو به ڏٺم،
حسن ۽ عشق جي الفت جو نظارو به ڏٺم؛

شور بلبل هو ته ڪٿ نالهء مرغان چمن،
جوش گل هو ته ڪٿي رنگ جوانان چمن؛

گل جو رخ اهڙو عرق مان ٿي نظر آيو تر،
جو لڳو ماڪ جي قطرن ڪان ٿي درج گوهر؛

هو عجب ميوي جو شاخن تي لڏڻ جو منظر،
پار اوڏيا ٿي وڃي پينگهي ۾ ڄڻ باد سحر؛

هوس حيران ڏسي مان ته خدا جي قدرت،
ديدهء نرگس شهلا ٿي چمن جي صورت:

ڇا ڇوان دل تي ٿيو ڪهڙو انهيءَ وقت اثر،
منهنجي جنهن وقت پئي باغ جي گوشي تي نظر؛
دل ۾ پيدا ٿيو هڪ درد ڏسي گلچين کي،
شاخ تان ٽوڙي رهيو هو جو گلِ رنگين کي؛
رهڙ ڪان خار جي هن هٿ کي بچايو پنهنجي،
گل کي ٽوڙي وري دامن ۾ لڪايو پنهنجي:
هن نظاري کي ڏسي چشم ٿي منهنجي پر آب،
گل جي قسمت تي وهيا لڙڪ ٿيو دل بيتاب؛

بس ويو منهنجو ڇڏي صبر و تحمل مونکي،
بلڪ ٻي چين ڪيو زورِ تخيل مونکي؛
اڪ سان پنهنجي گلِ رنگين جو ڏسي اهڙو مال،
دل کي بي ساخت انوقت ڪيو مون هي سوال:
”ڇو پئي گل کي پلا آهه ٿيو گلچين شاد!
ڇو ڪيائين نه کي باغ مان ڪنڊا برباد!
ڇو هي گل هڙي مصيبت ۾ گرفتار ٿيو؟
ڇو نه گلچين جي ضد ڪانٽ هو تيار ٿيو؟
پاسبان ٿي ويو ايذاءَ ڏيڻ خارن جو،
ائين ٿئي زور ٿو دنيا ۾ جفا ڪارن جو؛
آهه هت راحت و آرام جفائن جو ثمر،
ڇا ملي رنج ۽ پڻ غم ٿو وفائن جو ثمر؟
نامه بر پنهنجي تخيل کي بنايم ان دم،
گل کي پيغام اهو پنهنجو پڏايم ان دم:
”ڇو نه توکي به خدا خار بنايو هيڪرا!
تون نه پوءِ زخم اهي سيني تي کائين جيڪرا!“
قاصدِ فڪر کڻي آيو هتان جيڪو جواب،
سو اوهانکي ٿو کڻي کولي پڏايان مان شتاب:
گوش دل ۾ ٿي جهڪي منهنجي تخيل هي چيو:
”تنهنجو پيغام ڏنم هنکي تڏ هن گل، هي چيو:
”تون ڏسي جوروستم مون تي پريشان آهين،
ڪيڏو ناعاقبت انديش ۽ نادان آهين؛

تون جي اسرار جفا راز ستم کي سمجهين،
لطف گلچين جي انداز ستم کي سمجهين؛

پنهنجو رنج کان بيتاب نه دل تنهنجي ٿي،
غيرت شعله و سيماب نه دل تنهنجي ٿي؛

گرچه مان کشتهء صمصار جفا هت تو رهان،
شڪوه ڪريان نٿو، راضي به رضا هت تو رهان؛

فاش ڪريانٿو مان اڄ راز محبت پنهنجو،
قابل داد نه انداز محبت منهنجو؛

ٿي زماني کي نه بلبل جي محبت جي خبر،
ٿي مگر ڪنهنکي به ڪا گل جي محبت جي خبر!

جنهنکي ٿي چاهه نه دنيا ۾ وفا ڇا آهي،
دهر ۾ تنهنکي ڀلا جور وجفا ڇا آهي!

جيڪڏهن مون تي نه گلچين جو بيداد ٿئي،
صحن گلشن ۾ نه هنگامه فرياد ٿئي؛

ڏيو اثر منهنجي محبت جو دل شبنم ۾،
جا رهي اشڪ نشان رات جو منهنجي غم ۾؛

اڄ تون محفوظ ٿو سمجهين ڇا انهن خارن کي!
ياد ڪر گردش ايام جي هتيارن کي!

سڀ سڪي شاخ تان پوندا ٿي پڻ تي ويران،
ٿوڪرون کائيندو ڏسندين ته تون ٿيندين حيران؛

رحم ايندو نه ڪڏهن توکي ڏسي تنجو حال،
رنج ٿيندين نه ڪڏهن تنکي جي ڏسندين پامال؛

هاڻ سمجهيو تو جفاڪش ۽ جفاڪار ۾ فرق!
توکي معلوم ٿيو هاڻ گل ۽ خار ۾ فرق!

ڇو چوين مونکي تو مان گل نه ٿيان خار ٿيان؟
دل ڪشي ترڪ ڪري مان به دل آزار ٿيان؟

پنهنجي هستيءَ کي زماني ۾ مٽائڻ گهرجي!
دل کي ڪنهنجي به نه دنيا ۾ ڏکائڻ گهرجي!

جيڪڏهن ڪنهنکي زمانو ڪٿي مجبور ڪري،
خار بڻجڻ به ڀلا ڪير ٿو منظور ڪري!"

هري "دلگير"

# "ڇڙ ڪهڙو حال آهه!"

١- ڪر خبر، سائي! وطن وارن جو ڪهڙو حال آهه؟
پنهنجي دلدارن ۽ سنسارن جو ڪهڙو حال آهه؟
٢- زندگي هوندي پنهنجي انڌلٽ وانگر اتي،
چڙ، اڳين رنگين نظارن جو ڪهڙو حال آهه؟
٣- ذري ذري سان اسانجي لاءِ ڇلڪيو ٿي شراب،
پنهنجي ميخانن ۽ ميخوارن جو ڪهڙو حال آهه؟
٤- آسمان جي هيٺ ڪئن ڪٽ تي سمهڻ ۾ لطف هو،
نيلي آپ جو، چنڊ ۽ تارن جو ڪهڙو حال آهه؟
٥- باغ ۾ ليٽي، ڇپر تي ٿي لکياسين شعر خوب،
اڄ انهن پسارن ۽ گلزارن جو ڪهڙو حال آهه؟
٦- واهه ۾ ڪئن ڏوگيو هو، انب چوسيندي ٿا،
شيل جي سائين ۽ پڻ يارن جو ڪهڙو حال آهه؟
٧- هٽ تي ساوڻ جون گهٽائون، دل مٿان ٿيون ڇانئجن،
چؤ، اتي وڇڙين ۽ وسڪارن جو ڪهڙو حال آهه؟
٨- ڪئن نه لهبا خواب ها، دنيا نئين جي واسطي!
اڄ انهن سپنن ۽ سنسارن جو ڪهڙو حال آهه؟
٩- جهنگ ۾ ٿي راڳ ڳايائون، ڪنن تي هٿ رکي،
تن سدا معصوم پڪرارن جو ڪهڙو حال آهه؟
١٠- سنگ سونهري نچن ٿا، نازنين جان ايئا،
پنهنجي ڪيتن جو ۽ لابارن جو ڪهڙو حال آهه؟
١١- ٻيل ڪاڏيون ٿي پڪيون، جت ڏينهن ۾ ڌهڌهه دفا،
ڪو ڪئي رستن، رليل ڇارن جو ڪهڙو حال آهه؟
١٢- ڇا مچن ٿا اڄ به ميلن ۾ محبت جا مزا؟
سنڌ جي صوفين جي اوتارن جو ڪهڙو حال آهه؟
١٣- سنڌ جي هر آدميءَ کي منهنجا ساري ڏج سلام!
پنهنجي تن يارن ۽ دلدارن جو ڪهڙو حال آهه؟

# "پرديسي پرينءَ ڏانهن"

١- وڻين ڇڏي جن کي، آهي توکي ٿا پيارا ياد ڪن؛
سا زمين، سو آسمان، سي ٿا ستارا ياد ڪن.
٢- زندگي گذري ٿي، جن دلڪش نظارن کي ڏسي،
صبح جا، سي شام جا رنگين نظارا ياد ڪن.
٣- موسم گرميءَ ۾، ڪڏ تي چاهه سان ڏٺا ها جي:
سي نڪٽ، ٽيڙو، ڪتيون ۽ چنڊ تارا ياد ڪن.
٤- جنهن سبب وهندا هئاسين ٻاهه تي گهر ۾ ڇپي،
جنوريءَ ۾ سي سياري جا ٿا پارا ياد ڪن.
٥- جي ٿا آپ ۾ چاٺنجن ڪارا ڪکر ڪڙڪو ڪري،
سي وڄون، سي ڪوڙ جا ڪنڌو اشارا ياد ڪن.
٦- جن حسين سان ڪبي هئي راهه ويندي ڇيڙ ڇاڙ،
سي ڪهڙن سان ڪوهه ويندو ماهه پارا ياد ڪن.
٧- اڄ ۾ ٻڪاري گهوڙي تي، خوب ٿيون چونڪيون لڳن،
سي ڀٽائيءَ ۽ سچل جا راڳ وارا ياد ڪن.
٨- عاشقن جي سر جيان، اڄ ٻي قلر ٿا سنگ ٽين،
سون جيان آن سان پريل ٻنيون ۽ پارا ياد ڪن.
٩- ڏانبو (١) جت هو، جتي هٿيون ٽپيون هيون شوق سان،
لاٽ (٢) ٻنبو هو جتان، سي ٿا ڪنارا ياد ڪن.
١٠- تنو تڪڙ ۾ ٻير ترڪي، ڦهه ٻنيءَ ڪرهو هو جت،
نانگ جيان سي ور وڪڙ هر ٻيچ چارا ياد ڪن.
١١- جت ڏرم ۽ دين جو جهيڙو نڪي تڪرار هو،
ايڪتا وارا سي صوفين جا اوتارا ياد ڪن.
١٢- جي ملي توکي ڪٽي پيي، ترب سان چنجس "اياز"،
توکي پرديسي پرين! ٿا ديس وارا ياد ڪن.

---

(١) ڪامبو (٢) واهن ۾ لهوارو ترڻ لاءِ همراهن جو ٽولو.

عبدالقيوم ”صائب“

# ڪير منهنجو ساٿ ڏيندو!

ڪير منهنجو ساٿ ڏيندو آه و زاريءَ ڪانسواءِ!

ياد ماضيءَ ۾ وهايان چند ڳوڙها ٿو مگر،
سي بہ ڏيئي واٽ ويندا ۽ نہ ٿيندا همسفر،
دل وڃي ٿي، اک نہ رهندي اشڪباريءَ ڪانسواءِ؛

ڪير منهنجو ساٿ ڏيندو آه و زاريءَ ڪانسواءِ!

گل ٽڙيا، غنچا ڪليا، زخمن ۾ رس ڀرجي ويو،
موسم گل جي اچڻ تي، هاءِ ڪهڙو قهر ٿيو،
ڦٽ چڪاڻي وٺي هلي، هوءَ غمگساريءَ ڪانسواءِ؛

ڪير منهنجو ساٿ ڏيندو آه و زاريءَ ڪانسواءِ!

عشق جي ناسور مان جڻ آب گلگون پيو وهي،
تڻ پيالو عمر جو ڀربو وڃي، مئي پئي ٿهي،
جام ڀربو، هو نہ رهندا، باده خواريءَ ڪانسواءِ؛

ڪير منهنجو ساٿ ڏيندو آه و زاريءَ ڪانسواءِ!

هي ڪکن جو آستانو، ڇو پلا ڪنهنکي وڻي،
ڪنهنجو اجڙيل آشيانو، ڇو پلا ڪنهنکي وڻي،
ڪا گهڙي ترسي ڪو سگهندو، انتظاريءَ ڪانسواءِ؟

ڪير منهنجو ساٿ ڏيندو آه و زاري ڪانسواءِ!

ساه منهنجي پيٽ ۾، جيسين پوي تيسين رهن،
درد وندن جون ٻڌي هو چار ڳالهيون ڇو سهن،
بي مروت ٿي هليا ويا، انتظاريءَ ڪانسواءِ؛

ڪير منهنجو ساٿ ڏيندو آه و زاريءَ ڪانسواءِ!

ڪاش! منهنجي دل جي حالت ٿي پوي ڪنهن تي عيان،
حال اوريان دل جو ۽ ظاهر ڪريان درد نهان،
پوءِ ڏسان ڪئن ٿا اچن اضطراريءَ ڪانسواءِ!

ڪير منهنجو ساٿ ڏيندو آه و زاريءَ ڪانسواءِ!

جنهن جي چانڊاڻ ڪئي، ۽ ملڪ ويران ڪي ٿئي،
ڪجهه ته آيو ياد ٿي ۽ چوٽ دل تي ٿي رسي،
ڪاش ! مونسي منهنجو ماضي بيقراريءَ ڪانسواءِ !
ڪير منهنجو ساٿ ڏيندو آهه و زاريءَ ڪانسواءِ!

بند هه بربر هوش ڪر، مونکي ڇڏي ڏي پنهنجي ڪر،
سک ڦٽائنسي، سور سختين جو وهائيندين وڪر؛
پير هن پيڙ ۾ نه پائي بردباريءَ ڪانسواءِ؛
ڪير منهنجو ساٿ ڏيندو آهه و زاريءَ ڪانسواءِ!

ضياءُ الدين "ضيا"

---

# بهار جي لنوار

آندو صبا ڇا ساٿ کو سنهڙو بهار جو،
تر تازه ڇهرو، ڇهرو آ پيڙهي جو، بار جو؛

تاڙين پنن جي ساڻ هوا سيٽيون هڻي،
رقصان روش ۾ رنگ رتو جوئبار جو؛

ورڪري ويو واس وترو گلن ۽ ڦلن جو عام،
نڪري ويو نور، ناز ڇا ليل و نهار جو!

ٽالهين جو ٺار، رنگ آ ڪچنال جو ڪمال،
آهي سريهن سرس ٿيو قلبي قرار جو؛

انب ۽ ڪجيءَ جي ٻور آ پيدا سرور ڪيو،
چيٽ آهه چٽ ڪري ڇڏيو غم روزگار جو؛

ڪيرل، ڪن، ڄمر ۽ پتر جي ڇا لئي لڳي!
ڇهرو آ ڇهڇ لائسي لئي ۽ ليار جو:

هر گل سان ياد ٿو اچي سو صانع لطيف،
ٻن ٻن مان ٿو پتو پوي پروردگار جو؛

راحت جو دڙ لطف جو لحظو اچي ويو،
نرميءَ سان جيءَ نرم ٿيو خود سخت خار جو؛

ٿيو بود ٻر جو بحر جو بيحد بيان ڪان،
ڪاڇي، ڪڇي، وچولي، سري، ڪوهسار جو؛

ڇهه پهچتونءَ جي، ڇڻهيءَ جي ڳيري جون ڳڪرون،
مورن جسي موج مڙر آ ٻلن جي ڏار جو؛

دل قرب جي ٿي ڪيف سان اڄ مست ۽ مگهن،
پاڻيو جو هاڪ پرتوو پرين جي هار جو؛

سنگهو سرڻ جو ۽ نه سياري جو ڪنڪو آ،
دڙرو ٿيو دور، درد جو دک انتظار جو؛

بيخود رهڻ ڏي مون کي، محبت جي دام ۾،
تو ڪي سهڻ آ سر جو قسر وار وار جو؛

انسان جو بهار محبت جو آهه در،
زر زور رعب تاب، نه آهي قطار جو؛

مٺيان "ضيا" ڪٿي تو محبت جي دستياب،
خوف و خطر رهيو نه ٻو اغيار مار جو.

عبدالڪريم "گدائي"

# "وطن بيت الصنم آهي، وطن بيت الحرم پنهنجو"

سٽا بي ۽ سکي سنڌڙي، سدا سرسبز ۽ شادان،
ٻير ٻيريون، ڪجون ڪبڙيون، وطن جا باغ ۽ بستان،
ڪنڊا ۽ ڪرڙ ڪانڊيرا، اسان لئي سنبل و ريحان،
ڪنو ڳيرا، چڙيون چيها، ڪبوتر مور، خوش الحان،
سدا معمور گيتن سان، رهي باغ ارم پنهنجو!
وطن بيت الصنم آهي، وطن بيت الحرم پنهنجو!

هميشه هيج مان پنهنجون، ٽڙيچاٽيون ڀيون ٽڙڪن،
مڪڻ ماکيءَ تي ماڙيچون، اسانجون مور جان سرڪن،
ڇنيون ڇوليون، سنگهارن جون، ستارن سان سدا جرڪن،
سيءِ واسينگ وارن جا، سندن سينن مٿان سرڪن،
انهن جو عيش و غم آهي، هميشه عيش و غم پنهنجو،
وطن بيت الصنم آهي، وطن بيت الحرم پنهنجو!

سدا نهرن ۽ نوائن جي، وطن ۾ آبياري آ،
هتي همت سان هاريءَ جي، ٻرن ۾ پي بهاري آ،
هتي ڪڪون ڇٽا ڇانيا، جوئر ۽ ووڻ ساري آ،
لطيفي لات جي جهرجهنگ ۾ جهونگار جاري آ،
ڪري پيهي تي پيهي ڪو، نظارو صبحدم پنهنجو،
وطن بيت الصنم آهي، وطن بيت الحرم پنهنجو!

ازل کان تنهنجي فرزندن، ڪيو هي عهد ۽ پيمان،
"محبت ديس پنهنجي جي، اسان جو دين ۽ ايمان"،
نهاري جو نظر بد سان، اوهان ڏي آهه سو شيطان،
ٻچن تنهنجن جي واتان جي، نوالو ڪنهن ڪسيو نادان،
حفاظت ۾ مٺي مادر، تون ڏسندين ٻچڙن جو سر قلم، پنهنجو!
وطن بيت الصنم آهي، وطن بيت الحرم پنهنجو!

لغت ۾ جي ڪٿي، مادر جي خدمت پي شقاوت آ،
ڪرڻ تهذيب پنهنجيءَ جي، حمايت جي عداوت آ،
وطن سان جي وفاداري، ڪرڻ پي ڪا بغاوت آ،
ته بسم الله! مان باغي، سندم دل ۾، بغاوت آ،
بغاوت دين آ پنهنجو، بغاوت آ علم پنهنجو!
وطن بيت الصنم آهي، وطن بيت الحرم پنهنجو!

نياز "همايوني"

# "ملڪن جي راڻي سنڌڙي"

شال ولڙن سان وسي، منهنجي اباڻي سنڌڙي،
سيبتي، سهڻي، وڻن جهڙي، نماڻي سنڌڙي،
سورن ۽ سختين ۾ سڀني ساڻ ساڻي سنڌڙي،
ڏيهه جي ڏاتار ۽ ملڪن جي راڻي سنڌڙي،

مارئي مومل ۽ سهڻيءَ سنڌ تان صدقي وڃان!
گندري، ليلا ۽ سسئيءَ سنڌ تان صدقي وڃان!

موج ۾ پرجن دليون، مهراڻ جي سر تار سان،
هيج مان اکڙيون ٺرن، جڻ آئون هالار سان،
روح ۾ رم جهم اچي، ساوڻ سندي ھبڪار سان،
پرت جا سڀ گيت آلاپن پيا ولهار سان،

مرڪ جن جي منهن تي، سي سورن جا مانجهي لک لهن!
سڪ جني جي سوڀهن ۾، سي سڪ جا سانگي لک لهن!

سنڌ جي ٻولي سڀاجهي، ٻاتڙيون لاڪيٺيون،
ڏينهڙا ڏاجن ڀريا ۽ راتڙيون لاڪيٺيون،
سانتڙيون سوپاريون ۽ لاتڙيون لاڪيٺيون،
سوکڙيون سيبائتيون ۽ تاتڙيون لاڪيٺيون،

ڪيڏي وساري ڪو ادڙون، ڀاڄين ڀري ڀولي الا!
ساڳ جنهنسان پڻي ڏني، لالن ڀري لولي الا!

سنڌ جا ماڻهو مهاندا پيار پت جا ڪوڏيا،
اويري اوڇڻ جي اوڏو ڪين ست جا ڪوڏيا،

سر ڏئي پسي سوپ پاڻ، اهڙي گت جا ڪوڙ ٻا،
ويل اوکي ۾ ٻ... واهر ڏيئن مت جا ڪوڙ ٻا،

قرب ڪونجن جان وندين ۽ ساز پاڻ، جان ڏين؛
پرت پکيين جان ڏين، ۽ پيار مائن جان ڏين!

سنڌ البيلي ۽ سنڌي سڪ سڪ جا دادلا،
وقت آولي ۾ ٿي سگهندا رڃ رُڪ جا دادلا،
ڪين گسندا مشڪلان ڪان آڄ بڪ جا دادلا،
مرڪندي مرندا ۽ جيئندا سچ نڪ جا دادلا،

سنڌ ۽ سنڌي سدا وڻڪار جان وڌندا رهن!
شل، ڦلن ڦولن، ڳلن، گلزار جان وڌندا رهن!

ڪيشلداس "فاني"

# "او سنهنجا وطن"

او سنهنجا وطن! دلدار وطن، ڪيا ڪيڏا پلاڻ جا سون جتن،
لڳي لونءِ لونءِ ۾، آهي اهڙي لگن، پل ڪان نه پلن، تنهنجا پاڻ پَوڻ،

ڪوشش سون ڪئي، ويرت سا وئي،
ڳاريندي رهي، ڪرمن جي ڪئي.

هت ڏاڍ و ڏکايو، آهي ڏکن، سڪ ياد ڪري، اڏ سا ٿا اٿن،
ڳڻ ياد ڪري، ڳالهيون نه ڪئن، پل پل ٿا دلاسا، دل ڪان ڇڄن،

گهر ۾ چو رهي، ڏاريون ٿي گهمين،
خوش ره جو غمن ماريو ٿي گهمين.

مشڪل ٿي پيو، واپس آ ورڻ، مشڪل ٿي پيو، ڳٺين ۾ ڳرڻ،
چاهي ٿو هرڻ، واريءَ ڏي ورڻ، سمجهي ٿو سلو، بڪ آڄ ۾ مرڻ،

سنسار پلي، تنگ خيال سڏي،
دل تنهنجي مهانگو، مال سڏي.

ڪري اڙڻ نڪندي، تـي ٻورا ڏنـر، ڏاڙن ۾ ڏڪن، ڪـان دل نـه ڊنو،
ڏڪ ياد نه هو، ڏڪ ڪونه ڏٺـر، سوين چرڪ سهي، ٻـاري نـه ڇنو،

سرديءَ جي سٽن، ڪـرميءَ ۾ ڪٽن،
ڪجھ ڪين ڪيو، ٻـوڏن ۾ ٻڏن.

اما جهانگين جي، جهونگار ڪٿي؟ اهـي چنگ ڪـهـڙا، ڇڪار ڪٿي؟
اهي ڪوھ ڪٿي؟ اهـي لـار ڪٿي؟ اهـي ڦـول ڪٿي؟ هيڪار ڪٿي؟

اهـي ڪير ونـڪا، ڪدرن جون وليون،
اهـي واڙ ٻيلا، چانهن جون چليون.

سجيان تـو مڪر، سـونـڻ آ محال، موتان ٻه اکيون، ڪٿ ايندو ڪمال،
ظاهر تو ڏسان، هـت پنهنجو زوال، ٻل خاق سڏي، منهنجو خـار خيـال،

تـو ڏي سـان تنگي، ٻيرن جـي اڇان،
تـي اونڌا ٻون، منهنجا ٻاڳـ سنوان.

ٻيوس تـي چڏيو، توکي يار وطن! چـڏي سـونهن ڪيئي، سينگار وطن!
ياريءَ جـا ڏٺا مون نـه ٻار وطن! گـلـزار تـي ٻٽين، منهنجا خار وطن!

ٻلا خار ٿي ٻٽين، مونـکي چو نه جهليئي؟
چو نـه ٻلؤ جهلي، ٻڪڙي ٿي ٻليئي؟

هت جـان، جدائـيءَ ۾ تـو ڏيـان، هڪ آس ٿي آئون، ٻـيـو تو جيان،
شـل تـو ڏي اچـي، ٿانيڪو ٿيان، آهن سـون چڏيا هـت هـاري هيان،

جند جـان جـدائـيءَ ۾ تـي جهري،
ٻيو ٻـونءَ سـان ٻاڪر ٻاڻي ٻـري.

هت پنهنجي ٻلين جـا، حال ته ڏس! اهـي سيٺ سڳها، ڪنگال تـه ڏس!
گوندر ۾ گڏيل، هت لال ته ڏس! ظالم تـه زماني جي چال تـه ڏس!

هـت هـونـد وارا، حـيـران ٿـيـا،
ڏنـوان ولـهـا ويـران ٿـيـا.

ٻجي جـن آ ٻچايـو، مونـکي وطن! چـڏي جـن آ چڏايـو، مونـکي وطن!
لڏي جـن آ لڏايـو، مونـکي وطن! جـن روھ رلايـو، مـونـکي وطن!

«ٿاني» سـي ڏسـان دردن ۾ دکـي؛
سالـن ۾ ٿيا ساعت نـه سُـکـي!

(«سندوءَ» تان شڪريه سان)

طفيل احمد "طفيل"

# ٻار جي دعا

هر ٻار هٿ کڻي ٿو ٻاڏائي آسمان ڏي،
منهنجي وطن کي يارب، تسڪين جاودان ڏي!
هي شاد شال هوندي هر وقت سنڌ منهنجي،
آفات کان انهيءَ کي هر دم خدا امان ڏي!
سرسبز رک، خدايا! هي وڻ عنايتن سان،
هر سال جو اسان کي ميوا ٻيو نوان ڏي!
انگور، انب، گدرا، بادام، چار، ليمان،
کيلا ۽ صوف ڏاڙهون پربون پري گهڻان ڏي!
هن منڊ ۾ سين تي، مولا! ڪرين عنايت،
سوغات نوبهاري موڪل تہ کا اسان ڏي!
باغن ۽ پارڪن ۾، ڏس آهہ ڇٽ تہ ميلو،
هر شام جو وڃن ٿا، سڀ ٻار بوستان ڏي!
پربور سڀ گلن جون، شاخون جهڪي چون ٿيون،
هر ٻار کي گلن جو، هڪ هار باغبان ڏي!
آيو بهار آهي، هاڻي "طفيل" جو هيءَ،
باد صبا، کڻي وڃ، پيغام نوجوان ڏي!

# غزل

## مخدوم محمد زمان "طالب المولیٰ"

سنگدل! مونکي ڏنءِ سورن جو سامان! شڪريو،
تو ڪيا دلدار اڄ احسان تي احسان! شڪريو.
اي تصور، تون ٿي همدم ٿو رهين مغموم جو،
تو ڪيو آباد آ منهنجو شبستان! شڪريو.
دلربا، تنهنجي جدائيءَ ۾ رئان ٿو روز و شب،
آهيان تنهنجي ڪري گوهر بدامان! شڪريو.
طائر وحشي طرح آڏري وئو اطمينان قلب،
تنهنجو آ هر حال ۾ زلف پريشان! شڪريو.
عاشقن ۾ منهنجو نالو ٿيو فقط تنهنجي طفيل،
تو ڪيو نروار اي چاڪ گريبان! شڪريو.
مونکي ڪاڻ لئي ڏنئي غم، منهنجي دعوت ۾ سڄڻ،
ميزبان، تنهنجو بجا آئي ٿو مهمان، شڪريو!
جاده منزل! سنڌ ۾ هي پيچ و خم آهي عجيب،
«طالب المولیٰ»، ڪري افتان و خيزان! شڪريو.

## شيخ "اياز"

قدم قدم تي هجوم رندان، نظر نظر ۾ شراب خانا،
ڪري ويو ڪير بارش مي، خمار آلوده ٿيا زمانا.
شعور هستي جتي ڪٿي آهه، شمار هستي ڪٿي ڪٿي آهه،
پيو پياريو جيئنو جيئاريو، مگر به انداز عارفانا.
اسان جو چاهيو ته روح تنهنجي ڇڙن مان چوسي وٺون ته ساقي!
گهڙي نه گذري، خلاف منهنجي ٿيا سمورا شراب خانا.

ڪڏهن ڪڏهن، موج ۾ مان آيري، خودي وري غرق جام ٿي وئي،
ڪندو رهيو ساحل تمنا، سوين اشارا سوين بهانا.
مثال سيلاب وقت گذري، لٿي ڇڏيو تصور عاشقيءَ کي،
ڪٿي جنون جهڪيون الائي، ڪٿي هيو سنگ آستانا؟
نگاهه جادو ڀري اوهان جي، طلسم هوش و خرد ٿي جو ٿي،
فسانا ها صورت حقيقت، حقيقتون صورت فسانا.
جڏهن به هو زلف مشڪ بو، حلقهء خيالات ۾ اچي ويو،
تمام پيچ پيد گيءَ فڪر حيات کي ويا ملي بهانا.
اڙي اڙي! ترس ترس، ڪنهن کي مٿائين ٿو، بي خبر، نظر ڪر،
”اياز“ آ شاعر محبت، اڙي زمانا! اڙي زمانا!!

”خواب“ حيدرآبادي

## تلاش

١- بزم ادب ۾ اهل سخن، خوش بيان ڪٿي!
يعني چمن ۾ ذڪر بهار و خزان ڪٿي!
٢- بي ذوق بزم شعر و سخن جي وڃي رهي،
آهن هزار نقطه چين، هر نڪته دان ڪٿي!
٣- ڇيڙيان ٿو مان پنهنجي تباهيءَ جو داستان،
افشا ٿئي نه راز توهان جو مٿان ڪٿي!
٤- ويران ٿئي نه ڪنهنجو ڀريو گهر، خدا ڪري،
گذري نه انقلاب ڪو ڪنهنجي مٿان ڪٿي!
٥- ڪم عقل جستجوئي وجود و عدم ۾ آهه،
ناهي خبر مڪان ڪٿي، لامڪان ڪٿي!
٦- بجليءَ جي بي ڪليءَ ۾، تلاطم جي جوش ۾،
مونکي ولي وڃي ٿي، محبت ڪٿان ڪٿي!

٧- غنچن ۾ تازگي، نه بهارن ۾ دل ڪشي،

اهلِ چمن کي ٿئي ٿو، ملالِ خزان ڪٿي!

٨- مان بي خوديءَ ڪان ترڪ عبادت ڪيان ٿو اڄ،

بيگانو ٿيي وڃي نه سنديءَ آستان ڪٿي!

٩- خونِ جگر اکين مان وهيو، اشڪبار ٿي،

باقي سو دل ۾ سوز ۽ دردِ نهان ڪٿي!

١٠- پوشيده توکان ڪوبه نه آهي چمن جو راز،

بادِ صبا پڌاءِ، سندم آشيان ڪٿي!

١١- دل ۾ رکي ٿو "خواب" تمنائي عرضِ حال،

ليڪن شعورِ نطق، مجالِ بيان ڪٿي؟

## شيخ عبدالله "عبد"

عجيب تيز ۽ تلخ آهي، داستانِ فراق

زبان تي داغ پون، جي ڪريان بيانِ فراق

فراقِ يار، فراقِ وطن، جدائيِ دل

رکان ٿو سيني ۾ آباد، هڪ جهانِ فراق

غمِ فراق جو انجام، ابتداءِ وصال

بيان زبانِ قلم سان ٿئي نه شانِ فراق

متاعِ دل ته ڪيم اڳ ئي نذر غمزه يار

پڌايو ڇا سان ڪريان، هاڻ ارمغانِ فراق

فقير و ڪاظم و مخلص، نياز و واصف و نور،

مگر ٿيو سنڌ ۾ هڪ "عبد" مدح خوان فراق

عبدالحليم "جوش"

# رنگ تغزل

١- نفس کي شعلہ ڪريون، آھہ کي شرار ڪريون،
غمِ فراق ۾ چـو چشم اشڪبار ڪريون.
٢- غمِ حيات زمانـي تـي آشڪار ڪريون،
متاعِ درد جو هر ڪنهن کي رازدار ڪريون.
٣- اسانجو عزم سفر ڏس، جو راھہ تـي ويهي،
بچشمِ شوق ٿا منزل جو انتظار ڪريون!
٤- بلند آھہ گريبان کان هاڻ ذوق جنون،
اچو تہ پردهء ظلمت کي تار تار ڪريون.
٥- چمن اداس، فضا سرد، بلبلون خاموش،
بپا چمن ۾ کو هنگامهء بهار ڪريون.
٦- ٻڌايون راز ٿا جنهن کي، سو ٿي پوي ٿو رقيب،
گمان ڪنهن تي ڪريون، ڪنهن تي اعتبار ڪريون.
٧- اسان لئي ڀيو بہ ڪو روز حساب ايندو ڇا؟
شبِ فراق، ستارن جو ٿا شمار ڪريون.
٨- اي "جوش" آهيون اجا بيخوديءَ جي عالم ۾،
اچي جي هوش، تہ اندازهء خمار ڪريون.

شمشير الحيدري

ڪٿان تـي وري آئـي، منهنجي نـظـر،
اجـان مـسـڪرائـي ٿـي راھہ گـذر.
انـڌيـرا مـسـرت کـان جهومـن پـيـا،
ڪـٿـي قـيـد آهـي، عـروس سـحـر.
ڪـٿـي امـتـيـاز بـهـار و خـزان،
چـمـن ۾ رهـيـو ناهي ڪو ديده ور.

اي مظلوم روحو! مبارڪ هجي!
اجھو ڇاڻ بدلي فضائي دهر.
هي دنيا تہ تنهنجي هٿن مان وئي،
خدايا جو ڪرڻو اٿئي، سو ڪر.
اڃان هن کي آهي، غرور جفا،
اڃان ترس، اي عشق آشفتہ سر.
شب و روز، "شمشير" گهرندو وڃين،
لڳي وڃيءَ زماني جي توکي نظر!

## "اختر" رضوي

فرشتن کي تاجدارن ۾ هوندا،
خدائيءَ جا گڻ خاڪسارن ۾ هوندا.
ڀنور مان تہ نڪتين، پر هوشيار اي دل،
اڃان ڪيئي طوفان، ڪنارن ۾ هوندا.
ڪئي مات تعبير فردا ڪان جن اڄ،
سڀاڻي سي ٿي شرمسارن ۾ هوندا.
نہ ڪر هاڻي پنهنجي رهزنن جو اٿي هل،
گهڻا قافلا رهگذارن ۾ هوندا.
هيءَ دنيا تہ ڇاهي، پر اي ابن آدم،
اڃا تنهنجا جلوا ستارن ۾ هوندا!
نہ "اختر" کي هت پارسائن ۾ ڳوليو،
هو صاحب، ڪٿي باده خوارن ۾ هوندا.

## "تنوير" عباسي

جا ٻُڙ کي پاڻي لہ ڪري، ان ديدہ تر مان ڇا حاصل؟
ڪنهن دل ۾ اٿاري درد نہ جو، تنهن دردِ جگر مان ڇا حاصل؟
آرامِ نظر مان ڇا حاصل، تسڪينِ جگر مان ڇا حاصل،
هي رنگ ۽ بو جو فريب آهي، بو ذوقِ نظر مان ڇا حاصل؟

منزل جي تلاش آهي مونکي، منزل جو جنون آهي مونکي،
جو راهن ۾ ئي گم ٿي وڃي، تنهن ذوقِ سفر مان ڇا حاصل؟
باھ جو سيني مان نڪرڻ، مقصود جڏهن آهي همدم،
پو ضبطِ فغان جي ڇا معنيٰ، آهن جي اثر مان ڇا حاصل؟
هي هڪڙو فريب نظر جو آھ، هن تي نہ ڪڏهن پلجي وڃجان،
جو تاريڪين مان پيدا ٿئي، تنهن نورِ سحر مان ڇا حاصل؟
يا هر ڪنهن جو غم دل ۾ رک، يا هر دل ۾ غم پيدا ڪر،
محدود جو سين تائين هجي، تنهن دردِ جگر مان ڇا حاصل؟
"تنوير" مان پنهنجي گيتن مان، هڪ باھ لڳائڻ چاهيان ٿو،
جنهن مان نہ جليو ڪو ڪاشانو، ان برق و شرر مان ڇا حاصل.

"بيدل" نوآبادي

## ناهي تہ پيو ڇاهي؟

فريبِ رنگ و بو دنيا اگر ناهي، تہ پيو ڇاهي؟
حياتي موت جي پيغامبر ناهي، تہ پيو ڇاهي؟
هي آزادي، جنهين تي، آھ توکي فخر، اي نادان!
غلامي ئي بہ عنوانِ دگر ناهي، تہ پيو ڇاهي؟
اسيرانِ قفس لئي، مژدهٔ فصلِ بهاري پي،
شگافِ سينہ، ۽ زخمِ جگر ناهي، تہ پيو ڇاهي؟
غريبي، بيڪسي، بيچارگي، فاقہ ڪشي هرسو،
نظامِ زندگي، زير و زبر ناهي، تہ پيو ڇاهي؟
محبّت جنهن کي چئجي ٿو، اها در اصل اي "بيدل"
فقط هڪ لفظ بي معنيٰ اگر ناهي، تہ پيو ڇاهي؟

"بشير" موريائي

## صبح قريب آهي

ٿيندو طلوع مهر درخشان، پڌون پيا،
لائيندو رنگ خون شهيدان، پڌون پيا.
پڙ ڪي ٿي شمع، رات وهامي ٿي دوستو،
آهي قريب صبح درخشان، پڌون پيا.
دور خزان وڃي ٿو. رفيقو ملو ملو،
ايندو بهار جشن بدامان، پڌون پيا.
ڪو ناهي اختيار "بشير" انتظار تي،
ڪوئي اچي رهيو آ خرامان، پڌون پيا.

غلام رسول گوپانگ "ناز"

## تصوير انقلاب

نگاهه تيز هجي، دل ۾ اضطراب هجي،
سدا خيال ۾ تصوير انقلاب هجي.
اسان ڪي تير ۽ خنجر جي آرزو ڇو قسم،
هجي نہ چنگ اسان وٽ، نڪي رباب هجي.
رسائي ٿيندي تڏهن حور ڪاميابي وٽ،
جي دل ڪباب هجي، خون دل شراب هجي.
وطن پرست اهو آهه، جنهنجي فطرت ۾،
وطن جي حب هجي، شوق بي حساب هجي.
ڪجي مدام فقيريءَ ۾ بادشاهي، دوست!
روش سليم هجي، طرز ڪامياب هجي.

گهڻي سخن سان نہ آ واسطو سخندان جو،
ڪلام تورو هجي، ليڪ لاجواب هجي.
اهائي روشني گهرجي، دماغ کي اي "ناز"،
ڪمال جنهنجي تي قربان آفتاب هجي.

"سليم" ٻاڙهوي

## حالت زار

زمان حال ۾ انسان ملڻ، ذرا مشڪل،
خدا ملي ٿو مگر، بنده خدا مشڪل.

خراب حال ۾ انسان ٿو رهي بيمار،
نظر اچي ٿي انهيءَ درد جي دوا مشڪل.

تعجب آهہ جو طوفان جي لپيٽن ۾،
ٿئي ٿي اهل گلستان جي چشم وا مشڪل.

رلي ٿو دشت ۾ بي راهہ قافلو ٻنهنجو،
هزار راهزن آهن، ڪو رهنما مشڪل.

وطن ۾ غير جي گاڏي هلي ٿي خوش رفتار،
ملي ٿو قوم جي ڪشتيءَ کي نا خدا مشڪل.

"سليم" حق جي صدا هر طرف وڃي گونجي،
مگر ملي ٿو حياتيءَ ۾ همنوا مشڪل.

لڪميچند "پريم"

## بهار ايندو......!

تنهنجو ٻہ نيڻ هڪ ڏينهن بلبل بهار ايندو،
گلڙن جا نيڻ چلندا تن ۾ ٻہ پيار ايندو.

١- رهندي خزان نہ هردم اميد جي چمن ۾،
انڌي بهار تو وٽ ٿي بيقرار ايندو.

٢- ڪوسي هوا ۾ تنهنجو گهنجي جو دم بدم دم،
ٻڪ چاڻ مير-جهونڪو ٻڻ بار بار ايندو.

٣- هائي گلن ٻنن جي اکڻ پوٽ رالد بند آ،
مستي ڪشي انهن وٽ ٻهر خمار ايندو.

٤- جاڳان ٿو تنهنجو بلبل، گلشن اداس آهي،
مکڙيون هزار ٽڙنديون، دل کي قرار ايندو.

٥- ڇانيل دکن جو بادل چؤطرف آهه تنهنجي،
سک جو ڪٿي سنديشو گرد و غبار ايندو.

٦- اهڙو ته مست ٿيندين ءَ پنهنجو بهار پائي،
خود پاڻ تي نه تو کي پڻ اعتبار ايندو.

٧- مٺڙي بهار لئه، اٿ سواڳت جي ڪر تياري،
هو "هريم" هريم ۾ ٿي بي اختيار ايندو.

هري "دلگير"

# اڳڪٿي

سُر ساڻ وڃي جو نه، آهو ساز نه رهندو،
جو دل کي نه لرزائي، سو آواز نه رهندو.

١- خود شمع به پرواني کي ڳوڙهن سان سڏيندي،
نه ته شمع ڏي پرواني جو پرواز نه رهندو.

٢- گل چوندو صبا کي، "وڃي بلبل کي وٺي آءُ"،
ڪو خار نه رهندو، ڪوئي غماز نه رهندو.

٣- سا بزم نه رهندي، جا مِڙني لاءِ نه هوندي،
هوندو نه اهو ساقي، جو همراز نه رهندو.

٤- پياسيءَ جي پٺيان، پاڻهي شيشو پيو ڦرندو،
ڪوئي پي، ڪٿي، نظر انداز ا رهندو.

٥- سو ڪير، جو محمل ۾ ٿو ليلىٰ کي لڪائي؟
مجنونءَ لئه هنئر، پردي پٺيان راز نه رهندو.

٦- ايندي جي بهاري، ته هميشه جي لءِ ايندي،
هئن چئن گهڙين واسطي اعجاز نه رهندو.

٧- سا ڇور نہ رهندي، جا پٺي خون پرائو،
جهرڪين کي جهٽي کائي جو، سو باز نہ رهندو.

٨- تهذيب، هنر، علم ۽ فن تي ٿي ڪبو فخر،
دولت تي ڪڏهن ڪنهنکي هجو ناز نہ رهندو.

٩- انسان جي پيرن ۾ جهڪي ويندا فرشتا،
هوندو نہ سو انسان، جو ممتاز نہ رهندو.

## مرحوم مرزا بيدل بيگ ”بيدل“

١- اي محب مٺا، ٿيان تو تان فدا، از بهر خدا، ڏر لطف سدا،
ٿي تون نہ جدا، ڪر ماه لقا، سو وعدو وفا، اڄ مون ڏي دري؛
اي جان جهان، ڪٿ توري وهان، ڪٿ توکي لهان، ڪٿ سور سهان،
ڇا توکي چوان، قاصد کو منجان، يا حال لکان، ڏي خبر ڪري.

٢- هن حسن ڪيو، ديوانو جسو، ري تو نہ پيو، ڪو يار ٿيو،
ڪا سار لهو، يا پاڻ اچو، ناهي دم ڪو رهيو، هن جان ۾ ڪو؛
ڏس حال اچي، آهي ڳالهہ سچي، جڏ حب هچي، تڏ جان رچي،
وٺي ساري مچي، پر پخت پچي، ناهي خبر ڪچي، ري تو نہ سري.

٣- اي سهڻا صنم، هي حال ٿيم، ٿٽي ڪو نہ ڪو ڪم، ڪر رحم مٺم،
آءُ جلد دلم، وجهہ وقت نہ دم، ڪر مون تي ڪرم، رهہ اِت نہ مٺا،
قاصد ڪي پڪا، مون تو ڏي مڪا، پڻ لکيم رقعا، ڏ بڪار لٿا،
اي يار سچا، ڪر ناهہ اڪا، تہ ٿٽي قول ادا، نہ تہ ٿيان نہ جري.

٤- اهو ماڳ چڏي، اڄ مون ڏي لڏي، آءُ منهنجي تڏي، گهر ويهہ اڏي،
توکي ساهہ سڏي، جو ورتين ڦڏي، ڇڏ هٺ نہ ڳڏي، مولکي غم ۾ تون؛
ڇڏ حرص هوس، ڪر مون سان رس، هي ڳالهہ تہ ٻس، آهي تنهنجي وس،
اچي حال تہ ٻس، رخ ”بيدل“ جو ڏس، ناهي توکي ڪس، اي پخت پري.

خدا را ڏس اچي هيڪر، تون حالت دلربا منهنجي،
ٿي گذري زندگي، ڪهڙيءَ طرح سان، تو سوا منهنجي!
ذرو مرڪي، مٺا ڳالهاءِ، سڄ تون التجا منهنجي،
جهان ۾ ياد رهندي، تہ تہ جفا تنهنجي، وفا منهنجي!
مونکي ٿيو عشق رشڪ گل ۽ هنکي درد گل آهي،
جي ڪجھ آهي تہ بلبل آهي يارو، همنوا منهنجي!
ٿي غيرت هيڏي دامن گير، هوڏي جذبءِ الفت،
ڪشاڪش ۾ وئي ڦاسي، دل بيدست و پا منهنجي!
چيم هي ناز سان پاليل اٿئي دل، خيال سان رکجان،
چيائين ڪهڙي دل؟ ڪنهنکي ڏني؟ جاڻي بلا منهنجي!
خيال زلف ۾ ڪاهيو وڃي ٿي دل، خدا حافظ،
بلا جي منهن ۾ ڪونيو ٿي وڃي مونکي قضا منهنجي!
ڪريان ڇي ڪنهن جو ڪنهن شڪوو، جڏهن خود منهنجي دل يارو،
وئي پهلوءَ سان اٿن نڪري، نہ هئي ڇڻ آشنا منهنجي!
چڙهي سوليءَ تي سر، پر راز الفت هڏ نہ ٿئي ظاهر،
رضا چاهين ٿو جي منهنجي اها آهي رضا منهنجي!
لبن تي دم سندم پهتو، اچا آ شرم مانع ٿيو،
الهي خير ڪج، گو ٻڙ ۾ پنهنجي وئي دوا منهنجي!
شهيد ناز جي تربت تي آيو نازنين آهي،
مرڻ ڪانپوءِ بہ ڏس ڪهڙي نہ ٿي قسمت رسا منهنجي!
"مدد" کي گردش ايام، بس لوڏيو گهڻو آهي،
حمايت ٻهر خالق هاڻ ڪر مشڪلڪشا منهنجي!

# رباعيون

غلام محمد "گرامي"

هر ذرهء ڪائنات کي پوڄيو اٿم، هو ڏس آ اٿيو ابرِ بهار، اي ساقي!
يعني ڪ فقط صفات کي پوڄيو اٿم؛ ڏي جامِ مئي خرد شڪار، اي ساقي!
صنما! بتِ تفريق پڄي ٿيو پرزا، فردا جو نه ڪر فڪر، پري ڏي ساغر،
جڏهين ڪان پنهنجي ذات کي پوڄيو اٿم. فردا جو نه آ اعتبار، اي ساقي!

هر جاءِ تي لامڪان کي پوڄيو اٿم، شيشي جي پنجي کول، ۽ کول، اي ساقي!
يعني ڪ زمين ۽ زمان کي پوڄيو اٿم؛ تو تان مان وڃان "اول ۽ گهول" اي ساقي!
صنما! بتِ "تو ما" کي پڄي ڪيم پرزا، باران، لب جو، نغمه سرا آ بلبل،
جڏهين ڪان ڪ انسان کي پوڄيو اٿم. منهن کول، مٺو پول ته پول، اي ساقي!

پري ڏي جامِ مئي لاله فام، اي ساقي! آ شغل سندم، باده پرستي يا رب!
وڃايو آهه عدو هائي دام، اي ساقي! ٿي مون کي وٺي، موج ۽ مستي يا رب!
وطن جو خير "گرامي" گهران ٿو صبح و مسا، ڏس، قاتل مينا به دعائون ٿي گهري،
زماني جو ويو بدلجي نظام، اي ساقي! برباد ڪندين! ظلم جي بستي يا رب!

لفظن جو نه ٿي غلام، اي ساقي!
بي سود نه ڪر ڪلام، اي ساقي!
بي معنيٰ، زبان دراز نه ٿي، رهه خاموش،
پي بادهء عرفان جو ڪو جامِ، اي ساقي!

# آزاد نظم

شيخ عبدالله قادربخش

## ”اوهان ڪڏهن خيال به ڪيو آهي؟“

وهان ڪڏهن خيال به ڪيو آهي؟
نسان! انسان ڇا آهي؟
ِمنتون سڌو هڪ جانور، زمين جو حيوان؛
هڪ اهڙو ساهه وارو،
جو زمين کانسواءِ رهي نه سگهي.
هو ڪري ڇا ٿو؟
پنهنجين ضرورتن پورين ڪرڻ کان سواءِ،
ٻيو ڪجهه به ڪين.
هن کي جاچي ڏسو؛
هن جي محنتن، ڪوششن،
تحقيقاتن ۽ کوجنائن کي
آتلائي پتلائي سو.
هن جو هرڪو حيلو، وسيلو-
مطلب ته سڀ ڪجهه،
زمين سان ٻَڌل نظر ايندو.
سنڌس ترقي ۽ عجائبات!
بي شمار ۽ بي انداز!
پر هن لائي ڪانهي،
ڪا هڪڙي به شي، آسمان تان.
هو ٻاڻ ڇا آهي؟

زمين جو ذرو، سڀئي جو ٽُڙيل پکڙيل جزو؛
وري به گڏجي، سڏجي،
وڃي چنبڙندو ۽ ڇهندو،
زمين جي سيني کي.
جتان آيو هو،
آتيئي وري واپس ويندو.
هن فرشتي کان،
زمين جون ۽ زمين واريون،
نعمتون، کسي وٺو؛
وٽس باقي،
باقي ڇا بچندو؟
ڪجهه به ڪين.

...      ...      ...

اوهان ڪڏهين خيال به ڪيو آهي؟
زمين ۽ زمين جي خزانن سان،
جيڪو مالا مال آهي، سو مالڪ آهي،
۽ ٻيا، ان تي دارو مدار رکندڙ،
سڀ، سڀئي، سنڌس رعيت ۽ غلام......؛
هر صورت ۽ هر حالت ۾، غلام ۽ ٻانهي.
ٻانهيءَ جو اٿڻ ويهڻ، کائڻ پيئڻ،
جيئڻ ۽ مرڻ، ڦرندو گهرندو رهندو،

انهن، پنهنجن آقائن جي اشارن تي.
زمين جو مالڪ- زميندار ۽ حاڪم!
غلامي ۽ پانهپ......
ته ختم ٿي چڪي،
ڪير ٿو چئي؟
چڱيءَ طرح جانچ، وري ڏسو:
هن ظاهري لباس اندران،
ڇا ٿو جهاتيون پائي؟
ساڳيو نڪ، ساڳيو نقشو-
اهائي غلامي- بدصورت ۽ بڇڙي،
چيپارا ڪڍندي، پٺي تي وڏي ويڄهي!
جيسين هوندو هيءَ ڪاروبار،
۽ ساڳيوئي وڻج واپار،
ڪم ڪلا، ٿيندا رهندا سودا،
۽ وڪامنديون رهنديون جنسون:
اڳي ته هڪڙي شيءِ هوندي هئي،
هاڻي بازار ۾ آهن،
هزارين شيون.

...    ...    ...

او هان ڪڏهين خيال به ڪيو آهي؟
هيءَ ترقي يافته ۽ تهذيب زده دنيا،
هڪ ڪم ڪندڙ ڪاسبيءَ کي،
ڇا ٿي سمجهي؟
ڪيئن ڪهڙيءَ نظر سان ٿي ڏسي؟
- نالائق، نيچ ۽ حقارت لائق!
- مفلس، غريب ۽ ٺڪار جي لائق!
- هنکي تڇ سمجهي،
- ڌڪن ۽ ٺڏن سان،
- هيٺئين طبقي ۾ ڪيرايو ٿو وڃي!
- هنکي ذليل سمجهو ٿو وڃي!
ڇو؟

هوش ۽ عقل، جي ميراث آهن
هر انسان جي-
اهي سڀئي، ڪيڏانهن ڪم ٿي نا وڃن؟
هڪ اهڙي وجود کي خيال ۾ رکو،
جنهن هيءَ دنيا اڳ ۾ نه ڏٺي هجي،
جو هن سڌريل زماني ۾،
دنيا جي تختي تي،
آسمان جي هيٺان،
اچي سگهي، پهرين دفعي:
۽ جي ڪرڻ چاهي مشاهدو ۽ سير،
ته او هين ڪيئن ڇا ڏيکاريندا؟
هو، ڇا ڇا نه ڏسي سگهندو؟
سر سبز ميدان، ڪيٽ ڪرا،
جهوپڙيون، گهر، ڪارخانا،
محلاتون، حڪومتون،
۽ پيون انهن جي لاءِ ضروري شيون:
لذيذ کاڌا... ۽... نفيس ڪپڙا!
محنت ۽ پورهئي سان ٿي
ڪيئن اهي سڀ ۾ ٺهندا ڏسبا.
اسان جي هرڪا شيءِ،
هن محنت جي جنت ۾،
انسان جي خون پسيني سان،
پيدا ٿيندي نظر ايندي.
پوءِ، هو پڪ ائين سمجهندو،
- ته ساري ڪائنات جڪڙيل آهي،
- ڪوشش، همت ۽ محنت سان:
- ڪاسبي ۽ ڪرت ڪرڻ وارا،
- ضرور هوندا هنجا حاڪم:
- نيري آسمان سان
- لڪ لکوٽي ڪندڙ محلاتن ۾
- هونديون سندن محفلون ۽ مجلسون:

-آسائشون ۽ فرحتون،
-هوندبون انهن جون چاڪر.
پر، اوهان جيڪي اڳيئي هت رهو ٿا،
تن کي ته خبر آهي،
ته حقيقت ڇا آهي؟

... ... ...

اوهان ڪڏهين خيال به ڪيو آهي؟
ساري دنيا ڏسو،
چنڊ ۽ چانڊي:
اهي محنت ۽ ڪم ڪندڙ پرزا،
محلاتن جي بدران،
رستن ۽ گهٽين ۾ آٿڙندا،
ٿيلها ۽ ڌڪا کندا،
ڪچري وانگر ڍڳ ۾ ليٽڙندا،
سڙجندا ۽ ڦٿڪندا،
نظر ايندا اوهان کي!
حسن ۽ سونهن ۾ اضافو ڪندڙ،
در در ڌڪن ۽ ٿابن ۾ خاڪ بسر:
ڪين امير جي آچلا يل اوبر،
۽ موٽر جي طبيلي جهڙي جاءِ
به نصيب ڪانهي:
پر......
سست ۽ بيڪار بيهودن وٽ، آهن
عيش عشرت جا اڏا،
گناهن ۽ ثوابن جا انبار؛
-ڪهڙي نه تلخ حقيقت!
-ڪهڙو نه عجيب نظارو!
غربت ۽ مفلسي،
هڪڙو آهي وڏو گناهه.
هرڪنهن کي جنهن ڪان، آهي اٿاهه نفرت؛
سڀ ڪنهن کي،
آهي آنجي ڏڪارڻ جو سبب.

محنت ۽ مشقت آهي،
اسانجي ذات ۽ ذات:
اهي آهن، بي بها پارس،
جنهنکي ۽ جنهن تي لڳن،
سون ڪيو ڇڏين:
إنڪري هرڪنهن ڪم ڪندڙ،
۽ پورهئي ۾ ايمان رکندڙ
جي عزت ڪيو.

... ... ...

اوهان ڪڏهين خيال به ڪيو آهي؟
محنتن جي ميون جي هيءَ
اجاره داري، ٺيڪيداري ۽ هڪ هٽي:
فريبن جو ڦندو؛
ظاهر ظهور،
ڏنو وائٺو، هرڪائيندو—
ڦاسائيندو،
سرڪائيندو ۽ ڦٻائيندو،
رهي ٿو،
پورهيتن جي پورهئي کي،
۽ محنتن جي مزدورين کي:
آنهن ٺڳيءَ جي ٺيڪيدارن جو،
اهو طلسمي مڪر ۽ مڪر،
ٻين جا ورهائي ٿو ڪٽي انعام:
مست الست،
هو الوليون ڪندا ٿا وتن!
ڇو نه ڪن!
هنن کي ڏسڻ وارو ڪير آهي؟
آنهنکي سمجهڻ وارو ڪير آهي؟
آنهنکي روڪڻ وارو ڪير آهي؟
إنساني خون پسيني جي پيداش،
وڏيڪ آهي قيمتي،—

هيرن کان جواهرن کان،
شهيدن جي رت رڱيل ميدانن کان؛
پر اڄ به اها انهي رهي آهي،
ڏني وڃي،
هر هڪ ٻي اڳيان،
سڀني جي سامهون،
جهڙو اڳ ۾ ڪجهه ٿيندو آيو آهي.
’جيڪو وهي، سو لهي‘،
اها آهي، قدرت جي ڪسوٽي،
جا هر هڪ حاصلات کي بخشي رهي آهي،
سونهن ۽ ڪشش.
پر انهن جا خلقيندڙ خالق —
مضبوط، جانٺا، بانڪا، بهادر،
انسان!
سڏجن ٿا، ويچارا! غريب!
سچ پچ، ته هو، ڪيا ويا آهن غريب:
تجربو ۽ نتيجو، سامهون آهي.
آخر به، هو ڇو ٿيا آهن،
ههڙا غريب؟

... ... ...

اوهان ڪڏهن خيال به ڪيو آهي؟
محنت جو عيوض، پئن کي ٿو ملي.
ڪاٻه شي خريد ڪيو:
انجو اڄورو اوهان کي اوس ڏيڻو پوندو؛
ڇو جو اُن تي ٿيل آهي،
تڪليف ۽ پورهيو.
۽ جڏهن وٺو ٿا زمين
جو ٺڪرو ته اُن جي به ڏيو ٿا،
مقرر ٿيل قيمت،
اهڙي هڪ انسان کي،
جنهن ڪاٻه ورتي ڪانهي تڪليف،

ان زمين جي پيدا ڪرڻ ۾!
زمين ته ڪنهن به آدم
جي پڇي ناهيو يا بنايو ته ڪونهي؛
اها اسان کان اڳ ۾ ئي،
وجود ۾ هئي.
پر، چاڪاڻ ته هوءَ پوريون
ڪري ٿي انجون ڪهرجون؛
۽ آهي اسانجي راحتن جو واحد وسيلو؛
تنهنڪري اسين ڏيون ٿا،
انجي ناجائز ۽ بي واجبي قيمت —
جنهن وٽ زمين آهي،
جنهن وٽ ان جي پيداوار آهي،
سو آهي زميندار ۽ شاهوڪار؛
۽ زمين تي محنت ڪرڻ وارا،
ان جي قيمت پيدا ڪرڻ وارا،
خون پسينو هڪ ڪرڻ وارا،
رت پت ڏيڻ وارا،
آهن، مفلس، مريض،
بکيا، ڏکيا، ننگا،
اگهاڙا ۽ غريب.

... ... ...

اوهان ڪڏهن خيال به ڪيو آهي؟
انسان جي آسائش،
۽ آرام لاءِ،
آهن نه ڪيتريون شيون؟
سندن تعداد آهي بي شمار.
پر ڇا انهن جي وڏائڻ جي ايمان
ڪانهي ڪا درڪار؟
ڇا اهي آهن سڀني کي ميسر؟
ڇا انهن جي ڪنهن کي ڪهرج ڪانهي؟
ڪهرج ڇو ڪونهي؟

پوءِ اهي شيون جو نہ آهن،
تن کي نصيب؟
انهن جي خريد ڪرڻ جا ذريعا،
انهن کي حاصل ڪرڻ جا وسيلا،
آهن بلڪل ٿورڙا.
گهڻا انسان اهي آهن،
جي بلڪل ٿورو ٿا ڪمائين:
پورهيو ۽ محنت ڪندڙ کي،
ڪٿي بہ ايترو ڪونہ ٿو ملي،
جو هو زندگيءَ جون گهرجون،
۽ ضرورتون ڪري سگهي پوريون:
نہ تہ، ڪير چاهيندو، پاڻکي سڏائڻ؟
سور سختيون ڏسي،
ڪجهہ نہ ڪڇڻ،
سڀڪجهہ ڪرڻ چاهيندي بہ،
ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهڻ:
- ڪمزوريءَ ۽ لاچاريءَ جي بدترين انتها،
ڀي ڪهڙي ٿي سگهندي؟
ڪو پنهنجي زندهہ رهڻ لاءِ
وڏيڪ نہ طلبي،
پورو عيوضو بہ نہ گهري:
ان جي سامهون، لانڌ هجي،
ٻين هزارن بيروزگارن جي،
جي تيار آهن وڪڻڻ واسطي،
پنهنجي محنت،
پنهنجي طاقت،
پنهنجي عصمت:
تہ پوءِ، هن ڪوڙيءَ ڪشمڪش،
ڏپ ۽ چنايپڻيءَ ۾،
هيءَ ساهہ کڻندڙ حيوان،
وڪيو ڇڏي،
تين تلا ڪري،
ڇانئي وانئي،
ڏسي وائسي،
پاڻهيئي پاڻ،
پنهنجي هٿن سان،
خود پنهنجي زندگي،
۽ پلجي پيو،
ذليل ٿي، هن هن جي
ڦٽي ڪيل، اڇلايل اجوري تي!!
... ... ...
او مان ڪڏهين خيال بہ ڪيو آهي؟
هيءَ ڏنڌي ۽ روزگار جو جهڳڙو-
سيني کي اهو ڪجهہ چو نہ ٿو ملي،
جنهن مان پڙ ڀي سگهي،
ڪنهن حد تائين، اهو سيني
جنهن جا هو آهن حقدار؟
محنت ۽ مزدوري ڪندڙ،
چو نٿا ٿين پنهنجا مالڪ؟
هن دنيا جي گولي تي،
نجات جا پيچرا تہ آهن هزارين.
هن هڪ ٻئي جي محتاجيءَ،
ڏک، درد ۽ دل آزاريءَ،
تڪليفن ۽ مصيبتن کان،
دنيا جي عذابن کان،
دوزخ جي حسابن کان،-
ماڻهو ٻن ٿا پناهون،
۽ نوڙي، نياز سان،
درگاهہ خدا جي ۾،
ڪن ٿا آزيون ۽ التجائون،
تہ اي ڏئي بخش تون،
اسانجا عيب ۽ خطائون،

۽ مقبول ڪر دعائون !
ٻڌ، قدرت ۽ خدا!
جنهن جي قانون ۾
آهي جڏهين رڳو انڀائي،
جيڪا هلي اچي ازل کان،
۽ هلندي ايندي آخر تائين،
سا ڪيئن ٽري سگهندي،
رڳو اسانجي مرضيءَ موافق؟
ڪڇو ۽ آڻ پورو سامان،
تبديل ٿيندو رهي ٿو،
تڪليف ۽ محنت سان،
دولت جي خزانن ۾،
اهائي آهي،
اسانجي ميون جي باغات؛
اهائي آهي،
اسانجي سڄي ٻڇي سوغات؛
زمين، هوا، سج ۽ پاڻي،
ڇا اهو سڀ ڪجهہ،
اسان سڀني کي،
سونپيو ۽ بخشيو
ڪونہ ويو آهي، هڪجهڙو،
هميشہ هميشہ جي واسطي؟
اسانجي غربت، مفلسيءَ،
مسڪينيءَ ۽ بي سمجهيءَ
جي ٻوجا پالڻ سان،
۽ نرڙ گسائڻ سان،
جي ٽري سگهي:
هن دنيا جو چرخو،
جيڪو هليو اچي هزارها سالن کان،
تہ ڇا ٿي سگهندو؟
اسان تي، وڏ ۾ وڏ،

۽ ڪٿي ۾ ڪهڙي ۽ مهرباني
ڪهڙي ٿي سگهندي؟

... ... ...

او مان ڪڏهين خيال ۾ ڪيو آهي ۾
سج وڏيڪ روشني ڏئي؛
زمين زيادهہ آباد ٿئي؛
ساهوارا اڳي کان ٿين تمام گهڻا؛
اسان کي بس اهوئي ڪجهہ نصيب
ٿي سگهندو نہ!
جيڪڏهين اسانجي اکهامي ۾ سگهي ڪا دعا
۽ ڪٿي وسي ۾
روبين ۽ گنين جو مينهن؛
تہ ٻوءِ آنهن بي پايان رحمتن سان،
تہ ٻوءِ آنهن بي انت نعمتن سان،
اسان کي، پنهنجن ڏک دردن کان،
آخر ڪيئن ملندو ڇوٽڪارو؟
اسان جي عرض معروض جو
پهچندو ڪنهن کي اهو فائدو؟
جڏهين ساريءَ دنيا تي،
ساري زمين آهي ورهايل،
چند پاٽاريدارن ۾!
اهي پاٽاريدار،
ساڳيائي ٿيندا،
آنهن جا حصيدار؛
جن کي جيئن وڻندو،
تيئن پيا ڪندا،
آنهن جا حصا ۽ ٽڪرا:
سامان ۽ ضروري شيون،
ٿينديون پاڻدن ۾ گڏ،
۽ وڪري ٿيندو، انهن جو،
اڃان ۾ وڌين قيمتن تي؛

پوءِ به ناجائز سوداگري،
ٿيندي رهندي،
هميشه لاءِ:
گهڻا گهوڙ بال پيا وڃندا رهن،
ڀاڻ گهرڻ وارا،
لولاڻ ڪندا رهن،
ڪرڻ ۽ اميدن تي جيئڻ وارا،
پيا مرندا رهن،
حقيقت کي نہ سمجهي،
ڪرڙ کي سچ ۽ سچ، کي ڪوڙ ڄاڻي،
دغا دولاب جو،
ٺڳيءَ ۽ فريب جو،
پيا ٿيندا رهن صدقو.
مفلسيءَ، غربت، جهالت
۽ ظلم جو هوندو راڄ،
زمين آسمان جي هيٺان.
اُهين پيا حڪومتون ڊاهيو،
اُهين بيشڪ لشڪر وڙايو،
ٽئنڪون، هوائي اڏا،
موتمار ائٽم بم بنايو،
چنڊ ۽ آسمان تي
سوارئيءَ جا خواب لهو،
نيون هڻي،
سمنڊن جي تهہ تائين پهچو،
بين الاقوامي انجمنون ۽ عدالتون ڊاهيو:
پر......
قدرت جي زمين تي،
جيسين اُٿ پورو
۽ ناجائز قبضو هوندو،
ڪن ٿورڙن ماڻهن جو؛
تيسين، هر هڪ انسان کي،

بهار، ١٩٥٥ع

انسان تي رحم جو
موقعو ڪيئن ملندو؟
اوهان ڪڏهن، اهو خيال بہ ڪيو آهي؟

سراج الحق "بسمل"

## پريم پارڪ ۾...!

رات، آءٌ سوچيندو رهيس، چپ چاپ،
— ڪيڏي عظمت آ چنڊ تارن ۾!
دل چيو تہ ڪر لکپائي اڏامجي،
نيلگون آسمان جي اڱڻ ۾.
چنڊ تارن سان گڏجي رقص ڪجي!
رات جي دلنواز دوشيزه،
جڏهن سنواري دراز زلفن کي؛
— سان، سحر جي شعاع نور سان گڏجي،
گل جي سيني ۾ جذب ٿي وڃان!
۽ پنهنجي ذي حيات خوشبوءَ سان،
حسن تخليق کي بخشيان اهڙي سگهہ،
جا سنهنجي معصوم لوڪن سان واسجي،
ڪائنات جي عظيم وسعتن ۾،
زندگيءَ جي اداس ويرانين کي
— ڪا نئين حيات بخشي......!
— ۽ جهڪڏهن،
"هوءَ" ڪنهن نظر جي سامهون،
رقص ڪندي ۽ مرڪندي اچي،
— هن جي نرم ۽ گداز سيني ۾،
دائمي خواب بنجي سمهي رهان!

ٻه هن ڪار گاهه هستيءَ ۾،
ايڏي فرصت ڪٿي، جو ڪو ڏسي سگهي
— پنهنجي خوابن جو حسين تعبير!
ڪاري رات ۽ ٻرندڙ ٻارڪ ۾!
آءٌ زندگيءَ جي ساز تي لغمه ڪو،
خاموشين جي سيني ۾ جذب ٿي،
سوچيندو رهيس، چپ چاپ —
اڄ به پيرن ۾ آهي اهائي زنجير،
اهي ئي پابنديون، اهوئي دستور،
— چند جابر — ۽ هزارها مجبور......!!

غلام محمد ”گرامي“

اٿي اٿي، سجاڳ ٿي.
سجاڳ ٿي، سجاڳ ٿي.
چمن ۾ تاهه تازگي،
گلن تي آهه مردگي،
دلين ۾ ناهه زندگي،
چمن جا باغبان آت!
وطن جا پاسبان آت!

... ... ...

هي رنج و غم! آ تابڪي؟
هي ڪيف و ڪم! آ تابڪي؟
هي پيچ و خم! آ تابڪي؟
اٿي اٿي قدم کي کڻ!
سجاڳ ٿي، سجاڳ ٿي.

... ... ...

آ هر قدم، مقابلو،
۽ دمبدم، مقابلو،
ٻي تيغ و تبر، مقابلو،
اٿي، هاڻ، رسڻ، وڙهڻ،
ٿي تيز گام، هوشيار،
سجاڳ ٿي، سجاڳ ٿي.

... ... ...

هي بيڪسي، نه ڊبڻي!
هي بيبسي، نه ڊبڻي!
هي لاچاري، نه ڊبڻي!
آ زندگي خوديءَ جو راز،
۽ شعور جو غماز،
جاڳ اٿ، سجاڳ ٿي،
ٿي تيزگام، هوشيار.

... ... ...

دلين کي بيقرار ڪر،
اکين کي اشڪبار ڪر،
وطن کي لاله زار ڪر،
اي راز دار ڪيف و ڪم،
وڌي، وڌي، اڳي قدم،
ٿي تيز گام، هوشيار،
جاڳ ۽ اٿ سجاڳ ٿي.

... ... ...

نه مصلحت شناس ٿي،
نه بي خبر، اداس ٿي،
تون امتحان ۾ پاس ٿي،
خرد کي تار تار ڪر،
جنون کي اختيار ڪر،
نظر کي تيز ڌار ڪر،
شڪار ڪر شڪار ڪر،
ٿي تيزگام، هوشيار،
اٿي، اٿي سجاڳ ٿي.

... ... ...

هي ولولا، هي غلغلا،
هي چهچها، هي قهقها،
هي دلربا، هي جانفزا،
ره عمل ۾ سنگ ڇاڻ،
تن کان دور ڪر تون پاڻ،
تيزگام هوشيار،
جاڳ اٿ، سجاڳ ٿي،
سجاڳ ٿي، سجاڳ ٿي.

...        ...        ...

جهان ۾ جنگ جنگ آ،
امن جو بيڙ لنگ آ،
زمين وسيع تنگ آ،
”۽ تو تي منهن جو ننگ آ“،
جهان جو تو تي ننگ آ،
امن جو تو تي ننگ آ،
زمين جو تو تي ننگ آ،
سما جو تو تي ننگ آ،
اي ننگپال، اٿ سگهو،
اي پائمال، اٿ سگهو،
اي باڪمال، اٿ سگهو،
اي نونهال، اٿ سگهو،
اي خوش خصال، اٿ سگهو،
جهان ۾ جنگ جنگ آ،
امن جو بيڙ لنگ آ،
زمين وسيع تنگ آ،
اٿي اٿي سجاڳ ٿي،
سجاڳ ٿي، سجاڳ ٿي.

بهار، ١٩٥٥ع

محمد ابراهيم جويو

## ”او سنڌ...!“

او سنڌ!
منهنجي پنهنجي سنڌ!
اڄ تو آءٌ توکان پڇان،
پڇان!
تون مون کان ڇا ٿي گهرين؟
تون مون کان ڇا ٿي طلبين؟
آءٌ ڪير آهيان؟
تون ٿي مون کان پڇين!
................. ماءُ!
آءٌ ............ تنهنجو اولاد!
تنهنجي مامتا جي گهراين،
تنهنجي شادابين، سبزين،
تنهنجي سِنڌُءَ، تنهنجي پاڻيءَ، تنهنجيءَ هوا،
۽ تنهنجي وسعت مان اڀريل هڪ ٻالڪ!
تنهنجو اولاد .........!
تنهنجو آندو، تنهنجو هڏ، تنهنجو رت!
منهنجو جسم تون، منهنجو جياپو تون،
تو مون کي ڄڻيو،
تو مون کي پاليو، نپايو، وڏو ڪيو،
تنهنجي ٿي هنج ۾، مون توکي ڏٺو:
تنهنجو سدا حيات سنڌو درياهه،
تنهنجيون ٻنيون، تنهنجا ٻيلا،
تنهنجون ماٿريون ۽ ميدان،
تنهنجا جبل ۽ پهاڙ،
تنهنجون جهوپڙيون، تنهنجا واهڻ ۽ ڳوٺ —
هي تنهنجا هاري، ڪمي، ڪاسبي ۽ پورهيت —
منهنجا پائر،

هي تنهنجي آسمان جا قسمين قسمين ڳكي،
هي تنهنجي تلائن ۽ ڍنڍن ۾،
ٻانت ٻالت جون مڇيون، ۽ ننڍڙا ننڍڙا جيت،
هي تنهنجي ٻيلن ۽ جبلن ۾،
ڪهندڙ ڦرندڙ طرح طرح جا جانور ۽ حيوان:
هي اسان جا رنگ، اسان جا آواز، هي اسان جون
نگاهون؛
...... تنهنجائي رنگ، تنهنجائي آواز، تنهنجون
ئي نگاهون ته آهن!
هي سڀئي!
هي ۽ آءٌ ...... اسان سڀئي تنهنجو ئي ته اولاد
آهيون!
اسان سڀني جو ساهه، تنهنجي ساهه سان ئي ته
ڳنڍيل آهي!
اسان سڀني جو جسم، تنهنجي جسم سان ئي ته
جڪڙيل آهي
اسان مان هر ڪوئي، پنهنجيءَ ۾ ۾ تو سان
ڳالهائي ٿو،
...... تو کان ڪجهه گهري ٿو، تو کان ڪجهه
طلبي ٿو:
۽ تون،
جيڪي ڪجهه تو وٽ آهي،
سو سڀ ڪجهه اسان سڀني کي،
اڻ گهربو ۽ اڻ ميو، ڏئي ٿي ڇڏين ۽ آءٌ ......
انهيءَ جي عوض ڪجهه ڏيان،
ڪجهه ڏيڻ چاهيان ٿو،
— ۽ ڪجهه ڏيندس —
اهو ڪجهه، جو تو کان،
تنهنجي وسعتن مان،
تنهنجي شادابين مان،
چورائجي ويو ......
ڊيڄ، ڊالت ۽ ڏنو وائڙو!
۽ تون هڪ سوال پنجي وئينءَ،
منهنجي لاءِ، منهنجي ٻائرن لاءِ،
ڪمين، ڪاسبين ۽ پورهيتن لاءِ!
جيجل ...... !
اهو ئي سوال .. ...
...... تڏهن ئو اڄ تو کان آءٌ پڇان!
سنڌ! منهنجي پنهنجي سنڌ!
منهنجي مهربان مٺڙي ماءُ!
ٻڌاءِ ......
تون مون کان ڇا ٿي گهرين؟
تون مون کان ڇا ٿي طلبين؟

# افسانا

| | |
|---|---|
| ١- بدلو | از جعفري |
| ٢- پريشان انسان | از شيخ |
| ٣- ٻن | از ٻني |
| ٤- نئون شڪار | از ابن الياس |
| ٥- ٻلو دادا | از اياز |
| ٦- ٻه ڪوڙها | از حفيظ |
| ٧- زندگيءَ جو روڳ | از موربائي |

ڊاڪٽر غلام حسين جعفري

# بدلو

لاڪن پر، ڪليڪٽر صاحب جي منزل هجي. ڳوٺ پر ٻٽ ٻڪر جي ڌل لڳي پئي هئي ڪوسي، ڪاسبي، واڻهوڙو جيڪو ٿي ڪمدار جمعي خان کي هٿ آيو، سو سو گهو. ڪنهن جي مجال جو ڪڇي آڱر کڻي! بدقسمتيءَ سان، لطيف ٻه اڄ پنهنجي لنڊڙي لاءِ، ٻساريءَ ڪان ڪجهه دوائن وٺڻ خاطر، اتي اچي نڪتو هو. اڃا ٻسار وٽي دڪيءَ تان ٻه هيٺ رکيائين، ته مٿان جمعي خان اچي هٿ پڪڙيس، چي: ”ابا هل.“

”ڪمدار، ڪيڏي؟“

”ڪيڏي پرءِ ٻچ، اول سڏو ٿي هل.“

”سڏو ڪيئن؟ ڪمدار صاحب، مونکي ڇڏ؛ منهنجو لنڊڙو بي مزي آهي. ويچارو ٽن ڏينهن کان تپ ۽ ٻاسي جي سور کان پيو آهي. آءٌ آيو آهيان سندس دوائن لاءِ. هي ٻڙيون ڏس! جمعا خان، مون تي ٿورو ڪر!“

”اسراف جا پٽ! آءٌ اهي عذر ڪونه ٻڌندس، ڪونه. هيڏانهن ٿي هل.“

”پر جمعا خان ...“

”پر وري ڇا جي؟ هل هيڏانهن سڏو ٿي.“

”آءٌ ٿو چوان ته مان لاچار آهيان. هروبرو ظلم آهي ڇا؟ پلا، نٿو هلان.“

اتي جمعي خان کي البت جوش چڙهي ويو. ورائيندي لڪڻ، هڪڙو ٻيو، اڃا ٽيون ڪنيائين ڪين، ته لطيف لڪڻ مان ڪڍي جهليس. اکيون ڏسوس ته ڳاڙهيون جهڙيون رت، ماڻهو ڦري آيا، ۽ انين پئي ڏٺو، ته اجهو ٿو تصو وڌي. مگر نه؛ لطيف غم کائي، ٻنڪو ٻڌندو، اڳيانئس ٿي هليو. ماڻهو ڇڙوڇڙ ٿي ويا. تو، مون، هن ۽ هُن جي وات، اها وائي هئي، ته اڄ لطيف جو خير ڪونهي.

ساڳئي ڏينهن شام جو، لطيف کي ڪنواٽي ڪلهي تي، ڪوهه تان پاڻي پري، ٻنگلي ڏي پئي ويو. سندس ڪنڌ هيٺ، ۽ خيال ڪجهه پريشان هئا. وري وري پنهنجي ٻچڙي جي نازڪ حالت جو نقشو اڏو آئي، ٿڏا ساهه پئي پريائين. هڪ طرف اهو اولو ته انهيءَ وچپ الائي ڇا ٿي گذريو هوندو، ته ٻئي طرف اها ڳڻتي ته هتان الائي ڪڏهن ٿي جند ڇٽبم.

ساري ڏينهن جي ٻڪ ته پار کي ياد ٻه ڪانه هئي، جڏهن ٻنگلي کي ويجهو پهتو، تڏهن جان کئي ڏسي، ته پريان جمعو خان ٻه پيو اچي. هيڪر ته ساري جان ڪانڊارجي

وٺي، پر وري زمين ڏاڍين نهاري غم کائي، اکيون وڌيون ۽ خيال ڪرڻ لڳو، ته جي منٿ ميڙ سان ڪم نڪري، ته جيڪر وڃي پيڙهي پيرو ٿيان، نه ته پيو رسنو ته جند ڇڏائڻ جو نه سڄهي ڪونه ٿو. ڏاڍن سان شوخي ڪرڻ، ٿيندو وڏيڪ وير وڌائڻ. آخر غريب جا ڪري سگهنه س! جمعو خان به وڃهو پهتو، ۽ لطيف ڪجهه چوڻ تي هو س، ته ڪمدار ڏسڪيءَ سان چيس "تڪو ٿي، تڪو ٿي! ڏڪرين والڪر ٿو هلين. اڃا آهي مغز ۾ واءُ چا؟" لطيف ڪجهه نه ڪڇيو. صبر ڪري، ڪجهه تڪو ٿيو.

سج لهڻ کي پهتو هو، پکي واهيري تي، ۽ مال پنهنجي وٿاڻن تي وري رهيا هئا. ڪڙمي ڪاسبي پنهنجي ڪمن کان فارغ ٿي، واپس گهرن ڏانهن اچي رهيا هئا. سياري جي موسم هئي. سيءُ ته البت زياده ڪين پيو. آس پاس ٻاهيون ٻري چڪيون هيون، ۽ چلهه جي چوڏاري گهر گهر ۾ ڇگو ڇهڇٽو لڳو پيو هو. اهڙي وقت، زينب پنهنجيءَ جهوپڙيءَ ۾ پٽ جي سيرانديءَ کان ويڳاڻي ٿي ويٺي هئي. سندس اکيون پٽ ۾، ۽ سندس خيال، پنهنجي خاوند جي ايتريءَ دير سبب، البت پريشان هئا. "ايتري دير! سوڻي وري پٽ جي هيڏي حالت هوندي! يا خدا! هيءُ منهنجي اکين جو ڏيو، ۽ هو منهنجي حياتيءَ جي ٽيڪ، ٻنهي کي سلامت رکجي ڏينهن! زياده ڪجهه نه ٿي گهران. آخر تون ئي اسان غريبن جو آڌار آهين". ائين چوندي اکين مان لڙڪ وهي اچي هليس. پٽ جي پيشاني چمي، رئي سان اکيون اگهڻ لڳي.

سنهن اونداهي اچي ٿي هئي. لطيف به ڏڏ ته موڪل اوڏهين کانئس ملندي، ۽ پوڻي الاجي چا ٿيو هجي، سو جمعي خان جا پادر سر تي سهائي، گهوڙن جو دائو ڏنبيلي ۾ رکي، رسي ڪتراڻي نڪتو. اڌ ڪلاڪ به ڪين گذريو، ته اچي گهر پهتو. پنهنجي زال کي گوڙها اگهندو ڏسي، دل پرچي آيس، مگر آخر مرد هو. پٽ ڏي ڏانهن نهاري، زال کي چيائين، "شانوءَ ماءُ، جلد هيءُ ڪاڙهو تيار ڪري وٺ. بچي کي ڏاڍي تڪليف ٿي هوندي." پاڻ پٽ کي "بابو- بابو" ڪندي پيشانيءَ تي هٿ رکي، سندس لڳ ڏسندي، مٿي ڪان ويٺي رهيو، ۽ ڪنهن اونهي خيال ۾ پئجي ويو.

ٻئي ڏينهن صبح جو، سج چڙهي سنوئن مس ٿيو ته در تي سڏ ٿيو.

"لطيف، او لطيف!"

"ادا، ڪهڙو."

"ماني، لطيف آهي؟"

"ادا، هائو. چو؟ اندر اچ."

"نه، ماني، ٻاهر ته موڪليس."

لطيف سمجهي ويو ته سڏ خير جو ڪونهي، معلوم ٿيس ته خان ڪاوڙيو آهي. هيڪر ته خيال آيس ته جيڪر رمضان کي وٺي، پنهنجي گهر جي ساري روئداد ڏيکاري. مگر پڪ هيس ته خان، ڪرڙو زميندار آهي. هن کي سندس مجبورين جي ڪهڙي پرا! هو ڳالهه ٻڌندو ئي ڪونه. سو زال کي به لفظ دلداريءَ جا چوندو، رمضان سان گڏ روانو ٿيو.

لاکن جي اوير پاسي، چاڪر خان جي اوطاق هئي. اس جي ٽوڪي تي، خان پاڻ ۽ ٻيا ڪيترا آس پاس جا زميندار ۽ ڪومي ويٺا هئا. ڪليڪٽر صاحب جي شڪار جون ڳالهيون پئي هليون، ۽ خان جا ٽهڪ چڱي پند پئي پڌا. اتي رمضان به لطيف سميت، اچي سلام

ورايو. خان جي جوڻ لطيف تي نظر پئي، تيئن اٿي ڪڙو ٿيو. سنڌس ٻنڪو لاهيندي، وڏي ڪان وٺي، دسي، مٿان چڙهي ويس.

پوءِ ته لطيف ويچارو بيهوش ٿي، پئجي رهيو. خان بدشد ڪالهائيندو، جام تي وڃي لڳو. ماڻهن، لطيف کي ڪٿي ٻاهر ڪري، هڪ چنل ڪنولي تي سهاريو، ۽ ڏينهن لوڻي ڏاري، هڪ گاڏيءَ تي ڪٿائي، کيس وڃي گهر لاهي آيا.

هن واقعي کي گذريو هڪ سال ٿيو آهي. لطيف، اڄ ان ئي ساڳين سميت، پوليس جي پهري هيٺ نظربند، لاڙڪاڻي جي اسٽيشن تي ويٺو آهي. جيئو وڃي ٿو ته کيس خان بدمعاشي ۾ ڏياري، ٻن سالن جي سخت پورهئي جي سزا ڏياري آهي. ۽ هو اڄ سکر جيل ڏانهن موڪليو پيو وڃي. ٿورو پريرو، زينب پنهنجي پٽ شانوءَ سميت وڻ جي ڇانو هيٺ نهايت مغموم ويٺي آهي. شانو، ٻئرين جون مليون پري، ماءُ جي جهوليءَ ۾ وڃي رهيو آهي، ۽ ڪڏهن پيءُ ڏانهن اشارا ڪري، ماءُ کي ڏانهس هلڻ لاءِ هٿن سان ڇڪيو پيو ڇڪي. گاڏيءَ جي گهنٽي وڳي، لطيف، منهن ورائي، زال ڏانهن نهاريو. اينڌڙ وڇوڙي جو نقشو سنڌس اکيان تري آيو. اکيون ڪٽي بند ڪيائين. زينب جي اکين مان ٻه لڙڪ وهي هليا. پنهنجي ٻڙي کي ڇاتيءَ سان لائي، سنڌس پيشاني چمي، اکيون مٿي ڪري چيائين، "اي ڏکين جا ڏاتار، اسان کي هنن ڏکن لاءِ ڇو پيدا ڪيئي! اسان ڪهڙو ڏوهه ڪيو! ڪٿي آهي تنهنجو انصاف! گاڏي هڻ اچي سهڙي. لطيف ۽ سنڌس ساٿين کي چاڙهي ڪٽي اندر ويهارياٿون. زينب، پٽ کي گود ۾ کڻي ڏانهس ڏسندي رهي. گاڏي چُري. لطيف، پنهنجي ڏک ڀريل اکين سان نهاريندو رهيو. گهڙيءَ ۾ گاڏي نظر ڪان غائب ٿي، مگر زينب ڪجهه مدت تائين اتي ئي ويٺي رهي!

زينب کي هاڻي گهر چڻ ڪاٽڻ پيو اچي. سنڌس دل، گهڻو ڪري، اداس هئي. ڀورن جا پهه، پورن ۾ غرق ٿي ويندي هئي. مطلب ته ڪجهه عجب پريشاني مٿس غالب هئي. جلد ئي سنڌس پاءُ آيو، ۽ کيس پنهنجي ڳوٺ وٺي ويو. مگر زينب اتي به ڪو گهڻا ڏينهن گهاري نه سگهي.

پاءُ کان واپس گهر ورڻ جي موڪل گهريائين، ۽ اچي پنهنجي ڪکن پيڙي ٿي. آهستي آهستي سنڌس گهر جي ڪم ڪار ۾ دل پرچڻ لڳي، ۽ اوڙي پاڙي وارين جي سنگ ۾ پنهنجي غم جو وقت ڪاٽيندي رهي. ساري ڏينهن جي پورهئي کان پوءِ، جڏهن ڪنولي تي ليٽندي هئي، تڏهن جيڪي سو دنيا جا سڀ سور، ٿئين مر سنڌس سامهون ايندا هئا. مگر ڌڻيءَ جا شڪرانا بجا آڻيندي هئي. پنهنجي خاوند جي ياد ۾ خيال پچائيندي، اک لڳي ويندي هيس ۽ ڪجهه ننڊ ڪري وٺندي هئي.

لطيف کي اڄ واپس ڳوٺ آئي، ڳهل ڏينهن ٿيا. منهن ۾ البت لٿل، ۽ ٻت ۾ گهڻو هنيل، پئي لڳو. گهر کان ٻاهر نڪرندي ٿورو شرم پئي آيس. گهڻو ڪري خيالن ۾ غلطان نظر ايندو هو. هڪ رات اوچتو پنهنجي زال کي سڏي، پر ۾ ويهاري، ڪجهه پڳل لفظن ۾ چيائين، "شانوءَ ماءُ، اڄ منهنجي جان ۾ بي آرامي آهي." جواٻ ۾ ڄڻ جي چيو، "آخر ڇا آهي؟"

پيو ڪجهه به نه. پڻ! آءٌ فيصلو ڪري چڪو آهيان. پنهنجي ٻچڙي جي محبت، ۽ تنهنجي پيار، مون کي گهڻو روڪيو، مگر آءٌ وس کان ٻاهر آهيان. مون کان اهو سلو نٿو ٿئي. آءٌ ڪين رهندس. آءٌ اڄ اوهان کي مالڪ جي حوالي ٿو ڪريان! مون کي رخصت ڏي...

زينب اچانڪ سندس ڳلي ۾ لوڪي پئي، ۽ ڪرڪي ڀاڻي چوڻ لڳي، "هي ڇٽين ڇا ٿو؟ اسان کي ڇڏي ڪاڏي وينديون؟ هن مصيبت جا سال ٿي الائي ڪيئن ڪٽيا آهن، ۽ آني، ورو ڪٿي اها وائي ڪٿي اٿي! ٻڌاءِ ته سهي، ٻيو ڇا آهي؟"

لطيف وراڻيو، "ڇا چوان! مون سمجهيو ٿي ته اسان جي شادي، اسان جي ڏکن جو خاتمو ڪندي. مگر افسوس، غريب جي مصيبتن کي نڪا حد نڪو موت! ڇا هي ظالم مون کي آرام سان ويهڻ ڏيندو؟ هرگز نه...... اڃا ٿوريون آفتون آيون، ڪنهن نه ڪنهن آفت ۾ اوچتو اڙائي ڇڏيندو."

"ها ميان! مرد به ڪو تڪليف ۾ رهندا آهن؟"

"نه، مگر مصيبتون به اهي جي عزت سان سهجن. هيڏي ذلت جي زندگي کان عزت جو موت بهتر!"

اتي لطيف جون اکيون ڳاڙهيون جهڙيون لعل ٿي ويون. سندس دم ڪهنجڻ لڳو. چيائين، "خان! خان!! انهيءَ جو بدلو پنهنجي خون سان ڏيندو! آخر منهنجي رڳن ۾ به بلوچڪو رت آهي! ڏسي وٺبو."

زينب، ڪنڌي لاهي، ڪٿي پيرن تي رڙيس، ۽ نهايت آزيون ڪري چوڻ لڳيس "اي منهنجي سر جا سائين! اسين غريب آهيون، انهيءَ ضد تان لهه! ٻالهي آهو خدا ڪنيءَ جي سزا ڏيندس."

"خدا! خدا تڏهن مون کي هٿ ڇا لاءِ ڏنا؟ انهيءَ لاءِ ته هٿ ٻڌي، اهو ظلم سهان! نه، نه! ڏنيءَ جي ته ڳالهه سوکي آهي، نه جهڙو ڪر ڪري، تهڙو ڀري."

زينب جڏهن ڏٺو ته مڙس ڦرندو ڪونه، تڏهن سندس پيرن تي ڪري، چوڻ لڳي، "اڙي هن ٻچڙي جي صدقي انهيءَ ڳالهه تان لهه. اسان کي ڪهڙي آسري ڇڏي ويندين!"

لطيف، البته ٿڌو ٿيو. زال کي به سامت آئي. لطيف، پنهنجي ڪنواٽ تي اٿين ٿي ليٽي پيو، ۽ زينب ويچاريءَ کي ڊپ وچان ننڊ ڪاٿ آئي! سمجهه ۾ ٿي آيس ته سندس قسمت ۾ الاجي ڇا هو؟ سندس مڙس ڪانئوءَ پٽ ننڍڙو ٻار ۽ پاڻ اڪيلي، ڪيئن هن الڪن حياتيءَ جا ڏينهن ڪاٽيندي. دير، دير سان اک لڳيس ۽ ڀيانڪ خوابن جي دنيا ۾ وڃي غرق ٿي.

ٻئي ڏينهن صبح جو، لطيف سويرو ڏورن ڏکن ھوہان، ٻاهر نڪري ويو. جڏهن منجهند ڌاري موٽي آيو، تڏهن ڏاڍو خوش پئي ڏٺو. زينب، هي ڏسي ڪجهه سرهي ٿي. لطيف جا خيال هيئنر ڪجهه بدليل نظر آيا، ۽ زينب جو به اونو لٿو. ان ڏينهن، لطيف شام جو ٻاهر ڪونه نڪتو. ماني سوير پرو کائي، ڳالهائيندي ٻولهائيندي سُتا ۽ ڪهڙي ۾ ننڊ پئجي ويا.

رات جا اڪل ٽي لڳا هئا. ڪنهن شيءِ جي کڙڪي تي، زينب ٽپ ڏيئي اٿي. ڏٽي جي سوجهري تي ڇا ڏسي، ته لطيف کي هٿ ۾ هڪ رت رڱيل ڪهاڙي آهي، سندس مٿان صبر ۾ ٻيٺو آهي. سندس وات مان اچانڪ رڙ نڪري وئي، "هئي، مٺس هي ڇا ڪيئي!"

"خبردار! جو هڪ به لفظ ڪڍيو اٿئي! جيڪي ٿيڻو هو، سو ٿيو. هاڻي خدا حافظ."

ٻوءِ ڪهاڙي رکي، پٽ جي پيشاني چمي، زال ڏانهن نهاريندي، تڪڙو تڪڙو ٻاهر نڪتو.

ٻئي ڏينهن صبح جو، ڳوٺ ۾، ڳليءَ ڪڇءِ تي، اها ڳالهه هلي وئي ته لطيف، رات خان جو خون ڪري، ڪليو ٽلايو، ڪهاڙيءَ سميت، ٿاڻي تي وڃي حاضر ٿيو ۽ قبولدار ٿيو ته: چاڪر خان، جو خوني آءٌ آهيان!

ع - ق - شيخ

# پريشان انسان

مٿي ۾ سور، دل جي ڌڪ ڌڪ، بدن ۾ هلڪو هلڪو بخار، چيلهہ تہ ڄڻ ڪنهن ڇڪري ڇڏي هجي: ٽنهي ۾ سور، ۽ خيال پريشان: گهر ۾ سيڌو سامان ڪٽل، مهني جي اولنهين اونداهي، پگهار جو ڪڏهوڪو ڏيوالو نڪري ويل، اها ڪوڙي ڪانهي جو شام جو للهو چانهه جو ڪوسو ڍُڪ ٻائي ڪٽي نڙيءَ مان اوتجي: ٻه ٻار دائمي بيمار ۽ دوائون بليڪ مارڪيٽ مان بہ ملڻ محال: تہ پوءِ اهڙي ماحول ۾ ارمان، ارادا، امنگون ۽ آسرا- مستقبل جا روشن خيال، زنده دلي، خوش مزاجي ۽ راحت جون سڀئي ساعتون ڪهڙي ڪم جون! هن جيئڻ جي جنجال، جو محشر اڃان پيون ڪهڙيون عقوبتون ڪندو! باقي ٻيئيان بچيو ڇا؟

انور جي تڪليفن جي انتها ٿي چڪي هئي. ڪٿ تي ليٽندي، انيڪ خيال ۽ اوسيڙا هن جي دماغ کي وڪوڙي ويا، جهڙيءَ طرح ڏينهن جو ولر ڪنهن جي جسم کي ڇهني ڇنبڙي اڏامي وري اچي ڇهني. اهــا ڳالهہ ڪا هن لاءِ نئين نرالي ڪانہ هئي. هو ننڍي هوندي کان ئي، زندگيءَ جي حسين لحظن لاءِ واجهائيندي، سڀني مشڪلاتن کي منهن ڏيئي ڪان پوءِ بہ ڪڏهن سک جو سمون ڪون سنيريو. زماني ۽ ان جي گردش هن تي ڪالي زور آزمايون ڪيون هيون. ڇا لڳي هن جي چاليهہ ورهيہ ڄمار، ڇا لڳن هن جي سٽي جا هرڪ جهڙا وار. منهن ميرانجهڙو، ماس تہ سندس جسم تان ڄڻ ڪنهن روڙي ڪڍي ورتو هو بت ۾ باقي هڏا هئا جي فقط چمڙيءَ سان ويڙهيل هئا. زندگيءَ جي چمڪ ٿوري ٿا ڳهٽي اکين ۾ تہ رهندي ئي آهي، ۽ هن جون تہ اکيون بہ ڏرا ڏيئي ويون هيون. پڙهيو تہ پورو سورو هو، پر زماني جي تتل ديڳڙ ۾ "ڪوهيو" سو ڪافي هو. ماڻهن ننڍي هوندي ئي پرڻائي ڇڏيو هوس. چار پنج ٻار پيدا ڪيا هئائين. سرڪار جو معمولي ملازم ۽ پگهار دار هو. ڪو وقت هو جو هو پنج ئي وقت نماز پڙهي، وظيفا ڪڍي، الله سائينءَ جي حضور ۾ آزيون ۽ نيزاريون ڪري، مٿي کي اهڙي تہ زور سان سجدي ۾ گسائيندو هو جو سندس نيازمند پيشانيءَ تي هڪ ڪارو داغ رهجي ويو هو. پر خبر ناهي الله سائين مٿس ڏمريل هو يا شيطان جي ساٿ سنگت هئي - هن جي قسمت ۾ ڦيرو نہ اچڻو هو سو نہ آيو. پنجن ڇهن سالن جي لڳا تار رياضت ۽ نماز ڪانپوءِ، هن جي طبيعت ۾ اهڙو ڪو ابتو چڪر آيو جو هن ڏاڙهي ڪوڙائي، نماز کي طلاق ڏيئي ڇڏي. انهيءَ جي عوض، هن ۾ هڪ ٻي عادت، ويچارڻ ۽ وجهڻ جي، گهر ڪري ويئي. خاص ڪري جيڏيءَ مهل رات جو اچي هو کٽ تي ڍهندو هو، تہ خيال ۽ سوال هن جي دماغ ڏانهن ولرن جا ولر ڪندا، ڊوڙندا ايندا هئا: ۽ ائين هر رات خيالن جي چڪر ۾ ڦاسي، ڦٿڪي ڦٿڪي، پاسا ورائي

وراڻي، اوباسيون ڏيئي، سمهي رهندو هو؛ ۽ صبح جو سج اڀرڻ کان پوءِ اٿي، مشين وانگر آفيس جي ڪارخاني ۾ لڪ لڪ ڪري، ڏينهن ڪاٽي ڇڏيندو هو، ۽ رات، ساڳي رات، اهو ئي ڪن، اهو ئي رڙيون؛ روز پڇاڙيندي پڇاڙيندي، ٻي آراميءَ ۾ وڃي آرامي ٿيندو هو.

اڄ به دستور موجب کٽ تي اچي ليٽيو هو، ته مون محسوس ڪيو ته هاڻي هو ڪافي ڪمزور ٿي ويو آهي. هن جي جسم ڏيئي وٺي اچي ڊنگ ڪيو آهي. عين انهيءَ وقت هن جي ذهن ۾ هڪ سوال تري آيو. ”جيڪڏهن اڄ رات جو مري وڃان ته هوند ڇا ٿئي؟ ٿيندو وري ڇا؟ جڻ ڪو ڪتو مري ويو. نه نه، آءٌ مري ويندس ته ڏاڍو نقصان ٿيندو. سڀني کي تڪليف هيٺ اچي ويندي. لاش کي به ڪفن نصيب ٿئي يا نه! گهر ۾ ته سڃ پئي واڪا ڪري. ڪفن ۽ قبر لاءِ ته پئسا گهرجن. گهر واريءَ ۽ ٻارڙن جي روح رهاڙي تي ڪو ٻاڙيسري لڙي به ايندو الائي نه. ڪنهن کي مون قياس به اچي، ڇنڊي ڇيري مان ئي من منهنجي پڇاڙي سرهي ٿي وڃي. جي نه ته پوءِ پلا ڇا: مٺي کان پوءِ سج اڀري نه اڀري؛ مرڻ کان پوءِ مونکي ڪهڙي پرواهه؛ پوين جا پاڳ پوين سان. ٻارڙا هٿ پير هڻي پاڻهيئي جوان ٿي ويندا. ٻر، ڪين نيٺ ڪير ڪارائيندو، ڪير پيارينداو؛ هنن بيمار ٻارڙن کي دوا درمل ڪير وٺي ڏيندو. ڊاڪٽرن جي ني ڪير ڀريندو، ڪين دوا نه ملندي ته چاق وري ڪيئن ٿيندا. هو پڪ ڇڙي ڇڙي مري ويندا. باقي پيا ٻه ٻار؟ من اهي ئي سڌري پون: چار اکر پڙهي من مون وانگر، جهڙي تهڙي نوڪري ڪري سگهن. ٻر انهن کي به سنڀاليندو ڪير، مون کان ئي هنن جي پوري پر گهور نٿي ٿئي؛ رڳو وڻ ڪي ئي جي ٻاني نه ملي ته سڪي سڙي ٿو وڃي. ڪنهن کي ڳڻتي پئي آهي جو هيءُ منهنجو گهنگهر گهلي پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهندو. پوءِ هو پڪ پنڻ شروع ڪري ڏيندا، فقير ٿي پوندا؛ پوءِ هو رستن، گهٽين ۽ گهرن جي درن تي صدائون هڻندا، ليلائيندا، هر هڪ جي اڳيان هٿ ٽنگيندا. هيءُ سواڙ وارو گهر به نيٺ خالي ڪري اٿو پوندن. منهنجي گهرواري وڃي منهنجي پاءُ وٽ رهندي، پر هنن جو گهر به سوڙهو آهي. مگر دل سا وڏي هجي باقي گهر سوڙهو هوندو ته ڇا ڪندو! منهنجي پاڃاڻي، ٻجي شل، سڀي مونکي ئي ڪانه سوئي منهنجي زال کي پنهنجي گهر ۾ ترسائي. هن هيڏيءَ ساريءَ دنيا ۾، هن آسمان جي هيٺان، هن کي ڪٿي مٿي لڪائڻ جي ڪا جاءِ به ملندي الائي نه. من ڪٿي مٿي جي ڇانو ڪري، ٻارن جي ماءُ ويهي رهي؛ پر هن پوڙهيءَ ۽ ڀراڻي ڪوکي کي پڃندو ڪير؟ ڇڪلو به ته پوريءَ ريت ڪين وساڻي سگهندي. منهنجي زال ۽ ڇڪلو! ٿو ٿو، هيءُ ڇا، اٿين ڪو پنهنجي زال لاءِ سوچي به سگهندو! حيف هجي منهنجي زندگيءَ تي جو مرڻ کان پوءِ به اهڙا ڪلور ڪري. پر ڪي ماڻهو ته جيئري ئي ائين ڪري رهيا آهن. ڇڪلي ۾ جي ويٺيون آهن تن سڀني جا مڙس ٿورو ئي مري ويا آهن. انهن کي به ته پيءُ، ماءُ، ڀيڻون ۽ ڀائر آهن. اهي به ته اسان وانگر ئي انسان آهن؛ پوءِ اهي جو اهڙي ذليل زندگي گذاري رهيون آهن. هنن جا گهر اجرائڻ وارا، هنن جا گماشتا ۽ دلال به ته هن ئي دنيا جا ماڻهو آهن. پر هٿ جون پنج ئي آڱريون هڪ جهڙيون ناهن، ۽ سڀئي انسان هڪ جهڙا ناهن. آءٌ هرگز اهڙو ڪين ٿيندس. آءٌ مقابلو ڪندس، دنيا جي ذري ذري سان لڙندس، وڙهندس؛ پنهنجي اولاد لاءِ، پنهنجي گهرواريءَ لاءِ ڪجهه نه ڪجهه ڪري، پوءِ ئي مرندس: تنهن وچ ۾ موت ايندو ته موت کي به منهن ڏيندس، سندرو ٻڌي ڪيس پڪ وجهندس، پر

آڻ ڪين مڃيندس، آءٌ خود ملڪ الموت کي به دولائي ڇڏيندس، موت، اڙي سڀ [illegible]
توکي ابوڙي، ڪوني گهٽي ماريندس: وچ، تري وچ منهنجي اڳين ڪان، آءٌ اهڙي مڙد
ڏ، ناهيان. اڃان آءٌ جوان آهيان: ۽ جوان ئي رهندس."

هن جي ذهن مان موت وارو خيال وچ ۾ پاڻي وانگي پگهري ويو، ۽ اهڙو پڪو جو ڪم ٿي ويو.
هن وٽ جذبا، جوش ۽ همت، دوڙندا آيا. هن کي سينگاري پڪاري، هٿ ڪان جهليندي،
وچي زندگيءَ جي بنهه محلات ۽ وبهار باغون. نوڪر چاڪر، ڌن دولت ۽ مان مرتبو، هن
جي اڳيان فيروزن پاڻي اچ وڃ ڪرڻ لڳا. هن جي زال، راڻي ٿي هن جي اڳيان آئي، هن
جا ٻار شهزادن جي پوشاڪ پهري آيا. تندرستي نچڻ لڳي، ۽ خوشيءَ ٻڌا ٻڌا ٽهڪ ڏنا.
حسن ۽ جوانيءَ حيا کان ڪنڌ ڪني هيٺ جهڪايو. شرميلي نگاهن چوريءَ چوريءَ گهورڻ
شروع ڪيو. هڪ رنگين تصوير خيالن جي پردي تي چمڪڻ لڳي. فيروزي رنگ، هيرن
جواهرن سان جڙيل، آسمان تي چمڪڻ لڳو: هڪ نوراني خمار پکڙجي ويو. هڪ ازلي
سرور جو احساس پيدا ٿيو. دلفريب خوشبوءِ جي مهڪار وڌندي وئي: ۽ زمين جنت بڻجي
وئي. دنيا جي تختي تان غم، ڏک، دک ۽ درد، مصيبتون ۽ مشڪلاتون، هڪ هڪ
ڪري سڀئي موڪلائي ويا. اتي سڀئي انسان راجا هئا، سڀئي ٻار شهزادا هئا ۽ سڀئي عورتون
راڻيون هيون، ۽ سڀئي انسان هڪ جهڙا انسان هئا. اتي هيءَ هٽرادو هٽ وڏائي ۽ لوچ
نيچائي ڪانه هئي. ڪنهن کي ڪنهن سان عداوت ڪانه هئي. پيار ۽ محبت جو راڄ هو،
همدرديءَ جي حڪومت هئي. هرڪو آزاد هو.

پاسائين پيل ٻار ڪنگهيو. ڪنڌ ۾ سندس زال ٿڌو شوڪارو ڀريو. انور جي خيالن جو سينگاريل
محلات ڏوڏي سان ڏو اچي پٽ تي ڪريو. ڪرڻ سان اهو سارو رنگ محل چڪنا چور
ٿي ويو. هن جو سڄو ڦرڻ لڳو. هن جي چپلهه مان سور جون سوئيون اسرڻ لڳيون. هو پاڻ
کي ٿڪل محسوس ڪرڻ لڳو، ڄڻ ڪيس ڪنهن ڏاڍي مار ڪڍي هئي. هن پاسو ورايو.
هو اڃان جاڳي رهيو هو. ننڊ هن جي اکين ۾ اڃان آئي ڪان هئي. هن وري پاسو ورايو.
هو ڪنهن لاءِ واجهائي رهيو هو. خبر ناهي ڇو ايترو انتظار ۽ اوسيڙو ڪري بيتاب لڳي پيو
رهيو هو. هن جي آسپاس خاموشي هئي، پر هن جي ذهن جي خاموش سمنڊ ۾ ڪو طوفان
مچل مچائي رهيو هو. گوڙ وڌڻ لڳو، ۽ زور شور سان ڏوڪيندو، ڪيس پنهنجي
تيز رفتاريءَ جي هنج ۾ ويڙهي ۽ ريڙهي اڳتي وڌڻ لڳو، ۽ هو وري خيالن جي
ڇولين جي لهرين ۾ لڙهي ويو. هو ترڻ جي ڪوشش ۾ ٻڏڻ لڳو، هن ڏاڍا هٿ شروع
ڪيا. هن ڪناري ڏانهن پهچڻ جو خيال ڪيو ته هڪ وڏيءَ ڇوليءَ هن کي وڪوڙي
وري وچ ساگر اوڙاهه ۾ اڇلايو. هو غوطا کائڻ لڳو. هن جو جسم ڪنهن ڏٻي جي
ٽهيل پينگهه ۾ هيٺ مٿي اڇلجڻ لڳو. هن جو وات ڦاٽي ويو. سمنڊ جو پاڻي هن جي نڙيءَ
کان اندر وڃڻ لڳو. هن جون اکيون ڦوٽارجي ويون: هوش حواس جدا ٿي ويس: بي حال
جسم وانگر هيٺ ڪرڻ لڳو. بي خبريءَ جي احساس هن کي ڇڪي ڇڪي، ڪناري تي اڇلائي
وچي تري ۾ ڦٽو ڪيو.
ڪرڻ سان، ڇهنبدار ڪانئين، ڇنڊڙ ڪنڊن ۽ نوڪدار پٿرن جي تيز زخمن هن کي
پرڻ ڪري ڇڏيو. هو سجاڳ ٿي پيو.
هن زور ڪري اکيون کوليون، هو کٽ تي ليٽيو پيو هو. ڄڻ ڪجهه ٿيو ئي ڪين
هو. هو اهڙين خود ساخته سزائن تي هري وريو هو هن نمانائيءَ سان مٿي نهاريو.

بهار، ١٩٥٥ع

سماجهي آسمان تي سدا چمڪندڙ تارا جهرمر لائي بيٺا هئا. هن ڪي موڙيا. آهستي آهستي اکيون پوري، تارن جي ملي من موهيندڙ روشنائي پنهنجي مائڪين ۾ بند ڪئي. هن سمجهيو ته هن جي ٿڪل ٽٽل جسم تي ڪن ريشمي آڱرين، نازڪ ڪنن جي نفيس ٽڪرين جي ورڪا ڪرڻ شروع ڪري ڏني آهي، سون ۽ چانديءَ جي ڪا دز هئي جا هن جي مٿان آهستي آهستي ڇڻ ڇنڊجي رهي هئي. انهيءَ نوراني دز مان اوچتي هڪ آواز زون زان ڪري نڪتي: دور اوله. ڏانهن هڪ تارو ڪريو ۽ ڪن ۾ غائب ٿي ويو. هن جي ذهن تي ائين ڪجهه اچڻجي اچي لڳو: ڏڪندڙ ڪوئلن تي پٽرول هارجي پيو، باهه جو ڀڀوٽ ڀڙڪو ذهني هن جي چوڌاري ڦهلجڻ لڳو: ۽ هو وري انهيءَ ڇپيءَ جي لپيٽ ۾ لوساڻجي ڏامڻ ۽ سڙڻ لڳو. بي تاب ٿي هن وري پاسو اٿلايو.

هو اکيون کولي آسمان ڪي بي معنيٰ نگاهن سان تڪڻ لڳو. هن جي خيال جو گهوڙو چئوپير زمين ڪان مٿي اڏامڻ لڳو، جڻ ته هن ڪي زمين تي پير هڻڻ ني ڪونه هو. زمين تي جڻ ڪنهن ڌانڌا پٿاري ڇڏيا هئا. هوا جي واچوڙي وانگر هو ٻري ٻري آسمان ڏانهن اڏامڻ لڳو. هو سڀئي حدون اورانگهي، گستاخي ڪري وڃي الله جي حضور ۾ بيٺو. هو بي حيا ۽ بي ادب ٿي چوڻ لڳو: ”الله سائين، تون اتي ايترو پري، مٿين آسمان ڏانهن ٻه سٺي، وڌيڪ آهين. زمين وارن جون آهون ڏانهون تو تائين ڪين به پهچنديون. پر اڄ ته آءٌ تنهنجي اڳيان، تنهنجي ويجهو، بلڪه آمهون سامهون آيو آهيان. ٻڌ تون ته رحم ڪندڙ آهين. آءٌ ڪٿان ۽ ڪيترو پنڌ ڪري تو تائين پهتو آهيان! تو ڪي ٻڌڻو ئي پوندو. مونکي اجازت ڏي ته آءٌ پنهنجي زبان کوليان. هيءَ دنيا تو ئي ته ٺاهي آهي. هيءَ زمين ۽ آسمان تو ئي ته جوڙيا آهن. آدم کي به ته تو ئي خلقيو آهي. اي منهنجا مولا، توکان ٿو اڄ آءٌ پڇان: آخر هيءُ سمورو ماندائڻ تو ڇا لاءِ منڊيو آهي؟ آدم کي سزا ڏيڻي تو هرون پرون زمين تي ڇو لاٿو؟ تنهنجي دنيا کي ته هن اڳ ۾ ئي دوزخ بنائي ڇڏيو آهي! ڪن ته پاڻ لاءِ وري هتي ئي بهشت بنائي ڇڏيا آهن! پوءِ تنهنجو دوزخ ۽ تنهنجو بهشت آخر ڪهڙي ڪم ايندا؟ انسان ته توکان سنڀاليو ئي ڪونه ٿو ٿئي! ڪي ته توکان تنهنجي خدائي به ڦريو، هتي خود خدا بڻيا پيا گهمن! دنيادارن ته تنهنجي هيءَ دنيا توکان کسي، وڃي پنهنجي قبضي ڪئي آهي، ۽ جيئن ٿو ڪين وڻي تيئن ٿا پيا پنهنجي دنيا کي هاڻي هلائين چلائين! تو وٽ هتي باقي ڇڏيو به ڇا آهي؟ تنهنجي دنيا ۾، تنهنجا هي رقيب، هي غاصب ايترو ظلم ڪن، ايترو انڌير مچائي وهن، ۽ تون اتي محشر جو تورازو هٿ ۾ جهليو، ويٺو تماشو ڏسين! ڇا دنيا جا هي لنڊڙا خدا به تو خلقيا آهن؟ ۽ ڏس هو مفلس، ڪنگال، غريب، ٻڪيا اگهاڙا ۽ بيمار: اهي به ته تو ئي اپايا آهن. اهڙي امير پروري آخر ڇو؟ هڪڙن جا پنهنجا پيٽ به خالي، ته ٻين جا ڪتا به ڪابو پيو پيا الوليون ڪن! مون اپائي کي جواب ته ڏي، اي ڄاڻڻهار! آءٌ هيتري پڪواس ڪري ويو آهيان. مونکي روڪ ته سهي. ڳالهائين ڇو نه ٿو؟ ڪين مون جاهل کي پنهنجي عظيم مانت سان ئي آڻ مڃائين ٿي؟ تنهنجا راز آءٌ برابر ڪين ٿو ڄاڻان. ٻڌ هن ته مون سج، چنڊ، هوا، باهه پاڻيءَ، وڻن ٽڻن، نانگ بلائن، ديورن ڏيئن، فرشتن، ديوتائن ۽ پيغمبرن کي پوڄي پوڄي باقي اچي هاڻي تو هڪڙي جي عبادت جو سهارو جهليو آهي! ۽ انهن سڀني خود قربانين، نيشانن ۽ بندگين جو عيوضو؟ منهنجي صبر ۽ آزمائش جي به ڪا انتها هجي! هاڻي، ڏس هيءُ هتان جي دنيادارن جو انڌير ۽ هٿڌروجن ٻر ۽ بلوپر! هاڻي، ڄاڻ ته هيءَ دنيا توکان به

وٺي ۽ هن کان ٻه وٺي! آءٌ نه رهيس، ۽ تون رهين، ان مان مولڪي ڇا حاصل، ۽ مون مان توکي ڇا حاصل؟"

انور خيالي دنيا ۾ ڪٿان جو ڪٿي وڃي پهتو هو. هن جون اکيون ٽانڊن وانگر ٻري رهيون هيون. هن جي پيشاني تي لال ٿي وئي هئي. هن جي دل تي ڪو زور زور سان منڪا هڻي رهيو هو. هن جو جسم گرم گرم سيخن سان ڏنجي رهيو هو. هو لڇڻ لڳو. هو ڦٿڪڻ لڳو. ڄڻ ته باهه جو وڏو مچ ٻريل هو جنهن تي هو ڪباب وانگر سيڪجي رهيو هو. هن جو جسم سڙڻ ۽ ڪامڻ لڳو. هن پاسو ورايو. ٻري ٻري ڪان، ٻه ٻوڏي طور هن جي تاڙين چوڙهيل ڪنن ۾ هڪ غير مانوس آواز پڙڏ ۾ آيو. صاف ڪو چئي رهيو هو: بس ڪر، بيهودا، پاڳل، کهڙي بڪ بڪ پيو ڪرين. تنهنجي زبان ڪاٽي ويندي. تون چريو ٿي ويو آهين. تون هاڻي ٻنهه وحشي حيوان ٿي پيو آهين!" آواز هيبت ناڪ هو. انور جي دماغ تي دهشت ڇانئجي وئي، هن جو بدن، هن جا هٿ ۽ پير، سڪرات جي آخري وقت وانگر، ڏڪي سيٽجڻ لڳا، ۽ سيٽجي سيٽجي ساٽا ٿي ويا. هن جي اکين جا تارا مٿي اکين جي ڪوڻن ۾ لڪي ويا. هن جا چپ آهستي آهستي ڦرڪڻ لڳا. هن شايد ڪجهه چوڻ ٿي چاهيو. هو وڙڻ لڳو: ضعيف زبان مان "توبهه توبهه" جا اکر نڪتا، ۽ عين انهيءَ مهل هن جو ڪنڌ لوڙڪي، ڪري پيو. هن جي وات مان ڦوري گگ وهي اچي وهائي ڪي لڳي. شايد، شايد هن کي ننڊ اچي وئي هئي.

## انتظار

پيارا، جيڪڏهن تون اهي ڳالهائيندين، ته پوءِ مان پنهنجي "دل" تنهنجي "ملڪ مات" سان پري ڇڏيندس، ۽ چپ چاپ، تارن سان پريل، ۽ صبر سان سر جهڪايل "رات" وانگر انتظار ڪندس. پرڀات ته پڪ ايندي، ۽ اوندهه به اوس ويندي، ۽ تنهنجي مٺي ڪلام جا چشما، آسمان ڏاري هيٺ وهي هلندا، تڏهن منهنجي پکين جي هر هڪ آکيري مان تنهنجا "لفظ" گيتن جي صورت ۾ اڏامندا، ۽ منهنجين لالـ زار وادين ۾ تنهنجا سر گلن جي صورت وٺي ڦٽي پوندا! (ٽيگور)

رشيد ڀٽي

# ٻَڙُ

"اڙي سگهو ٿي، ڪين ڪيانءِ وري سڏو!"

وڏيري جو دڙڪو ٻڌي، ميهون وري اڳتي وڌيو. هن جي سامهون جوئر جا ڍڳها ڍڳها ڪانا بيٺا هئا، ۽ انهن جي ڀوپان واهه جي ڪڙ تي بيٺل وڻن تي اڪيچار ماڻهو ويٺا هئا. هو سڀ تماشو ڏسڻ آيا هئا. رات، وڏيري جي ڀوڪ ۾ سوئر ڏٺو هو، ۽ صبح جو، وڏيرو صاحب ٻه ڪتن جي لوڌ سوڌو اچي ڀوڪ تي پهتو هو. وڏيري جي اچڻ سان، سوئر تي ڪتن جي ڇڄ ڪرائي وئي. ڪتن کي ڏسي، سوئر ڀڳو: هن ڀنيءَ مان نڪري واهه ڏانهن منهن ڪيو. ڪڏ تي وڏيري جا توبچي ويٺا هئا، تن فائر ڪيا، جن مان ٻه سوئر کي لڳا: پر اڳيان سوئر به سوئر هو: ڪو اهڙو ٿهڙو نه هو جو ٻن گولين سان خلاص ٿي وڃي. هو گولين ٻجائي ويو، ۽ چتو ٿي بيهي هڏڪارڻ لڳو. ڪتن ٻه راڙو ڪري وڃي ورتس، پر ڦٽيل سوئر اڳيان ڪتن جي هڪ لوڌ ڪٿي ٿي بيهي: ڪن ۾ هٿي سڀ ڪتا سيٺائي رکيائين: ڪي ٻڇ ڀائي وٺي ڀڳا ۽ ڪي ساٿا ٿي ٻنجي رهيا. سوئر ٻه ڪتن کان جند ڇڏائي، ڪسيءَ ۾ ڪپ ڪوڙي ويهي رهيو. سڀ ماڻهو منتظر هئا ته ڇا ٿو ٿئي.

وڏيري چنل ٻه وڏيري رجب ڏانهن ماڻهو ڊوڙايا هئا. "وڏيرا، جهٽ ڪر، لوڌ موڪل، مهل هيءَ اٿئي!" پر وڏيري رجب جو ڳوٺ ٻه ته چار ميل پري هو، سو وڏيري چنل کي اچي آنڌ مانڌ ورتو، ترڪون مهٽي ٻئي پاند پٽڻ کي ڳاريون ڪڍيائين: 'مهڙا ٿهڙا ڪو وڃي گم ٿيا، الاجي ڪٿي جا ڦر ڪٽي وڃي ويٺا.' وڏيري کي اڄ جهڙي ڪاوڙ ڪڏهن ٻه نه ٿي هئي. هن کي "رائيءَ" جو خيال هر هر ستائي رهيو هو. رائي، هن وڏيري پريل ڪان پنهنجي خاص چڙهيءَ جو مهري اٺ ڏيئي ورتي هئي. ڪٿي ٻه ڪتن جي ماءُ هئي! چيائون پئي تــ وڏيري قادن واريءَ "موسل" جي اڻ مان هئي. ۽ اڄ موسل جي ٻوٽي ۽ وڏيري چنل جي رائي، سوئر اڳيان مرتيڪ حالت ۾، رت ٻڏل جسم سان، سيٺي پئي هئي. هو سوچي رهيو هو، "منهنجي رائي جا مون چڱن سوين وارو مهري اٺ ڏيئي ورتي آهي، سا انبن منهنجي اکين اڳيان مري وڃي! انين ڪيئن ٿيندو!" هن توبچيءَ کي فائر ڪرڻ جو حڪم ڏنو، پر توبچي ٻه ته انين نه پئي ڪري سگهيو، ڇو جو هن ڄاتو پئي ته جي گولي ٿوي سوئر بدران وڃي رائيءَ کي لڳي، ته سندس ٻه خير نه هوندو.

اوچتو، وڏيري چنل جي نظر ميهن تي پئي. ميهون هن جو نوڪر هو ــ بهادر ۽ مڙس ماڻهو ــ هو اڪيلي سر وڃي سوئر سان وڙهندو هو. وڏيري، ميهن کي سوئر اڳيان رائيءَ جي ڪٽي آڻڻ جو حڪم ڏنو. ميهن ڄاتو پئي ته حڪم نه مڃڻ جي حالت ۾ ڇا ٿيندو.

هو هيڪ ٻنيءَ ڏانهن لڏو ماڻهن ۽ جهوٽ لاءِ ڇپ ٿي ويئي. سڀني ڄاتو ٿي ته ميهون ٻڍو ماڻهو آهي؛ هو هن ڪان به وڌيڪ ٻئي ڪي ماري چڪو هو. هي ته هن اڳيان ڪجهه به آهي. پر سڀ دنگ رهجي ويا، جڏهن ڏٺائون ته ميهون ٻوڙهي سوني رهيو هو ۽ هاڻي وڏيري وٽ پهچي چڪو هو، ۽ ادب سان هٿ ٻڌي چيائين، "سائين، مون سوئر سان وڙهڻ ڪان قسم کڻي ڇڏيو آهي."

"پٽ قسم ٿو کڻي! اڙي سگهو ٿي؛ ڪين ڪيائين وري سڏو!" اهو ٻڌڪر ٻڍي ميهون لاچار ٿي وري هيڪ لڏو. هو بهادر هو، ۽ هن ڪان به وڏا سوئر اڪيلي سر ماريا هئائين پر اڄ الائي ڇو هن جي دل ڌڪ ڌڪ ڪري رهي هئي. هن جي اکين اڳيان اونداهه ٿي لڳي، ۽ آهستي آهستي سندس اڳيان بيٺل وڻ ۽ انهن تي ويٺل ماڻهو هن جي اکين ۾ جهڪا ٿيندا ويا، ۽ آخر دونهين جو روپ وٺي گم ٿي ويا. هاڻي انهن جي جاءِ تي هن پنهنجي پوڙهيءَ ماءُ جي صورت ڏٺي – ٻڍي ۽ هيڻي – هوءَ لٺ جي آڌر ڏيئي، هن ڏانهن وڌي رهي هئي. هن جي اکين ۾ التجا هئي ۽ آس. ميهون جي منهن سان زور سان نڪري ويو، "امان، مان تنهنجي آس پڄائيندس. مان سوئر سان ڪڏهين به نه وڙهندس."

"وڃين نه ٿو ڙي سوئر جا ڦر! سندنجي ٻٽياري ڪني ڪا نڪلڪي آهي؟" منهن جي اڳيان ماءُ جي صورت گم ٿي ويئي. هن ڪنڌ ورائي ڏٺو. وڏيرو چئل ڪڍ تي بيٺو هن ڏانهن گهوري رهيو هو. ڪنڌ ڦيري هو اڳتي وڌيو. هاڻي هو جوئر جي بلڪل ويجهو اچي چڪو هو- اتزو ويجهو جو اندران سوئر جي سهڪڻ ۽ ڦوڪارڻ ۽ ڪنن جي ڪرڪڻ جو آواز به هن جي ڪنن تائين پهچي ٿي سگهيو. هو اڃا به هڪ قدم اڳتي وڌيو، ۽ پوءِ اوچتو بيهي رهيو. هو سوچڻ لڳو، اڳتي وڌي يا نه؟ هو ته اڄ ماءُ سان انجام ڪري آيو هو ته وري سوئر جو شڪار نه ڪندو، ۽ ماڻس به ڪيڏي نه پيار جي ڳراٽڙي پائي کيس چيو هو، "پٽ، اچي چڙهي آهيان! اڄ هلان الائي سڀاڻي. دل ٿي گهرم ته توکي پرڻائي هٿيڪو ڪري وڃان. ابا، حياتي تي ڀروسو ئي ڪونهي: هيڪر ته ٻوڙنون پوڻا به ڏسي وڃان!" هو سوچڻ لڳو ته سندس ماءُ کي هن جي وهانءَ جو ڪيترو نه اونو هو، ۽ ڪيترو نه ڪوڏ هن سندس پرڻي جو بندوبست ڪيو هو. "ڏسندي جي چوڏهينءَ تي منهنجو وهانءُ آهي،" هن هوريان دل ۾ چيو. سندس دل ۾ ماءُ جي لاءِ پيار ۽ عزت جي لهر هڪ دفعو وري ڊوڙي ويئي- ۽ هوريان دل ۾ چيائين، "امڙ، ٿون مون لاءِ سڀ ڪجهه آهين، تنهنجي ساڻا اڻ مٽ آهي. مان پنهنجو قول پاڙيندس. امان، مان تنهنجي آس ضرور پوري ڪندس!" ۽ هو هڪ دفعو وري پٺتي موٽيو.

"ڪيڏا وري ٿو موٽين– ڇگو مان به ڏسندس ته ڪيئن ٿو گوٺ ۾ رهين، اصل پٽ پائيءَ مان ڪڍائي ڇڏيندوسانءِ، ڏيندوسانءِ، ڪني جا پٽ، سو ڏهين قلم ۾!" ميهون جا قدم رکجي ويا. 'وڏيرو گوٺ مان ڪڍي ڇڏيندو! پٽ پائي به گهوڻ سان نه رهندي! مان ڪاڏي ويندس؟ امڙ ڪيئن ڪندي؟ ڪلان جو ڇا ٿيندو؟ پر ته ماڻٿي نه ڳڻيندو! پوءِ سڳ ڪير ڏيندو! پوءِ......... پوءِ، اما جي اس ڪئان پوري ٿيندي؟ ڪئان ڪمائيندا سون؟ ڪير پالي ٿهاريندو؟ هاڻي ته وڏيري جي در تي نوڪري ڏيني پنهنجو امڙ جو پيٽ پاليان ٿو. پوءِ ته اهو به نه رهندو.' اهي سڀ سوال ۽ ويچار هن جي دماغ تي وسڪارو ڪرڻ لڳا؛ هن انهن جي جواب سوچڻ جي ڪوشش ڪئي، پر آخر جواب ۽

کهڙو ني تي سگهيو انهن سوالن جو! هن هاڻي وڏيري جي حڪم مڃڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو. هن کي پنهنجو پيٽ پالڻو هو، ڪلاڻ جو سگهڻو وڃڻو هو، ۽ سڀ کان وڌيڪ هنکي پنهن جي ماءُ جي آس پڄائڻي هئي.

هو اڳتي وڌيو. ڪانن کي هٿن سان هٽائيندو، هو جوئر ۾ گهڙيو. چوڌاري هڪ دفعو وري سانت ٿي وئي. سڀ اکيون ڦاڙي، آدم ۽ مرونءَ جو مقابلو ڏسڻ لاءِ منتظر هئا. هڪ طرف سوئر جي ڀهڪار جو آواز وڌي رهيو هو– شايد نياڻي انسان کي اول ڏسي هو حملي جون تياريون ڪري رهيو هو، ۽ ٻئي طرف ميڙ ۾ ۽ وڏيري وٽ مينهن جي ڀاڄري جا قصا ٿي رهيا هئا. جهٽ پلڪ ۾، جوئر ۾ اٿل پٿل ٿي وئي: ڪانن جي پچڻ جا لڪاءُ ٻري ڪان پڙڻ ۾ پئي آيا. هڪ دفعو وري خاموشي ٿي وئي. شايد مينهون، راڻيءَ کي ڪٽڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هو. ڪانن ۾ هڪ دفعو وري چرپر ٿي، ۽ رت پڙل مينهون، راڻيءَ کي ٻانهن ۾ کڻي ٻاهر نڪتو. پويان ڪڏ تان ٽوپچيءَ فائر ڪيا، ۽ اڪيل ٿيل سوئر هميشه لاءِ سرد ٿي ويو.

مينهون، ڪٽي ڪٽي اڳتي وڌيو–ٻه چار وکون پري ڪري پيو. "واهه ڙي واهه، مينهان! مينهل، ساءِ، مڙس ماڻهو آهي!" چوندو، وڏيرو ڪڏ تان هيٺ لٿو. پر مينهون اهو جملو ٻڌي نه سگهيو. هو ان کان اڳ پنهنجي پوڙهيءَ ماءُ جي حسرتن سوڌو هن دنيا کان دور وڃي چڪو هو. وڏيري کي مينهن جو ڪوبه خيال نه هو–هنڻ ٻه چو گهرجي: مڙس تي اهي مهلون ايندڙيون آهن!

وڏيري ٻڪي اچي ڪتي ڪنئين، "سوئر ٻه ڏاڍو ڦٽيو اٿس، ويچاري معصومڙي!" هن، ڪتي رسولي کي ڏني، ۽ پاڻ ٽانگي تي چڙهندي چيائين، "اڙي ڪمو! سوئر کي ڪاوانيءَ تي گوٺ ڪٺائي هل. راڻيءَ کي ملم پٽيءَ لاءِ شهر موڪل: چاڪ ٿي اهي نه وڏيري رهن واري ڪتي سان ڇڏي اچجانس. هو پيارو آهي، سئو ٻڻ ڪندا: پياري ڪتي آهي، گلر ٻه پاڻ جهڙا جڻيندي–اڄ ڪالهه حياتيءَ تي ڀروسو هوڻءَ ٻه ڪونهي، ٻڻ نه ٻجي پئي!"

---

## سچي دوستي

گهڻيئي دنيا چڱي ۽ چڱي خدمت جا اسين پنهنجن دوستن جي ڪري سگهون ٿا، اها آهي ڪين نا اميد ڪرڻ ۽ ڪاوڙائڻ"

اهو تڏهن جڏهن هو اسان جي ضمير جي خلاف ڪو ناجائز ڪم اسان کان وٺڻ جي ڪوشش ڪن. چڱو آهي، ته دوستن جي رسڻ ۽ ڪاوڙجڻ جو نقصان برداشت ڪجي، پر اصول ۽ ضمير کي ڪيرائڻ جو نقصان نه ڪجي. (گانڌي)

ابن الياس سومرو

# نئون شڪار

اندران پٽ جي پائي، ۽ پاهران گار جي لولي لڳي پئي هئي. "ـ اڙي، تنهنجو ........ گانو ڀڄي، مولا مشڪل ڪشا ٽوٽو ۾ گند ڪڍي، شل ايڏو وڃين؛ روز تو ........ منهنجي معصوم کي ماري." اندران ماسي ڦاپو پٽ پاراتو ڪري رهي هئي؛ جيڪا ........ ڪو لوول کي ماريندو هو، ته بس ڪاري واري مچائي ڏيندي هئي؛ هونءَ ماڻهن ........ هئي ته هميشه ننڍڙي لوول کي، گولين جي راند تي يا ڪنهن ٻئي سبب، ڪو پاڙي ........ جو ڇوڪر پاڪر ماريندو هو ته هي جهيڙو لڳندو هو، پر اڄ ماسي ڦاپوءَ، ماڻهن ........ نهاري، ڳالهه ٿي ڪا اور پئي ڪئي! ڇي، "ڪميڻو ڪنهن جاءِ جو، در وٽ ........ پيو ليا پائي، شرم نٿو اچيس؛ پنهنجي ماءُ پيڻ ڪانهيس ڇا؟"

پاهر وري جعفر جو پاءُ غلامون، سو گارين جا ڏس چاڙهي رهيو هو: "تنهنجي ........ ......، تنهنجي ڀيڻ ......، پاهر ته ڪڍينس، ته لت لت تي رکي ٿو چيريانس."

صبح جوا! جو وقت هو، رستي تي گندن وارا، ۽ لئين ۾ ڦوڪنا پڌي وڪڻ وارا ........ به اچي گڏ ٿيا؛ تنهن سان گڏ ڪنڌ جي ڏيوءَ تي ماڻهو اچي جمع ٿيا هئا، سي به پاهر نڪري اچي ملاڪڙو ڏسڻ پيا. وڏو ڏسجو مچي ويو، ۽ هڪ عجيب صورت حال پيدا ٿي چڪي هئي.

ماسي ڦاپوءَ جو ڪنهن داد فرياد نه ڪيو، سوني انين چيو ته: هن ڇوڪري جو اصل ڏوهه ڪونهي؛ سڀ انهيءَ ماڻهن جا ڪم آهن، جا ڇوريءَ ڪلاڪ "وڙهان وڙهان" پئي ڪري!

هونءَ، اسانجي پاڙي ۾، جنهن کي غريب آباد جي نالي سان سڏيندا آهن، عام طور ان وقت تي هڪ خاموشي ۽ سست رفتاريءَ جو عالم هوندو آهي. پاڙي جي جاڳڻ جو وقت صبح جو ٨ بجا، ۽ رات جو اٺ بجا هوندو آهي، نه ته سيڪو پنهنجو منهن ڍڪيو پيو ويندو آهي. مثلاً، امام بخش چاچو، پنج ست مينهون ۽ ڏڳيون ڪاهيو، پناهگير ڇوڪرين کي هنائيندو لنگهندو آهي: هي انهن کان انهيءَ ڪري خفا ٿيندو هو جو هو هميشه چيٽي کڻڻ جي لالچ ۾ ڏڳين ۽ مينهن جي پٺ ۾ اکيون وجهو پيون هلنديون هيون، جهڙو لٿو ناهي، ۽ ڪنيو نه آهي: "اري آئاٿو، مليمن، خبردار! جانے نه پائے" وغيره جا آواز ٿيندا هئا. حسين رازو، سڻ جو هڪڙو پانچو مٿي ۽ هڪڙو هيٺ، ٽڪو ٽڪو، آگرين تي نه ختم ٿيندڙ حساب ڪندو پيو ويندو آهي؛ جنهن کي غريب آباد جا لچا لچا ڇوڪرا ڏسي پريان چوندا هئا، "حسين! ڏوڙيءَ جو سير ڪيئي آهي؟" حسين، انا لوٽي ڦيرائڻ جي، چوندو هو

“مانهين کان وڃي پڇو.” ۽ قاضي صاحب جو وڏو پٽ، ڪلاس ڇهين اسڪول جي لاريءَ جي انتظار ۾ ٽنپ ٻنپو، پاسي ڪنڌ ۾، چپ چاپ بيٺو هوندو آهي.

مگر اڄ ته قصوئي اوندو هو: هڪڙي طرف ڪار، ٻئي طرف پٽ، ۽ ٽئين طرف مائهين جو گوڙ، ڪوبه جهيڙي ۽ گارين کي بند ڪرڻ جي جرات ئي نه پيو ڪري. ڦاپوءَ ڪي ماٺ ڪرائڻ ڪنهن به حالت ۾ ڪا معمولي ڳالهه نه هئي. ڦاپوءَ جو هر هڪ لفظ ۽ هر هڪ ڳالهه ٻاڙي ۾ وڏي ڪان وڏي ڳالهه هوندي هئي، جنهن جو مقابلو ڪير به نه ڪري سگهندو هو.

ڦاپوءَ جي گهر جي حالت ڇا هئي؟ ٽي پٽ هئس: هڪڙو مس وهيءَ رسيو هو، ڇڙهو ڇانڊ هو، پر ڪنهن به پرائيءَ نياڻيءَ سياڻيءَ ڏانهن اکـ کڻي به نه نهاريندو هو: مائيءَ کپو هڏي، ڏڪيءَ جو گهران نڪرندو هو، ڪوهه ڏيڍ پنڌ تي مزوري ڪري مس اٿلي واپس وريندو هو: باقي ماسي ڦاپوءَ جا ٻه پٽ، ٻس سياري اونهاري، ڪاري ٿلهي پاڻي جون ليڙون لوڪائيندا، ٻاڙي جي ننڍڙن ٻارن سان وتندا هئا ميڏانهن هوڏانهن ڊوڙون پائيندا، ۽ آئي وئي جون چڙٻون جهليندا: هن کي ٻه نياڻيون به هيون جن سان هڪ ڪي موس چڏي ڏنو هو، ۽ ٻي پنهنجي ٻارن ۽ خاوند سميت وٽس رهندي هئي: ڦاپوءَ کي ان ڌيءَ مان هڪ ساماپل ۽ خوبصورت ڏهٽي به هوندي هئي: بس، ڦاپوءَ جي پنهنجن شادي ٿيل ڌيئن سان ايڏي محبت ۽ سندس پيا اهي ننڍا وڏا جهيڙا جهڻا سڪو ٻاڙي وارو ائين چوندو هو ’ڪير آخر هنن سان پنهنجو پلؤ انڪائيندو! ڪنهن کي پنهنجي عزت وڃائڻي آهي، جو هن ڪني ڪينجهر ۾ هٿ وجهندو! ميان! ٻڪو به سلامت نه هوندو انهيءَ ٽئين نانيءَ جو.“

زالون ڪنهن واڄ ڪاڄ ۾ ڪٺ ٿينديون هيون، ته ڦاپوءَ جي ڳالهه ضرور آئي وڃي وجهنديون هيون: خاص ڪري، مائي ڪريمان ڳالهه چوريندي هئي، جيڪا هڪ ئي وقت ٻاڙي جي دائي، پوڙ ڀاڄيءَ جي خبر رکندڙ، ۽ ٻنا تند تار نياپا آڻيندڙ ۽ نيندڙ هوندي هئي: ڳل تي آڱر رکي، شروعات ڪندي هئي، “مائي! ڳالهه ٿي ڪجي، ته وڃبو ٻري ٻوي: منهنجي غلامونءَ کهڙو ڏوهه ڪيو هو سندس، جو گاريون به ڏنائين، ۽ پٽ پاراتو به ڪيائين: پنهنجيءَ وهڙيءَ کي نٿي جهلي، جا پٽيون پيئي ٽپي.” ڪريمان دائيءَ جو گهر، ڦاپوءَ جي پڙ ۾ هوندو هو، تنهن ڪري سندس ڳالهه، ٻين جي بنسبت، سچي ۽ معتبر سمجهي ويندي هئي. سڀني جو چرڪ نڪري ويو: “هان!” “مائي هي زماني جا حال آهن.” “توبه! خدا حقون ٻ، رکي ناحقون به رکي...” ناني جنت، جيڪا ڪنهن ڪنڊ ۾ زالن ڪان پرڀرو، ننڍين ننڍين نينگرين سان مغز ماري پيئي ڪندي هئي، ۽ وقت سر زالن کي مٽي جي سور جا ڦيٿا پيئي هڻندي هئي، ۽ سندن ٻارڙن جا ٽپ پيئي ٻڌندي هئي، سا ٻ، آئي پنهنجي مذهبي معلومات ۽ پنهنجي موجودگيءَ جي اظهار ڪرڻ خاطر، ڪنهن ڪنهن مهل، وچ ۾ وراڻي ضرور ڏئي: “امان! ڪهڙو ضرور آهي، ايڏين اڏين ساماڻل نياڻين ڪي گهر ۾ وهارڻ جو، شرع محمديءَ بموجب، سوبل ئي شينهن ڪلهي چاڙهي ڇڏجين.”

اهڙين ڳالهين هلندي، جي مٿان ڦاپل اچي سهڙندي هئي، ته پوءِ وري خبر نه آهي، ته ڇو، سڀئي سنهن ٻئي پاسي ڪري، پا ماٺ ڪري ويهي رهنديون هيون: ۽ ويچاري ڦاپل وري مـاٺ ڪري ويهي، هيڏانهن هوڏانهن ڏسي، چلم جا پـ ني گڙڪات ڪڍي، هلي ويندي هئي. ٻاڙي ۾ هن کي ڪيترن نالن سان سڏيندا هئا: ڦاپو ڦڪڙ، ڏاڻ، ڪار ڇپي،

سچي سگهي، گهر تاڪائو، ۽ خبر نه آهي ته پنهنجي ڪهڙن اقبن سان ڪيس ياد ڪندا هئا. ٻي ڪي به اها سچي خبر هوندي هئي، ته ماڻهو ٻڌبڪ ٿيس ڇا ٿا سمجهن؛ ٻه، ٽس ٻچڙي جهڙي جسي پاڻ شروعات ڪانه ڪندي هئي؛ هائو، جسي ڪنهن پهرياڻين هن سان ڳالهه ائڪايو، ته پوءِ مجال آهي جو اڳ اچي!

آخر هن جي ڏهڻيءَ لاءِ ماڻهيون اچڻ لڳيون؛ مگر سڀ ڏوريون هن جي ڏهڻيءَ ۾ ڏسي، پسند ڪري، مٺائي ڏيئي، رضامند ٿي ويندريون هيون، ٻر وري شاديءَ جي ڏينهن پڌڻ لاءِ ڪا ڏر ڪانه موٽندي هئي؛ هتي پٺيان انتظار ۾ هوندا هئا ته اڄهو ٿا اچن ۽ ڏينهن پڪا ڪن. سيڪو انهيءَ ڳالهه تي گهڻو خوش پيو ٿيندو هو؛ اهي ساڳيا پاڙي وارا جيڪي هن جي وهاريل نياڻيءَ کي اڻاڻ لاءِ هن کي ڦٽ لعنت ڪندا هئا، سي اندرئي اندر ٻا ڪڳيون هڻندا هئا. سر گوشيون ٿينديون هيون، ٽهڪن تي ٽهڪ لڳندا هئا، ۽ تاڙين تي تاڙيون وڄنديون هيون؛ ٻر سيني ڪان داني ڪريمان مڙيئي اڳتي هوندي هئي. نيٺ هلندي هلندي، ماسي ڦاپو ويچاري ٻه هي پيئي. ڪجهه ڪنگهه، ڪجهه تپ ته هن کي منڍن ڪان اينا هئا. اڌوهي اڪيل اڪيليءَ ٽوٽيءَ وانگر واءُ جهوڪ جا ڏونا جهليندي جهليندي، لڏندي لمندي، نيٺ وڃي پٽ پيئي. ٻر جيئڻ جي ڪا ڳالهه امنگ هئي! صبح جي پهر ۾، جڏهن پٽ ۾ ڪجهه خنڪي پانيندي هئي، تڏهن پنهنجن ٻراون تي بس ڪڙڪات پيا پوندا هئس سڌاچري ڏسندڙن کي ته لکائي ڪانه پوندي هئي ته ڪا بيمار آهي.

ترت ئي هڪوي ڏينهن صبح جو، داني ڪريمان جي معرفت، سڄي پاڙي ۾ هيءَ ڳالهه پکوڙجي وئي، ته ڦاپوءَ جي ڏهڻيءَ کي ويئي وئي پٽ تي پيو آهي! سڀ ان کي شرع ۽ مذهب جي خلاف سمجهڻ لڳا؛ ساڳيون چميگويون نئين سر شروع ٿي ويون، اشارا ٿيڻ لڳا، دبيل دبيل ڪلڻ جا آواز پڌڻ ۾ آيا، گليءَ گليءَ ۾ ذڪر نڪتو؛ ۽ ساڳئي ڏينهن شام جو ڦاپوءَ جي موت جو جاڻ پهتو. سيني جي واتان رڳو "اڙي!" ٿي نڪتي. چيائون "چو؟ ڪڏهين اهڙي بيمار ٿي؟" "ڪيئن مئي، ڇا ٿيس؟" اهي مختلف سوال مائهن جي واتان پئي نڪتا. ساڳيون زالون جي سندس عيب جوئي ڪرڻ لاءِ هميشه سندرا پڌيو بيٺيون هونديون هيون، سي به ارمان ڪرڻ لڳيون؛ سندس ڪفن لاءِ گهر ۾ هڪ پئسو به نه هو، شام تائين ڪو به ڪفن دفن جو بندوبست نه ٿي سگهيو. پاڙي ۾ چندو ٿيو. جيڪي ڪنهن ڪرکي ۾ چار پيسا گڏ ٿيا، تن مان مرحومه جو ميت اجاريو ويو ۽ امانت ڏئين کي پهچائي وئي. مرڻ کان پوءِ جن جي ڪهران ڪفن لاءِ پيسو پاني نٿو نڪري، انهن تي ڪلڻ ته تمام سهنجو ڪم هو، ٻر انهن جي عزت سنڀالڻ، تمام ڏکيو ڪم. پاڙي وارن کي ڦاپوءَ جو جهيڙو، ۽ ڪارڪند جلد ئي آڏو آيو، ۽ سندن واڇون تماشي ڏسڻ لاءِ تمام جلد ٽڙي ٿي ويون، ٻر عزت تي ڍڪ ڪرڻ لاءِ ڪنهن ڪان به ڳوڙها ڪونه ڪريا!

داني ڪريمان جو پٽ غلامون ڏس هاڻ ته ڳات مٿي ڪيو پاڙي ۾ وتي گهمندو؛ ڪڏهين سيڏي جي دڪان وٽ، ڪڏهين بجاڄيءَ جي ڳاڙهي ٽنبي وٽ، ۽ ڪڏهين ڪنهن جي گهر جي دروازي اڳيان اچو بيهي؛ نورل کي به مار ٿي ڏنائين؛ زالون ڪيس ڏسندي ڏسندي پاسو ڏيئي پئي لنگهيون، مرد به ماٺ ماٺ ۾ ڪن ٽار ڪيو پئي هليا چليا؛ مگر ڪو به هن کي چوڻ وارو نه هو. امام بخش چاچو ڊڄيون سينهون وئيو، پناهه گير چوڪرين کي چنبيندو، ڳالهائيندو ائين ئي لنگهندو ٿو رهي؛ حسين راڙو سڻي جو پانهنجو هڪڙو

هيٺ ته پيو مٽي، آڳرين تي حساب ڪندو اٿين ٿي ويندو ٿو رهي؛ ٻاڙي جي اڱڻ جو وقت، صبح جو اٺ بجا، ۽ سهڻ جو رات جا اٺ بجا. اڄ به ساڳيو آهي. اهڙيءَ طرح وقت پنهنجي اڻ لڪي رفتار سان اڳين ٿي گذرندو پيو رهي. ٿانوءَ جا جهيڙا جهڳڙا ته ڪڏهن ڪڏهن بند ٿي چڪا هئا.

ساوڻ جو مهينو آيو. جهڙ ڦڙ ٿي پئي سنهي بوند پئي پئي؛ رستي تي ڪجهه ٻار پئي ڊوڙيا، ماڻهو ڪي دڪانن وٽ بيٺا هئا، ۽ ڪي آيا ويا پئي؛ غلام رسول پنهنجي ٻن ساٿين سان گڏ ٽانگي واري جي طنبيلي وٽ ويٺو هو. پنهي ٽنهي سان وار ڪيائين، سڀني آسمان ڏانهن ڪيائين ۽ ٿورو مشڪي چيائين: "پيچ مولا...... ڪو نئون شڪار ڏيار...... پيچ...... پيچ."

---

# اميد!

اوهان کي "عيش پسند" ڏسي، منهنجي دل ۾ ڏڪ ٿا پون.

"وطن" جي نمائيندو ورت پنهنجي شاندار روايتن جي تصوير ڪڍي، اوهان جي اڳيان آڻي آهي.

نوجوان! ترسڻ جو وقت ڪونه آهي. هن اڌامندڙ زندگيءَ تي ڪهڙو ڀروسو؟ جنهنجو هڪ هڪ پل جو هٿ گذري ٿو- سو پئي طرف ڪفن جي ڪپڙي ۾ هڪ ڌاڳو ٿو آڻي!

سستيءَ ۾ اهڙي املهه زندگي، آخر ڪيستائين گنوائيندا رهندين؟

دل ۾ قوم ۽ وطن لاءِ ڪجهه چاهه پيدا ڪر، خود غرضي، ۽ نفسا نفسي کان پاڻ پاسو ڪر، پوءِ ڏس ته ڪئن نه فتح تنهنجي اڳيان مسڪرائيندي ٿي اچي!

هٺ ۽ پاڻپڻو ڪڍ، ۽ پاڻ سان ڪاهي پاڻي ٿي ڪم ڪرڻ سک. صبر ۽ صداقت هر وطن خدمتگذار لاءِ لازمي شيون آهن. پر افسوس جو آهي پڻ ملڪن ۾ ته موجود آهن، پر هڪ تون ئي آهين، جنهن وٽ پيو سڀ ڪجهه آهي، پر نه آهن ته فقط صبر ۽ صداقت!!

وڌندو رهه! ۽ هر نيڪ ڪم ۾ اڳ داغ زندگيءَ سان شامل ٿي، ۽ پڻ لاءِ مٿو مثال پيدا ڪر.

جان توکي خاطري ٿو ڏيان، ته دنيا ۾ ڪابه طاقت ۽ ڪوبه خطرو ڪاميابيءَ تائين پهچڻ واري راهه ۾ توکي روڪڻ ۾ ڪامياب نه ٿيندو!

(ووبڪاڻند)

"اياز" قادري

# بلو دادا

هو سڄي پاڙي ۾ بدنام هو. هرڪو هن کان ڪِنُ کائيندو هو: جهڙو تهڙو ته هن جو نالو به ڇرڪي ويندو هو. ٻيءَ واري، هن کي ٻنهه گونڊو سمجهندا هئا. پاڙي جو داداگير ليکبو ويندو هو. سندس نالو بلاول هو؛ مگر کيس ڪوٺيندا هئا "بلو دادا." رنگ جو ڪارو ڪٺ؛ وار ننڍڙا، گهنڊيدار ۽ سخت، جي ڪيتري به تيل لائڻ سان نه لرو ٿيندا هئا، ۽ نه ڦڻي ڏيڻ سان ئي ڪنهن طريقي تي بيهندا هئا؛ منهن ڪشادو، ڳول، اکيون ننڍيون ۽ حرفت ڀريون، جن ۾ هر وقت حرڪت پيئي نچندي هئي؛ نڪ ٿورو ڇڀو، مگر نلون وڪريون؛ چپ ٿلها؛ ڏند وڇيرڪا؛ جي مسا ڳڀ لڳائيندو هو ته چپ ڳاڙها؛ ۽ ڏند اڇا ٿي ويندا هئس، پر جي پان کائيندو هو ته ڏند ۽ چپ ٻئي ڳاڙها؛ ڇاتي ڪشادي ٻانهون سخت ۽ مضبوط جهڙو رڪ؛ قد جو ڇوٽو؛ سندس منهن ۾ اهڙو رعب هوندو هو، جو ڪنهن ڏائين ڪاوڙ سان نهاريندو هو ته همراهه کي ڏڪڻي وٺي ويندي هئي؛ آواز ۾ ڪڙڪو ۽ ڪوڪو، هر وقت پيو گجندو؛ ڳالهين جو گهيرو جي ڳالهائڻ ۾ ڇنڪيو ته خدا بس ڪرائيس نت بال جو ڇوهيڻ، گهڻو ڪري راند ۾ سينٽر فاروڊ بيهندو هو، باڪسنگ جو ڪوڏيو، هر وقت اها ڳالهه ته ڪاٻي مڪ ڪيئن هڻجي، ۽ ساڄو ڇنبو ڪيئن ڪسائجي.

منهن جي ڄاڻ سڃاڻ ڇاڪيواڙي ۾ ٿي. گهڻو ڪري جهانگيان مڪرانيءَ جي ڪين تي ويٺو هوندو هو. ڇنگهيون ٽيبل تي ۽ ٻئي پٽ سان. پاڻي ۽ چانهه جو گلاس، ڪنهن وقت ڀربل ڪنهن وقت خالي، هميشه سندس ڀرسان پيا هوندا هئا. آءٌ لنگهندس ته وڏي واڪي چوندو "ماستر، اڄ چانهه پيءُ". سو نڪي ڪنهن وقت "ماستر" ۽ ڪنهن وقت "سائين" چوندو هو. آهستي آهستي، اسان جو ناتو وڌندو. سو نڪي سندس مڪراني ڳاڙهو سنڌي لهجو ڏاڍو وڻندو هو. چاهيندو هوس ته پل پيو قصا ڪٽي. جي سندس ويجهو ٿيندو هوس ته ڳراٽڙي پائي ڪٽي هٽ هٽ ۾ ڏيندو هو. منهن جي ٻين دوستن کي اسان جي سنگت پاڻ ۾ نه پوندي هئي. پاڙيوارا به رنج هئا. ماڻٽ به تنگ. سڪول جا ماستر به چڱو نه سمجهندا هئا. شاگرد ڪجهه ڪچندا ته ڪين هئا، مگر بلوءَ جي داداگيريءَ جا داستان لاهي چاڙهي پيا بيان ڪندا هئا.

هڪڙي ڏينهن هيڊ ماستر به رکي رکي چئي ڏنو "اوهان کي پاڻ جهڙن تعليم يافتہ ماڻهن جي صحبت اختيار ڪرڻ گهرجي!" ماڻٽن چيو، "توکي ٻيو ڪو ماڻهو ملي ئي نٿو جو هڪڙي ڪشتي سان ڪٽي يارانو گنڍيو اٿيئي!" دوستن ڏڪو ڏنو ته "يار، جيڪڏهن

تنهنجي انهيءَ گوندي سان سنگت آهي ته اسان جي الله تو هار!" مون به ڪنهن جي پرواهه نه ڪئي، اندر دوستي جوڙي!

هڪڙي ڏينهن، جيئن چاڪيواڙي پهتس، ڏٺم ته ڪوڙ لڳو پيو آهي. ماڻهن جا حشار پيا آهن. بلوءَ جي ڪارن جو زبيٽ پيو هوي. مون سمجهيو، اڄ خير نه آهي. الائي ڇا ٿيو آهي! گوڙ ڪي چيريندو، اڳتي وڌيس. ڏسان ته ڪار بيٺي آهي؛ ان جي اڳيان، بلو هڪ موٽي سيٺ کي گردن کان جهليو بيٺو آهي. "سالا حرامي جيڪڏهين تو ڪي ڪار نٿو هلائڻ اچي ته ڪار ڇو هلائي ٿو!" سيٺ ڪرڙيءَ وانگر ٿڪجي ويو. "ڇا او هان سڀئيا دنيا جي نشي ۾ ايترو انڌا ٿي ويا آهيو جو غريبن جي مٿان آڏيون پوڻي ڪارون ٿا چاڙهيو!" مون وڃي بلوءَ کي پٺيان پاڪر وڌو. منهن وراڻي داڻهن ڪيائين، سائين ڏسو، هي حرامخور ڪهڙو نه بي پرواهيءَ سان ڪارون ٿا هلائين. غريب ڇوڪري مٿان ڪار چاڙهيو ائين. ان کي اسپتال ڇڏڻ بدران، ڪار ڀڄائي ٿو وڃي!" ائين چئي هڪڙو زور سان چنبو وهائي ڪڍيائينس. مون ڪٽي سندس هٿ روڪيو. ڪجهه سندس جوش گهٽيو. سيٺ کي چيائين. "کڻ هن ڇوڪري کي ڪار ۾!" ڇوڪر کي ڪار ۾ کڻائي اسپتال آياسين. ڊاڪٽر جي فيءَ سان گڏ ڇوڪر جي ماڻهن کي سيٺ کان پنجاهه رپيا وٺي ڏياريائين، تڏهن وڃي سيٺ جي جند ڇٽي.

هڪڙي ڏينهن، جيئن سڪول ۾ گهڙيس ته ڇوڪرن چيو، "سائين رات اسان جي پاڙي ۾ وڏو جهيڙو ٿيو آهي." مون سمجهيو، ضرور بلوءَ ڪو دنگو مچايو هوندو. "سائين، رات، بلو دادا ٽن چئن اشرافن جي لاڪپ لاٿي آهي. ويچارن کي خوب موچڙا هنيا ائس. سندن رت ڪٽو نه ڇٽي. بس، ڪين اڏمنو ڪري، ڇڏي ڏنائين." مواڪان هيٺ پوهائڻ ته ديو وسري. اچي اٿ تڙ لڳي ته رات الائي ڪهڙو معاملو ٿيو آهي. جيئن تيئن ڪري، جڏهن سڪول کان ڇوٽي ملي، ته ڏسان ته جهانگيان جي ڪيبن تي ٻڙس اڪ سڃايون ويٺو آهي. وڃي پرسان؛ ويٺو ماٺر. هوٽل جي ڇوڪر کي واڪو ڪري چيائين، "چانهه ڪٽي آءِ." مون چيس، "آءِ تنهنجي چانهه نه پيئندس."

آخر ڇو!

"تو ڪيترا ڀيرا مون سان وعدو ڪيو آهي ته دادا گيري نه ڪندين، مگر جيئن اڳ تيئن وڌا!"

يڪدم وراڻيائين، "سائين، پهرين ڳالهه ته ٻڌ، رات ڇا ٿيو. ٽي حرامزادا سوٽيل بوٽيل، پاڙي جي ڇوڪرين جي پٺيان پيا ڦرن. ڀلا سائين، تون چئو، اهڙي وقت، بلو بس ڪري وهي؟ ۽ ٽي لپاٽون هڻي، سالن کي سبق سيکاري ڇڏيم."

هڪڙي دوست جي شاديءَ جي، ملير ۾، ڪوٺ ملي. بلو دادا کي چيم ته گڏجي هلنداسون. پروگرام رکيوسين ته هتان آچر ڏينهن، ڏهين ڏاران، چاڪيواڙي کان نڪري، لي مارڪيٽ وٽان بس پڪڙي، ملير هلنداسون. سڏ واري ڏينهن، اڃا چاڪيواڙي کان سؤ کن وکن جو مس ڪنيوسين ته پٽ جي پاڙ ۾ ڪنهن مسڪين جو لاش نظر آيو. سمجهه ۾ ائين پئي آيو ته ڪو پرديسي بيمار آهي، جنهن کي رات سيءَ سڪائي ڇڏيو آهي ڏسندي چيائين "سالي کي مرڻو نه اڄ ۽ هتي هو." گهڙي رکي وري چيائين "سائين، هن جو لڪائو ڪيون." مون اڃا ڪجهه ٿي ڪڇيو ته جهٽ وراڻيائين، "ڪنهن جي شاديءَ ۾ وڃڻ

بدران، ڪنهن جي موت تي وجهي تــ پلو!“ آءٌ چپ ڪري بيهي رهيس بگيءَ واري سڌ ڪئي. بگيءَ وارو پڻ ڪاري پيلو - جي، آءٌ پهچي بگيءَ تي لاش نہ ڪندس. مونکي ”بلوءَ سان پالو پيو هوس، سو تڏهن کان چوڪي ڪئي هيٺ لاٿائينس. بگيءَ وارو انهن جي جهڙي پٽ. لاش کي بگيءَ ۾ ڪئي، اچي مسجد وٽ پهتاسون. بلوءَ وٽ پنهنجو نهيٺي ڪري مون لاءِ بہ موٽي جون پيون تاريخون. ڪفن دفن جو خرچ ڪٿان اچي!“

”بلو، هينئر ڇا ٿيندو!“

”سائين، هي بليڪ مارڪيٽ“، سيمنٽ جي ٿهيل وڏيءَ بلڊنگ ڏانهن اشارو ڪندي چيائين، ”اسان جي پئسن سان ني شاهوڪار ٿيا آهن. اڄ اسان جي موت تي هنن کي پيسا ڏيئا ني پوندا.“ مونکي لاش وٽ بيهاري، پاڻ سيمنٽ واريءَ بلڊنگ ۾ گهڙي ويو ٿوريءَ دير کان پوءِ موٽي آيو. سندس هڪ هٿ ۾ ڏهين ڏهين رپين جا بہ نوٽ هئا، ٻي هٿ ۾ ڪليل چاقو. ”بلو، هي ڇاقو!“ ”سائين، پهريائين تہ ڪوٽ لاٿي پئي ڪيائين، مگر من کي ڏسي ڏيڏرني ڏرا ٿي پيس!“

جڏن ونڪيشن ختم ڪري، ڪراچيءَ وريس، اندر ۾ آڪير هيم تہ بلوءَ سان ملان. جڏهين جهانگيان جسي ڪين ونس پهتس، ڏٺم تــ بلو غائب هو. جهانگيان پڌايو تہ بلو مڪران هليو ويو آهي.

”ڇو؟“ مون پڪدم پڇيس.

”سائين“، سيمنٽ جي بلڊنگ ڏانهن اشارو ڪندي چيائين، ”سيٺ صاحب، بلوءَ کي گرنڊا انڪٽ هيٺ شهر نيڪالي ڏياري ڇڏي!“

مان سوچ ۾ پئجي ويس، ڇا، بلو سچ پچ گونڊو هو!

---

## نوجوانن ڏانهن

آچو، پٿر جهڙا ٽٽا، ڙڪ جهڙيون رڳون، فولاد جهڙو جگر، جبل جهڙي الاول دل کڻي اچو. اهڙا نوجوان اچو، جي موت جي مقابلي کان نہ ڪيٻائين، وطن جي حفاظت ۽ خدمت جي راهہ ۾ سوريءَ کي سيج سمجهن. ۽ اوتهي ۾ اولهي سنڌ کي ماڻهن جي صلاحيت رکندا هجن. ۽ زورآور شينهن سان زور آزمائي جو حوصلو رکندا هجن. (وويڪانند)

شيخ حفيظ

# ٻه ڳوڙها

آفيس مان نڪري، ٿڪندو ٿاڪبندو، هڪ هوٽل اڳيان اچي بيهي رهيو. ڪجهه دل ۾ ڇڄائين، ۽ پوءِ، اندر گهڙي ويو. ڪنڊ ۾ پيل هڪ ميز ڪرسي دل وڻان جوڙي؛ پاسو ڏيئي وڃي اتي ويٺو.

هو هڪ افسانه نويس هو، ۽ هڪ آفيس ۾ ڪلارڪي ڪندو هو. افسانه لکڻ، آفيس ۾ ڪمائي جي ڏاند جيان ڳهڻ، ۽ هوٽلن ۾ ماني کائڻ، هن جي ڪُل زندگي هئي.

هوٽل ڪو عاليشان ڪين هو. وچولي درجي جو هوٽل – اهڙو جنهن ۾ هڪ ويلي مانيءَ جو بل ڏهه ٻارنهن آنا اچي، ۽ چانهه جو ڪوپ وغيره ملائي، لڳي ٻئي هڪ رپيو ٿئي.

هو ميز تي وڃي ويٺو ته ڊبل روٽيءَ جيان ڳٽن پريل هڪ ڇوڪري اچي ڪائنس آرڊر پڇيو.

”ڇا تيار آهي؟“ هو پڇڪيو.

”پيندي گوشت، ڀٽاٽا گوشت، ساڳي ڀاڄي، دال، روس، مغز، مرغي ......“ ڇوڪر ڪي جڻ چابي اچي ويئي، ۽ هو طوفان ميل جي رفتار سان کاڌن جي فهرست ٻڌائڻ لڳو.

افسانه نويس، پنهنجي لاءِ تمام معمولي پوڙ مانيءَ جو آرڊر ڏنو، ۽ منهن ورائي پنهنجي آس پاس واري ماحول کي جاچڻ شروع ڪيو. سامهون هوٽل جي بورچيءَ هڪ وڏي هنڊي مان چمچو گهمائي گهمائي، پري ڪٿي پليٽ ۾ وڌو. ڇوڪري، هڪ هٿ ۾ چلڪندڙ پاڻيءَ جا گلاس آڱرين ۾ لڙڪائيندي، ۽ ٻئي هٿ ۾ مانين جي ٿالهيءَ تي پوڙ پليٽ کڻي اچي سندس ميز تي اڳيان پٽاريا. افسانه نويس، ويچارڻ لڳو، ”ڪهڙا اِ... گندا آهن، هي هوٽل وارا! هن ميز تي، الائجي ڪهڙا ڪهڙا ماڻهو، کاڌو کائي ويا هوندا! الائجي ڪهڙن ڪهڙن مرضن جا جيوڙا ڇڏي ويا هوندا! ۽ هي بورچي......“ هن جي خيالن جي زنجير اڃان اڌ ۾ ئي هئي، ته هوٽل جو ڳاڙهو ڳٽول، ڊبل روٽيءَ وانگر سڄيل ڇوڪرو سامهون ٻئي گراهڪ وٽ پيندي گوشت، ڀٽاٽي گوشت، ساڳي ڀاڄي، دال، روس، مغز، برياني، پلاءُ... جي ياد ڪهاڻ ڪڍڻ لڳو؛ ۽ پوءِ هو ڪنڌ هيٺ ڪري مانيءَ کي کائڻ لڳي ويو. ڪهڙي پل رکي، هن هيڏانهن هوڏانهن نهاري ئي ورتو، ۽ وري پنهنجي خوراڪ چرڻ ۾ لڳي ئي ويو. ماني کائڻ کي هو هميشه ”آهر چرڻ“ چوندو هو، ڇو ته سندس خيال موجب، عام ماڻهن کي لکي سالي ملي ٿي، ۽ نڪو هو کائي ئي چائن! ”هو ته بس چري چائن، ۽ چربي آهي آهر، نه ماني. ماني ته کائبي آهي!“ هو پنهنجي خاص لوع ۾ چوندو هو.

ٻلهو ڇوڪرو ٻنهي گراهڪ کي ماني ڏئي، ٻين ميزن کي صفا ڪرڻ ۾ لڳي ويو.
اتان هٿ واندو ڪري، هن ڀرسان پيل ڪٻٽ ۾ رکيل ڪپڙ مان هڪ ڊبل روٽي ڪڍي،
سلائيسن ڪٽڻ جي مشين ۾ وجهي، سلائيسون ڪٽيون، ۽ اچي هڪ ميز تي رکيائين. ڪرسي
تي ويهي، هن هڪ چانهه جو ڪوپ ورتو، ۽ ميز تي اچي، چانهه ۾ ڊبل روٽي ٻوڙي
کائڻ لڳو.

افسانه نويس ڪڏهين ڪڏهن، اکيون کڻي، هن ڏانهن ڏسي ٿي ورتو، ۽ وري
پنهنجي "آهر چرڻ" ۾ مگن ٿي ٿي ويو"هو دل ۾ سوچي رهيو هو: هي ڇوڪرو ڪٿ
هوندو؟ ڪٿان آيو هوندو؟ ڳاڙهو ڳِنُول لڳو پيو آهي! هتي هوٽل ۾ نوڪري ڇو ڪئي
اٿس؟ پڙهي ڇو ڪين ٿو؟ هن جيڏا ٻيا ڇوڪر ته اسڪول ۾ علم........" يڪايڪ هن
جي خيالن جي زنجير ٽٽي پئي. ڀرسان پيل ميز تي پيو هڪ ڇوڪرو هڪڙي ننڍي ٻال
گراهڪ لاءِ "آهر" رکي رهيو هو. موٽندي، ڇوڪري جو هٿ افسانه نويس جي سامهون
رکيل گلاس کي لڳي ويو، ۽ پاڻي گلاس مان ڇلڪي سندس مانيءَ تي اچي پيو. افسانه
نويس کي ڪاوڙ اچي وئي. ڪرڙيون اکيون ڪڍي هن ڇوڪري ڏانهن نهاريو. هن جون
نگاهون ڇوڪري جي نظرن سان ٽڪريون ۽ عجيب بيوسيءَ ۽ پڇتاءَ جون هيون اهي
نظرون! ڪاوڙ ڀريا لفظ هن جي من مان اڀري چپن تائين آيا ۽ اتي ئي بند ٿي ويا.
هن محسوس ڪيو، ڄڻ ڇوڪرو اکين ئي اکين ۾ چوندو هجي "سائين،........ مونکي معاف
ڪر. ڀُل ٿيم......... تون بخش.......... تون ته وڏو آهين.........آءٌ اڃا ٻار آهيان.
.........ڏس......... منهنجي اکين ۾......... منهنجي اکين ۾ اڃان ننڊ ڀري پئي آهي......
آءٌ رات پوريءَ طرح سمهي به ڪين سگهيو هيس.........آءٌ سڄو ڏينهن، هن هوٽل ۾ گهمندو
آهيان.........۽ سائين.........تون گوڙ ڪندين ته سيٺ مونکي ماريندو. پوءِ
.........مونکي ڪير ڇڏائيندو؟.........هن دنيا ۾ منهنجو آهي به ڪير؟.........سائين
.........مونکي معاف ڪر.........مان غريب آهيان.........مسڪين.........اٿم."

ڇوڪري جي اکين مان هن انيڪ افسانا پڙهي ورتا. هن، آتي غربت ۽ اڻ هوند
جون دردناڪ ڪهاڻيون پڙهيون، ۽ ذلت ۽ بيشرميءَ جون ٽاوليون پڙهيون. انهن اکين
۾، هن انسان جي ڪٿل، ڪچليل انسانيت جي روئداد پڙهي، ۽ مظلوم معصوميت جون
التجائون ۽ داستان پڙهيا. پوءِ هو وري ڪنڌ هيٺ ڪري آهر چرڻ لڳي ويو.

ٻلهو ٻانڊ ڇوڪرو، ڊبل روٽي ۽ چانهه ختم ڪري، اٿي کڙو ٿيو. ۽ پوءِ هو، ٻئي
هيسيل ڇوڪرو، ڪنڊ تان چانهه وٺي اچي ميز تي ويٺو. هن چانهه جي هڪ ڍڪ سرڪي
ڀري، ۽ پوءِ، شايد هن محسوس ڪيو ته ڪيس بک به هئي. هو اٿيو، ۽ ڪٻٽ مان ڊبل
روٽي ڪڍي، ٻه سنهيون سلائيسون ڪپي کڻي آيو. رکي ڊبل روٽي وات ۾ وجهي، هن چڪ
سان، گراهه وڍيو، ۽ چانهه جي ڪوپ مان سرڪي ڀري وات ئي وات ۾ ملائيندو ٿاهي. ڳڙڪائڻ
لڳو. "ڪيترو نه مختلف آهن، هي ٻئي ڇوڪرا! شايد هو ڊبل روٽيءَ جيان سڪل، ڳاڙهو
ڳِنُول ڇوڪرو به ڪڏهن ڳري جهري، هن نماڻي ٻلي ڇوڪري واڪر سڙي سڪي کهنجي
ڪانيءَ مثل ٿي ويندو!" افسانه نويس سوچڻ لڳو.

ڇوڪر چانهه ختم ڪري ورتي. هو فقط هڪ سلائيس ڳڙڪائي سگهيو هو. ٻي هن
کان ڪانه هلي سگهي. هو وري ڪنڊ ڏانهن ويو، خالي ڪوپ ڪنڊ تي رکي، هن ڊبل
روٽيءَ جي بچيل سلائيس، اوبر واري ٿانو ۾ اڇلائي.

افسانه نويس خاموش اکيون ڇوڪر ۾ کتل هيون. ڇوڪرو ڏاڍل روئڻ ڏانهن اٿين گهوري نهاري رهيو هو، ڄڻ چوندو هجي "ڏسو نه سهي، منهنجو ڪاڄ ني ڪيترو! پر...
......" ۽ ڇوڪر ٿڌو ساهه پريو...... افسانه نويس کي ڄڻ ڪنهن جهنجهوڙي ڇڏيو هئين.
هن جي دل ۾ خيال آيو ته هو ڇوڪر کي ڀاڪر پائي چوي "تون اداس ڇو آهين؟ تون ٿڌا ساهه ڇو ٿو ڀرين؟ تنهنجي اداسائي ته پوريءَ ڪائنات کي اداس ڪيو ڇڏي .........
معصوم ننڍڙا نينگر، تون اداس نه ٿي ........." پر هو خاموش رهيو.
نيل معصوم ڇوڪر، چانهه جي ڪئنٽر سامهون بيٺو، ڳاڙهي ڪنول ڇوڪري کي اداس نظرن سان ڇتائي ڏسي رهيو هو. ڪئنٽر جي پٺيان بيٺل ماڻهو، ڳاڙهي ڪنول ڇوڪر کي هوس ڀريل نگاهن سان ڏسي رهيو هو. تنهن نوبل ڇوڪر کي ڪاوڙ اچي وئي. "چاهي ڙي؟" ڇوڪر پنهنجو پورو زور لڳائي رڙ ڪئي.
"ڇوريءَ جا ڙرا!" ڪائونٽر پٺيان بيٺل ماڻهوءَ سنڌس رڙ جو جواب ڏنو.
"هڻ پڻ ......... (گار ڏئي) کي،" رانڊي اندران رنڊئي رڙ ڪئي.
"پوءِ تون ......" ۽ ڇوڪر ڇولدي چوندي رڪجي ويو. ڄڻ ڪنهن ڇپ ڪوري ڪڍي هجيس.
ڪئنٽر پٺيان بيٺل ماڻهو، ڏنڊ پڪوڙي ٻاهر نڪتو. هن ڇوڪر جي وارن کان وٺي، ڪيس ٻه ٽي ڏانڊوڙا ڏنا، ۽ سندس ڪنڌ مٿي ڪري، سندس منهن ۾ ٿڪڻ لڳو. ڄڻ چوندو هجي "سمجهو ڇا ٿي ڙي؟ ...... ڪوڙ ٿو ڪرين؟ ...... سڌو ٿي هلندين يا ......" ۽ پوءِ هن کي ڇڏي ڏنائين.
ڇوڪر جا وار ڇڏا، ته هو گهڙي پل ڪنڌ هيٺ ڪري بيٺو رهيو، ڄڻ ڪجهه سوچيندو هجي؛ پوءِ هن ڪنڌ کنيو. ٻه موتين جهڙا ڳوڙها، ڇوڪر جي پلڪن تي جمي بيهي رهيا- ڄڻ چوندا هجن، "ياد رک، اڄ ني، ايترو به ٻاهر ڪونه ايندا سون!"
ماني ختم ٿي چڪي هئي. افسانه نويس هٿ ڌوئي، دخل تي اچي پئسا ڏنا. ٻاهر نڪري، هو ٿڙندو ٿاٻڙندو گهر ڏانهن هلڻ لڳو.

---

## ڏاها!

ڏاها! پراڻي چڪي تي پاڻ نه پلاءِ! ڪجهه پنهنجو به خيال هلاءِ!
ٻاهر جي هر هڪ ڳالهه کي چنبڙي پوڻ ۽ ان تي اکيون پوري عمل ڪرڻ، پنهنجي غلام طبيعت جو ڍوڪو آهي؛ ۽ پنهنجي ڪمزور دماغ جو ثبوت آهي. قدرت چاهي ٿي؛ ته پنهنجي سر پنهنجي اصولن مطابق اسرڻ گهرجي.
مان توکي خاطريءَ سان چوان ٿو، ته جنهن تي پنهنجي ملڪ ۽ مذهب جو ٺپو هجي، تنهنکي به صحيح سمجهي، ڀلي قبول ڪر، ۽ استعمال ۾ آڻ ان جي خلاف جيسين ڪافي ثبوت نه مليو آهي؛ تيسين ان کي رد ڪرڻ حماقت ۽ جهالت نه آهي ته ٻيو ڇا آهي؟ ۽ ساڳئي وقت جنهن تي ٻاهر جي ڇاپ لڳل هجي، تنهنکي يڪدم رد ڪرڻ نه جڳائي. جيستائين ان کي رد ڪرڻ لاءِ ڪافي ثبوت نه هٿ اچن.
(وويڪانند)

بشير موريائي

# زندگيءَ جو روڳ

”جيل موڪليوس!“

”ٻا اهڙي سيکت ڏيوس، جو عمر ڀر ياد ڪري!“

”ٻار ٻچا به اٿس؟“

”انهن جو خيال به ڪونه ٿيس؟!“

”ڏاڍو ڪو چنڊال ٿو ڀانئجي!“

اهي سڀ ڳالهيون صدروءَ جي باري ۾ ٿي رهيون هيون، ۽ هو ڪنڌ جهڪائي ماڻهن جي انبوه جي وچ ۾ بيٺو هو. هن جو چهرو هر قسم جي جذبات کان خالي هو. هو رڳو ٽڪ ٽڪ ساهه کڻي رهيو هو، ۽ ڪڏهن ڪاٺ مِلَ جي مالڪ غوث بخش ڏانهن ٿي ڏٺائين، جيڪو ماڻهن جي ميڙ ۾ بيٺي سائن ڳالهائي رهيو هو.

”ڪم سچ پچ جيل وڃڻ جهڙو ڪيو اٿس. ڇا خودڪشي ڪرڻ گناهه نه آهي؟“ هن سوال پڇي، ماڻهن جي منهن ڏانهن داد طلب نگاهن سان ڏٺو، ڄڻ ته رڳو هن جي ذهانت اهو سوال جهٽي ورتو هو – ماڻهو هڪ ٻئي ڏانهن ڏسڻ لڳا، پر خاموش رهيا. هڪ بزرگ صورت شخص ماڻهن کي پري هٽائيندو اڳتي وڌي آيو.

”جيڪي اوهان چيو سو بيشڪ صحيح آهي. خودڪشيءَ جو ارادو ڪرڻ به ڏوهه آهي.“ ماڻهو ڪنڌ لوڏي ان ڳالهه جو اعتراف ڪرڻ لڳا. ڪن هڪٻئي ڏانهن ڏٺو، ۽ نگاهن ئي نگاهن ۾ هڪٻئي کان سوال جواب ڪيا.

”ٻار ٻچا اٿس!“ آن بزرگ شخص سوال ڪيو.

”شايد،“ ملِ جي مالڪ غوث بخش بي پرواهيءَ سان چيو.

”هائو اٿس. ٽي ٻار به اٿس،“ هڪ مزدور جواب ڏنو.

”ته پوءِ مان اوهان کي عرض ٿو ڪريان،“ بزرگ، غوث بخش کي مخاطب ڪندي چيو، ”ته انهيءَ بدنصيب تي رحم ڪريو. ڪيس ٿاڻي نه موڪليو.“

”هو ڪنهن رحم جي لائق نه آهي. هن کي جڏهن پاڻ تي ئي رحم نه آيو، ته پوءِ ٻيو ڪو مٿس ڪيئن رحم ڪري؟“ صدرو، ڪنڌ جهڪائي، آڱرين کي پيرن جي ڪوشش ڪندو رهيو. بزرگ چيو: ”هن تي نه سهي، پر هن جي ٻارن تي ضرور رحم ڪريو. سوچيو، جيڪڏهن هي جيل ۾ هوندو، ته پوءِ انهن جي سار ڪير لهندو؟ ڪير انهن کي پاليندو؟ گهر جي سنڀال ڪير ڪندو؟“

غوث بخش ڪجهه دير سوچيندو رهيو.

"چڱو، تو هان ستايو آهي، تنهنڪري ڇڏيانس ٿو."

"مراد وند ٿيندين، خوش رهندين شال،" بزرگ پنهنجي عزت افزائي تي خوش ٿي، هلڻ لڳو. وري ٿلهي موٽي، صدروءَ جي ويجهو آيو.

"وري اهڙو ڪڏهن ڪم نه ڪجانءِ - توکي زندگي ضايع ڪرڻ لاءِ نه ملي آهي. ان کي بهتر بڻاءِ. بزرگ جي وڃڻ کان پوءِ، اڪثر ماڻهو به هلڻ لڳا. رڳو ملڙيءَ جا مزدور ۽ منشي ويٺا رهيا.

غوث بخش وري وڃي موڙي تي ويٺو. صدرو ساڳيءَ حالت ۾ بت بڻيو بيٺو رهيو. ٿوريءَ دير کان پوءِ هڪ مزدور سڏڻ آيس.

"هل ڙي! سيٺ ٿو سڏئي، ٽن ڏينهن جو حساب صاف ڪري، دڪ چڪ."

هو مزدور جي پٺيان هوريان هلندو ويو.

"منشي صاحب، سيٺ جو حڪم آهي ته هن جو ٽن ڏينهن جو حساب چڪتو ڪري ڇڏيو."

منشي صاحب هڪ سنهو، ڊگهو رجسٽرڊ کوليو. ان ۾ ڪجهه لکيائين. "هيڏي اچ، ڪهو آڱوٺو ڪڍ......"

ٻاهر نڪري، سيٺ کان موڪلائڻ بنا، هو هلڻ لڳو، ته سيٺ گهرائي چيس، "ڇورا، ڇو حياتيءَ کان ڪڪ ٿيو آهين!"

صدروءَ ورائيو، "سائين، مون کان ته موت به ڪڪ آهي."

ائين چوندي، کيسي ۾ پيل ۰-۱۲-۳ ڪسي هٿ جي آڱرين سان محسوس ڪندي، اڳتي هلڻ لڳو.

* * *

هو پريشان هو. هو جڏهن به پريشان ٿيندو هو ته شدت سان پنهنجا پيءُ ماءُ ياد ايندا هيس. هن جو خيال هو ته هن جي پريشانين جو سبب به اهي ئي هئا، جن کي مئي ڪافي وقت ٿي چڪو هو — هن کي سڀ کان گهڻا خار، ان مهل، ماءُ تي ايندا هئا. هن جي دل ۾، تڏهن، ماءُ لاءِ ذرو به عزت نه رهندي هئي. "چوندا آهن ته ماءُ جي پيرن هيٺان جنت آهي. پر منهنجي ماءُ جي پيرن هيٺان شايد ڪا دوزخ جي باهه هئي، جنهن جون جهيبون اڄ به منهنجي جسم کي جلائي رهيون آهن." هو سوچيندو هو.

صدروءَ جو خيال هو ته جي هو شادي نه ڪري ها، ته هن جون پريشانيون وڌن نه ها. هن جي زندگي برباد نه ٿئي ها. ماڻس کي هن جي شاديءَ جو ڪيڏو نه شوق هوندو هو. هو اڃان جوان ئي مس ٿيو هو جو هن اها دعا گهرڻ شروع ڪئي هئي، "خدا ڪڏهن اهو ڏينهن ڪندو منهنجو صدر پرڻبو!"

هوءَ اهو جملو گهڻو ڪري تڏهن دهرائيندي هئي، جڏهن هن جون پاڙي واريون، هن سان ڪنهن شاديءَ وهانءَ جو ذڪر ڪنديون هيون، يا ڪنهن شادي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ڪا نينڊ ملندي هئس، يا جڏهن موس سان صدروءَ جي آئنده جي باري ۾ ڳالهائيندي هئي. صدرو، پنهنجي زندگيءَ جي شروعاتي ڏينهن تائين ته بيڪار گهمندو رهيو. پوءِ پيس کي ڪو خيال آيو، يا پون پاڙي وارن جي ريس تي، پٽ کي ميونسپل پرائمري اسڪول ۾ داخل ڪرايائين. هو اڃا پنجين سنڌيءَ ۾ ئي هو، جو پيس رضا ڪئي. صدروءَ کي وقت کان اڳ آيل تلخ مسئلن سان منهن ڏيڻو پيو. ڪي پاڙي وارا ڪڏهن پڇندا ڳاڇندا هئن. ماڻس انهن سان ڪم تي موڪلي ڏنس، ۽ اهڙيءَ طرح هن جو تعليمي مستقبل ختم ٿي ويو.

هن جڏهن پنهنجي پورهين ڪمائي ماءُ جي تريءَ تي آڻي رکي، ته مائٽ کهور کهور ويس، ليڪن دعائون ڪيائينس، ۽ ان وقت هن جي اها پراڻي خواهش ذاديءَ تيزيءَ سان اڀري آئي، ته پنهنجي صدر جي شادي اکين سان ڏسي! هن کي رپئي جي نوٽ تي صدروءَ جي ڪنوار جي مبهم تصوير نظر آئي. هن جي محويت تڏهن ٽٽي، جڏهن صدروءَ چيس، "امان، گرهه پچائي ڏي پلا!"

هن صدروءَ کي پيار ۽ محبت سان ڏٺو. هن جو صدرو ڪيڏو نه وڏو ٿي ويو هو! هن کي جلد ڪان جلد پرڻائڻ گهرجي.

جلد نه، دير سان ئي سهي، نيٺ هڪ ڏينهن صدروءَ جي شادي ٿي. مائٽ جي دل جي خواهش پوري ٿي. هن کي به شايد پٽ جي شادي ئي ڏسڻي هئي. پٽ جي شاديءَ کان پوءِ جلد ئي گذاري ويئي. هاڻي صدرو ۽ جوڻس اڪيلا ٿي پيا، هو، نئين شاديءَ جي نشي ۾ پوربائين اهترو پڌل رهيو، جو تن من جي سڌ به ڪانه رهيس، پر جئن وقت گذرندو ويو، تئن زندگيءَ جون تلخيون نئين سر پيدا ٿينديون ويون، جن هن کي چماٽون هنيون - اگهور ننڊ مان جاڳائي وڌو.

هن کي پهريون بار جاتو، ته ذاتي خوشي ٿيس، ۽ جڏهن جوڻس وير جا ڏينهن ڪاٽي وري تندرست ٿي، تڏهن بادشاهه پير جا نڪل ۽ ريوڙيون ورهايائين - پوءِ جوڻس محض پارن ڄڻڻ جي مشين ٿي پيئي. هن کي هر سال پار ڄمڻ لڳو. هوءَ پاڻ ڏينهون ڏينهن ڪمزور ٿيندي ويئي ۽ کيس هميشه هڪ نه ٻئي مرض جي شڪايت رهڻ لڳي. صدرو بدستور مزوري ڪندو رهيو. پوريءَ سوريءَ ڪمائي مان گهر جو ۽ دوائن جو خرچ ڪيتائين ڪو ڪري سگهندو. هو زال جي وڌين سان ويندڙ زندگي هڪ طرف، پارن جون بکون ۽ اهالا حال ٻئي طرف. صدرو عجيب ڪشمڪش ۾ مبتلا ٿي ويندو هو.

پوربائين، جڏهن گهر جو الڪو نه هوندو هيس، ڏکيو سکيو مڙني چڱو گذر ٿيندو هوس، ۽ جڏهن جوڻس تندرست رهندي هئي، تڏهن هو پاڙي جي اوسٽن سان پاهر سانريءَ تي به ويندو هو ۽ اتان ڪمائي موڪليندو هو. هاڻي ائين به ڪري نه ٿي سگهيو. هڪ ته جوڻس جي حالت اگهي ٻئي رهي، جنهنڪري پارن جي سنڀال به هن کي ڪرڻي پوندي هئي. پيو ته پاهر ڪم تي وڃڻ سبب هن جو خرچ به گهڻو ٿي ويندو هو. آئي هن کي ڪاڏي ۾ ويسي به ڏيڻي پوندي هئي، ۽ پيوڙيو ٽوبو خرچ جدا. پر مصيبت وڌي اها هئي جو شهر ۾ ڪم مڙيئي پورو سارو هو. هفتي ۾ چار ڏينهن مس ڪم سان لڳو ٿي نه ته پيو ٽيو پلو!

جوڻس کي پوربائين هلڪو بخار اچڻ لڳو هو، جو پوءِ وڌي ويو هو، ۽ انڪالواءِ هئي ۾ پنوائي به ايندي هيس، ۽ سيارو آيو ته کنگهه به شروع ٿي ويس.

ماءُ جي سنڀال ڪان سواءِ، پار به اپاڻڪا ۽ ڪک ٿي پيا هئا. انهن مڙني ڳالهين هن کي پريشان ڪري ڇڏيو ۽ هو جڏهن به پريشان ٿيندو هو ته ماءُ کي ضرور ياد ڪندو هو، جنهن هنکي ان جهنجهٽ ۾ ڦاسايو هو. نه هجي ها بانس، نه وڄي ها بانسري، نه ڪري ها شادي، نه پوي ها ڦٿين ۾. ڳويا هن جي شاديءَ جي اڪيلي ذميوار مائٽ ئي هئي!

* * *

هو جڏهن به ڪٿو پريشان ٿيندو هو، تڏهن دل ئي دل ۾ ماءُ ئي چوه جڏيندو هو، پر پوءِ جلدي ڪيس پڇتاءُ به ٿيندو هو --- ۽ وريءَ ڪوشش ڪان پوءِ ڪيس اهڙي قسم جي خيالي ڄار مان نجات ملندي هئي.

"مري وڃڻ جو ڪهڙو ڏوهه؟ زندگي ته گذارڻي آهي. ان سان منهن ته ڏيڻو ئي پوندو---"

۽ انهيءَ ڪهڙيءَ هن جي دل ۾ پنهنجي بيمار زال ۽ ٻارن لاءِ رحم ۽ پيار جو جذبو جاڳندو هو.

"هن ويچاريءَ جو ڪهڙو ڏوهه!" هو زال بابت سوچڻ لڳندو هو. "مان ئي پنهنجي جنسي خواهشن جو پانهو آهيان. مون پنهنجي هٿن سان پاڻ ئي هي سڀ پريشانيون پيدا ڪيون آهن: ۽ پاڻ ئي انهن جي شڪايت ٿو ڪريان! زندگيءَ جو ته ڪوئي ڏوهه ڪونهي- ۽ منهنجي زال جو به ته ڪوئي ڏوهه ڪون آهي!"

آخر جڏهن روزگار سان لڳو، تڏهن ڪجهه ساهه پيس. پهرئين ڏينهن جي مزدوريءَ مان گهر لاءِ سيڌو وٺي آيو. ٻئي ڏينهن ڪم تي ويندي سوچيندو پئي ويو، "جمعي تائين منهنجا ٽي روز ٿيندا. پوءِ ضرور ڪنهن سياڻي طبيب کان هن کي تپاسرائيندس" جڏهن ڪم واري جاءِ تي پهتو ته مستري صاحبڏني چيس، "صدورا!" هو سڏائين هن جي نالي کي ائين بگاڙي ادا ڪندو هو. "اڄ ڀلي تون فرحت وٺ، ٻئي ٽان سرون ڪونه آيون آهن. اڄ ڪم بند ڪيو اٿئون. رکو رسولي ۽ رحيم بخش کي اندر "پيٽين" ڪرڻ تي لڳايو اٿم."

هن ڀڙڪ به نه ڀولي. ماٺ ڪري، ڪنڌ جهڪائي گهر موٽي آيو. جوئس هن جي منهن مان اصلي ڳالهه ته سمجهي وئي.

"تڪليف وڌي وئي آهي؟" هن جهڪي، نرڙ تان وار هٽائيندي پڇيس. هوءَ جواب ۾ ڪنڌ ۾ اچي چڙڪي: ۽ هو ٻارن کي وٺي اڱڻ ۾ اچي ويٺو. سوچڻ لڳو، "ڪهڙي طبيب کي ڏيکارجي؟ ۽ پيسا ڪٿان اچن؟ مفت ۾ چڪاسڻ لاءِ ته ڪوئي تيار ئي ڪونه ٿيندو؟ ۽ جنهنجي دوا ٿيندي رهي ٿي، انجو ته ڪوئي حال ڪونهي."

هنکي حڪيم فتح محمد ياد اچي ويو. "ڪهڙو نه مهربان آهي"- هڪ دفعي هو پنهنجي پاڙيسري اوستي محمد عليءَ سان گڏجي ونس ويو هو. محمد عليءَ جي ننڍڙي بيمار هئي. هو ان جي دوا وٺڻ پئي ويو، ته رستي تي صدرو گڏجي ويو هوس. ڳالهيون ڪندي هو وچي حڪيم فتح محمد جي دواخاني تائين پهتا هئا.

"انهيءَ کي ڏيکارجي--- پر پيسا ته هو به گهرندو--- ۽ پنهنجو پاڻ وٽ ڪوڙي ئي ڪونه. تنهن هوندي به ڪوشش ته ڪريان. من کو روح ۾ رحم پوئس."

هو ٻارن کي راند ۾ مشغول رکي، انهيءَ جو انهيءَ مهل حڪيم فتح محمد وٽ ويو، ۽ کيس سموري ماجرا ڪري ٻڌايائين.

"سڀاڻي مان ڪهڙو ڪري ڪم سان لڳندس. جي اوهان علاج شروع ڪندا ته پيسا روز جو روز اوهان کي ملندا رهندا."

حڪيم فتح محمد، هن سان همدردي ڏيکاري، ۽ بيمار کي دواخاني آڻڻ لاءِ کيس چئي، ٻين سيڙبل مريضن ڏانهن متوجه ٿيو.

صدرو تڪڙو تڪڙو گهر ويو. پاڙي مان الله آنا اڌار وٺي زال کي يڪيءَ ۾ چاڙهي، حڪيم فتح محمد جي دواخاني تي وٺي آيو. مريض کي تپاسڻ کان پوءِ حڪيم چيس:

"سلهه جو خطرو آهي. علاج نه ٿيڻ جي حالت ۾ ته هڪدم ٿي پوندي- ڪي آثار ۽

اهڃاڻ ته هاڻي به نظر اچن ٿا.“

هن جا طاق لڳي ويا.

”تو هان مهر ڪري علاج شروع ڪريو. خدا ڪريو ته پنسا روزانو، سيالي کان وهائينڪي ڀڄائيندو رهندس. حڪيم هن سان شريفاڻو ورتاءُ ڪيو، ۽ ٻن ڏينهن جي دوا ڏنائينس. اهو سڄو ڏينهن هن تي ڳري ڇهوڙي خاموشي طاري رهي.

* * *

ٻئي ڏينهن به هو ڪم تي چڙهي نه سگهيو. هن کي هاڻي حڪيم شيخ محمد جي مريض مارڻ لڳو، جنهن شرافت ۽ همدرديءَ وچان هن جي گهر واريءَ کي مفت تپاسيو هو، ۽ دوا به ڏني هئائين.

”حڪيم جي پنسن جو ڇا ٿيندو؟“

سوچيندي مهل محمد عليءَ اچي هن جو در کڙڪايو.

”ٿيو ڪو چاڙهو؟“ صدروءَ جو منهن اٿل ڏسي محمد عليءَ پڇيو.

”مستري صاحب ڏني ته صفا رکو جواب ڏنو. شهر ۾ ڪم جي ڊرائي آهي. ٻاهر وڃي اٿو سگهان. گهر جي ته توکي خبر آهي. ڪيان ته ڇا ڪيان؟“

”ڪاٽ ملڊي تي مزوري ڪندين؟“ محمد عليءَ ڪجهه سوچي پڇيس.

اهو سوال هن لاءِ اونده ۾ روشنيءَ جي ڪرڻي مثال هو.

”ڪنهن جي ملڊيءَ تي؟“ هن دلي اضطراب کي خوشيءَ ۾ تبديل ٿيندي محسوس ڪيو.

”غوث بخش کي سڃاڻين؟“

هن ڪنڌ لوڏي ”هائو“ ڪئي.

”ڇا ارادو ڪيئي؟“

”پر، اها به ڪا پڇڻ جي ڳالهه آهي؟“

”ته پوءِ مونسان گڏجي هلجانءِ.“

* * *

جنهن ڏينهن کان، صدروءَ ڪاٽ ملڊيءَ تي مزوري ڪرڻ شروع ڪئي، ان جي ٽئين ڏينهن هڪ دردناڪ حادثو ٿيو. ملڊيءَ جي مزدورن جو عوضو ڪم رکو ڪاٽيون ڍونڻ هو پر هنن کي اڪثر بيڪار ۾ به وهايو ويندو هو. تنهن ڏينهن بخشو کي مستري ڪاٽ چيرڻ جي مشين تي بيهاريو هو. هو انجاڻ هو. مشين جي پوري خبر ڪانه هيس. اچانڪ هن جي ٻانهن مشين جي ڪاٽ سان ڪٽجي پئي. هنجي رڙين تي مزور ۽ مستري ڊوڙندا آيا، ۽ ٻئي ڏهائي مشين بند ڪئي ويئي. ملڊيءَ جا باقي مزور، منشي ۽ ملڊيءَ جو مالڪ غوث بخش اچي پهتا. غريب مزور جي ٻانهن رکو گوشت جي تند تي ٽڪي لڙڪي. اهو دردناڪ نظارو ڏسي ڪيترن پنهنجا منهن ٻئي پاسي ڪري ڇڏيا. هن کي اسپتال نيو ويو. ٻن ٽن ڏينهن تائين مزورن ۾ انهيءَ حادثي جو چوپول رهيو ـــ صدروءَ ٻين مزورن جي واتان ٻڌڻ ۾ آيو، ته بخشو کي سيٺ ٢٥ رپيا به ڏنا، ۽ علاج به پنهنجي خرچ سان ڪرائي رهيو آهس.

ان کان پوءِ صدرو هڪ عجيب ذهني ڪشمڪش ۾ مبتلا رهيو.

عيدو، ڪاٺين ڪٽڻ لاءِ گدام ۾ آيو، ته صدروءَ ٻي ڳالهه ڏنائين.

"صدر راڄا! ٻيڙيءَ جو وزن ٻُڌم تہ هئاءِ."
"هون" هن جي خيالن جو سلسلو ٽٽي پيو.
"هون جا ٻچا، ٻيڙي ڪيا!"
"هون ـــ ها!" هو جڏهن تہ ننڊ مان سجاڳ ٿيو، ۽ کيسي مان ٻيڙي ڪڍڻ لڳو.
"بخش کي حالي تہ بهاري ٿي پئي. گهر وڃي ٢٠٠ رپيا ملي پوس!" هن عيدوءَ کي ٻيڙي ڏيندي چيو.
"غريب جي پاڻهون تہ وڃي نہ ـــ سودو تڏهن وارو ٿورو ئي آهي؟"
صدرو چپ رهيو. سوچيندو رهيو.
"ايترا سو رپيا مون کي ڪيڏو نہ فائدو پهچائي سگهن ٿا!"
هو وري خيالي چار ۾ ڦاسي ويو. هن جي اکين اڳيان زال جو نحيف جسم، مبهم صورت ۾ ڦرڻ لڳو.
"هن جي حالت خراب ٿي رهي آهي. هوءَ زندگي ۽ موت جي ڪشمڪش ۾ مبتلا آهي. ٻارن جي حالت خراب آهي. مونکي ٢٥٠ رپين جي سخت ضرورت آهي. ڪاش مان بخش جهڙو ها!" هو سوچي رهيو هو.
"مان بہ تہ ائين ڪري سگهان ٿو!" هن کي هڪ خطرناڪ خيال آيو. وري سوچيائين تہ بخش ائين پاڻ تہ نہ ڪيو هو. شايد ڪوئي بہ ائين نہ ڪري سگهندو. ائين هن جي ذهن ۾ خيالن جي آنڌ مانڌ مچي وئي. آخر هن طئي ڪيو "ها، مان ائين ڪري سگهان ٿو. مون ۾ ايتري ٿوت آهي. ايتري ......"
هو تيزيءَ سان، بي اختيار ٿي مشين واري ڪمري ڏانهن وڌيو. مشين ان وقت بند هئي. ڪڙي ڪاٺ جي تختي تي ڪيترائي ٻٽڻ لڳل هئا. هو هڪ هڪ ٻٽڻ کي هيٺ ڪندو ويو. آخر هڪڙي ٻٽڻ کي هيٺ ڪرڻ سان مشين گوڙ ڪري هلڻ لڳي. مشين چالو ٿيڻ جي آواز تي مستري ٻئي ڪمري مان نڪري ڀڄندو آيو. ۽ ان کان اڳ ۾ جو صدرو پنهنجي پاڻهن مشن جي ڪرٽ ۾ ڏئي، هو وٽس اچي پهتو، ۽ کيس گهڙيءَ کان ڪڍي ڇڪي ورتائين. هن کي سيٺ غوث‌بخش جي اڳيان پيش ڪيو ويو، جتي سيئي مزدور ۽ ٻيا ماڻهو اچي گڏ ٿيا. هن تي خودڪشيءَ جو الزام هڻي نوڪري مان ڪڍي ڇڏيائون.

... ... ...

صدرو، کيسي ۾ ٽن رپين، ٻارهن آنن کي هٿن سان محسوس ڪندو گهر پهتو.
"اڄ دوا وٺي وسري وئي چا؟" جوٽس پڇيو، جيڪا هنجي منتظر ٿي ڏٺي.
هن چپ چاپ، کيسي مان ٠-١٢-٣ ڪڍي هن جي اپري بيمار جسم تي پکيڙي ڇڏيا.

---

## اصول

ٿل اسان سڀني جو اصول هجي، پنهنجو، پنهنجي ملڪ جو، ۽ سموري قوم جو فائدو ۽ اهائي تمنا هجي تہ ٿل ڏٺيءَ جي مهر سان منهنجو ملڪ هن زمين تي هڪ شاندار ۽ روشنيءَ جو منارو هجي؛ ۽ نہ ظلم ۽ زوريءَ جو، ۾ سياڻپ، صلح، ۽ بهادريءَ جو. جنهن ڏانهن سڄي دنيا جون قومون محبت جي نظرن سان نهارين.
(ڊينيئل ويبسٽر)

# مزدور

رستن تي موٽرون، سمنڊن ۾ جهاز، هوا ۾ هوائي جهاز، شهرن ۾ مشينون ۽ ڪارخانا، اهي سڀ ڪنهن تيار ڪيا آهن؟ ۽ انهن کي هلائي ڪير ٿو؟

اوهان جا محل ۽ ماڙيون، ڪنهن جي "محنت جي رت" سان رڱيل آهن؟ هنن جي هڪ هڪ سر تي ڪنهن جي درد جو داستان نقش ٿيل آهي؟ خاڪ جي ذري ذري کي هن جي جاه و جلال جو راز معلوم آهي؛ پر هڪ توکي نه!

اها مبارڪ ساعت اچي پهتي آهي، ڪي هٿ اٿيا آهن، ۽ فلڪ بوس ٻهاڙن کي ڪٽي رهيا آهن.

اوهانجي عيش ۽ خدمت لاءِ جنهن ڪوليءَ ۽ مزدور جي صورت اختيار ڪئي آهي، اوهانجي ڪم ڪار ڪندي، جو هميشه خاڪ آلود رهي ٿو، جنهنجا هٿ رستن جي پٿرن کي ڪٽيندي، خون آلود ٿين ٿا، اهو ئي ڪائنات جو معمار آهي، ۽ مان ان کي ئي ڪامل انسان سمجهان ٿو. مان ان جا ئي گيت ڳايان ٿو.

هنجي دکي دل ۽ ڦٽيل هٿ، هڪ "نئين دنيا" جو بنياد وجهي رهيا آهن.

هاڻي اها اميد نه رکو، ته اهي خاڪ لشين، اوهان بالا نشين ماڻهن جي اڃا به عزت ڪندا رهندا!

زمين انهن جي ملڪيت آهي، جي محبت سان کيس پنهنجو اجهو ۽ آسرو سمجهن ٿا، ۽ زمين پنهنجو پاڻ ان کي ئي حوالي ڪندي.

مان انهن پيرن کي چمان ٿو، جي ان خاڪ پاڪ سان ڀريل آهن. جا جبلن جي ڏاکڻ ۽ زمين کي چيرڻ، ڪان ٻوءِ پيدا ٿئي ٿي.

اڄ انهن مظلومن ۽ بيڪس ۽ لاچار ماڻهن جي خون ۾ رڱجي، هڪ نئون آفتاب اڀربو آهي.

هينئر سڀني غلط بندشن کي ڦٽو ڪريو.

فلڪ ڪج ادا کي گهرجي، ته هو اسانجي آشياني تي ٻاش ٻاش ٿي ڪري پوي؛ جنهن ۽ تارن تي لازم آهي، ته هو آسان تي گلن جي ورکا ڪن، ڇو ته اسان "نئين دنيا" جو بنياد وڌو آهي.

سڀ انسان ٻڌن! اسين سڀ هڪ قافلي جا مسافر آهيون، ۽ هڪ جي تڪليف سڀني جون دليون محسوس ڪن ٿيون. گويا هڪ جي بي عزتي ساري انسانيت جي توهين آهي.

هڪ "نئين دنيا" نون مقصدن سان زندگي جي صحيح راه تي هلي رهي آهي، جنهن کي ڏسي خدا خوشيءَ مان مشڪي رهيو آهي، جا لاءِ ته سندس منشا برصواب ٿي رهي آهي؛ پر شيطان ڏکي رهيو آهي، ۽ روئي رهيو آهي. (نذرالاسلام)

# مضمون

علامہ آءِ - آءِ - قاضي

# علم ادب

گذريل چاليهه سال سفر ۾ رهڻ سبب، مونکي پنهنجي مادري زبان جو استعمال گهٽ رهيو آهي. انهيءَ سبب مون کان فصاحت ۽ بلاغت جي توقع ڪرڻ بيجا ٿيندي. منهنجو ارادو فقط هيءُ آهي ته پنهنجا مقصد ۽ خيالات توهان تائين پهچائي سگهان. جيڪڏهن انهيءَ ارادي ۾ ڪامياب ٿيس، ته مون کي ذڪيري ٿيڻ جو ڪو واجبي سبب ڪونهي؛ ڇالاءِ ته زبان جو غرض ئي اهو آهي ته اسان پنهنجا خيالات ۽ معنيٰ ٻين ٻني نوع انسان تائين پهچائي سگهون. ڏيڍ سال کان جيئن ولايت مان آيو آهيان، تيئن "ادب" لفظ جو استعمال سراسر غلط طرح ٻڌي پڙهو اٿم، ۽ خود "ادب" جي استعمال جا موقعا تمام ٿورا نظر چڙهيا اٿم. جڏهين ڪو به اصطلاح يا لفظ غلط معنيٰ ۾ ڪم اچڻ شروع ٿئي ٿو، تڏهن ان جو اثر ڪم ۾ آيندڙن تي ضرور پنهنجو نتيجو پيدا ڪري ٿو.

هيتر عام طور سان، "ادب" جي معنيٰ ادب ئي سمجهيو وڃي. جيڪڏهن چئجي ٿو ته فلاڻو ڏاڍو "اديب" آهي، ته انهيءَ سمجهڻ جي بجاءِ ته هن ۾ لطف ۽ لطافت طبع، زيب ۽ زينت افعال موجود آهن، ائين ٿو سمجهڻ ۾ اچي ته هو ڪنهن به قسم جي ڪتاب لکڻ تي حاوي ٿيو آهي. اهو "ادب" لفظ جو سراسر غلط استعمال آهي.

"علم ادب" جو لفظ جڏهن عربن پيدا ڪيو، ته يورپ انهيءَ جي معنيٰ پنهنجي لاءِ "Elegant Literature" يا "Polite Literature" يا "Belles Letters" مقرر ڪئي: مطلب اهو هو ته اهو علم ۽ اها تحرير جا ادب؛ لطافت طبع، زيب ۽ زينت عمل ڏانهن اشارو ڪري ۽ انهن جي حاصل ڪرڻ ۾ مدد ڪري. اهو عربن جو ڪم هو ته يورپ کي سيکارين ته نشاني تاديب جي اها آهي ته انسان جي طبيعت ۾ لطف ۽ لطافت، زينت ۽ نزاڪت پيدا ٿئي. انهيءَ جو هڪ تاريخي مثال توهان وٽ موجود آهي. ڊيوڪ آف چيسٽر فيلڊ کان سندس پٽ جو پئرس ۾ تعليم وٺڻ ويو آهي، سو ٿو پڇي ته "خاص طرح ڇا سکان." تنهن کي جواب ۾ لکي ٿو ته "Learn Graces, Graces, Graces": ئي ٽئي هڪڙي لفظ جو ورائڻ، سوني عرب نموني ڏانهن انگشت نمائي ڪري ٿو، ۽ Graces اڪثر جامع اکر آهي جنهن مان سموري علم ادب جي معنيٰ پيدا ٿئي ٿي.

اڳئين سال جڏهين مون کي دادوءَ جي ادبي سوسائٽيءَ جي صدارت جو موقعو مليو، تڏهين مون "ادب" جو اشتقاق پڙهايو هو ته اهو "ادب" لفظ مان نڪتل آهي جنهن جي معنيٰ آهي "سرڻ ۽ پٽ تي رڙهي هيون پائڻ" (To creep and crawl)، ۽ انهيءَ رڙهڻ ۾ ڏيندو ٻار لاءِ به ڪم اچي ٿو: "ادب" لفظ جي معنيٰ آهي انهيءَ رڙهين ڏيندو ٻار کي

پيدا ڪندڙ. قرآن اهو معنيٰ خيز اڪر هن طرح ادا ڪيو آهي: "لم سواڪ رجلا." جانور جو پيرن تي ٿو هلي تنهن کي سڌو ڪري بيهارڻ ته هن جي نظر آسمان ڏانهن پهچي. هن معنيٰ ۾ به اهو لفظ ڪم ۾ اچي سگهي ٿو ته "حيوان مان ماڻهو ڪرڻ." سنڌي اصطلاح موجب مطلب ٿيندس "اڻ گهڙيل ڪاٺ کي رندو هڻي سڌو ڪرڻ." اهوئي غرض هو جو ڪالهوڻي ڪالهه استاد، اديب مقرر ٿيندا هئا ته ٻار جڏهن ڇهن ستن ورهين کان وڌو ٿئي ته هن جي تاديب شروع ٿئي. تاديب کانسواءِ تعليم بي سود آهي انهيءَ ڳالهه ڪندي حافظ جي هڪ سٽ ياد ٿي اچيم:

"حافظا علم و ادب ورز، که در مجلس شاه
هر که را نيست ادب، لائق صحبت نه بود."

- ۽ اقبال جون سٽون به ياد ڪرڻ جي لائق آهن:

"دين سراپا سوختن اندر طلب،
انتهايش عشق آغازش ادب.
آبروي گل ز رنگ و بوءِ اوست،
بي ادب بي رنگ و بو بي آبروست.
نوجوانے را چو بينم بي ادب،
روز من تاريک مي گردد چو شب."

"اديب بي ادب"- سو اهڙوئي مضحڪ خيز معاملو آهي جهڙو آهي "شاعر بي شعور."
"شعر" لفظ جي معنيٰ عربيءَ ۾ آهي "ڄاڻڻ." انگريزي ترجمو ان جو ڪجي ته ٿيندو "Perceive". شاعر جي لاءِ انگريزي لفظ آهي "Poet". "Poet" يوناني لفظ مان نڪتل آهي جنهن جي معنيٰ آهي "Maker". جيڪڏهن انهيءَ لفظ جو پارسيءَ ۾ ترجمو ڪجي ته ٿيندو "صنعت گر." يا وري انهيءَ جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪجي ته ٿيو "Craftsman". يورپ ۾ هينئر جيڪڏهن ڪو شعر تتبع تي وڃي ٿو ته پاڻ کي ڪلاڪار ڪوٺائيندو، جا لاءِ ته اُنين سمجهيو ٿو وڃي ته جي شاعر پنهنجي دل مان بغير ڪوشش جي ڪا نئين معنيٰ نه پيدا ڪئي ته بي جان شعر بيڪار آهي. جنهن تور صنعت گريءَ کي پهرين شعر سڏيو هو سا هينئر شعر جي حقيقت کي پهچي ويئي آهي، گرچ "شعر" واسطي سنڌس ڪم آندل لفظ اڄا غلط آهي: ۽ جن وٽ صحيح لفظ مستعمل هو، تن وٽ هن وقت غلط استعمال آهي. اتي به حافظ اسان جي حمايت ٿو ڪري، ۽ انهيءَ مسئلي تي روشني ٿو وجهي:

"آنرا که خواندي استاد، گر بنگري بتحقيق
صنعت گريست اما، طبع روان نه دارد؛"

هتي هو "صنعت گر" ۽ "شاعر" جي معنيٰ کي متعين ٿو ڪري.

شاعر ته ڌهيو، هر حقيقي انسان جي مقدر جو غرض به اهو آهي، جيئن اقبال چيو آهي:

"حيات چيست جهان را اسير جان کردن."

"It is the soul that body makes"; ۽ اسان وٽ عروض ۽ قافيي کان سواءِ شعر جي ٻين حقيقتن جو خيال به ڪونه ٿو ڪيو وڃي، جي ته اهي ضروري آهن ئي ڪونه: بمصداق هن جي ته "هلي نه هلي وٽ رينگٽ کي": ۽ انهيءَ ڪري اسان جا شاعر اقبال جي مقولي جي زد ۾ اچن ٿا:

"حرات چيست جهان را اسير جان کردن،
تو خود اسير جهاني، کجا تواني کرد؟"

هاڻي اسين انهيءَ نتيجي تي پهتاسين ته جيئن اسان جو علم "ادب" جي خوشبوءِ کان خالي آهي، تيئن اسان جو شعر بي شعور آهي. "شعور" جي معنيٰ آهي "ڄاڻ." عربيءَ ۾ "ليت شعري!" جي معنيٰ آهي "ڪاش آءٌ ڄاڻان!" اسان جي شعر ڪوين ۾ ته معنيٰ جو خيال ئي ڪونهي. نه وري دل منجهان ڪو آلاپ ٿو نڪرين. تتبع تي صنعت ڪري ڪرڻ انهيءَ ڪي شعر چيو ٿو وڃي: ۽ حقيقت ڇا آهي ته جيستائين قلب جي خون منجهان اکر ڪاڙهي نه نڪرن، ۽ خود بخود بغير ڪوشش جي زبان تائين نه پهچن، ۽ آلاپ اهڙو بي خبريءَ جو هجي جهڙو قمري يا بلبل جو سرود، تيستائين انکي شعر چئي ڪونه سگهبو. سانگيءَ ويچاري، جنهن پنهنجي پچاڙيءَ جي جاءِ اسان جي شاهه جي پيرن وٽ مقرر ڪئي، تنهن ڇا چيو آهي:

"جو ترنم ٿو ڪريان سو ٿو ڪريان مستيءَ ۾.
ڪ ته اهو آهي ته اسان وٽ اهي مست رهيائي ڪونه.

"افسوس! ڪز قبيلهٔ مجنون ڪسے نه ماند."

اسان جو شاهه، اسان لاءِ، سند ڪافي ۽ شافي آهي. ڪڏهن شاهه به تتبع تي شعر لکيا؟ جيئن قران جي دعويٰ آهي ته مون جهڙيون ڏهه آيتون پيدا ڪري ڪونه سگهندو، تيئن آءٌ به دعويٰ سان ناظرين کي ٿو چوان ته جي ههڙيون ٽي سٽون ڪنهن منجهان پيدا ٿين. ته سڄيءَ سنڌ کي ڪيس مبارڪ ڏيڻ جو موقعو پيدا ٿيندو:

"وريتيون ورو، آءٌ نه ورندي وري،
جڏي من جبل جو ٽانگهيندين ترو،
جتن ساڻ ڏرو، نينهن نبيرو نه ٿيو."

يا هي به سٽون ٽي:

"جو گهٽوا جهان ۾ سوري ۽ سازي،
پري جن پاري، آءٌ نه جيئندي ان ري."

مون کي اوهين معاف ڪندو، جيڪڏهن آءٌ انين چوڻ جي جرئت ڪريان ته اسان جو شاهه والا جاهه اجان هڪ اهو موتي آهي جو سپ ۾ بند آهي، ۽ جنهن کي اڃا هٿ لائڻ جي به طاقت ڪنهن کي ڪانه ٿي آهي. مون تي اعتبار ڪندو جيڪڏهن چوان ته انهن ٽيڻن سٽن تي ڪتاب لکي سگهجي ٿو، ۽ اهي عميق معنائون منجهس آهن ۽ انهن قراني معنائن تي انگشت اماني ٿو ڪري، جي جيڪر ظاهر ٿين ته ڪنهن به اولاديءَ دل جي منور ٿيڻ لاءِ ڪافي آهن! هتي جيڪر سرسري ذڪر ڪريان ته به هڪ ڪلاڪ لڳي وڃي. اهو آهي انهن ٽن سٽن جو احوال، جن ۾ عوام الناس سواءِ لفظن جي ٻي ڪا زياده معنيٰ ڏسي ئي ڪونه ٿو.

هندستان ۽ پاڪستان جي موسيقي جي به اها حالت آهي. چار هزار ورهيه اڳ، ڪن سگهڙن چار راڳ ۽ راڳڻيون ٺاهيون سي اڃا تائين رائج آهن، ۽ ڪنهن کي جرئت نه ٿي آهي ته انهن تي اضافو ڪري. تخليق جو در ئي بند آهي. شعر ۽ موسيقي ٻئي، هڪ ٻيءَ طرح، الفاظ تي منحصر آهن، ۽ دل سان تعلق رکن ٿا. آهون يا خون پريا الفاظ ڪا معنيٰ پيدا

ڪن، تنهن کي موسيقي ۽ شعر ٿـو چئجي. موجوده يورپي موسيقي، يورپ کي عربن وٽان حاصل ٿي. سورهين صديءَ تائين انهيءَ کي ولبو آيا. پوءِ ڪن اڻائين ڪجهه انهيءَ ۾ ڪمي بيشي ڪري پنهنجي يڪرنگيءَ جو ثبوت ڏنو. پر اهو باخ لاءِ چڙهيو ويو ته ان کان اڳ ان ۾ جدت آئي. باخ ۽ اسان جو شاهه ڪريم بيش هڪڙي ئي سال ۾ پيدا ٿيا، ۽ سندن ٻنهي جو زمانو به هڪ ئي سان نهايت ويجهو آهي. باخ کان وٺي اڄ تائين، يورپ ۾ تخليقي موسيقي ايتري ترقي ڪئي آهي، جو اڄ مس مس سڃاڻي ٿو سگهجي ته انهيءَ جو بنياد عربن جيڪو ماڊو يورپ ۾ آندو انهيءَ تي ٻڌل آهي. انهيءَ کي چئبو آهي جدت ۽ تخليق. هندستان ۾ مجدد پيدائي نٿو ٿئي. عربن ساري هاڻوڪي دنيا کي عروض ۽ شعر جو قانون ڏنو. ايران کي به ايترو جيترو يورپ کي. جنهن علم، شعر ۽ علم موسيقيءَ کي Romantic ٿو سڏجي، سا سموري عربن جي پيدائش آهي. پر رڳو ظاهر ۽ جسم کي وٺي ويهڻ ۽ معنيٰ جو خيال نه ڪرڻ، سو آهي قلب ۽ زبان کي جدا ڪرڻ: قرآني نالش "يقولون بالسنتهم ما ليس في قلوبهم" سا هن سان به ايتروئي لازم ۽ لاڳو آهي جيترو ڪنهن منافق سان. زبان کي دل جو رفيق هئڻ جڳائي، خاص ڪري شاعر لاءِ: ۽ ڪلام فطرت، دل منجهان پيدا ٿو ٿئي، جيئن اقبال ٿو چوي:

"خدا اگر دل فطرت شناس دے تجھکو؟
سکوت لالہ و گل سے کلام پیدا کر."

باقي سمورو حقيقت کان بعيد ۽ ڌيڪاءُ آهي.

هڪڙي هڪڙي لفظ جي غلط استعمال سبب، ٿـورا جا اها زبان استعمال ٿي ڪري، تنهن کي ڪيترو نقصان ٿو پهچي، تنهن جو ثبوت هيءُ آهي ته محض هڪ لفظ، جو اسان جي نهايت محبوب شاعر اقبال هڪ يوروپي تخيل جي ترجماني ڪندي ڪم ۾ آندو، ڪيترو نقصان ڪيو آهي تنهن جـو اندازو اوهين ڪري ئي نٿا سگهو. اهـو لفظ آهي "خودي" جو اڄ هر ڪنهن ٻار جـي وات ۾ آهي، جا لاءِ ته اقبال ان جو استعمال ڪيو. ڪيترن ئي "رموز بي خودي" اقبال لکي پر جيترو نقصان لفظ "خوديءَ" جـي استعمال ڪيو خاص ڪري جوانن کي، تنهن جي تلافي ٿي نٿي سگهي. حقيقت هيءَ آهي ته هن انهيءَ منزل کي "خودي" سڏيو جـا منزل "خوديءَ" ۽ "بي خوديءَ" ٻنهي کان مٿاهين آهي. محض غلط لفظ جي استعمال، ۽ نه سندس سمجهه جي چوڪ کان هيترو نقصان ٿيو. "خودي" جي معنيٰ جيڪڏهن محض "پاڻ" ٿي ڪري وٺجي ته اسان جو شاهه هر حالت ۾ هوند ان کان جند آزاد ڪرائڻ جي مصلحت ٿو ڏئي:

"جي مون پڙهيا پاڻ لئي سيني سيل ٿيام"؛
"پاڻان پاسي ٿي"؛
"جني پانيو پاڻ، سي آرائيان اوري رهيون"؛
"وڃائي وجود، تهان پوءِ تڪبير چئو".

خود اقبال جوانن کي ٿو صلاح ڏئي ته وقت آيو آهي ته خوديءَ کي ڇڏي خدا ڏانهن لاڙو ڪيو. سندس بهتر غزل، انهن ڏينهن جو جڏهن فلسفو نه پر شعر سندس طبيعت جو معيار هو، تڏهن ٿو چوي:

"مين جبهي تک تها که تيري جلوه پيرائي نه تهي،
جو نمود حق سے مٹ جاتا هے وه باطل هون مين."

انهيءَ غزل جي شروع ٿو ڪري، ڏاڍيءَ ڪڙيءَ سهڻيءَ سٽ سان:

"سختيان ڪرتا هون دل پر غير سے غافل هون مين،
هائے کيا اچهي کهي ظالم هون مين جاهل هون مين."

اڄ "خوديءَ" جي معنيٰ ٿي ورتي وڃي اها ساڳي جنهن جو ابليس اظهار ڪيو هو، جڏهن چيو هئائين ته "انا خير منه" خود غرضي، خود خيالي، غرور، تڪبر، انهن موٽي کي اڄ "خودي" سمجهيو ٿو وڃي؛ ۽ جڏهن اقبال جهڙي ماڻهوءَ مصلحت ڏني ته انهيءَ خوديءَ کي پيدا ڪر — جڏهن طبيعت حيواني ۾ شروع کان اها موجود ٿي ڪانهي — ته پوءِ ٻڌندڙن جي ڪهڙي گت ٿي هوندي؛ سا توهين پاڻ تصور ڪري ٿا سگهو. صرف انسان نه پر حيوان به انهيءَ خوديءَ ۾ ورتل آهن. شاهه صاحب جي سٽ انهيءَ تي انگشت نمائي ٿي ڪري:

"عالم آئون ساڻ ورتو آئون پير ڪري."

مرض جيڪڏهن ڪو آهي ته اهو آهي ته پاڻ کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ موجود ئي نه سمجهي. جيتري قدر، آءٌ اقبال جو واقف آهيان ۽ ساڻس صحبت رهي اٿم، هن جنهن حالت ۽ منزل انسانيءَ بابت ذڪر ڪرڻ ٿي گهريو، تنهن لاءِ "خودي" لفظ ڪنهن به صورت ۾ ظاهر ڪري نٿو سگهي. "خودي" لفظ اسان جي زبان ۾ متفاوت جي معنيٰ سان ڪم آيل آهي. جا منزل اقبال پيش ڪرڻ ٿو گهري، انهيءَ حالت لاءِ قرآن "فرديت" يا "شخصيت" جي لفظ سان ادا ٿو ڪري، ۽ جيڪڏهن فارسي لفظ ڪم آندو هجي، ته ويجهي ڪان ويجهو ٿو ٿي جيڪو هيئنر سمجهي ٿو اچي سو "يڪتائي" آهي. پر "يڪتائيءَ" ۽ "خوديءَ" جي وچ ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. خود "فرد" لفظ اقبال هن طرح ڪم ٿو آڻي:

"فرد قائم ربط ملت سے هے تنها کچھ نهين."

هاڻي جڏهن "فرد" خود ئي "ربط ملت" کانسواءِ ڪجهه نه آهي ته هين "خودي" ڇا ٿي جوي! پر زياده تر سندس غلط اصطلاح چونڊڻ جو ثبوت "خودي" لفظ جي هن استعمال مان ملي ٿو: "خودي از بے خودي آيد پديد." هن مان صاف ظاهر آهي ته سندس ضمير ڪنهن ٻيءَ معنيٰ کي ٻيو آڏلي، جا خوديءَ ۽ بيخوديءَ ٻنهي کان ٻاهر آهي. جا خوديءَ ۽ بيخوديءَ ٻنهي تي حاوي آهي. ڇا لاءِ ته خودي ۽ بيخودي هڪ ٻئي کان متضاد آهن. پوءِ خودي وري بيخوديءَ مان ڪيئن پيدا ٿيندي؟ سوانح حيات لکندڙ هن جو استفسار هن طرح ٿو ڪري:

"انفرادي حالت مين خودي بالکل خود مختار مطلق العنان اور سراپا غرور هو جاتي هے ليکن جماعت مين شامل هو کر يه تمام اخلاق رذيله بدل جاتے هين."

هاڻي، هن مان ٻي ڪهڙي معنيٰ ڪري سگهجي سواءِ هن جي ته خودي اخلاق رذيله جو بنياد آهي؛ ۽ هيئنر اهو ثابت ٿيندو ٿو وڃي. جن انهيءَ لفظ جي استعمال کي سمجهيو آهي تن ۾ اهي موٽيي اخلاق رذيله پيدا ٿيندا ٿا وڃن. اقبال وري به پنهنجو پاڻ فيصلو ٿو ڪري:

"در جماعت خود شکن گردد خودي،
تا ز گل برگے چمن گردد خودي"

هاڻي، جڏهن خود شڪن ٿيڻ جي ضرورت محسوس ڪئي ٿي وڃي ۽ سندس مجي لڳي هتي نقصان ڪار تصور ڪيو ٿو وڃي ته پوءِ ڪيس طاقت ڏيڻي آسمان تائين پهچائڻ ۽

ڪهڙو فائدو؟ پر خود وري اهي دوائون جيڪي ڳوليون اٿس خوديءَ جي علاج ڪرڻ لاءِ، يعني جماعت ۽ ملت، تن ني ڪان نااميد ٿي پاڻ کي هن طرح سان ادا ٿو ڪري:

"دلي بر ڪف نهادم دلبري نيست،
متاع داشتم غارت ڪري نيست،
درون سينهٔ من منزل ڪير،
مسلماني زمن تنها تري نيست".

اها شهادت اقبال جي صحيح آهي ۽ اچي ٿي انهيءَ فرديت تي پهچي، جنهن جو قرآن ذڪر ڪيو هو ته قيامت جي ڏينهن سڀئي فرد جي حالت ۾ ايندا جنهن لاءِ هيٺين ۾ چيو ويو هو:

"لاتزروازرة وزر اخرىٰ"

انهيءَ صورت ۾ اسان جي ناقص خيال ۾ ٿو اچي ته جيڪڏهن انهيءَ منزل انسانيءَ جو اسم بامسمىٰ ڳوليو ٿي ويو تڏهن بهترين اکر اهو ٿي مليو جو قران ني ڪم ۾ آندو، يعني "فرديت" يا "شخصيت" - هروڀرو ته پارسي "لفظ يگانگي،" جنهن کي انگريزيءَ ۾ Uniqueness چيو ٿو وڃي. هي سمورو اسان ذڪر انهيءَ ڪري ڪيو ته هڪ لفظ جو غلط استعمال انسان کي ڪيترا واهڻ ٿو ولوڙائي. اڄ اسان جو "ادب" ۽ "شعر" به انهيءَ طرح سان غلط استعمال ۾ ڪم ٿا اچن، ۽ انهيءَ جو اثر جو قوم تي ٿو پوي ۽ پيو آهي تنهن جو اوهين تصور ني ڪري نٿا سگهو. اسان جو خاص عرض آهي ته وري انهن کي انهيءَ معنىٰ ۾ ڪم آڻيو جا هنن جي حقيقي معنىٰ آهي، ۽ نوجوان جي "ادب" جي لفظ جي حقيقي معنىٰ کان بي بهره آهن ۽ جن کي، بشهادت اقبال، ڏسڻ سان "روز مي گردد چوشب"، سي وري آداب سکن، ۽ سندن آبائن ۽ اجدادن تي عيان ٿئي ته استاد اديب ڪو ضروري شخص هو، ۽ استادن تي عيان ٿئي ته هر تعليم کان اڳ تاديب لازم آهي، ۽ تعليم، تاديب کانسواءِ، اهڙي آهي جهڙي گندي پيالي ۾ صاف پاڻي وجهي توقع ڪرڻ ته اهو پيڻ جي لائق رهندو يا منجهانئس ڪونڪ مطلب پورو ٿيندو:

"اين خيال است و محال است وجنون."

---

## ڏي!

مون کي اها طاقت ڏي، جو ڏک ۽ سک سولائيءَ سان سهي سگهان.
مون کي اها طاقت ڏي، جنهن سان پنهنجي زندگي، محبت ۽ ٻين جي خدمت ۾ گذاري سگهان. مون کي اها طاقت ڏي، جو سائلن کي نااميد نه ڪري سگهان.
اها طاقت ڏي، جو مان جسم جي ٿلهن اڳيان گوڏا کوڙي نه سگهان.
مون کي اها شڪتي ڏي، جنن مان پنهنجي من کي معمولي ۽ خسيس ڳالهين کان مٿي رکي سگهان.
مون کي اها طاقت ڏي، جنن احسان فراموش، ۽ ايچ درجي جي انتقامي، ۽ لڪل دوست نما دشمنن جو مقابلو ڪري سگهان.
(رابيندر ناٿ ٽئگور)

عبدالڪريم سنڌيلو

# شاهه جي رسالي تي هڪ نظر

سنڌ جي زنده جاويد شاعر، حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه جي وصال کي پورا ۲۰۰ ورهيه گذري چڪا آهن. افسوس! هن مهل تائين ڪنهن به شاهه صاحب جي رسالي جي مڪمل شرح لکڻ جي تڪليف گوارا نه ڪئي آهي. جيڪڏهن هيءَ نعمت عظميٰ ولاين کي نصيب ٿئي ها، ته ٻوءِ هن مهل تائين هزارين ماڻهو پنهنجي عزيز جان، شاهه صاحب کي سمجهڻ ۾ صرف ڪري چڪن ها. نه رڳو ايترو، پر دنيا جي هر هڪ زبان ۾ ان جو ترجمو به ٿي وڃي ها. مگر اسان جي حالت ان جي برعڪس آهي، جنهن تي جيترو به ڏک ڪجي اوترو ٿورو آهي. عجب ته اهو آهي، جو اسان هن مهل تائين، شاهه صاحب جي خيال کي ته درڪنار، پر لفظن کي به پوريءَ معنيٰ ۾ ادا ڪري نه سگهيا آهيون، بس! ڪنهن مشهور اديب يا ڪنهن جهوني نسخي، ڪنهن لفظ جي معنيٰ ڪئي ته اسان لاءِ گويا سند ٿي چڪي، جنهنڪري وڏيڪ هوش هلائڻ ڇڏي ڏينداسين. جيڪڏهن هيءَ ڪمزور حالت اڃا به جاري رهي، ته اسان جا پوينءَ، اسان کي هرگز معاف ڪري نه سگهندا.

اڄوڪيءَ صحبت ۾، شاهه رحه جا هڪ ٻه بيت، پنهنجيءَ سمجهه موجب، معنيٰ سميت عرض رکان ٿو، ۽ اميد اٿم ته اديب صاحب ان سلسلي ۾ پنهنجي روشن خيالات کان ٻڻ واقف ڪندا.

(۱) پريندهه پاڻ وڃو، زلف ڪيئي زاف،
سنڌو ڪاڪل ڪافُ، ساري معذور ٻن کي.
(جلد پهون، صفحه ۹۸)

مٿين بيت ۾ صرف "ڪاف" لفظ تي بحث آهي. **ڊاڪٽر گربخشاڻي** لکي ٿو: 'ڪاڪل' لفظ جو پهريون اکر 'ڪاف' جنهن مان مراد آهي، 'ڪمند' يا 'دار'.

درحقيقت ڊاڪٽر گربخشاڻيءَ، اهو خيال **ديوان ليلارام "خاڪيءَ"** جي ڪتاب "لائيف ۽ پوئيٽري آف شاه، ۱۸۸۹ع" تان ورتو آهي. مخفي نه رهي ته ديوان ليلارام "خاڪي" پهريون شخص هو، جنهن شاهه صاحب جي رسالي جي ڏکين لفظن جي معنيٰ لکي. سندس محنت قابل صد تحسين آهي. پاڻ شاعر به هو، جنهنڪري شاهه صاحب جي ڪلام کي سمجهڻ جي ڪافي ڪوشش ڪئي اٿس. ديوان صاحب 'ڪاف' لفظ لاءِ خاص نوٽ ڏنو آهي. نوٽ ۾ ڊاڪٽر ٽرمپ کي رد ڏيئي، پنهنجي صورتخطي 'ڪاف' درست سمجهي اٿس (ڏسو ص ۱۰۲ مسٽر ليلارام جي ڪتاب جو)

جيڪي رسالي جا نسخا ڇپيل آهن، تن مان ڊاڪٽر ٽرمپ (۱۸۶۶ع) جو جهوني ۾ جهونو آهي. ان صاحب "قاف" لکيو آهي. واضح هجي ته ڊاڪٽر ٽرمپ به ضرور ڪن مستند جهونن نسخن تان آتارو ڪيو هوندو. تنهن ڪالسواءِ يقين آهي ته سنڌي بزرگن جو

هٿ ۾ ضرور اصيب ٿيو هوندس. پڻ ظاهر هجي ته جو ڪجھ لکجي ٿو، تنهن ۾ معنيٰ جو خيال ضرور رکجي ٿو. جيڪڏهن ائين نه هجي ته ڪنهن به زبان جو ادب بام عروج تي پهچي نه سگهي. ڊاڪٽر ٽرمپ به "قاف" جي معنيٰ درست سمجهي، بعد ۾ اها صورتخطي قائم ڪئي هوندي! منهنجي ناقص خيال موجب، ڊاڪٽر ٽرمپ (ص ٢٨٧) بالڪل ٺيڪ آهي، ۽ بيت جي معنيٰ هيئن بيهندي!

"ڪاڪل" اشارو آهي محبوب جي "زلف پريشان" ڏانهن. "سندو ڪاڪل" معنيٰ: "محبوب" جو "ڪاڪل"- "محبوب" مخفي رکيل آهي. "سندو ڪاڪل قاف" معنيٰ: محبوب جو ڪاڪل، قاف (واڱر) آهي- "قاف" اشارو آهي "ڪوه قاف" ڏانهن جامع اللغات موجب: هڪ جبل جو نالو، "جو جهان جي چوڌاري آهي"(؟) شاه صاحب چوي ٿو: محبوب جا زلف پريشان يا ڪاڪل ڪنڍڙا، قاف جبل جهڙا ڪارا آهن.

شاه صاحب جي همعصر، **صابر موچي** شاعر جي نسخي مان هڪ اهڙي طرز جو بيت عرض رکجي ٿو، جنهن ۾ صابر موچي، شاه صاحب جيان "زلف" "قاف" ۽ "ڪيس" (وار) لفظ ڪم آڻي، شاه صاحب وارو ساڳيو خيال قائم ڪيو آهي:

جهڙا گــل گلاب، انهيءَ ڪان اعليٰ ٻرين،
ٻسي مين ڏهن دوست جو، مجرو ڪيو مهتاب،
ڪيسن ساڻ قريب جي، جا ڪارانهن پهندي قاف،
ڪن پيا ويس وڏاندرا، **صابر** چئي سر صاف،
ظاهر اگتان زلف، اچـي ڪونــ عجيب جسي.

مٿين بيت جي ٽين مصرع ۾ **صابر**، شاه صاحب وارو خيال ظاهر ڪيو آهي. چوي ٿو ته: محبوب جي ڪيسن (وارن) سان، قاف جبل جي ڪارنهن (ڪاراڻ) به مٽ ٿي نه سگهندي. تنهن ڪانسواءِ، جئن شاه صاحب لاڳيتا بيت چيا آهن، تئن **صابر موچيءَ**، ٻـڻ چيا آهن. تنهنڪري "ڪاف" جـي صورتخطي "قاف" ٿيڻ ڪبي ۽ معنيٰ اها ٿيڻ گهرجي، جا مٿي ڏيکاري وئي آهي.

(٢) کڄر کي **گجهيل** جڙن تارن ۾ تبرون،
هٿي حاڪمن کي زور پريون زبرون،
ڪاڪ ڪنڌيءَ قبرون، ٻسو پرڏ يهن جون.

(جلد ٽيون، مومل راڻو، ص ٢٣)

ڊاڪٽر گربخشاڻي "گجهيل"، "رڪ" يا "فولاد" جي معنيٰ ۾ ڏئي، سرهني ۽ گجراتي لغتن جي سند تو پيش ڪري. "آرڊ پوشڻ ڪوش" توڙي "ڪڇي ڪوش" سرهنيءَ جون مشهور لغتون آهن، تاهم انهن ۾ هي لفظ نظر نه تو اچي، گجراتيءَ ۾ "بيلسور" ڪان وڏيڪ ٻيو ڪو ڪوش، مشڪل هجي. ان ۾ "گجويل" "رڪ" جي معنيٰ ۾ نظر اچي ٿو؛ ۾ "گجهيل" ۽ "گجويل" ۾ جو تفاوت آهي، سو وسارڻ معنيٰ مترادو ڳالهه پيش ڪرڻ.

شاه جي رسالي جي ڪن نسخن ۾ "گجهير" آهي ته ڪن ۾ "گجهيل." خير، انهي ۾ ڪو خاص تفاوت ڪونهي. "ر" ۽ "ل" پاڻ ۾ مٽبا آهن. جئن ٻار: ٻال؛ ڪارو: ڪالو؛ معاملو: مامرو؛ وغيره. ان اصول موجب "گجهير" درست ٿيندو.

منهنجي خيال ۾ ”ڪجمير“ هڪ شهر آهي، جنان جون ڪهاڙيون مشهور هيون. شاهه صاحب ”ڪجمير“ جي مشهوريءَ ڏانهن اشارو ڪيو آهي. ڪجمير= سن: ڪڪن + مير. لفظ جي ڏاتوءَ يا بنياد مان معلوم ٿو ٿئي ته ”ڪجمير“ اڳريءَ تي اڏيل شهر هوءِ جتي مينهن جام پوندو هو. هر هڪ لفظ ۾، ان ملڪ جي تاريخ سمايل رهي ٿي. هن وقت اهو شهر ڪٿي آهي، سو تحقيق طلب آهي.

شاهه جي همعصر، جوڳيسر ٽريءَ ۾ ڪيترا اهڙا بيت چيا آهن، جن ۾ ”ڪجمير“ لفظ ”شهر“ جي معنيٰ ۾ استعمال ڪيو ويو آهي:

ڪَڪَنَ ڪَجي آنيا، مَنَٿي تَرَ ٿمي،
ڪي ڪجا، ڪي ٿُجا، ڪي ڳُڙَ مَنجھ ڳمي،
ڳجاوتيون ڪجميرَ جون آيون چَوُهه چَڙهي،
پاريون ٿن پِٺن تي، ڪِن پيٺون سُونڪ سهي،
آهي ۽ نَهي، سَبِئي سارِيان سومرا.

مٿين بيت جي ٽينءَ مصرع ۾ چوي ٿو ته ”ڪجمير“ جون ڪجاوتيون (ڪنوئيون) مٿان چڙهي ٿيون اچن.

ڪوڙ ڏنا ڪجمير ۾، جتي ڳاجون ڳوڙا ڏين. (نا معلوم)

انهيءَ ترڪ، جيسلمير، اجمير، باڙمير وغيره شهر مشهور آهن. ڪنهن وقت جيسلمير جون جتيون مشهور هيون.

جُتي جيسلمير جي آندي اوستادن.

(۳) ڳهوربندي ڳهور ۾، **اگهور** ڳهورپانون،
مِڪر ساريانون، ملاحن ٿَهه سَنرا. (سر ڳهاتو)

مٿين بيت ۾ صرف ”اگهور“ توجه طلب آهي. ڊاڪٽر گربخشاڻي لکي ٿو:

”اگهور = جو ڳهوري يا ڳولي نه سگهجي؛ پاتال = اونهو سمنڊ.“

”اگهور“، ”اونهي سمنڊ“ يا ”اونهائيءَ“ جي معنيٰ ۾ ڪنهن به سنسڪرت لغت ۾ نظر نٿو اچي. البت، مرزا صادق علي بيگ ۽ پادري شرٽ واريءَ سنڌي لغت ۾ ”اونهائيءَ“ جي معنيٰ ۾ نظر اچي ٿو. در اصل ”اگهور“ سنسڪرت لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ”خوفناڪ.“

**اگهور** (سنسڪرت). آ = نه + ڳهور = ڀڄار بندڙ: جنهن ڪان وڏيڪ ٻيو ڪو ڀڄار بندڙ نه هجي، خوفناڪ، ڀيانڪ. شاهه صاحب موڙاڻي جي همت ۽ جوانمرديءَ تي تحسين ٿو ڪري ته، ”اگهور ڳهورپانون“، يعني: خوفناڪ (سمنڊ، جنهن ۾ چوليون، طوفان،

ڪن وغيره هجن) ڳوليائون. موروُئي جي بهادري نه اُنهيءَ ۾ ظاهر ٿئي ٿي ته هن خوفناڪ سمنڊ جو مقابلو ڪيو.

اکوري عشق جا اوتيو سرايون،
يالا پٽ پيو چاڙهين ٿا ڏنڪ.

(ديوان ڳل ١٣٦ بيت)

"اکوري عشق" = خوفناڪ عشق، اهو عشق، جنهن ۾ سر سٽ ڏيڻي پوي. تنهن ڪري منهنجي خيال موجب "اکوُر" معنيٰ "خوفناڪ" آهي ۽ نه "اونهو".

(٣)
ڪنير ڪسٽ مکن، چاڻ جي چاهه پئي،
هندو حيرت ۾ پيا، لاسي لال لبن،
چوڏس ماهه چنڊ جئن، وڃڙيون وهن،
لوچن ٿا لطيف چئي، پسڻ لئي پرين،
ڪيسر قريبن، سنباهي ساڻ ڪيا.

(سر سارنگ ٣ داستان)

مٿين بيت ۾ صرف "هندو" لفظ تي اختلاف آهي. هيءَ ڳالهه قابل قبول آهي ته جيڪي به ڇاپي رسالا موجود آهن، تن سڀني ۾ ڊاڪٽر ٽرمپ جو رسالو پهريون ۽ جهونو آهي، جنهن تان گهڻو ڪري سڀني اتارو ڪيو آهي. ڊاڪٽر ٽرمپ جو رسالو موجوده صورتخطيءَ ۾ نه آهي، جنهنڪري لفظن جي معنائن ۾ گهڻو اختلاف ٿيو آهي. ارمان آهي، جو اسان ۾ تقليدي مادو عام ۽ نئين ڳالهه پيش ڪرڻ جو مادو برائي نام آهي. اهوئي سبب آهي، جو هن مهل تائين لفظن جون معنائون گهڻو ڪري ساڳيون ئي قائم ڪيون وڃن ٿيون. جيڪڏهن اجا به اها رفتار قائم رهي ته اسان جو ادب جيڪو درجو ماڻيندو، سو ڪنهن کان به مخفي نه آهي.

ڏسو، ڊاڪٽر ٽرمپ اهو ساڳيو "هندو" لفظ پنهنجي رسالي ۾ "هندوا" ("ه" کي زبر، "ن" ساڪن، "د" مٿان "ٿ" جيان چار ٽپڪا، "و" ۽ "ا") ڪري ٿو لکي. ڊاڪٽر ٽرمپ کان سواءِ، ٻيا سڀ صاحب "هندو" ڪري ٿا لکن. حالي ٻڌايو ته اها تقليدي غلطي نه آهي ته ٻيو وري ڇا آهي؟

پهريون ئي شخص مرزا قليچ بيگ آهي، جنهن "هندو" لفظ جي معنيٰ ڏني آهي. مرزا صاحب هن طرح رقمطراز آهي:

هندو = ڪافر- ڪارو (فارسيءَ ۾ "هندو" چون ڪاري کي): هتي اشارو زلفن جي ڪاراڻ جو. مرزا صاحب جي ڏنل معنيٰ موجب، ٻئي معنيٰ، منهنجي خيال آهر، هيءَ بيهندي:

محبوب جا لب اهڙا ته ڳاڙها هئا، جو وار، جي زور ڪارا هئا، سي به حيران ٿيا. يعني، جيتري ڪاراڻ وارن ۾ موجود هئي، تنهن کان وڌيڪ ڳاڙهاڻ لبن ۾ هئي. مطلب ته ڳاڙهاڻ جو درجو ڪاراڻ کان وڌيڪ هو.

ڪي صاحب شايد وري ٻيون معنائون ڪن.

اِٽ سمجهي نٿو سگهجي ته سنڌ جي رائد پايه اديب ۽ قادر الڪلام شاعر، مرزا قليچ بيگ "هندو" لفظ جو لاڳاپو، لال لبن سان ڪهڙيءَ طرح قائم ڪيو آهي! "زلفن" جو "لبن" کي ڏسي، حيران ٿيڻ موزون ته نٿو لڳي. رسالي ۾ ڪيترا اهڙا بيت ملن ٿا، جن ۾ وارن کي، نانگ سان ڀيٽيو ويو آهي.

ڳلبدن جون ڳچيون اڙم اوڏيائون،
چوٽا تيل ڦليل سان، واسينگ ويٺو هيائون.
(سر مومل راڻو)

مٿين بيت ۾ "واسينگ ويٺو هيائون" معنيٰ: واسينگ نانگ جهڙا ڪارا، خوفناڪ، تجليدار ۽ ڊگها وار ويٺو هيائون يعني سنوار يائون.

جيڪڏهن رسالي کان ٻاهر نظر ڦيرائبي ته انيڪ مثال ملندا.

ڪالي ڪيس تليهر تکي ابرو قوس ڪمانا. (عالم خان)

عالم خان چوي ٿو ته "محبوب جا ڪارا وار، تليهر (نانگ) کان به وڌيڪ ڪارا، خوفناڪ ۽ ڊگها آهن".

مٿين بيتن مان معلوم ٿيو ته "وارن" کي "نانگ" سان ڀيٽيو ويو آهي. ڪن ڪري "وارن" کي ڀونئر، ڪاري رات، ڪڪر، ڪٿوري، عنبر وغيره سان ڀيٽيو آهي. مطلب ته مونکي ڪوبه اهڙو بيت نٿو سجهي، جنهن ۾ شاه صاحب توڙي سندس همعصر سگهڙن "هندو" زلفن جي معنيٰ ۾ ڪم آڻي، لال لبن سان تشبيهه طور ڪم آندو هجي. تنهن ڪري منهنجي خيال موجب اهو "هندو" لفظ اتي غلط ڪم آيل آهي. در حقيقت ڊاڪٽر ٽرمپ بالڪل صحيح آهي. لفظ "هندو" نه آهي، بلڪ "هندوا" آهي. گمان غالب آهي ته مقلدن کي "هندوا" لفظ منجهاني ڇڏيو هجي، جنهن ڪري اِي ڪا واهه نه ڏسي، ٻي درديءَ سان لفظ "هندوا" جو گردن مروڙي، پنهنجي مرضيءَ موافق "هندو" لفظ ڪئي بنايو هجن. ڪير ٿو ويٺو ايڏو اونهو وڃي!

مخفي نه رهي ته "هندوا" ٻهراڙيءَ جو عام لفظ آهي. جيڪڏهن ڪنهن ڳراڙ کان پڇبو ته اهالڪ معنيٰ ٻڌائڻ سان گڏ سندس ٻيا نالا به وٺي ويندو.

"هندوو" جمع "هندوا"، معنيٰ آهي: هڪ قسم جو جيت، جو رنگ جو ڳاڙهو مخملي ٿئي ٿو، ۽ عام طرح مينهن بعد ريجاڻين زمين تي نظر ايندو آهي: آن جا ٻيا به نالا آهن: هندول، وسابو، وساوڙو، مينهن وسايو، وغيره.

**هندوو** (سنسڪرت): اندرڳوڊو. هڪ قسم جو
ڳهرو لال برساتي جيت. (پاٺا شبد ڪوش)

اڳوڻا ٻهراڙيءَ جا ٻهڪي ۽ سورنج، پنهنجي ڪلام ۾ محبوب جي لبن کي "هندوي" سان تشبيهه ڏين ٿا:

چاچي ڪوڙ ڪري ڪاهول، هن جا چرن چڱا ودّ جوڙ ڪان،
بيٺس ساد مقابلي، هونٺن روءِ هندول. (جلال)

جلال چوي ٿو: "هندول"، محبوب جي لال لبن (هونٺن) کي ڏسي، مقابلي (مدمقابل) لاءِ اچي سامهون ٿيا.

تليهر ترنگس، ابي جهاڙي جهاڙ ۾،
ورن وساوڙ وٽ، آلدر جيها النگس. (سليمان)

سليمان چوي ٿو: محبوب جو رنگس (ورن)، مينهن وساوڙ (هندوي) وڏيڪ ڳاڙهو آهي ۽ سندس عضوا (انگس) مکڻ (آلدر) کان زياده نرم آهن.

هينئر مطلب واضح ٿي ويو. تنهنڪري "هندو" لفظ جي بجاءِ "هندوا" لکڻ کپي جيڪڏهن نورو اونهو وجهو ته معلوم ٿيندو ته بيت جي هر هڪ سٽ ۾ ڪانئڪ تشبيهه کم آيل آهي. پهرينءَ سٽ ۾، شاعر، محبوب جي هاڻ کي هاڻيءَ جي هاڻ تي ترجيح ٿو ڏئي - عام طرح هاٿيءَ جو هاڻ سهڻو ليکيو وڃي ٿو. اهڙيءَ طرح ٻيءَ سٽ ۾ وري محبوب جي لال لبن کي "هندون" کان وڌيڪ ڳاڙهو سمجهي ٿو.

باقي سوال رهيو ته اهو بيت شاهه صاحب جو آهي يا نه، تنهن سان هن موضوع جو ڪو واسطو ڪونهي. البت اُهين آهي ته ڪي علم دوست هن بيت کي شاهه جو بيت ٿا سمجهن، چو ته "ڪيسر" لفظ منجهائي وڌو اٿن.

---

موجوده زماني کي "علوم عقليه" ۽ سائنس جي بي مثال ترقيءَ تي فخر آهي، ۽ اهو فخر ۽ ناز يقينا حق به جانب آهي. اڄ "زمان ۽ مڪان" تي انسان فتح ٿي چڪو آهي، ۽ فطرت جي اسرار تائين رسائي، ۽ ان جي نقاب ڪشائيءَ ۾ حيرت انگيز ڪاميابي حاصل ڪئي اٿس.

ليڪن ان ترقيءَ جي هوندي، هن زماني ۾ ملوڪيت جي جبر ۽ استبداد، "جمهوريت" ۽ "قوميت" جا نقاب چاڙهيا آهن، ۽ انهن نقابن جي اوٽ ۾ "آزادي جي قدر" ۽ "انسانيت جي شرف" جي اهڙي مٽي پليد ڪئي آهي، جنهنجو مثال تاريخ عالم جي ڪنهن سياهه (سياهه) صفحي ۾ به نه ٿو ملي سگهي!

جن نام نهاد مدبرن جي هٿ ۾ انسانيت ذات جي قيادت ۽ حڪومت سونپي وئي آهي، اهي خونريزيءَ، سفاڪيءَ، ۽ غريب آزاريءَ جا ديوتائون ثابت ٿيا آهن. جن حاڪمن جو اهو فرض هو، ته اخلاق انسانيءَ جي بنيادي حقن جي حفاظت ڪن، انسان کي انسان تي ظلم ڪرڻ کان روڪين، ۽ انسانيت جي ذهني، علمي سطح کي بلند ڪن؛ انهن ئي ملوڪيت جي جوش ۾ اچي، لکن خدا جي بي گناهه ٻانهن کي تباهه ڪري ڇڏيو آهي.

اهو رڳو ان لاءِ ڪيو ويو، جئن پنهنجن مخصوص ماڻهن جي ناجائز خواهشن لاءِ تسڪين جو سامان پيدا ڪري سگهجي. انهن ڪمزور قومن تي قبضي حاصل ڪرڻ کان پوءِ، انهن جي اخلاق، مذهب، معاشرت، ادب، دولت ۽ مال تي به هٿ صفا ڪيا آهن، ۽ انهن بدنصيب انسانن کي خونريزيءَ ۽ برادرڪشيءَ ۾ اهڙو ته مصروف ڪيو ويو آهي جو اڄ دنيا جي هر ڪوشي ۾ قيامت برپا ٿي چڪي آهي. سائنس جي تباهه ڪن اوزارن سان انساني تمدن جا عظيم الشان آثار مٽجي رهيا آهن. ماڻهن جي خون جي هن تماشي ۾ علمي طور حصي وٺندڙ توڙي رڳو ٻاهران تماشي ڏسندڙ سڀ حڪومتون، اڄ پنهنجي پنهنجي منهن، انتقام جي ميدان ۾، ڪمزور طبقي جو خون چوسي رهيون آهن. ساري دنيا جا منظر سوچي رهيا آهن، ته ڇا تهذيب ۽ تمدن جي هن عروج واري زماني ۾ انساني ڪمال جو انجام اهڙو ٿيڻو هو؟

(علامه اقبال)

غلام محمد "گرامي"

# عربي ادب ۾ "بهاريه" ڪلام

"عربي ادبيات" جي تاريخ ۽ تحقيق ڪان پوءِ سنڌ ن اصناف سخن تي به ڪافي لکيو ويو آهي، هت ان قسم جو هڪ مضمون جو پنهنجي نوعيت ۾ جديد آهي، پيش ڪجي ٿو. اسان جي موجوده فارسي، اردو ۽ سنڌي شاعرن کي اهو ٻڌي تعجب ٿيندو ته عرب جي صحرا نشين، ۽ غير متمدن 'بدو' شاعرن به "بهار" تي اشعار چيا آهن! اهو برابر آهي ته عرب جي جغرافيه حيثيت ڪري عرب جي قديم دور جاهليت جي ڪلام ۾ اها رنگيني ۽ رعنائي ڪانه آهي، جا عجمي، باالخصوص فارسي شاعرن لاءِ طره امتياز آهي. ان جو سبب فقط اهو آهي جو دور جاهليت ۾ عرب صحرا نشين ۽ خانه بدوش هئا؛ شهري زندگيءَ، تکلفات، ۽ متمدن ماڻهن واريءَ آرائش کان دور هئا. عرب جهڙي لق و دق بيابانن ۽ ريگستانن جي گرم جهولن ۾ ٽچڪندڙ واريءَ ۾ "بهار" جو تصور اگر پيدا به ٿي سگهي ٿو، ته اهو انهن چند ڪجين جي جهڳڻن جهڙي آس پاس، جهڙي قدرتي آب و هوا جا پاليل هئا، ۽ جتي چند ڏينهن لاءِ انهن خانه بدوش، مارن جا اچي تنبو لڳندا هئا، ۽ وقتي طور زندگيءَ جا ڪجهه آثار پيدا ٿيندا هئا؛ بس انهن چند ڏينهن جي بدويانه گذر اوقات، ۽ ڪجين جي چانڊوڻ ۾ بٽ تي ليٽي، ٿڌو پاڻي پيڻ، ۽ تازي ڪتل ڪاڻ، گوشت کائڻ ۽ شراب پيئڻ، نوخيز دوشيزه نينگرين جو ناچ ڏسڻ ۽ دفن تي ڳائڻ، شاعرن جي پنهنجي محبوب ۽ معشوق جي خد وخال ۽ حسن و جمال کي پيش ڪرڻ ئي "بهار" آهي! انهن خوشگوار گهڙين جي ياد انهن بادية نشين بدوين کي رت رئاريندي هئي. ان ڪيف ۽ خمار کي ياد ڪندي مجنون ٿاريندا هئا؛ انهن پري جمال عرب نينگرين جهڙي ساقي گري، ۽ زيبائي، رعنائي ۽ معصومي، رنگينيءَ ۽ سادگيءَ کي ياد ڪندي، حساس ۽ زنده دل شاعر تڙپي اٿندا هئا. چنانچه عربي شاعريءَ جي بهترين شاعر "امرء القيس" جي شاعري انهن ناقابل فراموش گهڙين جو زنده يادگار آهي.

**جاهليت جي شاعري:** اهو ياد رکڻ گهرجي ته عرب جو بدو شاعر موجوده سنڌي ۽ اردو شاعرن وانگر نقال ۽ قوال نه هو، جو پنهنجي ماحول کي ڇڏي ۽ پنهنجي تمدني ۽ تهذيبي روايات کي وساري، ۽ پنهنجي تاريخ ۽ جغرافيه ماحول کي فراموش ڪري، ايراني اساليب بيان ۽ طرز ڪلام کي نقل ڪري، "پرائي ڏڻ تي احمق نچي" جو مصداق بڻجي، ۽ گل و بلبل ۽ لاله ۽ سنبل جا مرثيا لکي، پنهنجي حماقت ۽ نادانيءَ جو اظهار ڪري! اهو ئي سبب آهي جو اسان جي موجوده شاعري، اسان جي جذبات ۽ حسيات کان گهڻو دور آهي، اسان جي "ڪوائف حيات" ۽ ضروريات زندگي سان ان شاعريءَ جو ڪو واسطو ڪين آهي.

مگر اهڙن سياڻن سخن دانن جي مقابلي ۾ عرب جو بدو ۽ جاهل شاعر زياده حساس ۽ غيور، بحذ گو ۽ حقيقت شناس هو. اڄ به سندن شاعريءَ کي ڏسڻ سان سندن طرز معاشرت، جذبات ۽ خيالات، افعال و مشاغل، جي زنده تصوير ڏسي سگهون ٿا؛ سندن عارضي ٺڪاڻا، بدويانه سادگي، غير تمدنانه زندگي، بي تڪلف ڪارگذاريون، ڏسي سگهجن ٿيون؛ بلڪ ان زماني جي وڻن، ميون، گلن، پکين ۽ جانورن جا نه فقط نالا ملن ٿا بلڪ انهن تي مستقل طور شاعريءَ جا دفتر ملن ٿا. انهن جو 'بهار' سادو ۽ مختصر برابر هوندو هو، پر رنگين، جاذب، دلفريب ۽ روح افزا ضرور هو: ڪجين جي ٿڌي چانڊوڪي جو لطف، برف جهڙو ڪلين ۽ بخالن جو نربل پاڻي، سونهري ڪرڻن ۾ واريءَ جي ذرڙن جي درخشاني، ۽ ڪم سن ۽ دوشيزه عرب مه جبين جي ٻهڪندڙ پيشاني: چنڊ جي درخشانيءَ ۾ زمين ۽ ان جي ذرو ذرو چمڪي ٿي اٿيو! عرب جي صحرا بقعئه نور وانگر ضوفشان ٿيندي هئي. اهڙي پرجمال رات ۾ جڏهن رقص و سرود، چنگ و رباب، ڪيف ۽ مستي، گوشت ۽ ڪباب سان گڏ، پري جمال ۽ حور تمثال دوشيزگان عرب جي شموليت ٿيندي هئي، تڏهن ڪراڙا ۽ عمر رسيد عرب به "نئين زندگي" محسوس ڪندي، تنهن مان نکري پوندا هئا، ۽ سندن روح دف جي آواز ۽ دوشيزگان عرب جي ترنم ريزيءَ تي وجد ڪندا هئا. اهڙي پرڪيف لمحات ۾ دنيا جي فصيح ۽ بليغ قوم جا حساس، رنگين طبع، حقيقت شناس، بدو شاعر جڏهن طبع موزون ڪري ڪجهه چوندا هوندا، ان ڪيفيت جو احساس ۽ ادراڪ خود بهار کان زياده "بهار آفرين" ۽ "لذت آگين" ٿو ٿئي، ۽ ان جو تفصيل سندن ڪلام مان ڏسي سگهجي ٿو.

اهي بهار جون سرمستيون ۽ چانڊوڪيون راتيون، دوشيزگان عرب جون جذبات انگيز لاتيون، ۽ حسينان نجد جون پرڪيف ملاقاتيون، ڪيترو نه رنگين ٿي سگهن ٿيون! تتل ۽ دوزخ نما صحرا ۾ رکي رکي ٿڌي هوا جا جهوٽا، انهن جي ڪڙڪڙ، ڪڪر جي بارش، ۽ نينڍڙن پارڙن جا گيت، ۽ معصومانه الفاظ ۾ مرحاني اشعار، عربن لاءِ بصره ۽ بغداد، شيراز ۽ ڪشمير جي لاله زار ۽ رنگين ماحول ۽ چمنستان عدن کان زياده ڪيف زا هئا. گهوڙا ۽ اصيل اٺ سندن رفيق ۽ ساٿي، محبوب ۽ مرغوب هئا، جن جي حسن ۽ تناسب سندن شاعريءَ لاءِ تازياني جو ڪم ڏنو ٿي، ۽ محبوبه جو فراق ۽ گذريل ڏينهن جي ياد جا نغما سندن موسيقي هئا.

اسلامي دور جي عرب شاعرن جي برخلاف، جاهليت جي شاعريءَ ۾ "موسم بهار" جي مخصوص "گلن ۽ ميون" جو ذڪر گهٽ ٿو ملي: گلاب، ياسمن، لاله، لاجورد، بنفشه، خيري، ۽ ميون مان به ڪيترن مشهور ميون جي رونيد کي ۽ رعنائي، باليدگي ۽ خوبصورتيءَ جو ذڪر ڪونه ٿو ملي; انهن جي خلاف چند اهڙن وڻن، ۽ غير مشهور گلن جي تعريف ملي ٿي، جن جو ذڪر ڪرڻ هن مهذب دور ۾ مضحڪه خيز آهي. تاهم شاعرن قوت متخيله ۽ قوت مشاهده سان اهڙا اساليب ۽ مضامين پيدا ڪيا آهن، جن جي داد ڏيڻ کانسواءِ رهي نٿو سگهجي.

هت قديم ۽ اسلامي دور جي عربي شاعرن جو ڪجهه بهاريه ڪلام پيش ڪجي ٿو.

## نجد جو بهار.

قديم زماني ۾ سرزمين **نجد**، عرب جو جمال آفرين، ۽ حسين ترين خطو رهيو آهي. سيد العاشقين، حضرت قيس عامريءَ جو وطن مالوف به سرزمين نجد آهي، ۽ سندس محبوبه

۽ معشوق ”ليليٰ“ به ان سرزمين جي عشق انگيز ۽ ڪيف آور شيءِ مان پيدا ٿي آهي، ۽ اهو جوڙو فارسي، عربي، اردو ۽ شاعريءَ جي لاءِ محبوب ترين شخصيت جو مالڪ آهي. رومي، جامي، حافظ، غالب، ۽ ٻين ڪيترن شاعرن سندن عاشقانه زندگيءَ جا حالات بيان ڪيا آهن، ۽ انهن جي ذريعي نجد کي روشن ڪيو آهي. ان سرزمين مان هڪ باديه نشين شاعر، بهار جي ڏينهن ۾، پنهنجن دوستن سان سواريءَ تي نڪتو: حساس ۽ باذوق هو: نجد جي حسن خيز، ۽ عطر بيز هوائن جي جهوٽن، ۽ مست شباب ۽ رنگين ڪوارين جي نوراني چهرن ۽ گول گول اکين کي ڏسي مست ٿي ويو، ۽ بي اختيار هي اشعار سندس زبان تي جاري ٿيا:

تمتع من شميم عرار نجد — فما بعد العشية من عرار
الا يا حبذا عرار نجد — وريا روضة بعد القطار

[اي دوست! تون سرزمين نجد جي خوشبودار لاله زاريءَ مان جلد لطف اندوز ٿي: جو ته هن کانپوءِ اهڙي لطيف ترين خوشبوءِ کان محروم ٿي ويندا سون (يعني سڀاڻي ڪوچ ڪرڻو پوندو). اي دوست! نجد جي هوا جا خوشگوار جهوٽا ڪهڙا نه نشاط انگيز ۽ روح افزا آهن! خصوصا حيات بخش مينهن جي اچڻ بوندن پوڻ کانپوءِ، نجد جي معصوم گلشن جي عطر بيز هوا ڪهڙي نه نفيس ۽ لطيف ٿي ٿئي!]

هن شعر ۾ هڪ جاهل ۽ بدو عرب محاڪات، واقعيت ۽ مشاهده نگاريءَ جا سڀ پهلو نباهيا آهن. اڄوڪا فارسي، اردو ۽ سنڌي غزل گو شاعران کان زياده شايد ئي ڪجهه چئي سگهن. اڳتي هلي ساڳيو شاعر چوي ٿو:

”جڏهن اسان جو قبيلو نجد ۾ ڏاهو ٿو ڪري، تڏهن اسان جي پاڪ ۽ سادي زندگي، معصومانه نغمه ريزي، ۽ عاشقانه آزاد طبعيءَ سان نجد جو لطف دوبالا ۽ دوآتشو ٿو ٿئي، ۽ اسان تي خود فراموشيءَ جي اهڙي ڪيفيت طاري ٿي ٿئي، جو اسان کي زماني جي ڪابه شڪايت ياد نه ٿي رهي، ۽ ان سان گڏ ايان سان ظلم اهو ٿو ڪيو وڃي، جو عيش ۽ مسرت جون گهڙيون جلدي گذري وڃن ٿيون، اسان کي نه مهيني جي اڌ جي خبر ٿي رهي ۽ نه اول ۽ آخر جي!!“

هن شعر ۾ صحيح نفسياتي ڪيفيتن کي چٽيو ويو آهي، خاص طور خود فراموشيءَ واري ڪيفيت، ۽ زماني جي شڪايت نه ڪرڻ، عيش عشرت جي گهڙين جو جلدي گذرڻ لاجواب مضمون آهن.

**ابر و باران جي ڪيفيت:** مشهور شاعر امرءُ القيس پنهنجي مشهور قصيدي ”معلقه“ جي آخري حصي ۾ بهار جا مناظر چٽيندي، ابر و باران جي ڪيفيت هن طرح بيان ڪري:

”اي دوست، تون برق مجلي جي حور کي ڏسين ٿو! ان جي شعله افشاني ابر آلود آسمان ۾ ائين ٿي نظر اچي، جڻ ته ڪا حور سياه برقعي مان پنهنجي هٿ ڪڍي ٿي ۽ وري لڪائي ٿي! ان کي بجليءَ جي چمڪ چئجي، يا ڪنهن خلوت گزين راهب جو چراغ چئجي، جو ڪنهن وقت ته جهڪو ٿي وڃي، ۽ پوءِ تيل وجهڻ سان زياده روشني پيدا ڪري!“

ان طرح اڳتي هلي امرء القيس چوي ٿو:

"آسمان ۾ بجلي کي ڏسي معلوم ٿو ٿئي ته ابر جنهن ساڄي پاسي کان قطان تائين ڇانيو پيو آهي، ۽ کابي طرف ستارا هذيل تائين وسعت پذير آهن، ۽ ايتري ۾ اهو ککر کتيفه جي ڪوٽ تي ڇوڏاري پاڻي وسائي رهيو آهي. بارش جي آغاز وقت ائين ٿو ڏسجي ته ڄڻ هڪ بزرگ آدمي، ڇاري دار، ڏکڻين شاخن سان کارو ڪمبل ڍڪيون بيٺو آهي. ان کان پوءِ صحراي غبيط ۾ بارش جنهن سارو سامان ڪٺي اڇلايو آهي، جنهن سان رنگا رنگي گل ڦل ۽ ساوا ساوا پوٽا، ۽ خوشبودار گاهه ڄمي پيا آهن: اهو نظارو ائين ٿو معلوم ٿئي ڄڻ ڪو يمني سوداگر آيو آهي، ۽ پاڻ سان ريشمي ڪپڙن جون ڳٺڙيون آنديون اٿس، ۽ پوءِ نهايت نفيس، ۽ رنگين پوشاڪون هنڌ هنڌ پکيڙيون اٿس. واديءَ جا مڪا پکي ته ان صبح جو اهڙا مست ۽ بي خود نظر آيا آهن، ڄڻ ته ڪين ڪو تيز شراب پياريو ويو آهي."

امرء القيس بارش ۽ باران جي انهن تشبيهن، گل ڦل جي روئيدگي ۽ پکين جي سرمستي، ۽ سوداگر جي ريشمي ڪپڙن پکيڙڻ ۽ پکين جي تيز شراب پيئڻ ۾، ابر ۽ باران جي تمام دلڪش ۽ صحيح تصوير ڏني آهي.

طرفه ۽ لبيد – امرء القيس کان پوءِ، طرفه بن العبد، عرب جو "جوان مرگ" شاعر آهي، جنهن ابرمحيط، يا گهٽا تي لکيو آهي. هي حسين ۽ خوبصورت شاعر جوانيءَ ۾ مئو. سندس خصوصيت هيءَ هئي جو هو هميشه گهٽا کي ڏسي مست ۽ بيخود ٿي ويندو هو، ۽ پوءِ شعر چوندو هو، ۽ چوندو هو ته برسات ۾ لطف اندوز ٿيڻ نوجوانن جي ٽن خصلتن سان هڪ لازمي چيز آهي. فارسي، اردو، هندي ۽ سنڌي شاعريءَ لاءِ "برسات" هڪ مستقل موضوع آهي: ڏسو ته هي عرب جوان برسات جي رات ڪيئن ٿو گذارڻ گهري. چوي ٿو:

و تقصير يوم الدجن والدجن معجب
ببهكنة تحت الطراف المعمد

يعني، "خوشگوار ۽ سرهو ابر ڇانئجي وڃي، پوءِ هڪ نازڪ اندام، ۽ خوش اخلاق پري پيڪر ۽ حسين ۽ جميل دوشيزه سان اهو ڏينهن هڪ وسيع ۽ سينگاريل تنبوءَ ۾ گذارجي!"

خوش اخلاق ۽ حسين جميل دوشيزه سان گڏ تنبوءَ جي وسعت ۽ گهٽا جو ڇانئجڻ ڪهڙو نه دلفريب ۽ مست ڪن آهي.

سبعه معلقه جي شاعرن سان لبيد بن ربيع العامري مشهور شاعر آهي، جو آخر ۾ مسلمان ٿيو هو. اهو شاعر سبعه معلقه جي قصيدي جي ابتدا ۾ محبوب جي ديارجي آثار ۽ نشانات جي مٽجي وڃڻ تي هن طرح نوحه خواني ٿو ڪري:

"انهن جاين ۽ سندن آثار شڪسته کي موسم بهار جي خوشگوار عمديءَ ۽ علڪيءَ بارش سيراب ڪيو هو، جنهن سان بجليءَ جي ڪڙڪ به شامل هئي؛ ۽ انهن جاين تي، صبح ۽ شام مسلسل مينهن وسندا رهيا آهن، ۽ نهايت زوردار بجلي ڪڙڪندي رهي آهي."

شاعر، معشوق جي شهر جي بربادي جو سبب، بهار جي خوشگوار بارش ۽ برق جي ڪڙڪن جي صورت ۾ بيان ڪري، جدت ۽ ندرت کان ڪم ورتو آهي.

اسلامي دور ۾ جڏهن عربي شاعريءَ ترقي حاصل ڪئي، تڏهن بلند ۽ نازڪ، نفيس ۽ نفيس تخيلات پيدا ٿيا، ۽ عربي زبان کي عراق، ايران، ترڪستان، شام ۽ مصر ۾ فروغ حاصل ٿيو، ۽ عربي النسل خاندان مفتوح مملڪتن ۾ وڃي آباد ٿيا، ۽ اهو شاعرانه ته ايران، عراق، مصر ۽ شام ۽ ترڪستان جي لاله زار واديون، باغن ۽ رنگين ۽ دلفريب حسين عورتن، نوجوان عيش پسند عربن تي ڪهڙو اثر ڪيو هوندو؟

بني اميه ۽ بني عباس جي دور حڪومت ۾، عربي زبان جي "بزم بهاريه ۽ عاشقانه شاعريءَ" کي عروج حاصل ٿيو، ۽ ان دور ۾ منجهس ايران جي بهار آفرين شاعريءَ جون سڀ خصوصيتون پيدا ٿيون. هت فقط انهن ٽن نظمن جو خلاصو پيش ٿو ڪجي، جي دور متوسط ۾ خاص موسم بهار تي لکيا ويا آهن، ۽ جن ۾ بهار جي سحرڪاريءَ کي نهايت عمده پيرائي ۾ بيان ڪيو ويو آهي، مگر افسوس جو عربي ادبيات تي عبور نه هجڻ سبب انهن جي ترجمي تي اڪتفا ٿا ڪريون، ۽ اهو ظاهر آهي ته اصل ۽ نقل ۾ وڏو فرق ٿو ٿئي.

## بديع الزمان همداني.

عربي ادب جي مشهور ڪتاب "مقامات بديعي" جي مصنف بديع الزمان همدانيءَ، جو عربي ادبيات جو مشهور ماهر ۽ محقق آهي، بهار جو نقشو هنن لفظن ۾ پيش ڪيو آهي:

"موسم بهار پنهنجي رونق ۽ رنگينيءَ سميت انسان تي چانئجي وئي آهي؛ ڌرتي زمين ۽ آسمان ڪهڙا نه دلڪش ۽ دلچسپ نظر ٿا اچن: موسم بهار جي آب و هوا ۽ دلڪشيءَ سبب خاڪ، مشڪ ۽ عنبر بنجي وئي آهي؛ پاڻي، صندل ۽ ڪافور وانگر صاف ۽ خوشبودار آهي؛ ۽ ان موسم ۾ پکي مطرب دلنواز وانگر گيت ڳائي رهيا آهن. موسم بهار جا چنڊا جڏهن گلاب جي گل تي پون ٿا، تڏهن ان جي خوشبوءِ انسان جي دماغ کي معطر ٿي ڪري. هن موسم انسان جي تفريح لاءِ ڪهڙو نه سهڻو انتظام ڪيو آهي؛ مناظر قدرت جي قدردانن لاءِ عجيب غريب نظارا رونق پذير آهن!"

## مقري الوحش.

مشهور شاعر مقري الوحش پنهنجي بهاريه نظم جي ابتدا هن طرح ڪري ٿو:

"آسمان ۾ ابر گريان آهي، ۽ هو قطرات شبنم جي ڦڙن جي صورت ۾ وساڻي ۽ وهائي رهيو آهي. باغن ۾ گل ڦل مشڪي رهيا آهن: اهي اٿين ٿا معلوم ٿين جي ته فرش تي زبرجد چمڪي رهيو آهي. اهي خداوند عالم جا عجيب ڪم آهن، جو پنهنجي تخليق ۽ صنعت ڪاريءَ ۾ لاثاني ۽ يڪتا آهي. باغن ۾ گل لاله پنهنجو جوڀن ڏيکاري رهيو آهي، ۽ ڪي پکي الله جي حمد و ثنا ۾ مشغول آهن. پاڻي ڪڏهن ته مٿي ابري رهيو آهي ۽ وڏو وجد ڪري رهيا آهن، ۽ ڪڏهن رقص ۾ آهن. گلاب ۽ ياسمن جا گل اجهو پٽ ڪيا، پر باد نسيم جي چند جهوٽن انهن ٽولي وڌو آهي. گل نسرين تبسم ڪنان آهي، ۽ ان چمن کي پنهنجي تازي خوشبوءِ سان معطر ڪري ڇڏيو آهي. گل اقحوان پنهنجي تلوار ۽ ڍال سان ڳڻ، شمشير بي نيام نظر اچي رهيو آهي. تشنه نرگس، ان بدنصيب ۽ غمگين عاشق وانگر

آهي، جو ڪم ڪرده راهه آهي. هي چمنستان هڪ جامع مسجد جي مثال آهي، جنهن ۾ گلن جون ٻاريون، ۽ هموار شگفته ۽ معطر حصا فرش وانگر آهن، ۽ ترنج جا قنديل ضوفگن آهن، ۽ باغ جا پکي شاخن جي ممبرن تي خطبا پڙهي رهيا آهن، ۽ سندن نغمه ريزيءَ ۾ حمد و ثنا جا هزارين انواع ۽ اقسام آهن."

ـقري الوحش، جنهن جودت طبع، محاڪات شناسيءَ ۽ فطرت نگاريءَ کان ڪم ورتو آهي، اهو تسليم ٿيل آهي. باغ جو مٺيون نظارو ڏسي انهن کي سمجهجي ته جڻ واقعي مائهو باغ ۾ گهمي رهيو آهي. اصل ۾ صحيح شاعري جو معيار اهوئي آهي.

## ابوالحسن زنباع.

فقيه ابوالحسن زنباع موسم بهار جي رنگيني هن طرح بيان ٿو ڪري:

"موسم بهار جڻ شگفتگيءَ ۽ تر و تازگيءَ جو لباس پهريو آهي: ويرانيءَ کان پوءِ زمين سر سبز ۽ شاداب ٿي آهي، ۽ خشڪ سالي کان پوءِ ساڳي زمين نعمت الاهيءَ جو مظهر بڻي آهي، يا ته انهن کي معلوم ٿئي ته جڻ اها ڪراڙي زمين ازسرنوجوان ٿي رهي آهي: زمين جي قحط ۽ خشڪيءَ جي حالت زار تي ڪڪرن کي رحم آيو ۽ سندن اکين مان ڳوڙها وهي هليا!

"مگر مون کي انهن گلن تي تعجب ٿي رهيو آهي جي 'گريه ابر' تي "شگفته رو" ٿين ٿا، ۽ انهن ڪڪرن جي ترش روئيءَ (گجگاٽ) تي خوش ٿين ٿا! دراصل گلن ڦلن جي شگفتگيءَ جو سبب بادلن جو بلنديءَ تان وسڻ ۽ آفتاب جي لقبس روشني ۽ نرم گرمي آهي."

هن مختصر ٽڪري ۾ شاعر نهايت فطرت شناسيءَ کان ڪم ورتو آهي: بالخصوص "گريه ابر تي گلن جي شگفتگي" قابل داد آهي، ۽ ڪڪرن جي ڪڙڪي تي گلن جو خوش ٿيڻ نهايت لطيف ۽ نفيس خيالات آهن. هي ان ڪلام جو نمونو آهي، جنهن کي خاص طور تي بهاريه ڪلام جو شاهڪار چئي سگهجي ٿو: ورنه بهار جو ذڪر، عربن جي عشقيه شاعريءَ ۽ فارسيءَ جي قصيدن وانگر عربي قصائد جي "تشبيب" ۾ به موجود آهي. بهار جو اهڙو اثر عربي شاعرن تي آهي جو قصيده گو عرب شاعرن جي ڪلام ۾ بهار جا لوازم، گل ڦل ۽ انهن لاءِ نازڪ ۽ نفيس، لطيف ۽ نادر تشبيهون ۽ استعارا موجود آهن. ان کان سواءِ محبوب جي سراپا جي تعريف ۾ به نهايت لطيف ۽ پاڪيزه تشبيهات مان سندن ڪلام سينگاريل آهي، جن کي ڏسي سندن تخيل آرائيءَ ۽ مضمون آفرينيءَ جو داد ڏيڻو پوي ٿو. اهڙيءَ شاعريءَ جا نمونا شمالي آفريقا ۽ جزيره سسليءَ جي مشهور شاعر ۽ نقاد ابن رشيق جي ڪلام مان پيش ڪجن ٿا.

## ابن رشيق ۽ بهار.

ابن رشيق هڪ وڏو ماهر اديب، شاعر ۽ نقاد آهي. سندس تصنيف "العمده" ادبيات لاءِ وجهه ناز آهي، جنهن ۾ شاعر، شعر جي ماهيت ۽ تنقيد متعلق محققانه ۽ عالمانه بحث ڪيو آهي.

شاعريءَ جي حقيقت متعلق سندس نتائج افڪار اڄ به تازا آهن، ۽ اهل يورپ سندس تحقيق جا مداح ۽ خوشه چين آهن. وڏن وڏن يورپين نقادن ابن رشيق جي ڪتابن مان استفادو

ڪيو آهي. مگر افسوس هي آهي جو هن بي‌مثال شاعر جو سارو ڪلام دستياب ٿي نه سگهيو. تاهم جو ڪجهه حصو محفوظ ۽ مطبوع آهي، ان جي مطالع ڪرڻ کان پوءِ بيان جي انداز ۽ لطافت جو پتو پوي ٿو. باغ ۽ بهار ۽ گلن ڦلن جي تعريف ۽ توصيف ۾ ابن رشيق جي لطيف قوت متخيله سان نهايت نادر ۽ عمده تشبيهون پيدا ڪيون آهن، جن جا مثال عربي ادب ۾ به تمام گهٽ ملن ٿا. شاعر موصوف ڏاڙهن جي گهاٽي باغ جي تعريف هن طرح ڪري ٿو:

"سون باغ ۾ ڏاڍا دلفريب ۽ ڪيف‌زا نظارا ڏٺا آهن. باغن ۾ خوش نما وڻن جي ايتري گهاٽائي هئي جو انهن جي شاخن مشرق جي آفتاب کي به لڪائي ڇڏيو هو. ڏاڙهن جا جوڙا جي پاڻ ۾ جڪڙيل هئا، سي ائين ٿي معلوم ٿيا ڄڻ ته ڪي سون جا ڳاڙها قنديل لٽڪي رهيا آهن."

هڪ خوبصورت جوان رعنا جي هٿ ۾ صوف ڏسي، ابن رشيق هن طرح تخيل آرا آهي:

"شامي صوف' سرمگين اکين واري هرڻ (اشارو ڇوڪري ڏانهن آهي) جي هٿ ۾ آهي، ۽ صوف جي ڳاڙهاڻ ان جوان رعنا جي شرم آلود رخسار جي ڳاڙهاڻ جهڙي آهي!"

ابن رشيق صوف ۽ جوان جي مماثلت ۽ مشابهت ۾ ڪمال ڪيو آهي.

موسم بهار ۾، بنفشي جي روئيدگيءَ کي ڏسي شاعر چوي ٿو:

"بنفشو اهڙي وقت ۾ نمودار ٿيو آهي، جو نه گرميءَ جي گهٽائي آهي ۽ نه سرديءَ جي شدت آهي، اسان جڏهن بنفشي جي قريب آياسون تڏهن سندس لباس لاجوردي هو."

"گل لاله" شاعرن جو مرغوب الطبع گل آهي. ابن رشيق جي قوت متخيله گل لاله ۾ هن طرح مضمون آفريني ڪئي آهي:

"سون گل لاله جي سرخيءَ کي چڱيءَ طرح ڏٺو، جنهن جي سيني پاسن کان هلڪي سياهي آميزش هئي، ۽ هي ڳاڙهو گل ان سياهيءَ جي آميزش سان گڏ ائين ٿي معلوم ٿيو، ڄڻ هڪ خوبصورت ڳاڙهن ڳڀن واري جوان جي ڳڀن تي ڪا مس لڳل هجي!"

ڪڪر جي وسڻ ۽ کوڻ جي تجلين جي شاعرانه توجيه صرف هڪ شعر ۾ بيان ڪئي اٿس.

خليلي هل للمزن مقلة عاشق　　ام النارفي احشاء ها وهي لاتدري:

يعني: "اي منهنجا دوست! ڇا بادل به عاشق جي اک وانگر آهي، جا هر وقت ابر وانگر ڳوڙها وهائيندي آهي ۽ هميشه غم آلود؛ ۽ جنهن ۾ ابر جي بجليءَ وانگر ڪا اها آگ لڪل آهي جنهن جي خود ڪنهن به ڪا خبر ڪانه ٿي رهي!"

ابن رشيق، نارنگيءَ جي وڻن جي تصوير هن طرح ڇڪي آهي:

"نارنگيءَ جي وڻن جو رومان خيز منظر ڏسي اسان حيران رهجي وياسون. شاخون جهڪيل هيون، ۽ نارنگيون پنهنجي حسن ۽ رعنائيءَ سان لٽڪي ۽ لڏي رهيون هيون. انهن کي ڏسي ائين ٿي محسوس ٿيو ته ڄڻ زبرجد جي آسمان تي عقيق جا تارا چمڪي رهيا آهن."

ابن رشيق جي انهن چند منتخب شعرن مان سندس فطرت نگاريءَ ۽ جمالياتي ذوق جو بخوبي اندازو لڳائي سگهجي ٿو، ۽ اهو به پتو پوي ٿو ته هي ڪو پرانو شاعر نه آهي پر زماني حاضره جو ڪو قصيده گو ۽ فطرت شناس، تعشق پسند، جمال پرست شاعر آهي، جو پنهنجي جذبات ۽ احساسات کي شاعرانه رنگ ۾ پيش ڪري رهيو آهي.

## ابن المعتز جو انداز بيان.

نارنگين جي رنگن جي تشبيهه ۽ توجيهه جي سلسلي ۾ مشهور عباسي شهزاده عبدالله ابن المعتز جو پنهنجي دور جو بهترين شاعر شباب هو ۽ ادب نواز هو، ابن رشيق ڏانهن ۾ قدر اڳتي ويو آهي. سندس چوڻ آهي:

كانما النا رنج لما بدت ـ صفرته في حمرة كا للهيب
وجنة معشوق راي عاشقا ـ فاصفرثم احمر خوف الرقيب

يعني: "نارنگي، جڏهن ان جي سرخيءَ ۾ زردي شعلي وانگر نمودار ٿئي ۽ ضوفگن هجي، تڏهن ان محبوب جي رخسار وانگر آهي، جو عاشق کي ڏسي رقيب جي خوف کان زرد ٿي ٿو وڃي، ۽ ان کان پوءِ اهو ساڳيو رخسار ڳاڙهاڻ ڏانهن مائل ٿو ٿئي."

هڪ ئي چيز ۾ زرديءَ ۽ سرخيءَ جي شاعرانه توجيهه هن نوجوان شهزادي جنهن انداز ۽ اسلوب سان نباهي آهي، تنهن جو قدر اهل سخن بخوبي ڪري سگهن ٿا. نارنگيءَ لاءِ ساڳئي عباسي شهزادي جي بي نادر تشبيهه ملاحظه فرمايو:

وكانما النارنج في اغصانه ـ من خالص الذهب الذي لم يخلط
كرة رماها الصولجان الي الهوا ـ فتعلقت في جوه لم تسقط

يعني: "شاخن تي نارنگيون ائين آهن، چڻ 'سون جا بال'، جن کي راند بگر ڏڪ هنيو آهي، ۽ هو مٿي هوا ۾ هليا ويا آهن، ۽ اتي هوا ۾ لڙڪي بيهي رهيا آهن، ۽ هيٺ نه ٿا ڪرن!"

ڇا اجوڪن شاعرن جو آرٽ هن کان وڌيڪ لطيف ۽ نادر تخيل پيش ڪري سگهي ٿو؟

## عربي شاعريءَ جو خيامي رنگ

خيام جي شاعري ۽ فلسفه حيات تفصيل طلب نه آهن. هو هڪ رند پارسا، ۽ آزاد طبع، صوفي صافي هو. سندس ڪلام رندانه ۽ قلندرانه، عاشقانه ۽ والهانه شاعريءَ جو شاهڪار آهي. اهو رنگ ايترو ڪيف زا، ۽ مقبول آهي جو شاعريءَ جي تاريخ ۾ زنده جاويد رهيو آهي، ۽ آينده به رهندو. سندس آرٽ ۽ فن بي مثال ۽ بي نظير آهي، عرب شاعرن ۾ ان نظريه واري شاعري به موجود آهي، جنهن جا مثال "سبع معلقات" ۾ ملن ٿا. هت، "يڪ مشت نمونه خروار" - ابن رشيق جي زبان حقيقت ترجمان مان فلسفه خيام جو مسرت انگيز، ۽ غم ربا نغمه حيات پيش ڪجي ٿو، جو موسم بهار ۾ شايد دنيا جي هر نوجوان جي دل ۾ موجزن ٿئي ٿو. ابن رشيق فرمائي ٿو:

"اي دوست، صبح ٿيو آهي: اٿـي، ۽ خوشيءَ ۽ راحت مان لطف اندوز ٿي، ۽ مسرت بخش گهوڙي تي سوار ٿي، ۽ جلد منزل مقصود تي پهچ.
ائين نه ٿئي جو منجهند وارو تتل سج، صبح جي وسندڙ ڪرڻن جي لطافت ۽ ڪيفيت کي جذب ڪري ۽ ختم ڪري ڇڏي!"

هن باب کي ختم ڪندي ابن رشيق جي هڪ «بهار يا صفا» ابن اشرف قيروانيءَ جا [illegible]
پيش ڪرڻ مناسب آهن. هو ابن رشيق جو نه فقط هم عصر شاعر آهي، پر سندس [illegible]
شاعر، اديب ۽ نقاد به آهي. ان شاعر جو ڪلام به موجود آهي.

## بنسريءَ جي تعريف:

"بنسريءَ" جي تعريف ۽ توصيف لاءِ صوفيانه ۽ شاعرانه موشگافيون موجود آهن. "ڪرشن جي بين" جي رنگ رچايا آهن، ۽ رومان خيز تاريخي واقعات پيدا ڪيا آهن، تن سان هندو لٽريچر ڀريو پيو آهي. ان طرح مولانا رومؒ جي "نئي ۽ نيستان" جي عالمسوز حڪايات ۽ شڪايات لاءِ مثنويءَ جا دفتر موجود آهن —

بشنو از نی چون حکایت می کند، از جدائی ها شکایت می کند:

سان ئي مثنويءَ جو افتتاح ٿيو آهي. فارسي، سنڌي ۽ هندي شاعريءَ ۾ "نئي نوازيءَ" جو گهڻو حصو ملي سگهي ٿو: پر عربي شاعريءَ ۾ به "بنسريءَ" تي پختو ڪو شاعرن جو ڪلام موجود آهي.

هت ابن اشرف قيروانيءَ جا چند تاثرات پيش ڪجن ٿا.

ابن اشرف فرمائي ٿو:

> "خدا ان زمين کي برڪتن سان ڀري، جتي ڀريائين ان ڪاٺ جي پيداوار ٿي! جڏهن ان بنسريءَ جي شاخ سرسبز هئي، تڏهن ان وقت ان تي ويهي 'طيور خوش نوا' گيت ڳائيندا هئا؛ مگر جڏهن اها شاخ سڪي وئي آهي، تڏهن انهن کي 'حسينان خوش اندام' پنهنجن نازڪ ۽ نفيس هٿن سان، پنهنجن 'شگفته لعل گون چپن' تي رکن ٿيون ۽ پنهنجي ڪمالات موسيقي جي اظهار لاءِ 'ترنم ريز' آهن!"

ڇا بنسريءَ جي ان ڪاٺ وڌيڪ ڪا بي حسين ڪيفيت بيان ڪري سگهجي ٿي؟

هن مختصر ۽ اجمالي مقالي ۾ اميد ته عربي شاعريءَ جي بهاريه مضامين جو ڪجهه اندازو لڳي سگهندو. عربي نثر ۾ بهاريه مضامين متعلق چند منتخب ٽڪرا اميد ته ٻئي ڀيري ۾ پيش ڪندس.

---

جيستائين هن سرمايه دارانه جمهوريت، ۽ هن جارحانه قوم پرستيءَ، ۽ هن ذليل ملوڪيت جي لعنتن کي پاش پاش نه ڪيو ويو آهي، جيستائين انسان پنهنجي عمل جي اعتبار سان الخلق عيال الله، (مخلوقات الله جو عيال آهي) جي اصول جو قائل نه ٿيو آهي، جيستائين رنگ ۽ نسل جي امتيازن کي نه مٽايو ويو آهي، تيستائين انسان هن دنيا ۾ فلاح ۽ سعادت جي زندگي بسر ڪري نه سگهندو، ۽ اخوت، حريت، ۽ مساوات جي شاندار لفظن جي معنيٰ ئي ڪانه نڪرندي! (علامه اقبال)

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# سنڌي ۽ هندي شاعريءَ جو لاڳاپو *

(قسط ٢)

## ٣- 'سنگار رس' يعني 'هندي عشقيه شاعريءَ' جو سنڌي شاعريءَ سان لاڳاپو.

مغلن جي دؤر ۾ هندوستان کي هڪ پائدار نظام حڪومت نصيب ٿيو. اڪبر جي دؤر حڪومت ۾ هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ قريب تر تمدني اتحاد پيدا ٿيو. ملڪ جو اقتصادي نظام به سڌريو ۽ ماڻهن کي به اڳئين کان نسبتاً وڌيڪ خوش حالي ۽ فارغ البالي حاصل ٿي. علم ۽ فضل، حڪمت ۽ هنر جي قدر داني ٿي. حڪومت جي حسن نظام، انساني زندگيءَ جي حسن نظام کي به چمڪايو، ۽ حسن جي تلاش ۽ تعريف هڪ محبوب ترين مشغلو بڻجي ويو: جئن مصوري، موسيقي ۽ عمارت سازي مؤبني حسن جي تلاش جا مظهر بڻيا، تئن شاعريءَ به حسن محبوب کي پنهنجو خاص عنوان بڻايو. هندي ٻوليءَ ۾ جيتوڻيڪ اڳيا 'ڀڳتي شاعريءَ' جو دؤر دؤرو هو، مگر هاڻي ان سان گڏ تنهن حسن نواز عشقيه شاعري، 'سنگار رس' جي دلچسپ لالي سان نعرو هڻي نروار ٿي. مغليه دؤر کان اڳ جي هندي شاعرن پڻ پنهنجي ڪلام ۾ گاهي به گاهي محبوب جي حسن ۽ سينگار جهڙي مضمونن کي نهايت مؤثر نموني ۾ نباهيو هو. مثلاً ملڪ محمد جائسي پنهنجي شاهڪار 'پدماوت' ۾، سلطان علاؤالدين جي آڏو، راگهو پنڊت جي زباني، جيڪو پدماوت رانيءَ جي حسن ۽ سينگار جو منظر چٽيو آهي، سو هندي شاعريءَ اندر هن معنيٰ ۾ ڄڻ ڪلاسيڪي حيثيت رکي ٿو. مگر شهنشاهه اڪبر جي دؤر حڪومت کان "سنگار رس" يا عشقيه شاعري، هندي شاعرن جي ذوق ۽ تخيل جو خاص عنوان بڻي، ۽ 'ڀڳتي شاعريءَ' جي بجاءِ عام توڙي خاص جو ان ڏانهن زياده توجهه ٿيو.

بهاري لال:- عشق ۽ محبت جو عنوان ۽ محبوب جي حسن ۽ سينگار جو بيان، پٽي هن تنهن شاعريءَ لاءِ نهايت نسي موافق زمين ۽ ميدان بڻيا، جن ۾ حسن نواز شاعرن دل کولي پنهنجا ڪؤنتل ڪڍايا. ڪرپا رام پهريائين ان ڏس ۾ قدم وڌايو، مگر مؤني جو مهندار ۽

* مهراڻ جي اڳئين جلد (١/١٩٥٥ع) ۾ سنڌي شاعريءَ ۽ هندي شاعريءَ ("جوڳ واري تخيل" ۽ ان بعد "ڀڳتي شاعريءَ") جي لاڳاپي تي قدري روشني وڌي وئي هئي. هن مضمون ۾ هندي شاعريءَ جي ٽئين دؤر يعني "عشقيه شاعري" (سينگار رس) ۽ سنڌي شاعريءَ جي لاڳاپي کي واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. (ن-ب)

هن ميدان جو شهسوار مهاڪوي بهاري لال هو. بهاري لال ٻٽ ڪيشوراءِ، سنبت ١٦٦٠ (١٦٠٣ع) ۾ گوند پور ضلع گواليار ۾ ڄائو، ۽ سنبت ١٧٢٠ (١٦٦٣ع) ۾ گذاري ويو. جيپور جي راجا جئسنگ ڪيس جيپور ۾ گهرائي پنهنجي درٻار جي خاص شاعرن جي صف ۾ جڳهه ڏني، ۽ جڏهن بهاري لال پنهنجي مشهور شاعرانه شاهڪار "ست سئي" ڪيس پيش ڪيو، ته راجا جئسنگ ڪيس ست سؤ اشرفيون انعام ڏنيون. بهاري لال جو عاشقانه ڪلام هندي شاعريءَ ۾ آتم مڃيو ويو آهي، ۽ "سنگار رس" ۾ سندس درجو مؤلي شاعرن ۾ تسليم ڪيو ويو آهي. سندس شعر جا مثال ملاحظه ڪجن:

بهوشن ڀار سنڀار هي ڪيون يه تن سڪمار
سو ڌهي پاءِ نه ڌر پريں سوڀهائين ڪي ڀار

(اي نازنين! تون پنهنجي نازڪ بدن تي ڳهڻن جو بار ڪيئن سنڀاليندينءَ، جو تنهنجا ته پير به جوانيءَ جي بار ڪان زمين تي سڌا نه ٿا پون)

نينا ليڪ نه سان هي ڪتو ڪهو سمجهائي
تن من هارے هو هنسيں تن سون ڪيا بسائي

(سون انهن اکين کي ڪيترو ئي سمجهايو آهي، پر مڃين ئي نٿيون: جي تن من هارائڻ بعد به پيون کلن، تن سان ڪهڙو وس هلي سگهي ٿو!)

اڪبر جي عهد جا پيا شاعر جن عشقيه شاعريءَ ۾ شهرت حاصل ڪئي، سي هي هئا: (١) نواب عبدالرحيم خان خانان جنهن پنهنجي شاعريءَ جي پين تصنيفن سان گڏ "سنگار سورٺا" نالي ڀڻ ڪتاب لکيو؛ (٢) فيضي؛ (٣) گنگ؛ (٤) تان سين؛ (٥) سيناپتي؛ (٦) مبارڪ جنهن جا ڪي دوها بهاري لال جي دوهن سان مناسبت رکن ٿا؛ (٧) بليدر مصر جنهن جي تصنيف ساهه هڪ "سنگار گوبرڌن" آهي. انهن کانسواءِ سنه ١٦٣١ ۾ سندر نالي هڪ شخص کي 'ڪوي راءِ' جو خطاب ڏنو ويو، ۽ هن شاعريءَ جي فن تي "سندر سنگار" نالي ڪتاب لکيو جنهن جو ترجمو برج ڀاشا ۾ ٿيو. عالم، سنبت ١٧٣٥ ڌاري، "سنگار رس" (عشقيه شاعريءَ) جو نالي وارو شاعر ٿيو. هو ڀهرٻائين برهمڻ هو پر پوءِ هڪ رنگريزڻ جي عشق ۾ مسلمان ٿيو. "عالم ڪيلي" نالي سندس ڪتاب مشهور ٿيو. ١٧٨٣-١٨٠٠ سنبت ڌاري "ديوڪي نندن" نالي مشهور شاعر ٿيو جنهن جو ڪتاب "سرنگار چرتر" نهايت مقبول ٿيو. سنبت ١٩٠٠ وڪرميءَ ڌاري، اعظم خان نالي شاعر مشهور ٿيو، جنهن جو ڪتاب "سنگار درپن" مقبول ٿيو. سيد عبدالجليل بلگراميءَ جي پاليجي سيد غلام نبي بلگراميءَ جو "رس لين" جي لقب سان مشهور ٿيو، تنهن سنه ١٧٠١ع ۾ "انگ درپن" ۽ سنه ١٧٣١ع ۾ "رس پربوڌ" نالي ڪتاب تصنيف ڪيا.

رس جي حقيقت:- "رس" سنسڪرت زبان جو هڪ جامع لفظ آهي جنهنجي لفظي معنيٰ آهي "انتهائي لطف، لذت، خوشي يا مسرت". اصطلاحي معنيٰ موجب "رس" سنسڪرت ۾ جماليات (Aesthetics) جي دائري ۾ هڪ خاص فلسفي جي حيثيت رکي ٿو، جنهن جو تعلق خاص طرح شاعريءَ ۽ ناٽڪ جي اسباب، اثرات ۽ علامات سان آهي. "سنسڪرت ادب جي تاريخ" جي مصنف "پيرائيڊيل ڪيٿ" ان کي "قلبي واردات ۽ ڪيفيات جي نظريه" سان تعبير ڪيو

آهي (١). محقق پنڊت حبيب الرحمان صاحب، ان کي "فلسفهء انبساط" قرار ڏنو آهي. جنهن تہ هن صاحب مستند سنسڪرت ماخذن جي تصديق سان رس تي "رس يعني فلسفهء انبساط" جي نالي سان هڪ مستقل ڪتاب لکيو آهي (٢). انهيءَ ڪري اسان رس جي معنيٰ ۽ ماهيت کي واضح ڪرڻ لاءِ هيٺ سندس تحقيقي نتيجا پيش ڪريون ٿا:

١- مثلاً: بهار جي موسم آهي، جهڙ بادل ڇانيل آهي ۽ هڪ حسينہ نهايت ٺهي مٺي آواز سان ڳائي ٿي. ٻڌندڙ، جو هن نظاري ۾ محو آهي، تنهن جي دل ۾ محبت پيدا ٿئي ٿي. اهي مڙيئي ظاهري اسباب سندس محبت کي ويتر ڀڙڪائين ٿا. ان جذبي جي اثر هيٺ ڪيس لوڪ لوڻي پون ٿا ۽ پريشاني پيدا ٿئي ٿي. ان بعد سندس اهنا نفسياتي ڪيفيت اميد، مايوسيءَ، جنون ۽ شڪستہ دليءَ ۾ تبديل ٿئي ٿي. هاڻي هن منظر ۾ محبت "جذبہ مستقل" آهي؛ بهار، بادل، حسينہ ۽ راڳ ان جذبي جا "محرڪات" آهن؛ اشڪباري ۽ سراسيمگي (واردات قلبيہ کي ظاهر ڪرڻ واريون ڪيفيات) ان جذبي جا "اثرات" آهن؛ ۽ اميد، مايوسي، جنون ۽ شڪستہ دلي "منقلبات" يعني عارضي جذبات آهن. ناٽڪ ۽ شاعريءَ ۾، محرڪات، اثرات ۽ منقلبات جي منظر (scene) پيدا ڪرڻ سان جذبہء مستقل ۾ هڪ غير محدود لذت، وجداني لطافت ۽ پاڪيزه روشني پيدا ٿئي ٿي، ۽ ان وقت انهيءَ جذبہء مستقل کي "رس" چئجي ٿو. اهڙيءَ طرح نو ۹ مستقل جذبات، پنهنجي ارتقائي منزلن مان گذري، علي الترتيب (١) عشق (٢) کل (هنسي) (٣) رحم (٤) غضب (٥) بهادري (٦) دهشت (٧) نفرت (٨) حيرت ۽ (٩) سڪون جا "رس" بنجن ٿا، جن کي سنسڪرت ۾ (١) شرنگار رس (٢) هاس رس (٣) ڪرڻ رس (٤) رودر رس (٥) ويِر رس (٦) ڀيانڪ رس (٧) ويڀٽس رس (٨) اوڀت رس ۽ (٩) شانت رس چيو وڃي ٿو. مطلب تہ ۹ مستقل جذبات جي سببان 'رس' جا ۹ قسم بنيا. (ص ص ٤-٥)

---

(١) Discussion on Poetics occurs for the first time "as a subordinate element in chapter XVI of the Bharatiya Natyacastra ...... It develops the doctrine of sentiment, *Rasa*, with its eight subdivisions as erotic, comic, pathetic and those of horror, heroism, fear, disgust and wonder. Sentiment is a condition of mind of a spectator of a drama, or we may add, the hearer or reader of a poem ......" **A History of Sanskrit Literature** by Keith, Oxford University Press, London, 1953, page 27-.

(٢) محترم مولوي حبيب الرحمان صاحب شاستري .B. A (بعد ۾ پنڊت .M. A) سنسڪرت ليڪچرر، مسلم يونيورسٽي ڪاليج علي ڳڙه جو هي ڪتاب، مسلم يونيورسٽي پريس مان ١٣٤٩هه/١٩٣٠ع ۾ شايع ٿيو.

٢- مگر هن فن جي استادن "رس" جي جا حقيقت سمجهائي آهي ان مان، ۽
پڻ تجربي مان، معلوم ٿئي ٿو ته رس واري لذت هر حال ۾ ساڳي آهي:
يعني ته نون رسن مان ڪنهن به هڪ جي لذت ساڳي اهڙي آهي جهڙي
باقي ٻين اٺن ۾ آهي. پنڊت وشوناٿ "ساهتيه درپن" ۾، معتبر عالمن جي
سند مان هي نظريو پيش ڪيو آهي ته "تجربو ٻڌائي ٿو ته هرهڪ
'رس' جو اصلي جوهر 'تحير' آهي، ۽ انهيءَ ڪري هر جاءِ 'حيرت' جو ئي
رس هئڻ گهرجي" (ص ص ٦٠-٦١).

٣- ويد جي قولن يعني "شرتين" ۾ آتما (خدا) کي رس چيو ويو آهي جئن
ته "تيتريه اپنشد" ۾. عقلي دليلن موجب پڻ اهو نظريو صحيح آهي،
ڇاڪاڻ ته "رس" ۾ به انتهائي مسرت (آنند) آهي ۽ پڻ خدا ۾. انهيءَ
ڪري "شرتيءَ" ۾ خدا کي "رس" چوڻ بالڪل صحيح آهي. ساهتي
شاستر (فن شاعريءَ) جي ڪتابن "ڪاوي پرڪاش"، "رس گنگا ڌر"،
"ساهتيه درپن" وغيره مان پڻ هن نظريي جي تائيد ٿئي ٿي، ڇاڪاڻ ته
انهن مڙني ۾ "رس" ۾ انتهائي مسرت جو هجڻ تسليم ڪيو ويو آهي.
پڻ "برهم سوتر" (ويدانت فلسفي جي پهرئين باب جو ٻارهون سوتر)،
جو 'شرتين' تي ٻڌل آهي، ان جو مطلب به اهو آهي ته خدا ۾ انتهائي
مسرت آهي ڇاڪاڻ ته ويدن ۾ خدا لاءِ 'مسرت' جو لفظ ڪثرت سان
استعمال ڪيو ويو آهي (ص ص ٣٨-٣٩). "رس" جي هن تشريح
مطابق سنسڪرت جو هيءُ مقولو بالڪل درست آهي ته "مطالب شاعريءَ
۾، محويت ذريعي خدائي مسرت جي لطف اندوزي 'رس' آهي" (ص ١٤٨).
جڏهين (محبت، بهادري وغيره جا) عملي واقعات شاعريءَ يا ڊراما ۾،
مصنوعي محرڪات، اثرات ۽ منقلبات ذريعي، ڏسندڙ (يا پڙهندڙ ۽
ٻڌندڙ) جي آڏو پيش ڪجن ٿا، ته اهي سندس وحدت نما احساس کي
جاڳائي هڪ قسم جو عالم محويت ۽ تحير پيدا ڪن ٿا. ان محويت جي
عالم ۾ شاعرانه لٽريچر پڙهندڙن ۽ ڊراما جي ڏسندڙن جو وجدان جنهن
"مسرت رباني" مان لطف اندوز ٿئي ٿو اهو ئي "رس" آهي (ص ١٦١).

'رس' جي معنيٰ ۽ ماهيت بابت مٿيان ٽي نظريا اصولي حيثيت رکن ٿا. (١) ڀرت
۾، سنسڪرت جي جمالياتي فڪر جي دائري ۾، 'فن شاعريءَ' جي ماتحت 'رس' جي علمي
نظريي جي تشريح ٿيل آهي، ۽ 'رس' جي معنيٰ ٽوڙي قسمن کي واضح ڪيو ويو آهي
قدرتيءَ انهيءَ ساڳيءَ معنيٰ ۾ سنڌي زبان ۾ پڻ "رس" جو لفظ استعمال ٿئي ٿو. حقيقت ۾
'رس' جو پيدا ٿيڻ، 'رس' جي لذت جو پيدا ٿيڻ آهي؛ انهيءَ ڪري مجازاً جنهن سڪوجهي تو
ته 'رس پيدا ٿيو'. سنڌيءَ ۾ چوندا ته 'رس لڳو'. سنڌيءَ ۾ اهو اصطلاح 'راڳ جي رس
استعمال ٿئي ٿو. چوندا ته "فلاڻي ڳائڻ ۾ واهه جو رس لڳو"؛ يا چوندا ته "فلاڻي
(ڳائيندڙ) جو رس لڳو". ساڳيءَ طرح ڪنهن به محفل جي مزاج ۽ سرور کان متاثر ٿي
ان کي مجازاً "رس ڀري محفل" يا "رس ڀري رهاڻ" چوندا. "رس رهائيون" ۽ "رس
راوتا" ساڳيءَ معنيٰ ۾، سنڌي جا عام مروج اصطلاح آهن. انهن اصطلاحن مان ظاهر آهي ته

سنڌيءَ ۾، لفظ ’رس‘ جي اصل معنيٰ ۽ ماهيت وارو تخيل موجود آهي. (۲) ٻئي نظريءَ ۾ ’رس‘ جي سمجهاڻي نفسياتي نقطہ نظر کان (Psychological Interpretation) ڪئي وئي آهي، جنهن جو مقصد آهي ته جيتوڻيڪ مختلف جذبات (Emotions) جي بناء تي ’رس‘ کي جدا جدا نالن سان سڏيو ويو آهي، مگر حقيقت ۾ ’رس‘ اهو لطف ۽ لذت وارو اصولي احساس (Sentiment) آهي، جو هر جذبي جي اثر ۽ ڪيفيت جو ماحصل آهي. (۳) ٽئين نظريي جو تعلق ’رس‘ جي حقيقي معنيٰ سان آهي، جنهن کي ويدانت توڙي اسلامي تصوف جي روشنيءَ ۾ ”ذات الاهي“ سان تعبير ڪيو ويو آهي، جو ته ”ذات الاهي“ ئي لامحدود مسرت ۽ وجداني تجليءَ جو واحد سرچشمو آهي — ”والله نور السموات والارض“ ۽ ”ان الله جميل يحب الجمال.“

سنگار رس: مٿين وضاحت مان معلوم ٿيو ته انسان جا ۹ مستقل جذبات جن جي بناء تي آسانيءَ خاطر ’رس‘ جا به ۹ قسم تجويز ڪيا ويا آهن، انهن مان هڪ ”شرنگار رس“ آهي. ”شرنگار رس“ هڪ نفسياتي ڪيفيت آهي، جنهن جي ارتقائي درجي کي عشق ۽ محبت سان تعبير ڪري سگهجي ٿو. اصل سنسڪرت نظريه موجب ”شرنگ“ محبت جي ديوتا ’ڪامديو‘ جي اڀرڻ کي چئجي ٿو. هن اڀرڻ جي سبب ۽ اعليٰ ترين هيرو (Hero) جي رس کي عشق جو رس چئجي ٿو“ (۱).

انهيءَ مناسبت سان هندي زبان جي ٽئين عشقيه شاعريءَ تي ”سنگار رس“ جو اصطلاحي نالو پيو. مگر انهيءَ اصطلاحي نالي ۽ اصل ”شرنگار رس“ ۾ جو فرق آهي تنهن کي سمجهڻ ضروري آهي. ”شرنگار رس“، ”رس“ جي فلسفي جي دائري ۾ اچي ٿو ۽ ”رس“ جي ۹ قسمن مان هڪ قسم جو نالو آهي، مگر ’سنگار رس“ ٻيءَ جو اصطلاحي نالو آهي، جنهن جو تعلق هندي عشقيه شاعريءَ سان آهي. ”شرنگار رس“ اها بي انتها سرور ۽ لطف واري نفسياتي ڪيفيت آهي، جنهن کي شاعريءَ يا ڊراما ذريعي، محبت جي مستقل جذبي جي محرڪات، اثرات ۽ عارضي علامات جي عملي يا بياني مناظر پيش ڪرڻ سان، پيدا ڪيو وڃي؛ مگر ”سنگار رس“ هندي زبان ۾ هڪ شاعريءَ جو قسم آهي جنهن جو عنوان اڪثر عشق ۽ محبت آهي. اها عشقيه شاعري (يعني سنگار رس) بذات خود ”شرنگار رس“ ناهي، مگر ان جي ذريعي ”شرنگار رس“ پيدا ڪري سگهجي ٿو.

هاڻي سوال آهي ته ”سنگار رس“ ذريعي، خود هندي شاعر ڪيتري قدر ”شرنگار رس“ پيدا ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا؟ هن مسئلي تي هندي شاعريءَ جي عالمن شايد ڪا روشني وڌي هجي، مگر هن سوال جو ڪو فيصلہ ڪن جواب به ڏئي نٿو سگهجي؛ ڇاڪاڻ ته ان جواب لاءِ ضروري آهي ته ڪو اهل ذوق محقق، هندي شاعرن مان هر هڪ جي ڪلام جو اطمينان سان مطالعو ڪري، ۽ هر شاعر جي ڪلام پڙهڻ سان جي جذبات، احساسات ۽ قلبي واردات خود سندس اندر پيدا ٿين، تن جو جائزو وٺي ته واقعي اهي ”شرنگار رس“ واري لذت ۽ سرور جا متحامل آهن يا نه؟ مگر اهڙي متلاشيءَ جو اهڙو نظريو به بهرحال سندس شخصي نظريو ٿيندو، ڇاڪاڻ ته هرشخص جي جذبات ۽ احساسات جي دنيا نرالي آهي ۽ هرڪو پنهنجي نموني ۾ متاثر ٿيندو. البت جيڪڏهين ڪنهن شاعر جو ڪلام سندس اڪثر پڙهندڙن ۾

---

(۱) مولوي پنڊت حبيب الرحمان صاحب جو مذڪور ڪتاب ”رس يعني فلسفه انبساط“، ص ۲۷،۱۲

"شرنگار رس" وارو انتهائي سرور پيدا ڪري ٿو، ته پوءِ چئبو ته واقعي سنڌس شاعري صحيح معنيٰ ۾ "سنگار رس" آهي.

"رس" جي اصلي نظريه موجب، مرد (هيرو) توڙي عورت (هيروئن)، "رس" جي بنيادي محرڪات (اپاريندڙن) ۾ شمار ٿيل آهن، ۽ "شرنگار رس" جو بنيادي محرڪ عموماً عورت آهي (١). انهيءَ لحاظ سان عورت ۽ سندس حسن ۽ سينگار، هندي عشقيه شاعريءَ جا مرڪزي پهلو بنجي ويا؛ اهڙيءَ طرح "مقصد" (قلبي سرور) جي بجاءِ سمورو توجه "اسباب" (عورت جي حسن ۽ سينگار) تائين محدود رهجي ويو، ۽ "معنيٰ" جي بدران سچو خيال "صورت" ۾ سمائجي ويو. "سنگار رس" يا عشقيه شاعريءَ جي علمبردارن "حسن خوبان" جي بيان ۾ حسن خيالي پيدا ڪئي مگر نفس مضمون جي معنيٰ ۽ بلند خياليءَ ۾ ڪو خاص اضافو ڪونه ڪيائون. خود "سنگار رس" جي بلند شاعر، بهاري لال، متعلق هڪ مضمون نگار لکي ٿو ته "بهاريءَ جي ڪلام ۾ شاعرانه حسن حد درجي آهي مگر بلند خياليءَ جو پتو ڪونهي. ٻر رگهو بهاري لال جا، "سنگار رس" جي سڀني شاعرن جو اهو حال آهي" (٢).

هي نظريو پنهنجي جاءِ تي صحيح آهي، مگر ان جو وڏو سبب اهو ئي آهي جو شروع کان ئي "شرنگار رس" ۽ "سنگار رس شاعري" ۾ چڻ "حقيقت" ۽ "مجاز" وارو فرق آهي، ۽ جي سگهجي ٿو ته "سنگار رس" جا اڪثر شعراء پنهنجي نئين فن جي مجازي دلچسپين ۾ ئي محو ٿي ويا. سندن شاعريءَ جي اڪثر تصنيفن جي نالن ۾ "رس" جو لفظ داخل آهي، جنهن مان ظاهر آهي ته نظرياتي طور هو "رس" جي حقيقت کان واقف هئا، مگر عملي طور سندن شاعرانه احساسات ۽ جذبات "شرنگار رس" جي بنيادي محرڪ (عورت) ۾ محو ٿي ويا، ۽ سندن معجز نما اشعار بڻ عورت جي ظاهري حسن ۽ سينگار جو نذر بنجي ويا.

'سنگار رس' شاعريءَ جا عنوان:- شروع کان ئي هندي عشقيه شاعريءَ جا رجحانات "نايڪا پيد" ۽ "سنگار" جي عنوانن سان نمودار ٿيا. انهن ٻن مضمونن جي علاوه ٽيو موضوع وري "پدمني" عورت جي مخصوص ۽ معياري سونهن سوڀيا ۽ عادات اطوار جي خيالي نظريه جي صورت ۾ نروار ٿيو.

نايڪا پيد: "نايڪ" يا "نائڪ" جي معنيٰ قافلي جو سالار، سردار، مربي يا سرتاج. "نايڪا" يا "نائڪا" معنيٰ نايڪ جي زال. عشقيه يا ڊراماٽي شاعريءَ جي خاص اصطلاح ۾ "نايڪا" معنيٰ سورمي (هيروئن). انهيءَ لحاظ سان "نايڪا پيد" معنيٰ سورمي ۽ هيروئن جي دل جو راز يا محبت جي سار جنهن کي هوءَ پنهنجي الفاظن ۾ ڪناين ۽ اشارن سان ظاهر ڪري. عشقيه شاعريءَ جي استاد شاعرن، هيروئن جي زباني، محبت جي سار کي نهايت نازڪ خياليءَ ۽ حسن بياني سان پنهنجي اشعار ذريعي نروار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ شاعريءَ جي انهيءَ موضوع کي "نايڪا پيد" نالو ڏنو. هن فن جي شروعات، ڪرپا رام ڪئي؛ نواب عبدالرحيم خان خانان هن فن ۾ "بردي نائڪ پيد" نالي ڪتاب لکيو؛ ۽ ديو ڪوي ٻئي "نايڪا پيد" ۽ "سرنگار چتر" نالي ڪتاب لکيو جو نهايت مقبول ٿيو.

---

(١) ايضاً (٢) سريواستو: "هندي شاعري مين روحانيت کا دور"، رساله "اردو" ماه اپريل ١٩٤٣ع، ص ص ٢٣٠-٢٣١.

عورت جو ساٺ سينگار :- "شرنگار رس" جي بنيادي اپاريندڙ (عورت) جي سهڻيءَ ۽ سينگاريل تصوير کي ذهن نشين ڪرائڻ لاءِ، نڪ دانن هيٺيان اٺاويهه زيور، جوان عورت جي حسن کي چمڪائڻ لاءِ، ڪارگر قرار ڏنا آهن :-

(۱) ڪيف شوق (۲) وجد محبت (۳) جوش محبت (۴) رنگت ۽ روپ يعني جسماني حسن (۵) رعنائي (۶) جمال (۷) محبوبيت (۸) پخته ڪاري (۹) نرمائي (۱۰) ثابت قدمي (۱۱) مماثلت يعني ته اندام، لباس، زيورات ۽ محبت پرين ڳالهين ذريعي محبوب سان مشابهت پيدا ڪرڻ (۱۲) ادا (۱۳) سينگار يعني فطري حسن کي چمڪائڻ خاطر ٺورو ظاهري سينگار ڪرڻ: مثلاً شفاف پاڻيءَ سان غسل ۽ بدن جي صفائي، پان سان لب ڳاڙها ڪرڻ ۽ نرم، نازڪ ۽ صاف ڪپڙا پائڻ (۱۴) غرور حسن (۱۵) رنگين ڪرشما يعني ته انتهائي مرغوب شيءِ جي حاصل ٿيڻ واريءَ خوشيءَ سبب ذرا مرڪڻ، ذرا ڪرڻ خشڪ، ذرا کل، ذرا خوف، ذرا ڪاوڙ، ۽ ذرا انوکي ٺڪ جو اظهار ڪرڻ (۱۶) محويت جي ادا (۱۷) جهجهڪ (۱۸) گهبراهٽ (۱۹) نزاڪت (۲۰) ناز (۲۱) شرميلائي (۲۲) ونجهل (۲۳) چالي اڻ چاڻائي (۲۴) آس (۲۵) اشتياق (۲۶) ٺهڪ (۲۷) چرڪڻ، ۽ (۲۸) چلولائي(۱).

ظاهر آهي ته هن اصلي ۽ اصولي نظريه موجب، جوانيءَ ۾ حسن جا مٿيان چمڪائيندڙ اسباب زياده تر محبوب جي محبت جي جذبات ۽ احساسات، ناز و ادا جي نفسيات، مخصوص رد عمل ۽ حرڪات، حسن اطوار ۽ عادات سان تعلق رکن ٿا. محبوب جو جسماني ۽ ظاهري سينگار انهن اٺاويهن ذريعن مان فقط ٻه ذريعا آهن. "سنگارس" جي استاد شاعرن، پنهنجي شعرن ۾ مجموعي طور انهن سڀني حسين ادائن ۽ دلفريبين کي بيان ڪيو، مگر سندن خاص توجهه ٻن مخصوص خوبين يعني حسن جسماني ۽ ظاهري سينگار ڏانهن ئي مائل رهيو.

محبوب جي جسماني حسن جو موضوع بذات خود ڪافي ڪشادو هو: قد قامت، شڪل شبيهه، چهري جي رونق، رفتار ۽ گفتار جي مختلف نمونن ۾ ڪيترائي مضمون مخفي هئا: اکين جي اشارن ۽ زلفن جي پيچن ۾ ڪيترائي بيان بيتاب هئا: ازانسواءِ ڏندن، چپن، نڪ، پيشاني، آڱرين ۽ ٻين اندامن ۾، تشبيهات جا دفتر سمايل هئا. مطلب ته شاعرن لاءِ محض محبوب جي فطري حسن جي تعريف جو مضمون ڪافي وسيع هو. ان سان گڏ محبوب جي ظاهري هار سينگار جي شامل موضوع ويتر هن ميدان کي ڪشادو ڪيو. فطري حسن جي گوناگون رعنائين جي ته انتهائي ڪانه هئي، مگر ظاهري هار سينگار جي قسمن کي شمار ڪرڻ نسبتاً آسان هو: انهيءَ ڪري هن فن جي ماهرن عورت جا جملي "سورهن سينگار" قرار ڏنا: ان بعد "سورهن سينگار" بذات خود هن فن جو هڪ خاص مضمون بڻجي ويو.

"سورهن سينگار" :- چئي نٿو سگهجي ته "سورهن سينگارن" جي حد بندي ڪڏهن ٿي. بقول پياري لال، "اسانجي ديس ۾ استرين جا سورهن سينگار، پراچين زماني کان هلندا اچن ٿا" (شرنگار شاستر). مگر "شرنگار رس" جي محرڪات جي اصولي نظريه موجب، جو مٿي بيان ٿي چڪو آهي، عالم شباب ۾ جي زيور عورت جي حسن کي چمڪائين ٿا سي جملي ۲۸ قرار ڏنل آهن ۽ نه ۱۶. ازانسواءِ انهن اٺاويهن وصفن ۾ "ظاهري ساٺ سينگار" محض هڪ زيور طور شمار ٿيل آهي. ظاهر آهي ته "سورهن سينگار" جو اصطلاح پوءِ جي ايجاد آهي ۽ ان جو تعلق "ظاهري ساٺ سينگار" جي سورهن قسمن سان آهي. پانهجي ٿو ته

(۱) "رس يا فلسفءِ انبساط" مذڪور، ص ۸۲

هندي شاعريءَ، پنهنجي اوائلي آزاد تخيل وارا دؤر طي ڪري، جڏهن "سنگاررس" جي نسبتا تصنع ۽ تڪلف واري دؤر ۾ قدم رکيو، تڏهن هن فن جي سکڻن ۽ شاعرن محبوب جي ظاهري سينگارن متعلق اهي اشارا ۽ ڪنايا جي ڪلاسيڪل شاعرن جي شعر ۾ اهي جيڪ هئا ۽ جن سان ذهن مانوس ٿي چڪا هئا، تن جو انداز لڳائي مجموعي طور جملي سورهن قسمن جا سينگار تسليم ڪيا. پر ته "سورهن سينگارن" جي نظريه جي رائج ٿيڻ سان سينگارن جي قسمن جي مجموعي عدد جي تخصيص ٿي ته سينگار جا قسم مجموعي طور آهن: مگر اهي ڪهڙا آهن ان بابت ڪا لازمي حد بندي مقرر ڪانه ٿي، جئن ته هيٺين مثالن مان ظاهر آهي:-

(الف) هندي شاعريءَ مان مثال:- هنديءَ جو استاد شاعر، ملڪ محمد جائسي (وفات ۱۰۳۹ھ/۱۶۳۹ع)، پنهنجي مشهور نظم "پدماوت" ۾، سلطان علاؤالدين جي آڏو، پدماوت رانيءَ جي حسن جو بيان، راگهو پنڊت جي زباني، هن طرح ڪري ٿو ته

دبرگهه چار، چار لگهه سوئي - سبهر چار، چهون کهيني سوئي

(سندس بدن ۾ چار شيون ڊگهيون، چار ڇوٽيون، چار ٿلهيون (نرم) ۽ چار سنهيون آهن)

پرتهم کيس دبرگهه سر موتهين - اور دبرگهه اونگرين کر سوتهين
دبرگهه نين تيکهه تيتهه دبکها - دبرگهه کيون کنٺهه تسر ريکها

(يعني ته: ڇئن ڊگهين شين ۾ پهريان سر جا وار، پيون آڱريون، ٽيون اکيون، چوٿين ڳچي ۽ ان جي هيٺان خط)

پنهه لگهه دسن هونهه جن هيرا - او لگهه ڪچ اونتگ جن بهيرا
لگهه للاٽ دوبيچ پر گاسو - اولا بهسے لگهه چندن باسو

(چوٿين شين ۾، هڪ سنديس هيرن جهڙا ڏند، ٻيو نارنگيءَ جهڙا پستان، ٽيو ٻهرينءَ جي چنڊ جهڙي پيشاني ۽ چوٿون چندن بوءِ دن.)

نامک کهين کهرک کي دهارا - کهين لنک جن کيهر بارا
کهين پيٹ جانو نـ آنتا - کهين ادهر بدرم رنگ راتا

(باريڪ شين ۾، هڪ تلوار جي ڌار مثل سنديس نڪ، ٻيو چيتي ڪي شهه ڏيندڙ چيلهه، ٽيو لڪدار پيٽ جنهن ۾ چڻ آنڊايي ڪين آهن، چوٿان چپ جي مرجان مثل آهن)

سوبهر کيول دبکهه سوبها - سبهر تنب دبگهه من لوبها
سبهر ڪلائين ات بني، سبهر جنگهه گج پال
سوره سنگار برن کي کرنهه دبوتا سال

(پربل ۽ نرم شين ۾، پهريان سنديس پربل ڳل، ٻيو پربل پنڊيون، ٽيون پربل ڪارايون، ۽ چوٿيون پربل رانون: بدن جي **سورهن سينگارن** جي، ديوتا به تعريف ۽ پوڄا ڪن ٿا.)

مٿين مثال مان ظاهر آهي ته شاعر "پدماوت" جي سورهن سهڻن عضون ۽ اندامن جي تعريف ڪئي آهي ۽ انهن کي سورهن سينگار سڏيو آهي. هت "سورهن سينگار" جي اصطلاح جو

استعمال ”پدماوت“ جي فطري حسن سان تعلق رکي ٿو، جو نه ته سندس ”ظاهري هار سينگار“ سان شاعر جي وصف بيانيءَ جو ڪو به واسطو ڪونهي.

(ب) اديبن جا نظريا: هنديءَ جي ڪن اديبن ۽ لغت نويسن جن ”سورهن سينگارن“ جي تشريح ڪئي آهي، تن فقط سورهن ”ظاهري هار سينگار“ ڳڻيا آهن، ۽ ان ۾ به هرهڪ اديب جي پنهنجي پنهنجي راءِ آهي؛ يعني ته سورهن ظاهري سينگارن جي قسمن بابت سندن مختلف رايا آهن. مثلاً ڪن جي خيال ۾ عورت جا ”سورهن سينگار“ هي آهن: (١) بدن جي صفائي ڪرڻ، (٢) ڏندڻ ڪرڻ، (٣) صاف ڪپڙا پهرڻ، (٤) ڪجل لڳائڻ، (٥) لاک وغيره سان هٿن پيرن تي لالائي لائڻ، (٦) وار سنوارڻ، (٧) سينڌ ۾ سندور لڳائڻ، (٨) پرن جي وچ ۾ ڳاڙهو تاڪ لڳائڻ، (٩) کاڏيءَ ۾ تل بنائڻ، (١٠) مينڌي لائڻ، (١١) خوشبوءِ لڳائڻ، (١٢) پان چباڙڻ، (١٣) گلن جا هار پائڻ، (١٤) ڏندن کي ڳاڙهيرو ڪرڻ، (١٥) لبن کي لال ڪرڻ، (١٦) ۽ زيور (گهڻيءَ جا هار) پائڻ.

پليٽس (Platts) جي ”هندوستان لغت“ ۾ ”سولهه سنگار“ اصطلاح جي تشريح طور عورت جا هيٺيان سورهن ظاهري سينگار شمار ڪيل آهن:- ١. ڏندڻ ٢. منجن (ڏندن صاف ڪرڻ جو ڪو به خوشبوءِدار پورو) ٣. آپٽڻ (يعني ”پاڻڻ“: ڪڻڪ جي اٽي کي سرهي تيل ۽ ٻين خوشبوءِدار شين ۾ ڳوهي، صابڻ طور بدن تي صفائي خاطر مهٽڻ) ٤. سيندر (سينڌ ۾ وجهڻ لاءِ) ٥. ڪيسر (پيشاني تي زعفران ملي وچ ۾ سيندر جي تلوڪڙي بنائڻ، يا ستارن سان چمڪندڙ نشان بنائڻ.) ٦. آنجن (يعني سرمون يا ڪجل) ٧. بيندي (يعني سنهڙي ”آلي“ وارو گهه جو پيشاني تي لٽڪي پيو) ٨. سرهو تيل (وارن لاءِ) ٩. ڪنگي (ڦڻي وارن سنوارڻ لاءِ) ١٠. آرگجا (پيلي رنگ جو خوشبوءِدار مرڪب جو چندن، ڪافور، مشڪ، عنبر، سڳنڌ ۽ عرق گلاب ۾ تيار ڪجي ۽ ڪنوار جي ڪپڙن تي نشانن لڳائڻ خاطر استعمال ڪجي) ١١. پان (وات جي صفائي ۽ خوشبوءِ لاءِ) ١٢. مسي (لوهه جي پوري، ڦٽڪي، ۽ مازو ڦل جو مرڪب) ڏندن ۽ چپن جي صفائيءَ ۽ سونهن (هلڪي ڳاڙهيري رنگ) لاءِ. ١٣. لپ (سونهن خاطر تلڪوڙين ۽ ترن بنائڻ لاءِ) ١٤. مينڌي هٿن پيرن جي لالائيءَ لاءِ ١٥. گل (گلن جي ڪنڍي ڪلي يا وارن ۾ سونهن خاطر) ١٦. آلتا (لاک جي رنگ ۾ ٻڏل لال ڪپهه، پيرن کي لالائيءَ لائڻ واسطي).

هاڻي اديبن ۽ لغت نويسن جي ٻنهي تحقيق، توڙي خود هنديءَ جي استاد شاعر ملڪ محمد جائسي جي شعر مان پدماوت رائيءَ جي سونهن جي تعريف وارو مثال، ثابت ڪن ٿا ته هندي شاعريءَ ۾ ”سورهن سينگارن“ جي قسمن بابت ڪو متفقه طور فيصلو ڏنل نه آهي ته اهي فلاڻا فلاڻا آهن. محض سورهن جي عدد بابت ٿي اتفاق آهي. پر ته آيا ”سورهن سينگارن“ جو تعلق محض ”جسماني حسن“ سان آهي، يا فقط عورت جي ظاهري ۽ مصنوعي ”هارن سينگارن“ سان آهي، ان بابت به ڪو متفقه نظريو موجود ناهي. بلڪ اٿين معلوم ٿئي ٿو ته انهيءَ بابت ٻه مختلف نظريا آهن: (١) پهرئين نظريه جو اندازو ”شرنگار رس“ جي محرڪ اساسي يعني ”هيروئن“ جي فطري حسن کي جي ٢٨ وڏيڪ اسباب چمڪائين ٿا تن مان ۽ خود ”پدماوت“ جي حسن جي تعريف بابت ڏنل شعرن مان لڳائي سگهجي ٿو. ظاهر آهي ته هيروئن جي انهن جاذبل الاوڻهن اسبابن ۾ جسماني حسن توڙي ظاهري هار سينگار شامل آهن. ”پدماوت“ واري بيان جو تعلق پڻ فطري حسن سان آهي.

ان مان هيءَ نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو ته 'سنگار رس' شاعريءَ جي اصلي سرچشمي تائين
ان جي هڪ استاد شاعر جي تخيل موجب 'سورهن سينگارن' ۽ قطري حسن تائين ظاهري
هار سينگار جون وصفون اچي وڃن ٿيون. (۲) ٻئي نظريه جو مدار اديبن ۽ لغت نويسن جي
ڪيل تحقيق تي آهي، ۽ ان تحقيق جو مدار غالباً هندي شاعريءَ جي پوئين تڪش ۽ نمش
واري دؤر تي آهي جڏهن عام شاعرن 'سورهن سينگارن' جي بيانن کي محض عورت جي
ظاهريءَ هارن سينگارن تائين محدود ڪري ڇڏيو.

هندي عشقيه شاعريءَ جي شروعات واري تاريخي دؤر جي واقفيت، ۽ 'سنگار رس' نالي جي
حقيقت کي سمجهڻ لاءِ 'رس'، 'سنگار' ۽ 'سورهن سينگارن' جي ايتري اصولي وضاحت
بعد، اسان هن ڳالهه کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪنداسون، ته هندي عشقيه شاعريءَ جي
هن مخصوص تخيل ۽ ان جي مختلف مضمونن ۽ عنوانن جو سنڌ ۾ ڪيئن ۽ ڪيتري قدر چرچو
پيدا ٿيو، ۽ انهن ۾ هندي ۽ سنڌي تخيل جي آميزش ڪهڙي صورت اختيار ڪئي.

## "سنگار رس" شاعريءَ جي مضمونن اندر هندي ۽ سنڌي تخيل جو سنبنڌ

سنڌ ۾ جوڳ واري شاعريءَ جو تخيل ۽ هٺ يوگي فقيرن جا نظريا ان طبقي جي
سيلاني جوڳين فقيرن جي ذريعي پهتا؛ 'ڀڳتي شاعريءَ' وارا نظريا صوفي تارڪن ۽
درويشن جي ذريعي رائج ٿيا؛ ۽ هندي 'سنگار رس' يا عشقيه شاعريءَ جا عنوان ۽ اشعار
سگهڙن ذريعي پهتا. اسان جي خيال ۾ حسن ۽ عشق جا اهي مضمون غالباً اول اول راجستان جي
سگهڙ ڀاٽن ۽ چارڻن آتي جي راجائن، سردارن ۽ عوام جي وندر ۽ وروندر خاطر ياد ڪيا
۽ اهڙيءَ طرح سنڌ جي سرحدي ۽ پاڙيسري رياستن، بيڪانير، جوڌپور ۽ جيسلمير ۾ انهن
جو چرچو پيدا ٿيو. ان بعد 'سنگار رس' شاعريءَ جا اهي دلچسپ عنوان ۽ اشعار
سنڌ جي سگهڙ ڀٽن ۽ چارڻن، منچلن مڱڻهارن ۽ ٻين سجاڳ سگهڙن سنڌ ۾ رائج ڪيا.
مغلن جي دؤر حڪومت ۾ 'سنگار رس' شاعري عروج کي پهتي ۽ پاڻنجي ٿو ته آنهيءَ
دؤر جي آخر واري مغل سلطنت جي ٻين صوبن ۾ به ان جو عام چرچو ٿي ويو. سنڌ ۾
ڪلهوڙن جي (ميان نورمحمد) دؤر ۾ ان جو نئون ۽ نرالو سنڌي تخيل پنهنجي
عروج تي نظر اچي ٿو. ڪلهوڙن جي دؤر حڪومت ۾ سنڌ ۽ ان جي مذڪور پاڙيسري
رياستن، يعني بيڪانير، جوڌپور ۽ جيسلمير جي درميان نسبتاً گهاٽا سياسي ۽ تمدني تعلقات
پيدا ٿيا ۽ انهيءَ ڪري غالباً سنڌ ۽ انهن رياستن جي سگهڙن جون باهمي محفلون متبول
ذهن کليا، ۽ نه فقط هن نئين شاعرانه فن ترقي ڪئي پر ان ۾ نوان نوان نقطا پيدا ٿيا.

اسان جي خيال ۾ پهريائين پهريائين هندي 'سنگار رس' شاعريءَ جا عنوان ۽ اشعار
سنڌ جي ٿرپارڪر واري حصي ۾ رائج ٿيا ڇاڪاڻ ته اهو پاڙو، جيسلمير، جوڌپور رياستن
جي علائقن سان مليل هو ۽ انهيءَ پاڙي جي ڀٽن، چارڻن ۽ سگهڙن جو راجستان جي
سگهڙن سان زياده گهاٽو تعلق هو. پر ته انهيءَ پاڙي جا سگهڙ جي سنڌي ٻوليءَ جي
"ٿري - ڍاٽڪي" محاوري سان آشنا هئا تن لاءِ هندي اشعار سمجهڻ نسبتاً آسان هئا. انهن
سگهڙن جي پنهنجي طبعي شگفتگي خواه سنڌ جي مجلسن جي مخصوص رنگ رهاڻ سبب، اهي
اشعار جي حسن ۽ مجاز متعلق هئا سي انهن خاص طور اظهار ڪيا. انهيءَ لحاظ سان بدمشيءَ

جي وصفن ۽ 'سورهن سينگارن' جهڙن رنگين عنوانن سان سندن خاص دلچسپي رهي ۽ انهن بابت جوڙيل افسانن ۽ بيتن کي پنهنجي سگهڙ پائيءَ جي محفلن ۽ مجلسن ذريعي عام رائج ڪيائون.

اهوئي سبب آهي جو اهي عنوان اڄ ڏينهن تائين سنڌ جي سگهڙن جي مارڪن جا خاص موضوع آهن. پر ته انهن عنوانن بابت جي اشعار مان ۽ تن کي جي گهريءَ نگاه سان ڏسجي ٿو ته انون ۾ سنڌي ۽ سنڌيءَ جي 'ٽري - ڏانڪي' محاورن جا الفاظ ۽ اصطلاح مان ٿا، جن مان اسانجي مٿين نظرئي جي تائيد ٿئي ٿي ته غالبا انهن شعرن جي روايت سنڌي ٻوليءَ جي 'ٽري - ڏانڪي' محاوري ذريعي ئي سنڌ ۾ عام رائج ٿي: يعني ته اول اول سنڌ ۾ اهي عنوان ۽ اشعار ٿرپارڪر جي ڀٽن، چارڻن ۽ منگڻهارن جي زباني عام رائج ٿيا. ان جي مزيد تصديق هيٺ "ڍول - مارو" جي عنوان هيٺ ڏنل بيتن مان ٿئي ٿي، جو ته "ڍول - مارو" جو افسانو جيتوڻيڪ راجستان جي ڪن ڀاڱن، ڪڇ، گجرات توڙي ڪاٺياواڙ ۾ عام مشهور آهي، مگر سنڌ ۾ ان جي شهرت ۽ مقبوليت جو تعلق خاص طرح ٿرپارڪر جي ڀاڱي سان آهي.

(ا) پدمڻيءَ جون وصفون:- 'پدم' سنسڪرت لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي ٻيڻ جو 'ڪنول گل' يا گل ليلوفر. هن گل جي نزاڪت ۽ سونهن جي لحاظ سان سنسڪرت ۾ نازڪ ۽ حسين عورت کي 'پدمني' جو صفاتي نالو مليو، ۽ جنسيات جي لحاظ سان عورت جي چئني قسمن (۱. پدمني ۲. چترڻي ۳. سنکڻي ۴. هستني) ۾ 'پدمني' قسم جي عورت کي سڀني جو سرتاج ڪري مڃيو ويو. هنديءَ ۾ 'پدمني' جو تلفظ ٿري "پدمڻي" ٿيو. جن جنسياتي نظريه جي موجدن 'پدمڻي' قسم جي عورت جا اوصاف لکيا، تن سگهڙ شاعرن به پنهنجي تخيل جو گهوڙو ڊوڙايو ۽ 'پدمڻي' عورت جي حسن جون خاص خوبيون بيان ڪيون.

سنڌ ۾ 'پدمڻي' جي وصفن بابت جي اشعار مشهور آهن، تن جي ابتدا اسانجا سگهڙ اڪثر هڪ خيالي قصي سان ڪندا آهن جنهن جو حاصل مطلب هي آهي ته اڪبر بادشاه بيربل کي پنهنجي حرمسراءِ ۾ وٺي ويو ۽ انهيءَ لاءِ ته هو فيصلو ڪري ته حرمسراءِ جي بيگمات مان ڪا پدمڻي به آهي يا نه؟ اڪبر جڏهن چوندي زالون هڪبئي پويان بيربل کي ڏيکاريون ۽ هن هر هڪ بابت نظم جي هڪ مصرع ۾ جواب ٿي ڏنو ته انهن مان ڪابه پدمڻي ڪانهي-

("ڪهي بيربل سنئي شاهه اڪبر، اسي گهر اهن نار پدمڻي")

در حقيقت نظم جون اهي مصراعون ڪنهن سگهڙ شاعر جي تخيل جو نتيجو آهن، جنهن ۾ هن نشست برخواست جي ڪن خاص سنجيده اوصاف کي مد نظر رکي 'پدمڻي' ۽ ٻين عام رواجي عورتن جو فرق بيان ڪيو آهي. انهن مصراعن جو مٿين قصي سان ڪوبه تعلق ڪونهي. اهي مصراعون هي آهن:-

۱- پدمڻي تو پلڪ لينذر، پهر لينذر ڪامڻي،
اڌ رات جاڳي استري، اور سورج جاڳي سنکڻي.

[يعني ته پدمني اهڙي ته نازڪ ۽ بيدار آهي جو ان جي ننڊ هڪ پاڪ کان سوا آهي؛ جيڪا عورت هڪ پهر ننڊ ڪري سا پدمني نه چئبي مگر اها 'ڪامڻي' يا هڪ چڱي معيار جي عورت آهي؛ ۽ جيڪا عورت ٻه پهر ننڊ ڪري ۽ اڌ رات جو جاڳي سا چئو استري يا ۽ عام رواجي زال آهي؛ ۽ جيڪا سڄي رات سمهي ۽ سج اڀري اک نه پٽي، سا 'سنکڻي' يعني خالي ٺالي زال آهي.]

٢- پدمني تو پئون جاڳي، پائون جاڳي ڪامڻي،
سڏ جاڳي استري، اور سٽ جاڳي سنکڻي.

[يعني ته پدمني ايڏي حساس آهي جو ذرا تيز هوا هلڻ سان سجاڳ ٿيو پوي؛ جيڪا پير جي اشاري سان سجاڳ ٿئي اها چئو 'ڪامڻي' آهي؛ جيڪا سڏ سان جاڳي اها عام رواجي استري آهي؛ باقي جنهن کي سٽ ڏيڻي پئي سجاڳ ڪجي سا ته خالي ٺالي زال آهي.]

٣- پدمني تو پانچ تولا، ڏس جهيبي ڪامڻي،
پاءُ جهيبي استري، اڌ سير جهيبي سنکڻي.

[پدمني جو قوت پنج تولا؛ جيڪا ڏهه تولا يا اڌ پاءُ کان ڪاڏو کائي سا ڪامڻي چئبي؛ جيڪا پاءُ ويلي تي کائي، سا چئو عام رواجي استري آهي؛ باقي اها جا اڌ سير ويلي تي چٽ ڪري سا چئو ٺلهي ٺالي زال آهي.]

٤- پدمني تو سات برسي، پانچ برسي ڪامڻي،
تين برسي استري، اور بارهن ماسي سنکڻي.

[پدمني ستن ورهين بعد ٻار ڄڻي؛ جيڪا پنجن ورهين بعد ٻار ڄڻي سا ڪامڻي چئبي؛ جيڪا ٽن ورهين جي وٿي بعد ٻار ڄڻي سا چئو عام رواجي زال آهي؛ باقي جيڪا ٻارهين مهيني ويامي سا چئو خالي ٺالي زال آهي.)

٥- پدمني تو هنس چالي، گج چالي ڪامڻي،
مور چالي استري، اور ڏور چالي سنکڻي.

[پدمني هلي ته چئو هنج وانگر ٿلي؛ جنهنجي هاٿي (گج) جهڙي سهڻي چال آهي سا ڪامڻي؛ جا مور وانگر هلي سا ٻه استري چئبي؛ باقي جا ڏورن وانگر هلي سا ته خالي ٺالي زال آهي.]

٦- پدمني توڪُو پاڻ ڪيسي، ڪُو پاڻ ڪيسي ڪامڻي،
اڌ ڏڪي استري، اور ڪنان ڪيسي سنکڻي.

[پدمني عورت اها آهي جنهن جا ڏگها (ڪيس) وار ڪوڙپان کان ٻن تي پيا هجن؛ جنهن جا وار چيله تائين هجن سا 'ڪامڻي' چئبي؛ جنهن جا وار اڌ ڏڪي هجن سا چئو عام رواجي استري آهي؛ باقي جنهن جا وار ايترو ڇوٽا هجن جو ڪنن تائين هجن، سا ته خالي ٺالي زال آهي.]

مٿين مصراعن تي غور ڪرڻ سان معلوم ٿيندو ته اهي سکڻ شاعرن جي تخيل جو نتيجو آهن. صرف مصرع -٥، 'پدمني تو هنس چالي' وارو فقرو اصلي آهي، ۽ غالبا ان کان متاثر ٿي سکڻن مٿيون مصراعون ٺاهيون آهن. هنن مصراعن جي زبان نه هندي ڪانهي، بلڪ سنڌي ۽ ان جي 'اتر-ڏاڪي' محاوري جو مٿس رنگ

جو هيل آهي. اڏ رات، سڏ، ست، اڏسير، ڏور، ڪوپان، ۽ ٻيا ڪي الفاظ سنڌي آهن ۽
هڙس جهڙيءَ، 'ڪوپان ڪيسي'، 'ڪوپان ڪيسي'، ۽ 'ڪنان ڪيسي' جا اصطلاح زياده تر
ٿري- ڍاٽڪي' محاوري ۽ لهجي جي ساک پرين ٿا. انهن اهڃاڻن مان معلوم ٿئي ٿو ته
اهي مصراعون غالبا سنڌ جي سگهڙن جون ٺي بنايل آهن.

(۳) ڍول- مارو بابت اشعار:- اسان مٿي بيان ڪري آيا آهيون ته جيتوڻيڪ ڍول-
مارو جو افسانو سنڌ کان ٻاهر به مشهور آهي مگر سنڌ ۾ ٿرپارڪر وارو ڀاڱو ئي ان جي عام
مقبوليت جي خاص ابراضي آهي. 'ڍول- مارو' افساني جا هيٺيان اشعار سنڌي ٻوليءَ جي
ٿري- ڍاٽڪي' محاوري ۾ رچيل آهن ۽ انهن جي مطالعي مان صاف ظاهر آهي ته اتي جي
سگهڙن ساڳي 'سنگار رس' واري زمين ۽ اسلوب بيان ۾ پنهنجي مڪاني افساني کي نظم
ڪيو آهي. مطلب ته تخيل ۽ اسلوب بيان هندي آهن ته افسانو ۽ زبان سنڌي آهن، جن
جو سنبنڌ هنن اشعارن ۾ بالڪل نمايان آهي (۱).

۱- اجهر، گجهر، ڪسمهر، انڪهر اڏ ڪار،
سو سندر نه بسرے، جس کا سورهن هے سينگار.

[جنهن دلبر جو حسن سپني جاندارن جي سهڻين صفتن جو جامع آهي- مثلا سندس ڪارا وار واسينڪ
ناڳ مثل (اجهر) آهن سندس سهڻي هلڻي هاٿي جهڙي (گجهر) آهي وغيره (۲): سو
سهڻو سڄڻ ڪئان ٿو وسري جنهن جا وبتر سورهن سينگار آهن.]

۲- ست رپ ڪي چال هے، آڪا رپ ڪا نيڻ،
سو واهڻ ڪي لک هے، جيون آنبا رپ ڪا وينڻ.

[هنج (ست رپ = موتين جي آفت = يعني هنج، جو موتي چڳي) جهڙي سندس تور
آهي، هرڻ (آڪا رپ = اڪن جي آفت = هرڻ، جو اڪن کي کائي) جهڙا سندس نيڻ آهن،
جيتي (سو واهڻ = شو ديوتا جي وبهڻ يعني سواري = شينهن، جنهن تي شو ديوتا سواري ڪئي)
جهڙي سندس چيلهه آهي، ۽ ڪوئل (آنبا رپ = انبن جي آفت) جهڙي سندس ٻولي آهي.]

۳- هير برن، پالڪ بدن، جهڻ لڪ، مرگهه چک،
سو سندر ڪب بسرے، جهڙو ايڪ جيو ڳڻ لک.

---

(۱) هي اشعار اسانکي ملي، ضلع ٿرپارڪر، جي سگهڙ عارب فقير مگنهار جي زباني
مليا، ۽ انهيءَ اڪيلي روايت جي بناء تي هي اشعار قلمبند ڪيا وڃن ٿا- ٻي ڪا روايت ملي
ها ته شايد انهن جي صحت کي بهتر بنائي سگهجي ها ۽ ڪن لفظن جي معنيٰ وڌيڪ
واضح ٿئي ها. جڏن ته مضمون پريس ۾ وڃي رهيو آهي، انهيءَ ڪري لفظن جي تحقيق جو
موقعو ملي نه سگهيو آهي- طوالت جي خوف کان تفصيلي تشريح کي به درگذر ڪيو ويو آهي.
(۲) مضمون لکڻ وقت 'ڪسمهر' ۽ 'انڪهر' لفظن جي تحقيق لاءِ وقت ملي نه سگهيو
آهي. عارب فقير جي زباني موجب 'ڪسمهر' معنيٰ شينهن آهي ۽ انڪهر معنيٰ هرڻ آهي
(۽ انهيءَ لحاظ سان معنيٰ ٿيندي ته سندس چيلهه چيتي جي مثل سنهي آهي ۽ اکيون هرڻ
مثل آهن.) مگر انهن لفظن جي معنيٰ اڃا تحقيق طلب سمجهڻ گهرجي. 'اجهر' ۾ 'اج'
معنيٰ نانگ، 'گجهر' ۾ 'گج' معنيٰ هاٿي: 'هر' جي هوازي چال چلت ۾ مشابهت
ڏيکاري ٿي. مثلا 'سهجر' معنيٰ ساٿي.

[سندس سون جهڙو لال رنگ، پيار جهڙو نرم نازڪ بدن، سنهي چيله، ۽ هرڻ جهڙيون اکيون آهن: اهڙو سهڻو سهڻو ڪٿان ورئي، جنهن جي جان هڪ ۽ ڳو لڪ آهي.]

٥- ڪٽ ڪيهر، بال پونڱ، ڪونج بدن ڪنڪ لنڪ،

هيرا دسن، پوڏرڪ بهن (؟)، مارو منگهٽ مهنڪ.

[سندس چيله جهڙي جي چيله وانگر سنهي، وار واسينگ وانگر ڪارا، ۽ ڳچي ڪونج جهڙي ڊگهي، ۽ سنهي، ۽ ڏند هيرن جهڙا آهن (پودرڪ بهن، جنهن معنيٰ تحقيق طلب آهي)، ۽ پڻ ان مارو (محبوب) جو موڙ منگهٽ مشيادار آهي.]

٦- اک ڪاجل، نڪ سل، خنجر نين خدنگ،

مارو 'ترالوڙے مرگهه جيون اوبي موڙ انگ.

[سندس اکيون ڪجليون، نڪ سنهي سوراخ وارو، ۽ اکيون تلوار مثل آهن: منهنجي مارو (محبوب) چڙهندڙ هرڻ وانگر، ڪر موڙي ناز سان پئي نهاري.]

٧- باتر بندي، پينگهه ڏن (؟)، ڏنهءِ واسينگان جيون ڏٽ،

ڍولا! تنهنجي مارو، جيون پلي گهوڙي ڪا نٽ.

[سنهي بندي، پينگهه جهڙي لوڏ، ۽ رفتار ۾ انتظار يا نازن سبب واسينگن وارا وٽ ۽ پيچ: اي ڍولا! تنهنجي مارو ڪي جڙ پلي گهوڙي وارا گهڻا ۽ ناز آهن!]

٨- باتر پهرڻ، پل چڙهڻ، پهر تربان آتر ڪل،

لالچ ڪيتي نه لٿا، ڍولا! لکيا لاڀيا ول.

[نازڪ نفيس ڪپڙا پهرڻ ۽ اهڙين پلن گهوڙين تي چڙهڻ جن جسو ٻئي روءِ زمين جي ٻئي ۾ آتر آهي، ڍوليا! اهو بخت لالچ ڪندي ته ملي، البت لکيي سان نصيب ٿئي.]

(٣) سورهن ۽ ٻارهن سينگار:- سينگار جي اصولي نظريه تو ڙي هندي شاعريءَ ۾

'سورهن سينگارن' جي اصطلاحي معنيٰ تي روشني وڌي وئي آهي. 'شرنگار رس' جي محرڪات جي اصولي نظريه موجب عورت جي فطري حسن جا اوصاف توڙي ظاهري ساڌ، 'سينگارن' ۾ شامل آهن. ملڪ محمد جائسي پڻ پدماوت جي فطري حسن جا اوصاف بيان ڪندي سورهن سينگار جو ذڪر ڪيو آهي. مگر هندي شاعريءَ جي پوئين تڪلف ۽ تصنع واري دور ۾ غالبا هندي شاعرن محض عورت جي ظاهري سينگارن کي ڳاڙهو ۽ الهيءَ ڪري اديبن ۽ لغت نويسن 'سورهن سينگارن' جي تشريح ڪندي انهن جو تعلق محض عورت جي ظاهري سينگارن سان ٿي ڄاڻايو. البته پليٽس (Platts) پنهنجي 'هندستاني لغت' ۾ لفظ "سنگار" هيٺ "سولهه سنگار باره آڀرڻ (يا آڀرن)" جو اصطلاح بنا تشريح جي ڏنو آهي، ۽ لفظ 'ابرن' يا 'ابرن' جي معنيٰ لفظ "آڀرن" هيٺ هن طرح ڄاڻائي آهي: "جواهرات زيور، زيب و زينت." ان مان معلوم ٿئي ٿو ته 'آڀرن' يا 'ابرن' جو لفظ هندي ٻوليءَ ۾ ٻارهن قسمن جي ڳهڻ ۽ زيورن جي معنيٰ ۾ آيل آهي. آيا اهو لفظ هندي شاعرن به استعمال ڪيو ۽ محبوب جي سينگارن کي واڪاڻيندي انهن ٻارهن قسمن جي ڳهڻ ۽ زيورن جو به ذڪر ڪيو، اهو اسان کي معلوم نه ٿي سگهيو آهي. ممڪن آهي ته هندي شاعرن محبوب جي ٻارهن قسمن جي زيورات جو ذڪر پنهنجي اشعار ۾ ڪيو هجي، مگر غالبا سندن اهو مضمون مشهور ڪونه ٿيو.

بعد ۾ جڏهين هندي عشقيه شاعريءَ جا عنوان سگهڙن جي رس رهاڻ جا موضوع بڻيا تڏهين سنڌ سگهڙ ڀائي انهن کي سموهي سنواري نوان معنوي نقطا ايجاد ڪيا. اسانجي خيال ۾ اهو سنڌ ۽ ٿرپارڪر جي سگهڙن جو انوکو تخيل هو جن انهن عنوانن کي نئون رنگ ڏنو ۽ ڪي منجهن نئين جان پيدا ڪئي. هنن 'سنگار رس' جي اصلي نظريه توڙي 'سورهن سنگارن' جي پوءِ واري اصطلاحي معنيٰ، يعني 'فطري حسن' ۽ 'ظاهري سينگار' جي ٻنهي عنوانن کي پنهنجي نئين تخيل ۾ سموهي 'سورهن ۽ ٻارهن سينگارن' جو هڪ نئون نظريو آڻي ڪيو، جنهن موجب 'سورهن سينگار' عورت جي فطري حسن سان مخصوص ڪيائون، ۽ باقي 'ٻارهن سينگار' عورت جي جڙتو جنسارن سان مخصوص ڪيائون. جيتوڻيڪ انهن ٻارهن بناوتي سينگارن لاءِ هندي لفظ 'ابرن' مان صفت "ابر نوي" استعمال ڪيائون، مگر سنڌ هن تقسيم جو بنياد غالبا 'شرنگار رس' جي نظريه تي ٻڌل هو جنهن موجب 'شرنگار رس' جي اساسي محرڪ (عورت) جي جوانيءَ کي چمڪائڻ لاءِ جملي ٢٨ اوصاف مقرر ڪيا ويا هئا جن ۾ ناز و ادا، فطري حسن، توڙي ظاهري سينگار شامل هئا. هنن سگهڙن انهن اٺاويهن وصفن کي ٻن حصن ۾ تقسيم ڪري، ١٦ اوصاف فطري حسن لاءِ مخصوص ڪيا ۽ ١٢ اوصاف عورت جي پنهنجي سينگارن لاءِ مقرر ڪيا. انهيءَ تقسيم جي علاوه هنن سگهڙن انهن ٻنهي قسمن جي تشريح ڪري سورهن ۽ ٻارهن سينگارن مان هر هڪ جي سڃاڻپ جا اصول مقرر ڪيا. اسانجو هيءُ خيال ته غالبا اهو نئون نظريو سنڌ جي سگهڙن پيدا ڪيو، هن حقيقت تي مبني آهي ته انهيءَ نظريه جي وضاحت ۾ جي اشعار ملن ٿا تن جي ٻولي ۽ اسلوب بيان ۾ سنڌي ٻولي ۽ سنڌي تخيل جو دخل آهي، جئن ته هيٺين تشريح مان واضح ٿيندو.

(الف) سورهن فطري سينگار:- هن نئين تخيل موجب، 'سورهن سينگارن' جو اصطلاح خاص طرح حسن جي سورهن فطري وصفن لاءِ مخصوص ٿيو، ۽ انهن سورهن فطري وصفن جي تقسيم هن طرح ڪئي وئي ته:

"چار چلنت، چار اڏنت، چار ڦول، ڦل چار،
اهي سورنهن ني سينگار؛ اَبَرَ نَوِي اٺ چار".

يعني ته محبوب حسن جي سورهن فطري وصفن سان سينگاريل هجي، جن مان چار وصفون زمين تي هلندڙ جاندارن (چلنت) واريون سهڻيون وصفون هجن، چار وصفون اڏامندڙن (اڏلت= پکي وغيره) واريون هجن، چار وصفون گلن (ڦول) واريون هجن، ۽ چار وصفون ڦلن (ڦل) واريون هجن: حسن جا فطري سينگار اهي ئي سورهن آهن. باقي اَبَرَنَوِي يعني بناوتي سينگار ٻيا جدا ٻارهن (اٺ + چار) آهن.

سورهن سينگارن جي مٿين اصولي تشريح نهايت ئي شاندار آهي: اول ته سورهن وصفن کي چئن مقرر قسمن ۾ ورهائي انهن جي سڃاڻپ کي زياده واضح ڪيو ويو آهي؛ ٻيو ته انهيءَ سڃاڻپ جون نقط وسيع حدون مقرر ڪيون ويون آهن؛ هنديءَ ۾ 'سورهن سنگار' جي وضاحت وانگر هرهڪ وصف جو نالو وٺي هر وصف کي محدود ڪونه ڪيو ويو آهي. هندي اديبن ۽ لغت نويسن جي تشريح موجب سورهن سينگارن جا نالا جيتوڻيڪ مختلف نظرين موجب مختلف آهن ته به هر حالت ۾ مقرر ٿيل آهن جنهنجي معنيٰ ته هر شاعر محض

اهي ئي مفرد ڪيل سينگار پنهنجي شعر ۾ بيان ڪري سگهي ٿو. مگر هن تشبيهه نظريه سان سندس آزاد تخيل لاءِ ڪافي ڪشادو ميدان ڇڏيو ويو آهي: شاعر ڪيون ۽ جانورن پکين، گلن يا ميون جون ڪهڙيون ۽ چار سهڻيون وصفون تشبيهه طور آڻي سگهي ٿو. هڪ سگهڙ اهي سورهن وصفون هن طرح بيان ڪيون آهن:-

مرگهه جون ماٿرا ڪن هئي، ڪٽ جيتي نراج،

کهنگوٽ وان ڪو تريءَ ڪو، درگهه چالي گجراج.

[مرگهه = هرڻ. ڪٽ = چيله. نراج = شينهن. وان ڪو = آن جو. تري = گهوڙي. درگهه چالي = آهستهءَ ڊگهه وارا قدم کڻي هلڻ. گجراج = هاٿي. هن مصرع ۾ سگهڙ محبوب جي حسن جون چار جانورن واريون فطري وصفون بيان ڪندي چوي ٿو ته: پيشانيءَ هرڻ واريون اکيون اٿس ۽ چيله چيتي شينهن جهڙي سنهي اٿس؛ سندس گهنڊ ۽ ناز پلي گهوڙي جهڙو آهي، ۽ سندس خرامان خرامان ٿو هاٿي جي سهڻي هلڻي وانگر آهي.]

ناس ڪيل، ڪوڪيل بولي، ڪنٺ گلي ستر مور،

پسرون سجن ڪي سيام هين، جون چمپا تي ڀونر.

[ڪيل = چتون. ڪوڪيل = ڪوئل. ڪنٺ = ڳچي. سيام = ڪارا. چمپا = چنبيلي گل. هن مصرع ۾ سگهڙ محبوب جون پکين واريون چار وصفون بيان ڪندي چوي ٿو ته: سندس نڪ طوطي جهڙو، بولي ڪوئل جهڙي مٺي، ۽ ڳچي مور جي ڪنڌ جهڙي ڊگهي ۽ سنهي آهي؛ سڄڻ جا پرون اهڙا ڪارا آهن جڻ چٽ چنبيلي جي سفيد گل تي ڀؤنر ويٺا آهن.]

آذر ڪپول گلاب هين، ڪيس سوسن ڪي ريهه،

ڪيسر روپ، مکهه ڪنول، اٿه ساجن وصل لي.

[اڌر = چپ. ڪپول = ڳل. ڪيس = وار. سوسن = ڪارو گل. ريهه = ليڪرن (ڪاريون). ڪيسر = گل زعفران. ڪنول = گل نيلوفر. هن مصرع ۾ سگهڙ محبوب جون گلن واريون چار وصفون بيان ڪندي چوي ٿو ته: لب ۽ رخسار گلاب جي گل وانگر لعل آهن، ۽ وار سوسن گل وانگر ڪارا آهن؛ بدن جو رنگ ڪيسر مثل ڳاڙهو ۽ منهن ڪنول جي گل وانگر سهڻو ۽ ٻهڪندڙ آهي. اهڙي حسن وارا سهڻا سڄڻ! اٿي ڪو وصل جو لطف وٺ.

ڪر ڪيلي، دچن انار هين، آري سوپاري تان،

اسٿن ڪاسن ناريل هين، انگيا سوپيا مان.

[ڪر = ڪرايون. دچن = ڏند. آري = ڪڙي. تان = وانگر. اسٿن = پستان. انگيا = چولي، سوپيا = سونهن. هن مصرع ۾ سگهڙ محبوب جون چار ڦلن واريون سهڻيون وصفون بيان ڪندي چوي ٿو ته: سندس ڪرايون ڪيلي جي ڦريءَ جهڙيون آهن، ڏند ڏاڙهون جي داڻن جهڙا آهن، ۽ ٻر جي ڪڙي سوپاري جهڙي گول ۽ ننڍي آهي؛ ڪامڻيءَ جا پستان سندس سهڻي چولي اندران ڄڻ ناريل آهن.]

مٿين مصراعن جي پڙهڻيءَ جو مدار لس ٻيلي جي سگهڙن جي روايت تي آهي. مرحوم آخوند عبدالرحيم ولد ٻڍل پنهنجي هڪ قلمي بياض ۾ اهي اشعار قلمبند ڪيا آهن ۽ سندس روايت ۾ ٻي مصرع (جنهن ۾ پکين واريون وصفون شمار ڪيل آهن) جي ٻي سٽ هن طرح

آهي ته "ٻرهڙ ڇيها ڪي شام هين جيئن چنبا تي ڀؤنر". مگر انهيءَ پڙهڻيءَ مان ڪو صاف مطلب ڪونه ٿو نڪري. سنڌ جي هِن موجوده مڪهڙن ڪي اهي مصراعون بالڪل ناقص نموني ۾ ياد آهن. ٻي مصرع جي ٻيءَ سٽ ۾ سنڌن متفق روايت موجب 'چرن چيهي جهڙا' واري مشابهت هيٺ گهرجي، يعني ته محبوب جا پير اهڙا لعل رتل هجن جهڙا چيهي پکيءَ جا پير. مجموعي طور مٿيون مصراعون هندي ٻوليءَ جي اسلوب بيان ۾ چيل آهن ۽ انهيءَ ڪري يا ته سنڌ- ٿرپارڪر جي ڪنهن وڏي سڄاڳ مکهوڙ جون چيل آهن يا ته ٻاهرئين ڪنهن مکهوڙ جون آهن. البت 'کهنگهٽ وان ڪو ترٽيءَ ڪو' واري جملي ۾ 'ٿري- ڍاٽڪي' محاوري جو ذرا عڪس نظر اچي ٿو ۽ "الهه ساجن وصل لي" واري فقره ۾ 'سجن' جي بدلي 'ساجن' ۽ خاص طرح عربي لفظ 'وصل' جو استعمال خالص هندي بيان جي برعڪس آهي. ازانسواءِ ٻي مصرع جي ٻي سٽ جي ڏنل پڙهڻي جيڪڏهن صحيح آهي ته پوءِ ان ۾ 'پرون' (ف. ابرو) جو لفظ ڇڙ سنڌي ٻولي جو لفظ آهي ۽ پڻ پرون جي ڀونئر سان تشبيهه خاص طرح سنڌي تخيل مطابق آهي: "ڀؤنر پرون ڪارا" جو فقره ته سنڌ ۾ زبان زد عام آهي، مگر سنڌي شاعرن جي شعر مان پڻ هن تشبيهه جا ڪيترائي مثال پيش ڪري سگهجن ٿا، جئن ته:

- 'اَڪ ليئي، آهر ڪَيِّون، پروان ڀؤنر ڀؤنگ' (جلال)
- 'آلڊه انگ عجيب جا، ڀؤنر پرون ٻنسٺا' (دوس محمد)
- 'پرون تنهن جا ڀؤنر جان، اکيون سيگهه ملار' (خضر)
- 'ڪنگوڙن ڪرائيون، پرون ڀؤنر پونگ' (سليمان)

مگر هندي شاعريءَ ۾ پرن جي ڀونئر سان تشبيهه عام مروج ناهي. خصوصاً ڪنول يا چنبيلي گل تي ويٺل ڀؤنر کي هندي شاعرن محبوب جي اکين سان تشبيهه ڏني آهي، جئن ته هنديءَ جو استاد شاعر ملڪ محمد جائسي، پدماوت راڻي جي حسن جي تعريف ڪندي چوي ٿو ته:

نين چتر ڏي روپ چتيري،
ڪنول پتر پر مدهکر ڦيري.

(محبوب جون هوشيار تيز نظر اکيون ۽ حسين چهرو ائين پيو معلوم ٿئي جو ڄڻ ته ڪنول گل جي پن تي ڀؤنر ويٺو آهي.)

فطري حسن جي ١٦ وصفن کي ڪن سگهڙن ورِي هن طرح شمار ڪيو آهي ته:

مرگه نين، ڪيهر لڪ، اسپ گهونگهٽ، گج گام؛
ڪوئل ٻولي، طوطي نڪ، مور ڳچي، پاربوڙ قدام؛
سوسن بال، مک ڪنول، ڏند چنبيلي، اڌر گل لالا فام؛
اوندھ سوپاري، اَنبؤ پنهل، مگ ڦر انگلي، انڊي آم.

يعني ته هرڻ جهڙيون اکيون، شينهن (چيتي) جهڙي سنهي چيلهه، گهوڙي وارو گهنڊ ۽ ناز، هاٿي واري سهڻي ٽور؛ ڪوئل جهڙي مٺي ٻولي، طوطي جهڙو ڪنڊو نڪ، مور جهڙي سهڻي ڳچي ۽ ڪبوتر جهڙا ڪلائي پير؛ سوسن گل جهڙا نرم ڪارا وار، ڪنول گل جهڙو سهڻو منهن، چنبيلي گل جهڙا سفيد ڏند ۽ لالا جي گل جهڙا لعل لب؛ سوپاريءَ

جهڙي گول ننڍي ڪوڙي، ليمي جهڙا پستان، مگس جي ڦري؟ جهڙ يون منهيون آڱريون، ۽
انب جي هيٺين چوٽي جهڙي سهڻي ڪاڌي.

(ب) آبرنوي يا ٻارهن بناوتي سينگار:- اسان مٿي چئي آيا آهيون ته پليٽس جي
'هندوستاني لغت' ۾ "سوله سنگار ٻارهه آڀرن (يا ابرن)" جو اصطلاح ملي ٿو، ۽ 'ابرن'
جي معنيٰ "جواهرات زيور، زيب و زينت" ڏنل آهي. سنڌ جي سگهڙن 'ابرن' مان
"آبرنوي" (يعني 'ابرن' سان تعلق رکندڙ) صفت بنائي آهي ۽ تالو عورت جي ٻارهن بناوتي
سينگارن کي ڏنو. ڪنهن سگهڙ هيٺين نظم ۾ اهڙن ٻارهن سينگارن جا مثال ڏنا آهن:-

١- ٻوڪن، ڪنڇن قسم ڪي، سٽ پاٽر ٽيئي تار.
٢- ڪاٺ سنوارت، ٻيني رپ، ٻن چوڏو بازار.
٣- درپن شاهي سجو ڪي، سيندُر سيند سينگار.
٤- چوٽا، چندن، ميندي، تيل، اي سڀ ڪامن ڪي ڪار.
٥- سٽ ڪهي سچ بوليا، هي آبرنوي اٺ چار.*

يعني ١. ڪپڙا (ٻوڪن = اوڇن) ٢. زيور (ڪنڇن = ڪنچن = سون)- اهي ٻئي قسم
قسم جا، ٣. سرمون (سٽ . پاٽر = پٽر جو پٽ = سرمون جو ڪاٺين مان لڪري ۽ هڪ قسم
جو پٽر آهي) جو عورت جي اکين ۾ سونهي؛ ٤. ڦٽي (ڪاٺ جي ڦٽي جا وار سنواري) ٥.
ڏوري يا سينڌ (ٻيني رپ = نڪ جي آفت- ڏوري ۽ نڪ جي مٿان ڏهي، ۽ جي سينڌ
ڪڍجي ته ۽ نڪ مٿان سڌي آگر مٿي ڏيئي ان جو نشان ڪجي) ٦. مساڳ (ٻن چوڏو =
وڻ جو چوڏو) لبن جي لالائي لاءِ ٧. وڏي آرسي (درپن) جا جواني کي چمڪائڻ ۾
يا سينگار جي تياري ۾ مدد ڪري (سجوون = جواني ماڻيندڙ، جواني وارو. سجوانا = تيار
ڪرڻ، تياري ڪري رکڻ) ٨. سيندُر، جو سيند جو سينگار آهي ٩. خوشبوءِ دار چوٽو ١٠.
چندن يا سرڪنڊ جو پيشاني تي ملجي ١١. ميندي جا هٿن پيرن کي لائجي، ۽ ١١. تيل
هر قسم جو، جو وارن ۾ وجهجي يا خوشبوءِ ۽ چمڪ خاطر منهن تي مکجي- اهي جملي
ٿيون ڪامڻ (ڪامڻي) جي ڪم جون آهن. درويش چوي ٿو ته، مون سچ چيو آهي
'ابرنوي' يا بناوتي سينگار ٻارهن (اٺ + چار) ئي آهن.

---

* هن نظم جون ٻه ٽي روايتون آهن. ١ ۽ ٢ مصرع سڀني روايتن ۾ متفقه طور آيل
آهن، باقي ٻين ٽن مصراعن جي روايتن ۾ اختلاف آهي. انهن مصراعن جون ٻه مکيه اختلافي
روايتون هيٺ ڏجن ٿيون:-

(الف) ڏرپت شاهي سجر ڪسي، سنڌر سيند سينگار،
عطر، ميندي، تيل، اي سڀ ڪامن ڪي ڪار،
سچ ديکيا جو ڪڇ ڪها، ابرنوي اٺ چار.

(ب) سياهي، سرخي سڀ رنگ ڪامن ڪي ڪار،
چوٽا، چندن، ميندي، سيندُر سيند سنوار،
سٽ ڪهي، سچ بولي، هي ابر(ن) ني اٺ چار.

مٿين مصراعن ۾ 'ڪاڪ سنوارت'، 'ٻن چوڏو'، 'سينڌ' ۽ 'اٺ چار' جا الفاظ سنڌي آهن ۽ ازانسواءِ قسم، ٻيني ۽ شاهي جهڙا عربي ۽ فارسي الفاظ ٻه ڏيکارين ٿا ته هي نظم سنڌ جي ڪنهن مسلمان سگهڙ جي شگفته طبع جو نتيجو آهي.

نتيجو:- مٿي ڏنل ٽن عنوانن، يعني ١. پدمڻي جي وصفن، ٢. 'ڍولا - مارو' جي افساني وارن شعرن، ۽ ٣. سورهن ۽ ٻارهن سينگارن، جي وضاحت مان معلوم ٿيو ته هندي عشقيه شاعري جا مضامين ۽ عنوان سڄاڳ سگهڙن ذريعي سنڌ تائين پهتا؛ سنڌ جي سگهڙن پنهنجي هڪ مڪاني افساني 'ڍولا - مارو' تورڙي هندي ادب جي عنوانن ذريعي پنهنجي انوکن خيالن کي هندي اسلوب بيان ذريعي ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي؛ ۽ خاص طرح عورت جي سينگارن جي 'سورهن ۽ ٻارهن' واري تقسيم کي پنهنجي انوکي تخيل ذريعي نئين تشڪيل ڏني. اهو وچ وارو دؤر هو جڏهن هندي مضمونن ۽ عنوانن ۾ سنڌي تخيل جي آميزش سان نوان نقطا پيدا ٿيا. تاريخي لحاظ سان غالبا اهو ڪلهوڙن کان اڳ ۽ ڪلهوڙن جو اوائلي دؤر هو. انهيءَ دور ۾ سنڌي سگهڙن اڃا پنهنجي خيالن کي هندي اسلوب بيان ۾ اظهار ڪرڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. اندازاً ميان نور محمد ڪلهوڙي جي ايامڪاريءَ کان سنڌ جي پختہ-مشق شاعرن هنن عنوانن تي خاص سنڌي زبان ۾ پنهنجا شاعراڻا جوهر ڏيکارڻ شروع ڪيا، ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ مستقل طور فن 'سينگار' جو بنياد رکيائون.

سنڌي شاعريءَ جو فن 'سينگار' هن سلسلي جو نهايت ئي اهم باب آهي، جنهن تي هن مضمون جي آينده ۽ آخري قسط ۾ روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي.

**تصحيح**:- هن مضمون جي شروع واري صفحي جي ١٦-١٨ سٽن ۾ "مثلا ملڪ محمد جائسي ...... حيثيت رکي ٿو-" وارو جملو زائد آهي ۽ ڪاٽي ڇڏڻ گهرجي.

---

انسان جي بقا جو راز، انسانيت جي احترام ۾ آهي. جيستائين ساري دنيا جون تعليمي قوتون، پنهنجو سارو توجه انسانيت جي احترام ڏانهن نه ڪنديون، تيستائين هيءَ دنيا بدستور درندن ۽ حيوانن جي بستي ٿي رهندي.

اوهان نه ٿا ڏسو ته اسپين جا ماڻهو هڪ نسل، هڪ زبان، هڪ مذهب ۽ هڪ قوم هوندي به، محض اقتصادي مسئلن تي هڪ ٻئي جو خون وهائي رهيا آهن. ان مان صاف ظاهر آهي ته "قومي وحدت" ڪي به ڪو تيار ۽ دوام ڪولہ آهي. صرف هڪ وحدت ئي معتبر آهي ۽ اها آهي بني نوع انسان جي وحدت، جا نسل، زبان، ۽ رنگ کان بالاتر آهي. (علامہ اقبال)

(سيد) حسام‌الدين راشدي

# مير «مائل» جي بياض ۾ سنڌ جي تاريخ جو مواد

## (١) ذاتي حالات، خاندان، عزيز ۽ دوست.

**خاندان:** مير علي شير «قانع»، سنڌ جي عظيم المرتبت مؤرخ، تذڪره نويس ۽ شاعر کي هرڪو سڃاڻي: مير غلام علي «مائل» انهيءَ بزرگ جو وڏو فرزند هو. مير علي شير ٺٽي جي مشهور صوفي خاندان يعني سيد شڪرالاهي خانوادي جو چشم و چراغ هو. انهيءَ گهراڻي جو وڏو ڏاڏو سيد شڪرالله جنهن جي نالي جي نسبت سان آئنده هلي خاندان جي سڃاڻپ شروع ٿي، مير شاهه حسين ارغون جي عهد ۾ (٩٢٨ هه) هرات کان ٺٽي وارد ٿيو، ۽ سائس گڏ انهيءَ طرف جا ٽي ٻيا بزرگ به سنڌ آيا هئا: اچي ٺٽي ۾ سڪونت ٿيا، سيد شاهه مبين، ٻيو سيد ڪمال، ۽ ٽيون سيد عبدالله- اهي ٽيئي ٺٽي جا مشهور ولي الله ٿي گذريا آهن.

شاهه حسين، سيد شڪرالله کي، سندس علم، فضل، ۽ ديني عظمت ۽ وقار کي پيش نظر رکندي، ٺٽي جو منصب قضا پيش ڪيو، جنهنکي ڪجهه وقت ته سيد صاحب هلايو، ليڪن پوءِ ڇڏي گوشه نشين ٿي، ياد الاهيءَ ۾ ڏينهن پورا ڪيائين (١).

سيد علي شير جو نسب نامو هن طرح آهي: سيد علي شير بن سيد عزت‌الله، بن سيد محمد ڪاظم، بن سيد محمد مقيم، بن سيد ظهيرالدين ثاني، بن سيد شڪرالله ثاني، بن سيد ظهيرالدين اول، بن سيد شڪر الله اول، بن سيد وجيه‌الدين، بن سيد نعمت‌الله، بن سيد عرب شاه، بن سيد امير نسيم‌الدين محدث، بن سيد امير عطاالله جمال‌الدين محدث، بن سيد فضل‌الله محدث (٢)، بن سيد عبدالله الحسيني الدشتڪي الشيرازي.

مير علي شير قانع، پنهنجي والد سيد مير عزت‌الله جي وفات جي تاريخ هن طرح چئي آهي:

خرد گفت تاريخ سال وفات،
که «پيوست با رحمت ايزدي».
١١٦١ هه

سيد عزت‌الله کي ڇهه فرزند ٿيا: سيدفخرالدين، سيد يار محمد، سيد محمدامين، سيد علي شير «قانع»، سيد محمد صلاح ۽ سيد ضياالدين «ضيا».

---

(١) سيد صاحب جي استعفيٰ بعد، شاهه حسين، قاضي محمد آچيءَ کي بکر مان گهرائي، ٺٽا جي عهدي تي مقرر ڪيو؛ ۽ اهو منصب پوءِ هميشه انهيءَ خاندان ۾ رهندو آيو. (٢) امير نسيم‌الدين، امير عطاالله، ۽ سيد فضل الله جي سلسلي ۾، تاريخ روضة الصفا، تاريخ حبيب‌السير ۽ هفت اقليم ڏسڻ گهرجن. اهي ٽيئي بزرگ جيد عالم ۽ پنهنجي دور جا مشهور محدث ۽ مصنف هئا.

مير علي شير جو ڀاءُ، سيد ضياءالدين "ضيا"، پنهنجي دور جو بلند پايه شاعر هو. سندس ٻني پاءُ يار محمد کي ٻه پٽ ٿيا: هڪ مير ڪريم الدين ۽ ٻيو مير عظيم الدين "عظيم"، جيڪو مير فتح علي خان فاتح سنڌ جي دربار جو ملڪ الشعراء هو.

مير علي شير ١١٣٠ھ ۾ ڄائو: "خلق انسانا من السلالة" مان اهو سال نڪري ٿو. سنه ١٢٠٣ھ ۾ سندس انتقال ٿيو: سندس فرزند مير غلام علي مائل، هن لفظن مان اهو سال ڪڍيو – "أبشره بالجنة النعيم ابدا" (١). مير علي شير کي ٻه پٽ ٿيا: مير امير علي جنهن جي تولد جو سال ميان غلام محمد ٺٽوي ءَ "در چمن جاه شگفته گلي" (١١٤١) مان ڪڍيو، ۽ ميان محمد پناه "رجا" ٺٽوي ءَ هيءَ تاريخي سجع تيار ڪئي: "اميرعلي بن علي شير حسيني" (١١٤١ھ)؛ ٻيو مير **غلام علي "مائل"**، جنهن جي بياض تي هي مضمون لکيو ويو آهي؛ ۽ ٽيون فرزند مير غلام ولي.

<u>مير غلام علي "مائل"</u>: مير علي شير قانع لکي ٿو (تحفة الڪرام ج ٢، ص ٣٣) ته مير سعد الله پوربي، هڪ زبردست عالم ۽ معقولات ۾ بي نظير دسترس رکندڙ هو؛ کيس ٻه فرزند هئا: مير عبدالعلي، ۽ مير عبدالولي (٢). انهن نالن جي ترتيب ۾ عجيب قسم جي ندرت رکيل هئي. سندس پنهنجي نالي سميت جيڪڏهن ٽنهي نالن جا آخري لفظ گڏبا ته "علي ولي الله" جو جملو ٺهي پوندو.

مير علي شير جو وڏو ٻيان آهي ته جڏهن ١١٦٠ھ ۾ هو سورت پهتو، ان وقت کيس مٿي ذڪر ڪيل نالن جي ترتيب جو علم ٿيو، ۽ بطور نذر جي ان وقت هن پاس باسي، ته جيڪڏهن الله پاڪ کيس فرزندن جي دولت عنايت ڪري ته هو به انهيءَ رعايت جي لحاظ سان مٿن نالا رکندو.

حسن اتفاق يا فضل ايزديءَ سان ١١٦١ھ ۾ کيس هڪ فرزند ڄائو: مٿين لفظي رعايت سان نالي رکڻ سان گڏ، هن اها به ڪوشش ڪئي ته نالو تاريخي هجي. چنانچه "غلام علي" نالو برآمد ٿيو، جنهن مان سال ولادت ١١٦١ھ نڪري ٿو. اهڙيءَ طرح ٻن سالن بعد، ١١٦٣ھ ۾، کيس ٻيو پٽ ٿيو، ۽ مٿين ٻنهي رعايتن کي مدنظر رکندي، ان جو نالو "غلام ولي الله" (٣) رکيائين، جنهن مان تولد جو سال ١١٦٣ھ به نڪري ٿو،

(١) هتي "جنة" ۾ "ة" جا ٤٠٠ عدد شمار ٿيل آهن: حالانڪ تاريخ گوئيءَ جي ماهرن جي اڪثريت هن ڳالهه تي متفق آهي ته ان جا ٥ عدد يعني "هاي هوز" جي برابر ڳڻجن. (٢) اهي ٻئي بزرگ وڏا عالم هئا، ۽ ڪيترن ڪتابن جا مصنف هئا. مير عبدالولي "عزلت" شاعر ۽ ڪيترن علومن ۾ يگانهء روزگار هو؛ مولوي محمد صادق ٺٽوي سندس شاگرد هو؛ مخدوم محمد معين سان انهيءَ گهراڻي جو گهاٽو تعلق هو. (٣) مير غلام ولي الله جي هڪ فرزند، محمد شاه، جي ڄمڻ تي "مائل" هيٺيون قطعو چيو:

چون باخوي کز غلاميءِ علي نامش جاي ست، حق محمد شاه نام اين پور با فرحت بداد؛
گفت با روئي "جلا" تاريخ ميلادش سروش، "از ولي الله محمد شاه فرحت ياب باد"؛
١٢٢٦+٣=١٢٢٩ھ

تا بسود نام محمد فرحت افزائي قلوب، عمرش از عون ولي الله خدا افزون کناد!
(ص ٤٦) –

۽ پنهي ناٽن جي پهرين حصن کي جوڙي ڏيڻ سان "علي ولي الله" بہ ٺهي اچي ٿو؛ ۽ اهڙيءَ طرح، مير علي شير جي ٻاس پوري ٿي.

مٿين مذڪور مان معلوم ٿيو تہ مير غلام عليءَ جو ۱۱۶۱ ھ ۾ تولد ٿيو. انهيءَ ساڳئي سال ۾، مير علي شير جي والد، سيد عزت الله، جي بہ وفات ٿي. مير علي شير جي عمر ان وقت ۲۲ ورهن جي هئي. مير علي شير پنهنجي پٽ جي تعليم تربيت جو ڪو بہ ذڪر ڪونہ ڪيو آهي، جنهن مان اسان کي مير مائل جي ابتدائي زندگيءَ جو پتو پئجي سگهي. ٺٽي واري دور جي ادبي اٿاڻي مان اسانکي معلوم ٿئي ٿو تہ، مير "مائل" ٺٽي واري دور جو قادرالڪلام شاعر ۽ شاعريءَ جي سڀني اصنافن جو استاد هو؛ سندس ديوان، خمسہ، بياض ۾ اسان کي سخن جون سڀئي صنفون ملن ٿيون، جنهن مان پڻ سندس سخنوريءَ جي ڪمال جي خبر پوي ٿي.

سندس قصيدن، تاريخي قطعن ۽ مدحيہ غزلن مان معلوم ٿئي ٿو تہ مير ڪرم علي خان جي دربار سان سندس وابستگي هئي. هن، ٽالپرن جي پهرين چوياريءَ جي زماني ۾ جيڪي اهم واقعا ٿيا آهن، تن سڀني تي تاريخي قطعا چيا آهن؛ ليڪن زيادہ تر ڪلام اسان کي اهو مليو آهي جنهن جو تعلق مير ڪرم علي خان جي ذات سان آهي.

مير "مائل" جا حالات، مخدوم محمد ابراهيم "خليل" جي تذڪري، تڪملہ مقالات الشعراء، ۾ لکيل آهن، ليڪن اهو اسان جي پيش نظر نہ آهي. پاڻ بہ مير صاحب هڪ تذڪري "مجمع البلغاء" جي نالي سان لکيو هو، ليڪن اهو بہ اڃا تائين دستياب نہ ٿي سگهيو آهي؛ جنهن ڪري، سندس مڪمل حالات معلوم ڪين ٿيا آهن. سندس بياض جي تاريخي قطعات مان سندس سوانح حيات جي ڪن پهلوئن تي روشني پوي ٿي، جن کي ترتيب وار هيٺ ڏيون ٿا.

مير صاحب کي ڪيترو اولاد ٿيو، ان جو پتو ڪونہ آهي؛ بياض ۾ پنهنجن ٽنهي فرزندن جي ناٽي تي تاريخي قطعا چيا اٿائين:

(۱) **مير عسڪر علي**:- پائنجي ٿو تہ هي مير صاحب جو وڏو فرزند هو، جنهن کي جڏهن سيد صدرالدين نالي هڪ پٽ ڄائو، تڏهن مير صاحب هيٺيون قطعو چيو:

يافت چون ميلاد اين پور گزين، آنڪہ دائم باد از حق ڪام او؛
سال ميلاد شريفش گفت دل، "هست صدرالدين مبارڪ نام او".

۱۲۱۵ ھ — ص ۴۰

ساڳئي مير عسڪر عليءَ کي ٻيو پٽ مير علي بخش نالي ڄائو؛ مير صاحب هيٺيون قطعو چيو:

بخشيد چون بسيد عسڪر علي، علي، فرزند لامور بہ نبي بخش از عطا؛
تاريخ زاد اش ز ڪمال............ فرمودہ اند، "زاد علي بخش بارجا".

۱۲۳۱ ھ — ص ۴۶

مير عسڪر عليءَ کي ٽيون پٽ ڄائو، جنهن جو نالو مير لطف علي رکيو ويو؛ مير مائل قطعو چيو:

آمد از لطف علي چون ڪہ بما اين فرزند، ڪہ رساندہ بہ پدر مژدہ نصرالبدلي؛
سال ميلاد سعيدش خردم گفت سحر، "حبذا لطف علي آمدہ با لطف علي".

۱۲۲۳ ھ — ص ۴۳

ساڳئي پوئي لاءِ ٻيو قطعو چيائين :

ايزد از لطف چوبخشيد بما اين فرزند، کہ معمر بہ پدر باد ز لطف ازلي؛

گفت باروي "ٻهي" سال ولو دش هاتف، "حبذا لطف علي داد بما لطف علي"

۱۲۲۱+۲=۱۲۲۳ هہ — ص ۲۰

ٽيون قطعو هي جوڙيائين :

سروش غيب بسال ولادتش فرمود، "ابدبہ لطف علي مير ماست لطف علي".

۱۲۲۳ هہ — ص ۲۰

ٽنهي قطعن مان معلوم ٿئي ٿو تہ ۱۲۲۳ هہ کان اڳ مير عسکر عليءَ جو کو پٽ انتقال کري ويو هو، جنهن جو نعم‌البدل مير مائل، لطف عليءَ کي سمجهيو.

(۲) مير علي شير:- مير مائل کي ۱۲۲۲ هہ ۾ هڪ پٽ ڄائو، جنهن تي پنهنجي والد جو نالو يعني مير علي شير رکيائين، ۽ خوشيءَ وچان ۾ تاريخي قطعا چيائين :

| | |
|---|---|
| شکر حق کامده اين خوش فرزند، | نامي عصر چو جد ممتاز؛ |
| آمد و داد بہ من چون هاتف، | از غلامي علي شير اعزاز؛ |
| سال ميلاد شريفش گفتم، | "نامور مير علي شير آمد باز". |

۱۲۲۲ هہ

ٻيو قطعو:

| | |
|---|---|
| صد شکر کہ از بمن غلامي علي شير، | حق کرد عطا چون بمن اين گوهر مقصود؛ |
| از يمن علي شير بکام دلم از مجد، | زين نام مبارک شرف تازه بيفزود؛ |
| تاريخ ولودش بدم صبح دل من، | "با شادي دل مير علي شير" بفرمود. |

۱۲۲۲ هہ — ص ۳۰

(۳) مير امام بخش:- ۱۲۲۵ هہ ۾ مير صاحب کي هڪ فرزند ڄائو، جنهن جو نالو، سيد امام بخش رکيائين؛ سندس تولد جي تاريخ ۾ هيٺيون قطعو جوڙيائين :

ز بخش حق چوامام امر بمن بخشيد، گل حديقہ بخشش امام بخش بنام؛

بروز بخشش او گفت طبعم اين تاريخ، "امام بخش بقائہ بما بداد مدام".

۱۲۲۵ هہ — ص ۵

(۴) مير مختار علي:- مير صاحب کي، ۱۲۳۲ هہ ۾، مير مختار عليءَ نالي پٽ پيدا ٿيو، هيٺين طرح قطعو چيائين :

چو حق بخشيد بامن مير مختار، کہ در پيش آمدش، آمد دوان بخت؛

سروشم سال مولد شريفش، بمن گفتا "جوان طالع جوان بخت".

۱۲۳۲ هہ

ٻيو قطعو چيائين :

صد شکر کہ حق بہ من چو بخشيد، مختار علي بستار مولود؛

تاريخ ولادتش سروشم، "با رشد چہ بہ خلف" بفرمود.

۱۲۳۲ هہ — ص ۴۶

اهو فرزند غالباً ساڳئي سال فوت ٿي ويو، جاڪاڻ ته بياض ۾ هڪ قطعو مليو آهي جيڪو مير مختار عليءَ جي انتقال تي چيو ويو آهي، اگرچه قطعي ۾ "نامور" جو لفظ ڪٽيل آهي، جيڪو هڪ سال جي پار لاءِ ڪم اچڻ مناسب نه آهي:

نامور ما مير مختار از علي، چون زد اندر قصر جنت قال وصل،
روز وصل او بجنت ايزدش، "هست جنت جايش" آمد سال وصل.

١٢٣٢هه — ص ١٢٢

**(٥) بيبي سڪينه:-** مير صاحب کي نياڻي بي بي سڪينه ناني به هئي، جنهن جي انتقال تي هيٺيون قطعو چيو اٿن:

شد چو اندر جنان سڪينه من، هر سڪان با سڪينه پيش بتول؛
گفت تاريخ هاتفم "وے باد" "در جنان با سڪينه پيش بتول".

٢٣ — ١٢٠٦+٢٣=١٢٢٩هه — ص ١٢١

مٿين قطعن مان معلوم ٿئي ٿو ته مير صاحب کي چار پٽ ۽ هڪ نياڻي هئي: (١) مير عسڪر علي (٢) مير علي شير (١٢٢٢هه) (٣) مير امام بخش (١٢٢٥هه) (٤) مير مختار علي (١٢٣٢هه) (٥) بي بي سڪينه (وفات ١٢٢٩هه)؛ ليڪن سندس هڪ ٻئي پٽ جو نالو به اسان کي مليو آهي، مير صابر علي "صائل"، جنهن جو پٽ مير حسين علي "ضيا" ٿيو، ۽ ان کي مير صابر علي ثاني ٿيو جنهن جو تخلص "صابر" هو، ۽ ان جو پٽ، سيد حسين علي شاه، هن وقت ٺٽي ۾ موجود آهي، جنهن جي عمر تقريباً ٥٥ ورهه کن ٿيندي.

مير مائل جو انتقال ١٢٥١هه ۾ ٿيو؛ هن وقت تائين سندس تصنيفون هيٺيءَ طرح اسانکي معلوم ٿيون آهن:

**(١) ديوان "مائل":-** جنهن ۾ ٣٣٢ غزل موجود آهن، ۽ ١٠٨ ورق اٿس؛ اهو نسخو سنڌي ادبي بورڊ جي ڪتب خاني ۾ آهي؛ ديوان جي پهرين غزل جو پهريون شعر آهي:

الاهي درهمه پنهان وهم از جمله هويدا، پنهان چه هويداست ظهورت زهمه ها.

آخري غزل جو مقطع آهي:

با "مائل" حق آنکه ز دل مايل حق است، با شاه حق مآب دل حق به آب ده.

هن ديوان جا آخري ورق گم آهن، جنهن ڪري منجهس "ي" جو رديف ڪونه آهي.

**(٢) مجمع البلغاء:-** ١٢١٨هه ۾، مير صاحب سنڌ جي فارسي گو شاعرن جو هي تذڪرو مرتب ڪيو. ان ۾ ارغوني عهد کان وٺي ٽالپري زماني تائين جي شاعرن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. انهيءَ جو ڪوبه نسخو دستياب ٿي ڪونه سگهيو آهي. هن جو حوالو اسان کي برٽش ميوزم ۾ مسٽر ايليٽ جي فائلن ۾ ڏسڻ ۾ آيو؛ ڪتاب ۾ ٣٢٦ ورق ٻڌايل ڪيل آهن.

**(٣) بياض مير "مائل":** هي ننڍي سائيز جي تقريباً ٢٠٠ ورقن تي، تمام پاڪيزه شڪسته خط ۾، مير صاحب جي پنهنجي هٿ اکرين لکيل آهي. هن وقت اهو ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ جي ملڪيت آهي. منجهس قصيدا، منقبت، نعتون، سلام، تاريخي قطعا ۽ متفرق اشعار جمع ڪيل آهن، ۽ نهايت سليقي، قرني، ۽ ترتيب سان لکيا ويا آهن: ڪاغذ تمام

پراڻو ٿي چڪو اٿس، ۽ هٿ لکڻ سان پيو پڙهي: هن مضمون جو مواد انهيءَ بياض مان ورتو ويو آهي.

(۳) **بياض**:- سنڌي ادبي بورڊ ۾، مير صاحب جا پنهنجا ۽ پنهنجي هٿ اکرين لکيل ٻه ٻيا بياض ساڳئي سائيز ۾ ساڳئي نموني جا آهن، جن مان هڪ اهو آهي، جنهن تان مٿيون بياض نقل ڪيو ويو آهي: هي غالبا مسودو هو. ٻيا ٻه به سندس ئي بياض آهن، جن ۾ پڻ قصيدا، سلام، مرثيا ۽ منقبت آهن.

هن هيٺ اسان انهن ماڻهن جو ذڪر ڪريون ٿا، جن جي سلسلي ۾، مير صاحب جي بياض ۾ تاريخي قطعا ملن ٿا. انهن مان ڪي مير صاحب جا عزيز ۽ سنڌ جا نامور شاعر آهن، جن سان مير صاحب جو دوستيءَ جو رستو هو، ۽ ڪي آهي نامور آهن، جنهن جو تعلق سنڌ جي تاريخ سان آهي.

**مير عظيم الدين ٺٽوي**:- مير عظيم الدين، سيد يارمحمد بن سيد عزت الله جو فرزند، مير علي شير جو ڀائٽيو، ۽ مير مائل جو سڳو سوٽ هو: سندس تولد ۱۱۶۳ ھ ۾ ٿيو. مير علي شير، سندس ولادت جي هيٺينءَ طرح تاريخ ڪڍي:

"اناله الحافظون" (مقالات، ص ۲۰۶)

۱۱۶۳ ھ

مير عظيم الدين، ٽالپري دور جو عظيم الشان شاعر، ۽ مير فتح علي خان جي دربار جو ملڪ الشعراء هو. "فتح نامہ سنڌ" سندس شهره آفاق تاريخي مثنوي آهي، جنهن کي هن مير فتح علي خان جي حڪم تي، ۱۲۰۹ ھ ۾، شاهنامي جي طرز تي تصنيف ڪيو. ڪلهوڙن جي آخري دور، ٽالپرن جي معرڪن، ۽ ميرن جي ابتدائي دور جي تاريخ جا چشمديد واقعا منجهس بيان ڪيا ويا آهن. اها مثنوي، ميرن جي دور ۾ ڏاڍي مقبول ۽ مشهور ٿي. دربار خواه دربار کان ٻاهر هر وقت پڙهي ويندي هئي، ۽ ماڻهن کي ان جا سوين اشعار برزبان موندا هئا: ڊاڪٽر برنس لکي ٿو ته:

"The Futtehnamah is rehearsed in durbar, and many of the courtiers mark their adulation, by Committing the most fulsome passages to memory" (Visit to the court of Sinde- pp 46)

اسان کي مير عظيم الدين جون فقط ٽي تصنيفون معلوم هيون: (۱) ديوان (۲) مثنوي هير رانجهن (۳) فتح نامہ؛ ليڪن مير مائل جي بياض مان معلوم ٿئي ٿو ته هڪ ٻي مثنوي "سير دل" جي نالي سان به تصنيف ڪيائين. مير مائل، مير صاحب جي سڀني ڪتابن جي تصنيف جا سال، تاريخي قطعن جي ذريعي، ڄاڻايا آهن. انهن قطعن جي عنوانن مان اهو به معلوم ٿئي ٿو ته مير مائل، سندس نه فقط سوٽ هو بلڪ شعر ۾ سندس سندس شاگرد به هو، ڇاڪاڻ ته سندس نالي جي اڳيان هميشه "استاد" لکي ٿو. هن هيٺ اسان ترتيب سان اهي تاريخي قطعا ڏيون ٿا:

(۱) **مثنوي "سير دل"**:- مير مائل جي هيٺين قطعي مان معلوم ٿئي ٿو ته مير صاحب اها مثنوي ۱۲۰۶ ھ ۾ تصنيف ڪئي:

شهِ شاعران مير بزم سخن، — که اسمش عظيم است بنام خدا؛
بني تحفهء بزم سلطان سند، — که سلطانيش داد عهد وفا؛
چه سلطان که نامش به فتح علي، — کند کار رستم به دشت وغا؛
عجب مثنويء نکو "سير دل"، — مرتب نموده بطرز جفا؛
اگرچه مجازست بظاهر ولي، — بسوي حقيقت بود رهنما؛
کسي کو بگويد مجازست اين، — کجا با حقيقت بود آشنا؛
بني سال اتمام اين مثنوي، — که باشد عجب نسخهء بي بها،
زطبعم شده کل سه تاريخ نيک، — بتائيد آن ملهم با صفا؛
"عجب سير دل نام نسخ بزيب"، — زالهام غيب آمد اين خوش صدا؛
(١٢٠٦ هه)
"زهي مثنوي تحفهء اهل بزم"، — دگر آمد اکنون زغيب اين ندا؛
(١٢٠٦ هه)
"دگر تحفهء خاص بازيب عقل"، — مکرر بگوشم رساند ندا؛
(١٢٠٦ هه)
هميشه چنين تحفهء بزم دل، — بني اهل دل باد عشرت فزا. — ص..

انهيءَ مثنويءَ جو هڪ نسخو مون وٽ موجود آهي؛ منجهس ٣١٦ اشعار آهن، جن مان پهريان چند شعر هي آهن:

بنام مشتري دل فروشان، — بسوداي محبت گرم جوشان؛
زنقد حسن در گنجينهء اوست، — همه را در نظر گنجينه اوست؛
بني سوداي عشق آراست بازار، — بنقد حسن شد دل را خريدار.

ڪتاب ۾ "توحيد" کان پوءِ مختلف عنوان قائم ڪيا ويا آهن. عشق جي ماهيت بيان ڪندي، پوءِ معشوق جي سراپا بيان ڪئي وئي آهي؛ ڪاڪل، زلف، ابرو، چشم وغيره وغيره، جو بيان ڪندي پستانن جي وصف هن طرح ڪري ٿو:

بر آن لوح از کمال لطف صنعت، — دو دستنبو نهاده دست قدرت؛
دو دستنبوي خوش پر مغز و رنگين، — کزو خون شد دل صد نار ياسين؛
چو دل اين باغ فيض ايزدي ديد، — چه خوش بر داشت اينجا دست اميد؛
انار دلکش اين نو گلستان، — بدل داداد امان دستگردان؛
ازان دارالصفا دل را گذر شد، — گذارش سر بسوي کمر شد.

ان کان پوءِ ڪمر، شڪم ۽ ناف تي طبع آزمائي ڪندي "ڪان جواهر" تي پهچي اشهب قلم کي انهيءَ صاف ميدان تي هن طرح ڊوڙائي ٿو:

دلا اين جا ست آن کان جواهر، — کزان پيدا شود جان جواهر؛

عجائب گوهر آرد این صدف بار، کزو حیران بماند درّ شهوار؛
دل آنجا فاتحه خوانده باخلاص، که یا رب کي کشاید عقدهٔ خاص؛
خبیثات ز برای اخبثین است، و لیکن طیبات از طیبین است؛
در این دفتر نه ذکر ثیبات است، که اینجا جمله وصف طیبات است؛
دلا برگرد کاین جنات ماواست، که کندر رهزن آدم در بنجاست؛
در اینجا باز سرکن راه تو را، که مي دزدند اینجا راه رو را؛
مکن ایدل در این ره سر تماشا، تماشائي شود گم در تماشا؛
چو این ره طي نمیگردد رهاکن، بسیر دست و پایش دست پاکن.

اهڙيءَ طرح، مير عظيم الدين دل کي حسن جي سموري سراپا جو سير ڪرائي، مثنويءَ کي هن طرح ختم ڪيو آهي:

بحسن خلق و با عشق الاهي، کند میر زمان پیوسته شاهي.
خدایا کام خسرو باد شیرین، ز شیرین میوهاي حسن رنگین.
بدولت خانهٔ شه باد تیار، همیشه شاهد دولت پرستار.
الاهي تاکه دور آسمان باد، بکام شاه و اخوانش روان باد.
چو نامم درگنه کاري عظیم است، چه خوش نامت بغفاري عظیم است.

آخري شعرن کان ڪجهه مٿيرو هي شعر به آهن:

اگر بر طبع خود نازم گناه است، بلند پها همه از الطاف شاه است.
بافضال شه والا نگاهان، کشیدم سرمه در چشم صفاهان.

(۲) **فتح نامه**:- مير عظيم الدين انهيءَ مثنويءَ بعد "فتح نامه" تصنيف ڪيو، جنهنجي تصنيف جو سال ۱۲۰۹هه آهي: شاهنامي جي بحر ۾ تقريبا ٻن سو صفحن تي آهي. مير مائل جي بياض ۾ ان تصنيف لاءِ ڪوبه تفصيل موجود نه آهي؛ بياض جا بعض ورق غائب آهن، ممڪن آهي ته انهن ۾ اهو تفصيل به هجي.

(۳) **ديوان "عظيم"**:- مير صاحب جو هي پهريون ديوان آهي، جيڪو ۱۲۱۰هه ۾ مڪمل ڪري، مير فتح علي خان جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويو. انهيءَ ديوان جو پهريون نسخو جنهن کي مير صاحب پاڻ مير فتح علي خان لاءِ مرتب ڪيو، سو مير مائل ان جو تفصيل ڏيو، سو سندنجي پيش نظر آهي. مير عظيم الدين، ديباچي ۾ لکيو آهي ته "هي حقير اجان انهيءَ قابل نه آهي ته پنهنجو ديوان مرتب ڪري، ليڪن مير صاحب جو حڪم آهي، تنهن ڪري جيترو ڪلام هن وقت تائين گڏ ٿيو آهي، سو درج ڪيان ٿو: هن وقت سندنجي عمر ۴۰ سال آهي، هن کان پوءِ جيڪي چوندس تنهن کي حاشيه تي لکندس." چنانچه ديوان جي حاشيي تي سندس پنهنجي هٿ اکرن هر رديف ۾ پوءِ جا جوڙيل غزل درج آهن: پاڻ تفصيل هن طرح چيو اٿائين:

چو آغاز ترتیب دیوان نمود، مدد خواست دل از جناب احد،
دلم بهر تاریخ آغاز آن، بگفتا "علي العظیما سدد".
۱۲۱۰هه

ديوان جو پهريون شعر هي آهي:
"اي در همه موجود همه از جمله مبرا، تو در همه پنهان وز تو هر همه پيدا."
۲۱۹ صفحن تي غزل، ۸ صفحن تي رباعيون، ۵۰ صفحن تي تاريخي قطعا، ۱۷ صفحن تي قصيدا، منقبت، وغيره، ۳۶ صفحن تي سلام ۽ مرثيا، ۱۴ صفحا تاريخي قطعا، ۱۶ صفحا مثنويون، ۳۳ صفحا مثنوي "مير دل"، ۱۱ صفحا عريضه منظوم در خدمت مير صاحب، ۽ ۱۰ صفحا ساقي نامو.

انهيءَ ساڳي ديوان لاءِ مير مائل هيٺيون قطعو چيو آهي:

| | |
|---|---|
| ديوان عظيم يافت خوش نظم، | اين نظم نکو ادا ببينيد، |
| شد سال عظيم اين نکو نظم، | "ديوان عظيم را ببينيد". |

۱۲۱۰ هه

ٻيو قطعو آهي:

| | |
|---|---|
| ديوان معاني عظمت، | حق کرده عظيم چون عظيما، |
| دل سال عظيم او سحرگاه، | "ديوان عظيم" گفت حقا. |

۱۲۱۰ هه

مير عظيم الدين جو انتقال ۱۲۲۹ هه ۾ ٿيو، يعني ديوان جي مرتب ٿيڻ کان ۱۹ سال پوءِ. ۽ هي ديوان جنهن وقت جوڙيو ويو تنهن وقت احسان چاليهن ورهن جو جوان هو. تنهن کري پانڇجي ٿو ته انتقال تائين جيکو ڪلام تيار ٿيو سو ڪنهن ٻئي ديوان ۾ داخل ڪيو ويو هوندو، ڇاڪاڻ ته هن ديوان جي حاشيي تي تمام ٿورا غزل سندس هٿ اکرين لکيل آهن.

(۴) **مثنوي هير رانجهن:**- هيءَ مثنوي، ۱۲۱۴ هه ۾، مير صاحب تصنيف ڪئي. مير فتح علي خان جي زماني ۾، ۽ مير ڪرم علي خان جي دور ۾ ڪيترن سنڌي شاعرن انهيءَ قصي کي نظم ڪيو آهي. مير صاحبن جي فرمائش تي جيڪي مثنويون مرتب ٿيون سي آهن:

(۱) مثنوي هير رانجهن از مير عظيم الدين.
(۲) " " " از ولي محمد خان لغاري.
(۳) " " " از مير ضياءالدين "ضيا" ٺٽوي.
(۴) " " " از منشي شيوڪرام "عطارد".

شاه آفرين لاهوريءَ، ميان آزاد لاهوريءَ، ۽ نواب احمد يار خان "يڪتا" به انهيءَ قصي کي نظم ڪيو آهي. پويون صاحب مغل دور ۾ ٺٽي جو نواب هو. سندس مثنوي مثل الدر مشهور ٿي، جنهن جي تتبع تي ميرن پنهنجي درٻاري شاعرن کان مثنويون لکرايون. سڀ کان پهريون، مير فتح علي خان جي فرمائش تي، مير عظيم الدين قصي کي نظم ڪيو: مير مائل انهيءَ مثنويءَ لاءِ هيٺيون قطعو تصنيف ڪيو. جنهن ۾ "يڪتا" جي مثنويءَ ڏي به اشارو آهي:

| | |
|---|---|
| طرفه در حسن و عشق رانجهن و هير، | آمده اين تازه امر زيب پذير، |
| گرچه ز اين پيش خامهٔ يڪتا، | کرده است نظم نامهٔ يڪتا، |
| ليڪن اين نامهٔ عظيم، "عظيم"، | شد دو بالا به نزد طبع فهيم، |
| ناظم اين رسالهٔ رنگين، | مير بزم سخن عظيم الدين، |

طرفه در عهد فيض دولت شاه، — شاه گردون حشم سليمان جاه؛
خسروي سند، مير فتح علي، — فيض بخشي جهان به خوش عملي؛
چون به ارشاد خاص حضرت مير، — قدردان سخن بطبع منير؛
بازوي سلطنت برادر شاه، — با سليمان سند، آصف جاه؛
از كرم بخشيء علي نازان، — مير دوران مراد بخش جهان،
شد ز مير محمد او دلشاد، — سوده شاد بش ز يزدان باد؛
مير دوران غلام نام علي، — آنكه نامش بود غلام علي؛
داد اين نامه را بنظم عظيم، — طبق دلخواه زينت تنظيم؛
بهر تشريح سال اين نامه، — كرد سائل بدست چون خامه،
سال اين نامه گفت طبع منير، — "نامهء حسن عشق رانجهن و هير"؛
١٢١٣ هه
تاكه از حسن و عشق باد نشان، — باد اين نامه يادگار جهان.
— ص ٨٠

پيو قطعو هن طرح رقم ڪيو اٿائين:
به بحر مثنويء نظم "يكتا"، — عظيم آمد چو نظم حضرت مير؛
ز طبعم سر زد اين تاريخ تنظيم، — "زهي نو مثنويء رانجهن و هير".
١٢١٤ هه

ٽالپرن جي نيٺن نئين بادشاهت قائم ٿي هئي: ڪلهوڙن جيون درباريون، انهن جي علم پروري، داد و دهش، شاعرن، اديبن، عالمن ۽ اهل فن جو اجتماع اڃان تائين ذهنن مان ڪين نڪتو هو؛ انهيءَ دؤر جو پيدا ٿيل علمي ۽ ادبي ذخيرو سڀ سندن سامهون هو؛ تنهن ڪري هنن لاءِ به لازمي هو ته گذشته دربار جيون سڀئي روايتون قائم رکن، جيئن ملڪ جو علمي طبقو انهن کان خوش رهي، ۽ اڳين سلطنت جي ختم ٿيڻ جو احساس ۽ افسوس سندن دلين مان نڪري وڃي.

ٽالپرن، پنهنجي دربار ۾، ملڪي خواه غير ملڪي، شاعر، اديب، ۽ عالم ڪيترا اچي گڏ ڪيا. ازانسواءِ پاڻ به علم جا شوقين، ادب مان شناسا ۽ شعر و سخن جي ميدان جا شهسوار هئا؛ تنهن ڪري نه فقط رسمي طرح قدرداني ڪندا هئا، بلڪ انهيءَ معزز طبقي تي حقيقي طرح داد و دهش جي ورکا ٿيندي هئي، ۽ سندن جائز قدرداني ڪئي ويندي هئي.

مير عظيم الدين انهيءَ دؤر جو عظيم المرتبت شاعر هو. سنڌ جيڪي چند اعليٰ پايي جا فارسي شاعر پيدا ڪيا آهن، انهن مان هي به هڪ هو. ظاهر آهي ته مير فتح علي خان جهڙي سخي، دريا دل ۽ قدردان جو ذاتي شاعر هو؛ تنهن ڪري عام شاعرن کان سندس مرتبو بلند، ۽ سخن پرور بادشاه جي داد و دهش کيس فارغ البال ڪري ڇڏيو هو. مير

مائل جي بياض مان اسان کي معلوم ٿئي ٿو تہ ٺٽي ۾ مير عظيم پنهنجي رهائش لاءِ نئين طرز جو نهايت ئي خوبصورت ۽ وڏي قيمت خرچي بنگلو ٺهرايو هو؛ اهو بنگلو ١٢٠٦هه ۾ ٺهيو، جيڪو سال مثنوي "سير دل" جي تصنيف جو آهي. اهو پڻ ڏيکاري ٿو تہ ٺاهڻ ۾ ميرصاحب کي سالا سال ڪري ڇڏيو هو. انهيءَ بنگلي تي مير مائل پنج قطعا چيا آهن؛ پهريون تمهيدي قطعو هي آهي:

براي قصر تو اي مير ما عظيم الدين، رساند طبع دعا گوي پنج قطعہ سال؛
چو پنج قطعہ کہ باشند پنج گنج گهر، چو پنج گنج کہ هستند پر ز گوهر لال؛

بحق پنجتن اين پنج گنج پر گوهر، بطور هديہ ز داعي قبول کن هر حال،
اگرچہ نيست سزاوار عرض حضرت ليک، تو مقبلي و قبوليت بود ز اقبال؛

هميشہ باد وجودت درين مبارک قصر،
نظاره بخش احبا بدولت و اقبال.

ص ٨٢

(١) چو مير من شہ ملک سخن عظيم الدين، بروي رفعت بناي عظيم کرد بنا،

شگفت از دل احباب صد گل عشرت، خليد خار تحسر بسينہء اعدا؛
زهي خجستہ بنائي زهي مبارک قصر، ......... تزئين ميان ارض و سما؛
چو هست جلوه زنان نور ايزدي دروي، بجاست گر بکنم نسبتش بہ بيت خدا؛
چہ قصر آنکہ مسما بہ "بنگلہ" کردند، چہ بنگلئي کہ بود رشک جنت الماوا؛
عمارتيست معالي بہ گنبد عالي، زهي عمارت و خوش گنبديست نيک نما؛
برنگ بيت مقدس پئي پرستش حق، چہ گنبد يست معلق ميان ارض و سما؛
بحيرتم کہ چرا هشت باب او کردند، بہ هشت باب نديد است کس گلستان را؛
نہ بر زمين و نہ بر آسمان مگر اين قصر، بہ هشت باب بهشتي است درميان هوا؛
هزار نقش نکو درميان او موجود، هزار رنگ لطافت بفرق او پيدا؛
بهر چهار طرف صحن او وسيع السير، کہ مرغ روح پئي سير او پرد بہ هوا؛
برائي سير عجب سيرگاه اين قصر است، توان نمود بهر لحظہ سير اين خوش جا؛
خصوص در شب مهتاب و موسم باران، براي سير بود گلشن نشاط افزا؛
عجب مکان و عجب سيرگاه صد گلشن، کہ هست هر طرفش سير سبزهء گلها؛
کسي نديده چنين گلشني بروي زمين، کہ هست هر گل او رشک صد گل رعنا؛
چہ گلشني کہ دراو مي وزد ز جملہ جهات، نسيم لطف الاهي برنگ باد صبا؛
درش گل ست وجدارش گل ست وسقفش گل، نهاده اند درين قصر نقش صد گلها؛
برب کعبہ عجب معبد يست عالي شان، درو ست شانزده محراب طاعت مولا؛
بموقع است اگر چار سوش محرابت، کہ هست چار طرف روي اهل دل بخدا؛
کسي نديد بيک بيت شانزده محراب، برائي طاعت حق لا اله الا الله؛

عجب مبارڪ جائي ست اين بناي عظيم، — عجب خجسته بنائي است اين مبارڪ جا،
دلم به مژدهٔ تعمير اين بناي عظيم، — "عجب بناي خجسته" بگفت سال بنا:
١٢٠٦ هه

هميشه باد خدايا بدولت و اقبال،
چنين بناي مبارڪ بصاحبش برپا.

مٿين قطعي مان معلوم ٿئي ٿو ته انهيءَ عمارت کي بنگلو سڏيو ويندو هو. غالبا انگريزي تمدن جي آمد جو اهو پهريون مثال آهي. بنگلو ڏسڻ جهڙو هو، ڇت جي مٿان هڪ عاليشان گنبذ هيس، چوڌاري اٺ دروازا هيس، چؤطرفو صحن اهڙو ڪشادو هو جو سير تفريح لاءِ نه فقط ماڻهو، بلڪ روح به پرواز ڪري تماشي ڏسڻ جي تمنا ۾ رهيو ٿي؛ چئني طرفن کان بهشت نما باغ بڻيل هو، جنهن جي سير جو لطف شب مهتاب ۽ موسم باران ۾ روح کي راحت پهچائيندو هو. باغ اهڙو ڪشادو، وسيع ۽ دلڪش هو، جو ٿڌي جهان جي هوا جڏهن اتي پهچندي هئي، ته اندر نسيم ۽ صبا جو روپ اختيار ڪري داخل ٿيندي هئي. درن، ديوارن ۽ ڇت تي، گلڪاريءَ ۽ چٽسائيءَ جو باغ و بهار ڪيو ويو هو، اندر لنگهڻ سان ماڻهو حيران ٿي ويندو هو.

(٢) چو هست بنگله مير ما عظيم الدين،
دلم بمژدهٔ اين خوش مڪان و خوش منظر،

هميشه باد خدايا چنيں مڪان بمڪين،

(٣) عظيم الدين محمد مير خوش فڪر،
چو دارالعشرت است اين جاي پر عيش،
هميشه باد يا رب صاحب آن،

(٤) عزيز مصر سخن مير ما عظيم الدين،
زهي مڪان عجب آنڪه سال تعميرش،

هميشه باد خدايا براي صاحب آن،

(٥) چو مير خيسرو ملڪ سخن عظيم الدين،
براي سال بناي چنين مڪان عظيم،
دلم بياوريءِ پنجتن ز هاتف غيب،

بحق پنجتن پاڪ مير صاحب آن،

عجب مڪان عظيم و عجب نشان عظيم؛
بگفت سال عظيمش "عجب مڪان عظيم":
١٢٠٦ هه
مڪان عيش و مسرت درين جهان عظيم.

عجيب جاي لڪو فرمود برپا؛
شد اين اسم مبارڪ سال اين جا؛
درين "جائے مبارڪ عشرت افزا"
١٢٠٦ هه

عجب بناي مڪاني بطور قصر نمود؛
"عجب مڪان زهي خوب قصر" دل فرمود؛
١٢٠٦ هه
تمام ساز مسرت درين مڪان موجود.

زهے مڪان خجسته بدهر ڪرد بنا؛
ڪه بهر سير توان گفت جنت الماويٰ؛
"زهي مڪان خجسته" خرد نيڪو صدا؛
١٢٠٦ هه
هميشه باد درين نو مڪان نشاط افزا. ص ٨٧

مير عظيم الدين جي انتقال جي تاريخ جو هن وقت تائين پتو ڪونه هو. ممڪن آهي تڪملهٔ مقالات شعرا جي مصنف ان جي خبر ڏني هجي؛ ليڪن چونڪ ڪتاب دستياب نه آهي، تنهن ڪري ان جي مندرجات کان اسان بيخبر آهيون. مير ڪرم علي خان، مير حسن الحسينيءَ کان هڪ تذڪرو "زبدة المعاصرين" جي نالي سان ١٢٣٥هه ۾ مرتب ڪرايو؛ ان ۾ چند سٽون، مير عظيم الدين لاءِ به لکيون ويون آهن، جنهن ۾ سندن سال وفات ١٢٣٠هه ڏيکاريو ويو آهي؛ مصنف لکي ٿو:

"سندي اصلش، از ديول (ٺٽه) مي باشد، و در كمال
فصاحت و بلاغت و سخن پردازي عديل و نظير نداشته،
و آخر الامر بمرض سوزاك (؟) بعالم بقا رحلت
نموده در ۱۲۳۵ه."

مير مائل، مير عظيم جي انتقال تي هڪ طولاني مسدس لکيو آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته سندس انتقال ۱۲۳۵ھ ۾ نه بلڪ ۱۲۲۹ھ ۾ ٿيو؛ مير مائل جي هن فقري مان به ساڳيو سال نڪري ٿو: "وهوالعلي العظيم بجوده". —ص ۱۱۴

مير مائل جو مرثيو هي آهي:

افسوس كاين زمان دگر از خواهش قضا، بعد از گذشتن مه عاشوره بلا،
در غره صفر كه بود هم مه عزا، درد عظيم كرد جهان تعزيت سرا،

كاين هردو ماه ماتم سبطين اعظم اند،
ماه محرم و صفر از شهر ماتم اند.

زين ماتم عظيم كه در آل مصطفي ست، فرياد يا حسين و حسن باز جا بجا ست،
چون ورد اين دو نام پئي درد دل دوا ست، نام شه حسين و حسن ورد دل بجاست،

ايدل بجاست گر نه تواند ز غم عظيم،
كردم بيان درد شهان ماتم عظيم.

روز وفات آن سخن آراي نكته دان، از درد فرقتش كه شده عام در جهان،
ميگفت خاص و عام ز هر پير و هر جوان، اين فرد درد ورد دل و جان بصد فغان،

كاين مشعل عظيم چرا كرد گل قضا،
كز رو شنيش بزم سخن داشته جلا.

آن واقف رموز سخن فخر صد كليم، نامي ء اهل فطرت با شوكت عظيم،
شيداي طرز هر سخنش "قدسي" و "سليم"، مداح خاص احمد و هم آله الكريم،

چون در جنان باهل سخن كرد سر سخن،
بشنيد باركالله ز تحسين هر سخن.

از بسكه حب خاص علي العظيم داشت، و از شوق ياد نام حبيب كريم داشت،
حب علي و آل عظيمش صميم داشت، ز الهام روح قدس تخلص "عظيم" داشت،

روح القدس بسال وفاتش ز غيب زود،
گفتا "بيجا محب علي العظيم بود".

۱۲۲۹ه

چون واصل ورود شد از غايت وداد، آن شاد دل بمژده صد وصل دل نهاد،
نام آوري ديار عظيمت بصدر شاد، كز نام او محبت اهلبيت مستفاد،

سال وصال باز خرد بهر این غمین،
فرمود "با ودود وصال عظیم بین".
۱۲۲۹ هـ

چون اهل درد بود و درد عظیم داشت، با خویش درد عشق بهر دم ندیم داشت،
درد شهادت شهدا مستقیم داشت، با اهل درد ربط دلي از قدیم داشت،
سالش ز درد سائل غمکین بلوح غم،
"درد عظیم" کرد رقم با سر الم.
۱۲۲۸
(۱۲۲۸+۱=۱۲۲۹ هـ)

این سخت شد عزا کہ چنین صاحب کمال، یکبارگي بفضل کمالات قال و حال،
داده بجان اهل عزا داغ صد ملال، از غم برست شد بجنان شاد در وصال،
تو شاد در وصال و من اندر غمش غمین،
خوش گفتہ اند شادي با غم بود قرین.

اي واصل جناب علي العظیم ما، در ماتمت ز عرش عظیم آمد این صدا،
کاین غمکش عظیم شهیدان کربلا، در کربلا بسید شهدا ست دائما.
بنمود مقبلت چو حق اي محتشم کلام،
بشنو ز جان "مائل" حق عرض صد سلام.

چون در عزاست فاتح خواني ز لازمات، واز لازمات فاتح خواني بود صلوات،
بر مصطفیٰ و آل و بهر فرد کائنات، بس بر صلوات ختم کلامست ز واجبات،
صلوا علي النبي مع ال آل صبح و شام،
کاین ختمہ عظیم شود مغفرت پیام.
— ص ۱۱۴

هن مرثيي مان معلوم ٿيو تہ مير صاحب جو انتقال ۱، صفر المظفر ۱۲۲۹ھ جو ٿيو، ۽ ان وقت سندس عمر ٦٧ ورهيہ هئي.

**مير ضياءالدين "ضيا" ٺٽوي:-** مير ضياءالدين "ضيا"، مير علي شير جو پٽ ۽ مير مائل جو چاچو هو. مير عظيم الدين جي انتقال واري سال ۾، سنڌ جي هن ٻئي قادرالڪلام شاعر جو بہ لاڏاڻو ٿيو، ۽ سنڌ کي هڪ ئي سال ۾ اِن ٻن مثل ۽ وڏن فارسي، گو شاعرن جي رحلت جو داغ دل تي سهڻو پيو. سنڌ جي آسمان ادب جا اهي ٻئي آفتاب ۽ ماهتاب هڪ ئي سال ۾ هڪ ٻئي پٺيان راهہ رباني وٺي ويا.

مير ضياءالدين، صاحب ديوان شاعر هو، ۽ هير رانجهي جي قصي کي بہ مثنويءَ جي بحر ۾ نظم ڪيائين. مير مائل سندس انتقال تي هيٺيون قطعو چيو:

دم تسليم جان حضرت عمو يم، کہ در هجرش دلم این داستان گفت؛
بوصفش اکمل ال آل از...... تفضل، ز دل هر اهل فضل اندر جهان گفت؛
ز دنیا رفت چون در قصر جنت، بحق لبیک وصل از شوق جان گفت؛
ضیای دین بروحش باد همدم، ز دل روح القدس باالله زبان گفت؛

بصـون بنجنن زان سـال وصلش، — "ضياءالدين محمد في الجنان" گفت.
۱۲۲۹ هه

بحق پيوسته از خـوبـيء دارين، — بـ نزد حـق دعاي دوستان گفت؛
بحق "مائل" بـحـق بـادا بـدارين، — بـ ارباب حـق آن جنت مكان گفت؛
بـگـاه ختمـء غـفـرانـش الـحـق، — عفاكـ الله نبي اين ختم خوان گفت.

(۲)

تباه ام چـون بوصيت زايـن نفش، — چـنـد از كـار شـفـاءالـديـن گفت،
سال وصـل خود خـود آنـدم با منيء — "درجنان جاي ضياءالدين" گفت.
۱۲۲۹ هه — ص ۵۰۱

"درجنان جاي ضياءالدين" جو فقرو مير ضياءالدين پاڻ چئي ويو هو.

**مخدوم نور محمد بوبڪائي**:- بوبڪن جو جيد عالم، شاعر، شعر و سخن جو دلدادو، يارن جو يار، دوستن جو دلدار، مخدوم نور محمد بوبڪائي، مير ڪرم علي خان جي دور جو شاعر هو، ۽ مير مائل جو خاص دوست هو؛ سندس تخلص "نور" هو: "تحفة خسرويءَ" ۾ سندس ڪيترائي غزل منتخب ڪيل آهن. سندس شاعريءَ جو رنگ هي آهي:

رخ از نقاب كشا با هزار ناز و ادا، — بـيـني قـرار دل بيقرار مـي آيـد.

مير ڪرم علي خان، هڪ غزل غالباً "واردات" ۾ چيو:

ديدم آن نازنين شبي بـ شكار، — سروقد، گـل عـذار و مـه رخسار.

مخدوم نور محمد هيٺيون غزل تصنيف ڪيو، جو بڻ واردات تي ڏسجي:

دوش هندو زنـي پـري رخسار، — گشت بـا من بشهر ٺٽ دو چار؛
گلعذاري كه از دو نرگس او، — فتنـه را بـود گـرمـيء بـازار؛
تـيـر مژگـان آن كمان ابـرو، — هر دلي راكه يافت كرد شكار؛
گفتمش اي نـگار نـام تو چيست؟ — گفت با نام من چه داري كـار!
گفتم اي شوخ اين چه بي رحميست، — كـه مسافر چنين نـمـودي زار،
حاليا چـون شكار تـو شده ام، — بـاز از دست خـود مرا مگذار!
گفت شيون بـ كـار تـو نـايـد، — جز بصبرت نمي بـرآيـد كـار!
گفتمش صبر من نـمـانـد بـمـن! — گفت بي صبر كـي بود هوشيار!
شوخيش چون زحد فـزون ديدم، — روي گردان ازان شدم ناچار!

"نـور" از تنه شو برون كـه مباد،
كـردت حـال شـيـخ صـنـعـان وار!

چند شعر ملاحظو ٿين:

جور چشم خوابناكـ يار، ما دانيم و دل، — جنبش اين فتنهء بيدار، ما دانيم و دل.
دل نـمـيدانست پند عقل دورانديش را، — آنچ اكنون ميكشد آزار، ما دانيم و دل.

*   *   *

ترا من وفادار انگاشتم، سراسر غلط آنچه پنداشتم.

* * *

کم ز قیامت نتوانم شمرد، فتنهٔ آن قامت دلجوي تو.

* * *

اي ز تاب حسن شوخت خيره چشم آفتاب، وز بهار عارض تو خانهٔ گلشن خراب!

نادر شاه ايرانيءَ جي خونريزي ۽ خاص طرح دهليءَ جي بربادي ضرب‌المثل ٿي چڪي هئي. نادرشاه جي ڪهوڙن، سنڌ کي به تاخت تاراج ڪري ڇڏيو هو. سنڌ جي ڪيترن شاعرن، نادرشاه جي آمد ۽ ان جي قتل تي تاريخي قطعا چيا، جن مان نادرشاهي واقعات جو سنڌين جي دل دماغ تي جيڪو اثر پيو، ان جو اندازو ٿي سگهي ٿو. مخدوم نور محمد، نادرشاه جو نالو پنهنجي شعر ۾ هن طرح استعمال ڪيو آهي:

کرد غارت دهلي دل آن شه مه پيکران،

شوخ حسن اندر ستم کمتر ز نادرشاه نيست.

مير ڪرم علي خان جي دؤر ۾، حيدرآباد جو وڏو عروج هو. ٽالپري دربار اقبال منديءَ جي آسمان تي پهتل هئي. مير صاحب پاڻ به شاعر ۽ شاعرن جو قدردان هو. سڄيءَ سنڌ جا سخنور حيدرآباد ۾ اچي جمع ٿيا. درباري اميرن مان ڪيترا پڻ شاعر ۽ شاعرنواز هئا. حيدرآباد ان زماني ۾ شيراز جون سڪون لاهي رهي هئي. هر علم دوست جو گهر، ادبي ۽ علمي ڪچهرين لاءِ ڪليل هو. نواب ولي محمد خان، ميان يوسف خدمتگار، خسرو بيگ، سيد ثابت علي شاه، ميان رفيق سبزي فروش، سيد صابر علي شاه "صابر"، ديوان صاحب راءِ "آزاد"، مير غلام علي "مائل" سڀ حيدرآباد ۾ موجود هئا. مير ڪرم علي خان، مير غلام علي خان، ۽ مير مراد علي خان، ٽيئي پاڻ، نه فقط قدردان بلڪ پاڻ به سخن سنج هئا.

مخدوم نور محمد رهندو ته حيدرآباد ۾ هو، ليڪن گهر گهاٽ اجان ٻه ٻوٻڪن ۾ هيس، تنهن ڪري اچڻ وڃڻ پيو ٿيندو هيس. دربار جي قدردانيءَ، احبابن جي اصرار، ۽ حيدرآباد جي علمي مجلسن جي ڪشش، مستقل طرح، کيس ٻوٻڪن مان لڏي پلاڻي حيدرآباد ۾ آڻي ڪيو. مير مائل سان گهڻي دل گهرائي هيس. جڏهن لڏي آيو، ان وقت خوشيءَ ۾ چان مير مائل ميان قطعا تصنيف ڪيا:

(١)

مژده، آن ماه اوج فضل و کمال، از ره مهر مهربان آمد.

خوش بخير آمد و ز آمدنش، مژدهٔ او به مخلصان آمد.

دست دست بر او دعا و سلام، ورد بلبل به گلستان آمد.

ورد احباب گاه تشريفش، خير مقدم ز شوق جان آمد.

مرحبا گان مه سپهر شرف، چون شرف بخش داعيان آمد.

نامش از يمن نور نام نبي، ورد جان مواليان آمد.

والشد حرف او دل احباب، خوش چو والد گهراشان آمد.

رفت ز احباب نکر بيکاري، رونق او بکار شان آمد.

مرحبا ... ... ... ... ، ... ... ... همرهان آمد.

حیدرآباد کرده بندگشته اش، چون در آنجا ز بوبکان آمد.
«مائل» حق ز فیض ملهم غیب، در مدیحش چو قطعه خوان آمد.
دیده این قطعهٔ موشح گفت، نام مخدوم چون عیان آمد.

هي قطعو موشح آهي: هر شعر جو پهريون اکر وٺي گڏبو، ته «مخدوم نورمحمد» پر آمد ٿيندو.

(٢)

اي آمدنت عيش افزاي احباب، با عيش ابد کام رواي احباب،
خوش آمدي و کامده از آمدنت، صد مژدهٔ کام از براي احباب!

(٣)

از قدومت اي بمجد و اعتلا مخدوم عصر، مژدهٔ صد خير و خوبي بخش احباب آمده.
خير مقدم کز نسيم لطف تو در شهر ما، گلشن کامم بکام طبع شاداب آمده.
باد از نورمحمد نام تو روشن چو مهر، در دعا «مائل» زمهرت خوش شرفياب آمده.

(٤)

اي دلت از پرتو نورمحمد با جلا، ............... کام بخش احمد الا!
باد دائم بر سپهر نيک نامي کالقمر، حرمت نورمحمد نام پاکت با صفا.

(٥)

اي ز رويت جلوه گر نورمحمد از ازل، وي ز نورت تا ابد روشن دل اهل امل،
شايدم پيش تو عرض عرض کار خويش ازانک، سعي الدر کار خير آمد بحق خير العمل.

— ص ١٠٣

مخدوم نورمحمد، حيدرآباد ۾ مستقل رهائش اختيار ڪرڻ کان اڳ، پنهنجي لاءِ ١٢١٤ هه ۾ جاءِ ٺهرائي هئي؛ غالبا انهيءَ جاءِ تعمير ٿيڻ کان پوءِ، هو اڳي پلاڻي آيو. اهو سال مير فتح علي خان جي بادشاهي جو آهي: مير مائل انهيءَ جاءِ جي تعمير تي تاريخي قطعو چيو:

چو مخدوم ما نامدار زمان، که نامش ز اخلاص دل دلنشين ست،
نموده بنا اين مبارک بنا را، که اندر صفا رشک خلد برين ست،
...... و او عطف آمده سالش الحق، «مبارک مکان و مبارک مکين ست».

— ص ٠

١٢١٤ هه

مخدوم صاحب، جيد عالم، نادر روزگار حڪيم ۽ انهيءَ دور جو بزرگ شاعر هو. سنڌ جي حالات ڪئي به ڪونه ٿا ملن. خدا رحمت ڪري مير مائل تي، جنهن محض دوستيءَ جي حق ادا ڪرڻ خاطر، سنڌ سلسلي ۾ ڪي تاريخي قطعا لکيا، جنهن ڪري مخدوم صاحب جي زندگيءَ جي ڪن پهلوئن جي اسان کي ٿوري گهڻي خبر پئجي سگهي.

مخدوم صاحب کي غلام نبيءَ نالي هڪ فرزند ڄائو؛ مير مائل، ان جي تولد تي تاريخي قطعا چيا:

(١) روز ميلاد اين خجسته خلف، که بجان است غلام نام نبي؛
گفت سال ولادت او طبعم، «به ولا آمده غلام نبي».

١٢٢٢ هه

(۲) حق داد چون بحضرت مخدوم نيڪ نام، — فرزند نيڪ بخت بڪام دوام جفت؛
ارشاد باد مژدهٔ ميلاد اسعدش، — آمد ز فيض نورمحمد بدل شگفت؛
سال ولود اسعد آن نيڪ بخت زاد، — "بادا ابد هلال لبي ڪامياب" گفت.

۱۲۲۲ هه — ص الف

عيد براد ٿيندي هئي، ته شاعر ٽالپرن جي خدمت ۾ عيدي قطعا پيش ڪندا هئا، ۽ دوستن احبابن ڏانهن به موڪليندا هئا. مير مائل جا ڪيترا قطعا، مختلف عيدن تي، مير صاحب جي ٽالي لکيل ملن ٿا. مخدوم صاحب سان چونڪ گهاٽو تعلق خاطر هيس، تنهن ڪري هن ڏي به قطعا موڪليندو هو؛ انهيءَ قسم جا ٻه قطعا سندس بياض ۾ ملن ٿا:

به مخدومِ مير بمحسن نورمحمد، — چو حق ڪرد ايس عيد اسعد سعيد؛
به افزونيءِ عمر و اقبال دائم، — ز حق باد از عيش نو ستفيد؛
خدايا بڪن مستجاب از ڪرم، — ز "مائل" بحق اين دعا روز عيد.

(۲)

اي ز رويت جلوهٔ نورمحمد آشڪار، — نور چشم حضرت يعقوب ڪنعان با وقار؛
بزم حڪمت را مسيح و طورِ معني را ڪليم، — با شدت فضل و ڪمال از صدق نيت برقرار؛
در شب عيد اين دعا را گفتم و در روز عيد، — امدم در حضرتت ز اخلاص دل مدحت گذار؛
باد مخدوما مبارڪ با تو اين عيد سعيد، — واز سعادت باد بختت را مبارڪ باد يار؛
تا بنامت باد ورد دوستان اين قطعه ام، — باد نامت بالفضائل ناميءِ به روزگار.

— ص ۸۶

مخدوم صاحب ۽ مير مائل جي درميان منظوم محبت ناما به پيا ايندا ويندا هئا. انهيءَ قسم جي خط و ڪتابت مان اهو پڻ اندازو ٿئي ٿو ته شاعريءَ سان سنڌ اندر ڪيتري نه دلچسپي هوندي هئي، ۽ شعر و سخن جو چرچو ڪيڏو نه عام ۽ زندگيءَ جي هر پهلوءَ تي حاوي هو. مير صاحب جي بياض ۾ چند قطعا انهيءَ قسم جا ملن ٿا، جيڪي مخدوم صاحب جي خطن جو جواب آهن:

(۱)

تا ڪه نور محمد مرسل، — در جهان همچو مهِ منير بود؛
نامِ مخدومِ بفضل و ڪمال، — دائما در جهان شهير بود؛
انڪه از بس فراست و دانش، — در حضور شهان مشير بود؛
انڪه گلزار نظم رنگينش، — فرحت افزاي طبع مير بود؛
انڪه در دم ز فيض حڪمت او، — نوجوان گرد و انڪه پير بود؛
در حضورش ز "مائل" داعي، — عرض دعوات دلپذير بود؛
هر دو عالم بدستياريءِ حق، — دست پرزدالش دستگير بود.

هن قطعي مان مخدوم جي زندگيءَ جا ڪيئي پهلو روشن ٿين ٿا؛ مثلاً، طب ۾ ڪيس اهڙو ڪمال هو، جو هڪ ڊمو ته پوڙهن کي به جوان ڪري ڇڏيندو هو؛ مير ڪرم علي خان وٽ کيس تمام وڏي عزت ۽ درجو حاصل هو، ۽ بطور مشير جي کيس سمجهيو ويندو هو. سندس نظم مير ڪرم علي خان کي بيحد پسند هئا؛ اها ڳالهه "محڪ خسرويءَ" جي انتخاب

ان ۾ معلوم ٿئي ٿو ته ڇاڪاڻ ته مير ڪرم علي خان ڪثرت سان مخدوم جي ڪلام مان پنهنجي خاص انتخاب ۾ جاءِ ڏني آهي.

مخدوم صاحب، هڪ دفعي مائل ڏي سلام موڪليا: جنهن ڏانهنس سلامن جي جواب ۾ هيءُ قطعو موڪليو:

(۲)

بحمد الله که حق کرد امجد دوران،
بمجد نور محمد مدام مخدومي،

زبسکه جلوه ازاي هزار رشد آمد،
شعاي نور محمد بکام مخدومي،

بگفت باد سلامت مدام با آداب،
شنيده "مائل" داعي سلام مخدومي،

بحضرتش بسلام اين دعاست عرض دلم،
هميشه باد فزون احترام مخدومي.

(۳)

اي صبا در گلشن اجلال مخدوم الانام،
عرض کن گلدسته دعوات داعي با سلام،

آنکه از نور محمد روشن آمد نام او،
هست چون خورشيد عالم تاب ازوي فيض عام،

گنج حکمت مخزن اسرار صد فضل وکمال،
خسروي بزم فضائل شاه رنگين خيال،

همچو نامش روشن عالم بصد مجد و علا،
تا که از نور محمد دارد اين عالم ضيا.

(۴)

در خدمت خدام جناب مخدوم،

از مائل مشتاق ز جان عرض سلام است. —ص ۱۰۳

**مخدوم دين محمد ٻوٻڪائي**:— معلوم ائين ٿو ٿئي ته هي بزرگ به مخدوم نور محمد جو پاڳ يا ويجهو عزيز هو. فضل ۽ ڪمالات جو صاحب ۽ بزرگ. فطرت الله هو. طب ۾ کيس خاص درڪ حاصل هو. جڏهن مير فتح علي خان آخري بيماريءَ ۾ مبتلا ٿيو، ان وقت ٻين وقت جي طبيبن سان گڏ، مخدوم صاحب به وٽس موجود هو(۱). مير مائل سان هن صاحب جو گهاٽو تعلق هو. جڏهن وفات (۱۲۲۹هه) ڪيائين، ان وقت مير مائل ٻه تاريخي قطعا تصنيف ڪيا:

بحکم خواهش حق ناگهان چو مخدومي، ز صدر فضل و کمالات عزم رحلت بست،
ز شوق دل که بدين محمدي مي داشت، چو اهل دين بحق آمد وصال او بردست،
سروش سال وصالش بگفت باسم "الله"، "ز شوق دين محمد بدين بحق پيوست"
"۱+۱۲۲۸=۱۲۲۹هه"

(۲)

چون زين جهان شده شادان بوصل حق مخدوم، که درجنان بحق دين ز اهل ارشاد ست،
سروش سال وصالش ازان چنين فرمود، "بلي که دين محمد ز وصل حق شاد ست"
۱۲۲۹هه —ص ۱۱۵

**مخدوم مير محمد** جي نالي ٿي به اهڙي ئي هڪ قطعو مليو آهي، غالبا هي مخدوم صاحب به مخدوم نور محمد جي ئي آکهه مان هو:

---

۱— احسن صاحب ڪربلائي— "ٽئين زندگي"، مئي ۱۹۵۴ع

اي ڪ ثابت بہ محمد شدہ مخدوم زمان، باورت مير، محمد بود الله‌ دو جهان،
طرفہ در شوق ملاقات شريف از مدت، بود است نام شريف تو مرا وردِ زبان،
شڪرلله ڪ ڪنون بر وفقِ خواهشِ دل، خواهشِ خاطرِ من يافت حصول شايان،
بعد ازين بہ ڪ بشڪرانہء اين دولتِ خاص، بکنم شغلِ دعاي تو ابد از دل و جان،
باد از مڪرمت دولت نيڪو نامي، نامِ پاڪ تو ابد نقشِ نگينِ دوران،
هست هرخادمِ درگاهِ تو چون سائل حق، "سائل" از زمرہء خدامِ تو بادا هرآن.

—ص ١٠٠

مخدوم نورمحمد صاحب جو انتقال ١٢٣٠ هہ ۾ ٿيو. دوست احباب صدمي ڪري نيم جان ٿي ويا. ادبي محفلون ۽ علمي مجلسون ختم ٿي ويون. حيدرآباد ۾ سندس وجود بہ هڪ مرڪزي نقطي جي حيثيت ٿي رکي. چئن طرفن جا دوست احباب، يار ۽ اغيار، شاعر ۽ اديب، وٽس هر وقت موجود رهندا هئا. اهو هماهميء جو سچو مرڪز، سندس انتقال تي بند ٿي ويو. دوستن ۽ شاعرن انهيءَ حادثي تي گهڻو ئي ڪجهہ چيو هوندو، جنهن جو اسان کي پتو ڪونہ آهي؛ البتہ مير سائل جيڪي چيو سو هي آهي:

(١)

ڪجا شد انڪ ز دل مخلصِ دعاگو بود، دريغ آہ در اين فرقتش بهرحال است!
مگر گذاشتہ بسا آل صدرِ مخدومي، ڪ از بنا بجهان ارث اهل افضال است؛
زِبعد نورمحمد ڪ نقش نامش بود، جلائي بخش وصال جنان بہ اجلال است:
سروش غيب چنين قال وصل او فرمود، "وصال نور بنورِ محمد و آل است":

١٢٣٠ هہ

ڪند ز "سائل" حق تا حق اين دعا مقبول، دعاي مغفرتش وردِ دل مہ و سال است.

(٢)

چو ناگهان ز قضا اهلِ فضل را مخدوم، ڪ بود نامیء دوران ز صورتِ ذاتي،
بخت آمد و واصل بحقِ پس از رحلت، بحقِ نورمحمد شفيع عرصاتي،
ڪشيہ سر ز الم گفت هاتفم تاريخ، "بدہ بنورِ محمد ز دل تحياتي."

١٢٣٠ هہ —ص ١١٥

## سيد ثابت علي شاهہ:

سيد ثابت علي شاہ، ڪلهوڙن جي آخري دور ۽ ٽالپرن جي ابتدائي دور جو مرثيہ گو شاعر هو. سنڌ ۾ مرثيي کي رواج، بطور صنف جي هن صاحب ڏنو. سنڌي، فارسي، سرائڪي، ۽ اردو زبان تي ڪامل قدرت حاصل هيس. جيڪا هن سيد صاحب کي سنڌ جو مير انيس ڪوٺجي تہ بيجا نہ ٿيندو.

اصل ملتان جو هو، جتي ١١٥٣ هہ ۾ ڄائو. ڏاڏو علي شاہ جيو پٽ ۽ نورمحمد شاہ جو پوٽو هو. نواب اعظم خان ساڻ گڏجي سنڌ ۾ آيو. جڏهن نواب صاحب، صوبيداريءَ جو مدو ختم ڪري واپس ويو، تڏهن سيد ثابت علي شاہ سالن تائين واپس وطن جي بجاءِ هتي رهجي ويو، ۽ سيوهڻ ۾ مستقل طرح سڪونت اختيار ڪيائين. ڪجهہ وقت کان پوءِ سندس والد، ۽ سندس ڀاءُ سيد پريل شاہ بہ مستقل طرح سنڌ ۾ هليا آيا. سيد صاحب فارسيءَ ۽ عربيءَ جو عالم هو. ڪلهوڙن جي دور ۾ ڪيس سرڪاري وظيفو ملندو هو. ٽالپرن بہ اهو دستور

پا ندارد بجهان روز فراقت پایان، شب هجران ترا یا سحری هست که نیست.

*　　　*　　　*

نی هوای بوستانم نی سر رفتن بباغ، تا که افتادم بدامت گلشنم از یاد رفت.

*　　　*　　　*

نه فصل گل نه نسیم بهار شد باعث، بباده خوردنم امروز یار شد باعث.

*　　　*　　　*

شب خیالت در بر من بود همدم تا سحر، بستر و بالین من چون گلشن کشمیر شد.

*　　　*　　　*

جهان و هر چه درو منزل شکر خوابست، پیاله گیر که دنیا چو نقش بر آبست.

*　　　*　　　*

در کوی تو هرکس که گذر داشته باشد، حاشا که بفردوس نظر داشته باشد.

*　　　*　　　*

بهار شوق بدیدن نمی شود آخر، حدیث گل بشنیدن نمی شود آخر.

*　　　*　　　*

خرم آن روز که یارم بکنار آید باز، دل سودا زده من بقرار آید باز.

*　　　*　　　*

برون ز دیده پر خون نمی شوی، چکنم: فرامش از دل محزون نمی شوی، چکنم!
چنان گرفت خیال تو نقش در خاطر، که هیچ وجه به بیرون نمی شوی، چکنم!

*　　　*　　　*

دل ز دستم برده و دادم ز کف صبر و قرار، باز آن نامهربان بر غارت دین میرود.

*　　　*　　　*

صد شکوه بدل داشتم از جور رقیبان، لیکن چکنم فرصت اظهار ندیدم.

*　　　*　　　*

ميان محمد يوسف جو، مير نصير خان (تولد ١٥ محرم ١٢١٩ هه) ابن مير مراد علي خان سان به خاص تعلق هو. مير صاحب پاڻ به ڪيترن ڪتابن جو مصنف ۽ شعر و سخن جو دلدادو هو؛ "جعفري" تخلص ڪندو هو؛ ڪيترا شاعر، اديب ۽ صاحب ڪمال سندس دامن دولت سان وابسته هئا (١). مير صاحب جو انتقال ٤ ربيع الثاني، ١٢٦١ هه جو، ڪلڪتي جي قيد خاني ۾ ٿيو. ميان يوسف، پنهنجي ڪيترن شعرن ۾ مير صاحب جو نالو آندو آهي:

نامور مير نصير آن کز کفش درگاه جود، خازن کان منفعل شد بحر در فریاد رفت؛
"یوسف" از جور و جفایت اس بجان آمد ازان، بردر میر زمان امروز بهر داد رفت؛

*　　　*　　　*

---

(١) ڏسو مضمون مرزا احسن ڪربلائيءَ جو – "ٽئين زندگي"، ١٩٥٥ع."

کي سنڌ ۾ زندگيءَ تائين جاري رکيو. مير ڪرم علي خان سنڌ ۾ قدردان هو. ٽالپري خانوادي جا بعض افراد چونڪ پاڻ شيعا هئا، تنهن ڪري انهيءَ دور ۾ سنڌ ۾ شاعري خوب چمڪي، ڪيس ۾ پٽ ٿيا، هڪ امداد علي شاهه ۽ ٻيو احسان علي شاهه. امداد عليءَ جو اولاد اڄ ڏينهن تائين هلي اچي ٿو. هن وقت جيڪو صاحب حيدرآباد ۾ ٽالپري ٽالپرن جو خادم آهي، سو انهيءَ فرزند جي شاخ مان آهي، ۽ ان جو به نالو امداد علي شاهه آهي. سيد صاحب جو نسب نامو هي آهي:

سيد عيسيٰ ملتاني مدرس

سيد نور محمد شاهه عرف ثابت علي شاهه

سيد مدار علي شاهه

- سيد ثابت علي شاهه
  - احسان علي شاهه
  - امداد علي شاهه اول
    - ثابت علي شاهه ثاني
      - پريل شاهه
      - امداد علي شاهه ثاني (هاڻوڪو خادم)
        - سيد مظفر علي شاهه
          - ثابت علي شاهه ثالث
          - احسان علي شاهه ثاني
          - حسين علي شاهه عرف پريل شاهه
- احسان علي شاهه عرف پريل شاهه

سيد صاحب سان مير مائل جا ڪافي تعلقات هئا. مير صاحب جي بياض ۾ چند قطعا سنڌ سلسلي جا به ملن ٿا. ١٢١٩ هه ۾، سيد صاحب ايران ۽ عراق جي زيارتن تي ويو، جلد ئي واپس وريو، ان وقت مير صاحب هيٺيون قطعو تصنيف ڪيو:

آمده ثابت علي چولک بمجد و علا، باز ز ايران بسند طرف بکام جلي،

سال قدومش بند هاتف غيبم سحر، گفت "بمجد و علا آمده ثابت علي".

١٢١٩ هه — ص ١١٨

مرزا قليچ بيگ جي قول مطابق، سيد صاحب ٢٢ جمادي الثاني ١٢٢٥ هه جو انتقال ڪيو. (قديم سنڌ، ٢٨٨.) مير مائل سندس وصال تي هي قطعا چيا:

پیش ازین چون محب خاص علي، داعي سير ما بصدق جلي،
ثابت الحب صادق الايمان، آنکه نامش شود ز سال عيان،
مي شد از سند در زمان حيات، بهر زيارات روضهء حضرات،
در دم عزم رفتنش في الحال، شده "ثابت علي صادق" سال:

١٢٠٨هه

باز چون كرد اين شرف حاصل، سال ديگر بسند شد واصل،
سال اين خوش قدوم صدق نشان، شد ز "ثابت علي بصدق" عيان:

١٢٠٩هه

اين زمان باز چون بحكم قضا، كه بصدق دل است مقام رضا،
با ثبوت ولا و صدق دلي، آن محب علي و آل علي،
از براي زيارت شاهان، كرد رحلت ازين جهان بجنان،
هاتفم گفت سال رحلت او، "هاي ثابت عليء صادق" گو:

١٢٢٥هه

در جنان باد دائم آن مقبول، داعيء آستانه آل رسول،
خاص در حضرت شهان دائم، باد داعيء سير بزم كرم،
"مائل" حق بيادش از اخلاص، خواهد از حق ابد شفاعت خاص.

ــص ١١٢

هن قطعي جي ذريعي معلوم ٿئي ٿو ته ١٢٠٨هه ۾ مير صاحب، امامن جي زيارتن تي ويو هو، ۽ ١٢٠٩هه ۾ واپس آيو. مير مائل جو ٻيو قطعو هي آهي:

چون محب شاه دين مداح آل مصطفي، آنكه از صدق حقيقت در محبت داشت جوش،
رفته از دنيا بجنت گشته همبزم علي، ساغر وصل از كف ساقيء رضوان كرد نوش،
سال وصل آن محب واصل بزم علي، گفت "همبزم علي ثابت علي بادا" سروش.

١٢٢٥هه ــص ١١٢

**محمد يوسف خدمتگار:-** مياں محمد يوسف، مير محمد خان جو ملازم هو. ملازم ڇا بلڪ دوست، ساٿي، سنگتي ۽ لڌ پڌ خاص هو، ۽ ساڳئي وقت مير صاحب جو ڪوڪو يعني ٿڃ ڀائي به هو. مير غلام علي خان کي مير محمد خان جڏهن ڄائو (١٢٠٩هه)، ان وقت يوسف ٧-٨ ڏينهن جو ڄاول هو. حرم سراءِ ۾ ڪم جي قلت هئي، تنهنڪري مياں محمد يوسف جي والده کي شهزادي کي ٿڃ ڏيارڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو. محمد يوسف ذات جو منگوائون هو. سندس والد جو نالو محمد صالح هو. محمد يوسف ۽ مير محمد خان ٻئي گڏ پليا، نپنا ۽ اسري نسري وڏا ٿيا. تعليم ۽ تربيت به ٻنهي گڏ حاصل ڪئي. محمد يوسف، فارسيءَ ۽ عربيءَ جي تڪميل ڪئي هئي. سڄي زندگي، مير صاحب جي خدمتگاريءَ ۽ رفاقت ۾ بسر ڪيائين، جنهن ڪري مياں يوسف، خدمتگار جي نالي سان مشهور ٿي ويو. "تندو

يوسف" سنڌس ڀڄايل آهي. مياڻيءَ جي جنگ کان اڳ، انگريزن وٽ مرزا خسرو علي ڪئي ايلچي ٿي ويو هو. سنڌس پٽ محمد صالح (١) مياڻيءَ جي جنگ ۾ شامل هو.

ميان صاحب فارسيءَ جو صاحب ديوان شاعر هو. مثنوي "ماه و مشتري" به سنڌس تصنيف آهي: ان مان معلوم ٿئي ٿو ته قادر الڪلام شاعر هو. سنڌس شعر جو رنگ هي آهي:

بتي آشوب دين غارتگر دل فتنهء ايمان، ستم کيشي، جفاڪاري، بلائي کرده ام پيدا

* * *

نقش روي تو نشد از لوح دل زائل هنوز، گرچه عمري شد که از يادت فراموشم ما

* * *

رفتي و باز ندانم که چه افتاد آنجا، که نکردي زمن سوخته دل ياد آنجا

* * *

اي باد صبح، بنما کز يار تا چه داري، شد مدتي نديدم آن يار آشنا را

* * *

از قيام تو قيامت بجهان گشت عيان، وز خراميدن سرو تو خراميده بلا
عشوه ناز تو تنها نه بلاي جانهاست، خط بلا، خال بلا، زلف تو گرديده بلا
يک بلا نيست که آنرا بشمارم "يوسف"، هست سرتا به قدومش همه برچيده بلا

* * *

آهسته نه قدم که مبادا شود تباه، نور نگاه خلق همه فرش راه تست

کردن نگاه بر رخ خوبان گناه من، دل بردن و نگاه نه کردن گناه تست
معلوم نيست شب بکجا باده خوردهء، مخموري نمائي و چشمت گواه تست

* * *

بهاي بوسهء لعل لب تو صد جان گفت، هزار جان بفداي تو وه چه ارزان گفت
هزار گو نه گل اطراف بوستان بشگفت، بگوش غنچه ندانم صبا چه پنهان گفت
ز سلسبيل و جنان ترک گفت بتوان ليک، به ترک شاهد و ساقي حديث نتوان گفت

* * *

شمع از بيکسي و سوز من آگاهي يافت، که ببالين من امشب همه شب زار گريست

* * *

خوش آن شبي که ترا تنگ در کنار کشيم، سحر بروي تو ديدن چه فال ميمون ست

* * *

نقاش صنع خواست کشد تا که نقش او، بر قامتش رسيد قيامت کشيد و رفت
ياران نظر کنيد که آن سنگدل چسان، بر رغم غير رشتهء الفت بريد و رفت

* * *

(١) ميان محمد صالح جنگ ۾ مان بچي آيو. کيس هڪ پٽ ٿيو، جنهن جو نالو محمد اسحاق هو. ان کي سومر نالي پٽ ڄائو، جنهن کي ٻه پٽ، ڏونو ۽ وڪيو، ٿيا، جيڪي هن وقت حيات آهن، ۽ هوسڙيءَ طرف ڳوٺن ۾ پنهنجي زمين تي رهن ٿا. (مرزا احسن ڪربلائيءَ کان ورتل احوال.)

"يوسف" از مدحت داراى زمان مير نصير، پس گهر در سر اين رشته کشيدن باقيست

*　　*　　*

يوسف بمدح شه نشده طبعم چو گلشني،　　کز خامه ام چکيد بهر سو هزار گل،

داراى دهر مير محمد نصير خان،　　کز دست جود او ست طراز بهار گل.

مير مائل خان به ميان محمد يوسف جو خاص رستو هو. ميان صاحب دوستن جو دوست ۽ يارن جو يار هو. پنهنجي انهيءَ وصف جو اظهار ڪيترن شعرن ۾ هن ڪيو آهي:

يک لحظه زنده بودن بي دوستان عذاب است.

*　　*　　*

عذاب نار جهنم فراق احباب است.

*　　*　　*

نيست يک لحظه مرا فرقت احباب لذيذ.

مير مائل جي بياض ۾ سندس نالي تي ٻه قطعا ملن ٿا:

اي صبا در گلشن فضل و کمال،　　با محمد يوسف آن يوسف خصال؛

از دل "مائل" بحق عرض سلام،　　عرض کن با صد دعا هر صبح و شام؛

باد يا رب آن عزيز بر تميز،　　در عزيزان جهان دائم عزيز.

—ص ١٠٣

(٢)

اي به اوصاف عزيزي اکمل ايزد تعال،　　وي به اعزاز محمد يوسف مصر کمال؛

آمد الحق با کمال ذاتي و حسن صفات،　　ذاتت از حسن صفات اندر جهان نيک خصال؛

هست در شوق لقايت بحر يعقوب دلم،　　...... دائما از شوق دل حزب الوصال؛

تا بود نام محمد سبحه نام آوران،　　باد ز اعزاز محمد عز ثامت لايزال؛

مي کنم عرض دعا در حضرتت خوش با سلام،　　باد افزون عمر و اعزازت بصد جاه و جلال

—ص ١٠٣

ميان صاحب ١٢٦١ هه ۾ زنده هو. ڇاڪاڻ ته سندس ديوان ۾ مير نصير خان جي انتقال تي قطعا ملن ٿا.

**مرزا خسرو بيگ:-** مرزا خسرو بيگ، ٽالپرن جي حڪومت جو امير ڪبير اصلي گرجستاني هو. ايران ۽ روس جي مابين جيڪا جنگ لڳي، ان ۾ مرزا جو والد مارجي ويو: ۽ مرزا ستن ورهن جي ڄمار ۾ قيدي ٿي، ايراني سپهه سالار، حاجي محمد ابراهيم خان، وٽ اچي پهتو. ڪجهه وقت بعد انهيءَ سپهه سالار جو اقتدار ختم ٿيو، ۽ سپهه سالار جبل ڏ ڏمي پيو: مرزا ان وقت کانئس جدا ٿيو.

ملا محمد اسماعيل، فتح علي شاه قاچار جي زماني ۾ مير ڪرم علي خان طرفان وڪيل ٿي ايران ويو، جتان موٽندي، هن مرزا خسرو کي پاڻ سان گڏ ٽالپري دربار ۾ آندو، ان وقت مرزا جي عمر ١٥ ورهه هئي. مير ڪرم علي خان کي اولاد ڪونه هو.

ڪري مِن مرزا کي پنهنجو ڪري پاليو، ۽ تعليم تربيت ڏئي وزارت جي درجي تائين پهچايو. ۱۸۲۸ع ۾، مير صاحب جي وفات کان پوءِ، مرزا گوشه نشيني اختيار ڪري ويهي رهيو. انگريزن سان ميرن جي عهد نامي وقت، هو پنهنجي حڪومت طرفان وڪيل هو. مياڻيءَ جي جنگ ۾ به شريڪ هو، ۽ شڪست بعد قيد ٿيو. انگريزن کيس آزاد ڪري، ٽالپري حرمسراءِ جي سنڀال لاءِ مقرر ڪيو. ۱۸۶۰ع ۾ وفات ڪيائين؛ پٺيان چار پٽ ڇڏيائين: مرزا محمد علي، مرزا ولي محمد، مرزا محمد رحيم، ۽ مرزا غلام مرتضيٰ؛ سندس اولاد اڄ تائين حيدرآباد ۾ رهي ٿي. سنڌي لوڙهي ۾ هليو اچي ٿو (۱).

مرزا خسرو، فاضل ترين امير هو. فارسي سندس مادري زبان هئي. تعليم ۽ تربيت به اعليٰ پيماني تي ٿي هيس: تنهن ڪري نه رڳو راڄنيتي، ۽ سياسي سوجهه ٻوجهه ۾ برک هو، بلڪ علم و فضل ۾ به سندس درجو بلند هو. شعر و سخن سان به دلچسپي هيس؛ "غلام" تخلص ڪندو هو.

مير مائل جي بياض ۾، مرزا صاحب جي نالي تي هڪ موشح قطعو مليو ٿو:

سن از بي مهريءِ چرخ جفا ڪار، سپردم ڪار خود با مهربان يار؛
رود ڪسي از دل سن ياد مهرش، ڪه مي بايد رخ او مهر انوار؛
ز دل از مخلصان خاص احمد، بجان از دوستان آل اطهار؛
اديب و نيڪ خلق و نيڪ خصلت، ز آداب ادب نيڪ و خبردار؛
خرد پرور خرد مندان عالم، بود خوش از خرد مندش گفتار؛
سلام شوق من در خدمت او، رسان اي نامه بر با شوق بسيار؛
رسد گو ابن زمان اين نامهء من، به آن نامي‌ء عصر از قرب سرکار؛
وجودش در رواج ڪار مردم، بود سرمايهء خوبيء هر ڪار؛
بحق او حريفان "مائل" حق، از اخلاص دلش جويای اخبار؛
يقين ز اخلاص او خوشدل چو راعي، خدا با دانش در دهر خوشدار؛
گل آسا گل شود اين نامه من، ز هر بيت سازي چون بهر بهار.

-- ص ۱۰۱

---

(۱) حيدرآباد ۾ ٽالپرن جي مقبرن جي سامهون، اوڀر ۽ اتر جي ڪنڊ ۾، مرزا خسرو ۽ سندس پوين جو قبرستان آهي: مرزا جي مزار مٿي ٿلهي تي اتر جي پاسي هيٺ آهي، جنهن تي هي ڪتبو آهي: "وفات مرحوم خسرو بيگ - ۲ماه جمادي الثاني، ۱۲۷۷ هه." ٿلهيءَ مزار جي اڀرندي پهلوءَ ۾، هيٺ زمين تي، سندس پٽ مرزا ولي محمد جي مزار آهي، جنهن تي ڪتبو آهي: "تاريخ وفات مرحوم جنت آرامگاه مرزا ولي محمد بيگ - ۲۹ شعبان، ۱۲۸۹ هه." مرزا ولي محمد جي سيرانديءَ کان سندس پاءُ محمد رحيم جي مزار آهي، جنهن تي ڪتبو آهي: "وفات مرحوم و مغفور جنت آرامگاه جناب آقا محمد رحيم بيگ مرزا، خلف الرشيد مرحوم مغفور امير ڪبير خلد آشيان، آقا خسرو بيگ مرزا گرجي، بروز شنبه، بتاريخ نهم رجب المرجب، ۱۲۷۳ هه."

هن نامہ منظوم جا پهريان لفظ وارا اکر ته "مرزا خسرو بيگ" مرتب ٿيندو.

**مخدوم عبدالڪريم صاحب**:- معلوم نه آهي ته هي بزرگ ڪٿان جو هو، ليڪن مير مائل جي هوندين قطعي مان اهين پيو معلوم ٿئي ته پنهنجي دور جو افضل ترين بزرگ ۽ وقت جي مشاهير مان هو. مير صاحب مان هن مخدوم صاحب جو ٻه قرب هو، قطعي ۾ مير مائل چوي ٿو:

من اندر شوق و ذوق ديدن يار، ندارم جز بذکر خير او کار؛
خوش آيد هر طرف خوش باد دائم، بکار خير مردم آن خوش اطوار؛
دلش ز انوار ايمان پر تجلي، ز حق چون مهر تابان پر ز انوار؛
وفاي عهدش از يوفون بالنذر، دهد بر صدق عهدش راست اخبار؛
مطيع ايزد و ايزد مطاعش، بود ز آداب طاعت بس خبردار؛
علوم دين حق معلومش از حق، ز فيض علم حق داناي اسرار؛
بجا هر جاست ذکر نيکيء او، نکو نام جهان و نيک اطوار؛
ديانت پيشه ور هر جا به پيشش، خوش از ترويج دين ست ذکر و اذکار؛
ارادت مند ياران صفا کيش، مريد مصطفيٰ و آل اطهار؛
لهٗ منّي بشارات التّرقي، لهٗ منّي دعاي خوبي آثار؛
کجا باشد دعا گويش چو من بس، ز اخلاص دلي هردم سروکار؛
رساند کس بوي از "مائل" حق، بنام حق سلام شوق ديدار؛
يقين کز خواندن اين شوق نامه، شود خود هم ز شوقم اندرين کار؛
مرشح کردم اين نامه بنامش، خدا يا در دو عالم ناميش دار.

هن نامہ منظوم جي هر شعر جو پهريون لفظ وٺبو ته "مخدوم عبدالڪريم" جو نالو بر آمد ٿيندو.

**مير غلام محمد ٺٽوي**:- بياض جي ڪيترن قطعن مان معلوم ٿئي ٿو ته تالپري دور ۾، سنڌ ۽ ايران جي مابين گهاٽا تعلقات هئا. سرڪاري ايلچين ۽ وڪيلن کان سواءِ هتان جا سرنديءَ ۽ پوندئ وارا ماڻهو، ايران عام جام ايندا ويندا هئا. ايران جي ڪنڌ لاءِ، امامن جي زيارت جو به هڪ سبب هو. اتي جو هڪ سيد، مير غلام محمد، ايران ويو؛ مير مائل سندس واپسيءَ تي قطعو تصنيف ڪيو. ثابت علي شاهه ۽ ٻين جي ايران وڃڻ جو ذڪر مٿي اچي چڪو آهي. اهڙيءَ طرح معلوم پيو ٿئي ته ايران ۽ سنڌ جي مابين عام جام اچڻ وڃڻ ٿيندو هو. سرڪاري معاملات کان سواءِ، وڏو سبب زيارتن جو به هو. مير غلام محمد لاءِ مير مائل هيٺيون قطعو چيو:

چو با خوشي خلف مير ما علي اصغر، که در خوشي ...... دلم چو گل بشگفت؛
بکام طبع معلاي آن گزيده آل، به تشنه از سفر آمد بخير و خوبي جفت؛
بروز آمدنش طبعم اين چنين تاريخ، که "به بجاه غلام محمد آمد" گفت؛
۱۲۲۵ هه

دگر "غلام محمد بيامده" تاريخ،         دلبر ز ييک فرح با سر اصل بشنفت،

١٢٢٤+١=١٢٢٥هه

خدا به آل علي جمله کام دل بخشد،         دلم بکار داش اين ذر دعا خوش سفت.

– ص ١٠٤

مير صاحب جي بياض ۾، انهيءَ دور جي چند شاعرن ۽ اديبن جي انتقال جون تاريخون موجود آهن. هونءَ ته سنجهس اکيچار تاريخون آهن، ليڪن جنهن صورت ۾ انهن مان انهن جي متعلق سردست اسانکي ڪابه معلومات فراهم ٿي نه سگهي، تنهنڪري في الحال سڀني تاريخن کي نظر انداز ڪندي، فقط انهن شخصيتن جون تاريخون نقل ڪيون ٿا، جن جي نالن سان سنڌ جي ادبي تاريخ آشنا آهي.

**محمد پناهه "رجا"**:- ميان محمد پناهه "رجا" ڪلهوڙن جي دور جو صاحب ديوان ۽ صاحب طرز شاعر هو. اصل ٺٽي جو هو، ليڪن رهندو مير لطف الله عرف مير متاري (١) وٽ هو. حيدرالدين مير ابو تراب ڪامل، شهر ۾ سندس استاد هو. مير علي شير قانع لکي ٿو:

"بلطف طبع و جودت فکر إتصاف دارد - (مقالات، ١٠٨)

"در اشعار خوش تلاش، و در تاريخ يابي نادرالفکر، مردي تمکين صحبت آرامي باشد. با فقرا و اهل الله معتقدانه در خور دارد. اکنون ته در صاحب سخنان غنيمت است." (تحفة الکرام ص ٢٣٣)

"بخدمت مير لطف الله عرف مير متاره وزير سند آب و تابي خوب داشته. مدت بمصاحبت بسر برد، و در صحبت آن قدر شناس اهل کمال، کارهاي نمايان کرده." (مقالات ١٠٨)

تاريخ گوئيءَ ۾ کيس ڪمال حاصل هو. سندس ڪيترئون نادر تاريخون "مقالات" ۾ درج آهن. صاحب ديوان شاعر هو. "مقالات" جي انتخاب مان، سندس چند شعر لعوني خاطر هيٺ ڏجن ٿا:

---

(١) مير لطف الله عرف مير متارو ولد سيد عبدالڪريم، شاهه صدر لکيءَ واري جي اولاد مان هو. پنهنجي دؤر جو امير ڪبير ۽ صاحب تدبير ۽ سياست هو. ابتدا ۾ دهليءَ جي طرفان هتي وڪيل هو، ۽ پوءِ ميان نورمحمد جي زماني ۾ سندس وزير ٿيو. "تحفة الکرام" ۾ آهي ته "نام نيکو بسلوک عام و خاص يادگار مانده، درايام دولت باسترضا و تمشيت مهام سادات و اکابر و علما توفيق وافي يافته نام آور سند و هند بر آمده" ص ١٣٩/٣ - ١١٦١ هه ۾ انتقال ڪيائين. ميان محمد پناهه "رجا" سندس دامن دولت سان وابسته هو، ۽ سندس انتقال جي تاريخ چيائين:

هر که آمد بر سر قبرش بتاريخ وفات،
"رحمت ايزد بجان مير لطف الله" گفت.

١١٦١ هه

نيست غير در بيکسيها گر نه کس باشد مرا،     تڪيه بر لطف علي و آل بس باشد مرا.

*

نيم بسمل مگذار اين دل بيتاب مرا،     ميتوان کشت بيکبار چو سيماب مرا.

*

يک ابر اشک ريز نشد آنقدر که ما،     يک بحر اين نداشت بسامان گهر که ما.
تيغي نکرده قتل شهيدان که چشم تو،     زخمي نخورد بر جگر خود سر که ما.
برق اين همه بخنده نيامد که لعل تو،     ابر اين قدر بگريه نشد چشم تر که ما.

*

ميدهد بسمل شرف تسکين دل بيتاب را،     بعد کشتن بيقراري مي رود سيماب را.

*

من و مشق نگه بازي، تو و دزديده ديدنها،     من و نظارهء حسنت، تو و نازآفريدنها.
من و محو رخت بودن، تو و در جلوه افزودن،     من و بيخويش گرديدن، تو و برخويش چيدنها.
بشمشير تغافل نيم بسمل شد "رجا" ظالم،     تو و برپا حنا بستن، من و در خون طپيدنها.

*

سر روزي که لاف همسري با نوخطان دارد،     سراسر مو بمو چون زلف دركارش شکست افتد.
کمال رفعت اقبال را باشد زوال از پي،     دو پاس آخر فروغ آفتاب از بام پست افتد.

*

باين حسن و جمال آن بدر سيما،     به از يوسف عزيزان ميتوان گفت.
ز لعلش بسکه سرخي مي تراود،     دهانش بسرمه پان ميتوان گفت.

*

مو بمو بشکست آخر اين دل صد چاک ما،     شکوهء زلف ترا بر شانه مي بايد نوشت.

*

حسن صد رنگ بهنگام تماشاي چمن،     رنگ گلزار بيک جلوهء طائوسي ريخت.

*

در محفلي که ساغر چشمش بدور نيست،     پيمانهء شراب چه مدهوشي آورد؟
بپاي شوق در راه طلب هرچند گرديدم،     همان آغاز باشد چون خط پرکار انجام.

محمد پناه "رجا" جي انتقال جي تاريخ معلوم نه ٿي. "مقالات"[١] ۽ "تحفة الڪرام" ٻئي سنڌس زندگيءَ ۾ لکجي ختم ٿيا. اها مشڪل مير مائل جي بياض آسان ڪئي، جو صاحب سنڌس انتقال تي هيٺيون قطعو چئو آهي:

وا دريغا "رجا" وفات نمود،     هر که بشنيد شد حزين و ملول؛
گفت دل سال فوت آن مرحوم،     "هست مقبول در جناب رسول."

١١٩٤ هه

١- ص ١٠٢

**ميان محمد اشرف مداح:-** فارسيءَ جو شاعر ۽ بهترين ڪاتب هو. ٺٽي ۾ رهندو هو. مير مائل جي هيٺين قطعي مان معلوم ٿئي ٿو ته مدح نبي سندس شعر جو ميدان هو. انهيءَ ڪري "مداح" تخلص ڪيائين:

(۱) داشت از بس شغل جان مدح نبي، جان ما شاد از محمد اشرف است؛
سال دخل او بجنت گفت دل، "دائما ياد از محمد اشرف است".

۱۲۲۲ هه

(۲) چون محمد اشرف ما، زين جهان، کرد در صحن جنان نقل مقام،
سال نقل او بجنت گفت دل، جاي اشرف جنت الماوي مدام.

۱۲۱۲ هه — ص ۱۰۷

**آخوند غلام محمد سالڪ:-** ٺٽي جو باشندو، عالم ۽ فارسي زبان جو شاعر هو. مير مائل سندس وفات تي ۾ قطعا چيا آهن:

(۱) داشت از بس که دخل در تاريخ، شد چو آخوند ما وصال طلب،
بهر تاريخ وصل خود، خود گفت، که، "غلام محمد بادب".

۱۲۲۲ هه

(۲) آخوند ما غلام محمد که سالک است، در سلک سالکان شده چون متصل بدوست،
ذکر سلوکش آمده از بسک غم فزا، "هي هي غلام سالک" تاريخ وصل اوست.

۱۲۲۲ هه — ص ۱۰۷

بهرئين قطعي مان معلوم ٿئي ٿو ته آخوند صاحب کي تاريخ گوئيءَ ۾ مهارت خاص هئي.

**سيد محمود عرف سيد پيرو شاهه:-** سيد صاحب، ٺٽي جي مشهدي سادات مان هو. سيد محمد اشرف سندس والد جو نالو هو. مير مائل جو ماسڙ هو. مير مائل هيءَ نادر تاريخ سندس انتقال تي ڪئي:

"اللهم صلي علي محمد الاشرف والال المحمود ابدا." — ص ۱۰۸

۱۲۱۶ هه

**جام بجار جوکيو:-** ڪلهوڙن جي دور ۾، بجار جوکيو وڏو بهادر ۽ جوان مرد ٿي گذريو آهي. بجار جوکيي، ميان غلام شاه جي اشاري تي ڏاراجه (تعلقه ميرپور ساڪرو) جي راءَ کي قتل ڪري ڇڏيو، جنهن کان پوءِ اهو علائقو ڪلهوڙن جي قبضي ۾ آيو، ۽ ڪلهوڙن، بجار کي جام جو لقب ڏني، ڪيس حب نديءَ کان وٺي گهاري تائين جو علائقو رهائش لاءِ ڏئي ڇڏيو. ڪراچيءَ کان ٺٽي جيڪو واپاري مال ايندو هو، ان جي محصول اگاڙڻ جو به جام کي اختيار ڏنو ويو. جوکيه قوم، راجپوت نسل مان آهي، ۽ مکران کان آيل ٿي ڏسجي. جام بجار جي سرگرديءَ ۾ ٺٽي پران ڪول علائقي ۾ هنن پنهنجو وڏو اثر قائم ڪيو. جام بجار ۱۲۱۱ هه ۾ انتقال ڪيو، ۽ مير مائل سندس وفات جي هيٺين تاريخ تصنيف ڪئي:

"داد لد جام رضوان با جام" هاتفم گفت. — ص ۱۰۸

۱۲۱۱ هه

## (٤) قديم آثار، مقبرا، مسجديون ۽ قلعا.

مير مائل جي بياض ۾ اسان کي ڪيترا قطعا مان ٿا، جن ۾ تاريخي جاين جي مرمت، درستيءَ ۽ تعمير جون تاريخون ڏنل آهن. انهن قطعن مان معلوم ٿئي ٿو ته ٽالپرن خوا انهيءَ زماني جي ٻين سرنديءَ وارن، تاريخي عمارتن ۽ قلعن ٺهرائڻ ۽ قديم آثارن ۽ مقبرن ۽ مسجدن جي تحفظ، ۽ مرمت ۾ انتهائي فراخ حوصلگيءَ کان ڪم ٿي ورتو.

ٽالپرن کي عمارتن جي تعمير جو خاص شوق هو. هنن ڪيترا مضبوط ۽ مستحڪم قلعا ٺهرايا، سير تفريح جون جايون، مسافرخانا ۽ باغ تيار ڪرايا، پنهنجي رهائش لاءِ بهترين شاهي محل اڏايا. انهيءَ دؤر جي ڪيترن شاعرن جي ديوانن مان، اسان کي تاريخي قطعن جي ذريعي، انهيءَ قسم جي معلومات ملي ٿي. ٽالپرن جي حالات مان اسان کي معلوم ٿئي ٿو ته ڪن چند ڳالهين سان خاص شوق هو: شڪار، هٿيار، هيرا جواهر، علم، عمارتون ۽ باغ- اهي شيون سندن خاص شوق جون هيون.

مير مائل جي بياض مان جن آثارن جي مرمت ۽ تعمير جا قطعا ملن ٿا، انهن جو ذڪر هيٺ ڪيون ٿا.

**مسجد خضري**:- اها مسجد اڄ به ٺٽي ۾ پنهنجي اصلي حالت ۾ مضبوط، مستحڪم، جيئن جو تيئن موجود آهي. انهيءَ مسجد کي ٺٽي جي مغل ڪاموري، مير عبدالرزاق "معموري" معروف به نواب مظفرخان جهانگيريءَ، ٺهرايو. اتي انهيءَ زماني ۾، ٺٽي جي مشهور "گودڙي بازار" هوندي هئي. اڄ خبر نه آهي ته مسجد سان لڳ جيڪا بازار آهي انکي ڇا ٿو سڏبو وڃي.

مرزا غازي بيگ ترخان جي انتقال (١٠٢١ هه) بعد، مرزا رستم صفوي ٺٽي جو گورنر ٿي آيو. ساڻس گڏ مير عبدالرزاق "معموري" به جمعداريءَ (١) جي عهدي تي مقرر ٿي آيو، جنهن ١٠٢٢ هه ۾، اها خوبصورت مسجد، پنهنجي نالي قائم رکڻ لاءِ، گودڙي بازار ۾ ٺهرائي. مسجد، مغليه طرز تعمير تي ٺاهيل آهي. مسقف عمارت ٽن گوشن ۾ تقسيم ٿيل آهي ۽ مٿان ٽي گنبذ اٿس. مسجد ۾، ٻاهر ڪشادو ٽاٽيهه جي فرش سان ايوان آهي، ايوان جي اترئين طرف ۾ ١٠ فوٽ ڪن اوچي ٿلهي تي وضوءَ لاءِ تلاءُ ۽ ان جي پاسي ۾ سايه دار جڳهه آهي. مسجد جو داخلي دروازو بازار ۾ کلي ٿو. مسجد جي اندر خوبصورت ڪاشي ڪاريءَ جو ڪم آهي. غالبا هر زماني ۾ ان جي مرمت ٿيندي آئي آهي، جنهن ڪري اڄ به بلڪل ٺيڪ حالت ۾ ڏسجي ٿي.

مسجد جو محراب پنج گوشو آهي: هر گوشي جي پيشانيءَ تي خوبصورت طغرائي خط ۾ آيات قرآني اپريل اکرن ۾ اڪريل آهن: آخري ٻن گوشن تي هي ڪتبو آهي:

(١) خاڪ آستان حضرت نبوي صلي الله عليه والسلم، عبدالرزاق

(٢) الحسيني المعموري الملقب بمظفرخان بتاريخ اتمام شد.

١٠٢٢ هه

---

(١) جمع داري: مالي محڪمي جو مهتمم.

مير عبدالرزاق (۱)، عالم فاضل ۽ فارسيءَ جو زبردست شاعر هو. "معموري" سندس تخلص هو. شاعرن جي هميشه سرپرستي ڪندو هو، چنانچه ٺٽي ۾ عبدالقيوم "ظريف" شاعر ۽ ميان دانشور "شوري" وٽس رهندا هئا. مير عبدالرزاق جي، سنڌ جي سلسلي ۾، هڪ رباعي مشهور آهي:

بسڪه چند درين سند پريشان گشتيم، گفتيم گران شويم، ارزان گشتيم؛
در طالع ما ڪساد بازاري بود، آئينه فروش شهر ڪوران گشتيم.

مظفرخان مسجد ٺهرائي، ۽ خدا جو شڪر جو اڄ تائين اها قائم رهندي آئي آهي، جنهن ڪري اسانکي اهو به معلوم ٿئي ٿو ته انهيءَ بازار جو اڄ ڪان چار سو ورهه اڳ ڇا نالو هو! انهيءَ قسم جي تاريخي شواهدن کي جيڪڏهن مرتب ڪبو ته ٺٽي جي قديم شهر جو اڄ به سڄو نقشو تيار ڪري سگهبو.

مير ڪرم علي خان انهيءَ مسجد جي تمام چڱيءَ طرح مرمت ڪرائي. مير مائل خوشيءَ وچان ٽي قطعا جوڙي راس ڪيا. مير ڪرم علي خان وٽ سون رپئي جو خزانو هو؛ هن مسجد کي مرمت ڪرايو: اسان جو شاعر سون رپئي کان خالي، ليڪن شعر و سخن جي دولت سان مالا مال هو، تنهن قطعا تيار ڪيا: مير صاحب جي مرمت ڪرائڻ جي اڄ ڪنهن کي خبر ڪانه پوي ها، جيڪڏهن مير مائل، پنهنجي قطعن جي ذريعي، مير صاحب جي انهيءَ عمل خير کي زندگي جاويد نه بخشي ها:

(۱) چون مير ما ڪرم علي آن شاه حق شعار، کز حق موفق آمده في الخير بر مزيد؛
اڪنون بصد ڪرامت ترميم لسو بخير، داده جلاي تازه باين مسجد مجيد؛
تاريخ اين مبارک ترقيم دل ز غيب، "خير ڪرم بداده بمسجد جلا" شنيد؛
۱۲۲۹ھ
خير ڪرم بداده بمسجد چه زيب بهه، ديگر بدل زغيب بسال ندا رسيد؛
هم سال آن ز لفظ "بجا خير تازه" دل، روح القدس پئي ...... احباب بر ڪشيد؛
۱۲۲۹ھ
يا رب بحق خوبيء اين تازه خير شاه، بادا بخير تازه ز اڪرام مستفيد!
— ص ۸۳

(۲) اخيء دهر و ڪرم يار زمان مير ڪريم، ڪه بوصف ڪرم از نام علي داد لمود؛
ديده اين مسجد حق منهدم و افتاده، مساجد الله پئي شغل صلواة معبود؛
حاليا طرف ز تعمير بناي او دل، از شرف بخشيء ترميم جلايش افزود؛
سال ترميم بخيرش ڪه بود خير ڪريم، "خير مسجد بڪرم آمده" سالش فرمود؛
۱۲۲۹ھ
باد ازين خير ڪرم "مائل" حق بر بابش، داعي خير شه ذوالڪرم از رب ودود.
— ص ۸۴

(۱) معموريءَ جو حال تحفة الڪرام ص ۹۶/۳ ۽ مآثر الامرا ص ۳۲۶/۳ ۾ ڏسڻ گهرجي.

(٣) يافت اين مسجد چو از خير شهه ازم كرم، آنكه تعمير مساجد خيرش آمد ماه و سال؛

حالي از ترميم او خوشتر ز تعمير قديم، بهر شغل مومنين زيب وصفائي لايزال؛

طبع داعي ديده اين ترميم با خير از كرم، «باد از اهل كرم خير مساجد» گفت سال:

١٢٢٩هه

«باد اين مسجد ز ترميم كرم بازيب وزين»، سال آن با قباي بسم الله اگر آمد بقال:

١٢٢٧هه

١٢٢٧+٢=١٢٢٩هه

باد دائم في الصلواة الخمس چو «مائل» بحق، هر مصلي سائل خيرش ز فضل حق تعال!

ص ٨٤

پٺي نمبر قطعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ مسجد منهدم ٿي وئي هئي، جنهن کي مير صاحب ٽئين سر ساڳيءَ طرح مرمت ڪري، نئين زندگي بخشي. موجوده حالت مان اندازو ٿئي ٿو تہ محراب ۽ مسقف عمارت ساڳي پهرينءَ تعمير واري آهي؛ ممڪن آهي تہ بيحد خستہ ٿي وئي هجي ۽ ٻاهريان حصا منهدم ٿي چڪا هجن، جن کي مير صاحب ٽئين سر تعمير ڪرائي، سڄيءَ مسجد کي نئون ڪري ڇڏيو. مير صاحب کان پوءِ بہ مسجد جي وقت بوقت، مرمت ٿيندي رهي آهي، جيئن تہ اڄ بہ چڱي نئين بيٺي آهي. مسجد ۾ سواءِ مير عبدالرزاق واري ڪتبي جي ٻيو ڪوبہ ڪتبو ڪونہ آهي.

**جامع مسجد:-** ٺٽي جي جامع مسجد، شاهجهان جي دور ۾، ٺٽي جي گورنر مير ابوالبقا اميرخان (١)، ٺهرائي. اڄ اگرچہ خستہ حال ۽ هاڻوڪن مسلمانن ۽ هاڻوڪي اسلامي حڪومت جي زبون حاليءَ تي مرثيہ خوان آهي، تاهم اڄ بہ ان جي ساخت، طرز تعمير، شڪوہ، ڪاشي ڪاريءَ جو باغ و بهار ڏسڻ وٽان آهي. آثار قديمہ جي ماهرن جو قول آهي تہ ڪاشي ڪاريءَ جي جوڙجڪ جيڪا هن مسجد ۾ ڪئي وئي آهي، تنهن جو مثال ايران ۾ بہ ڪونہ ٿو ملي. اڄ مسجد جي حالت زبون آهي، بعض حصا تہ تقريبا زمين دوز ٿيڻ تي اٿس. سنڌ جي حڪومت، ڪيترن سالن کان ڊل جي ذريعي، سنڌ جي مسلمانن کان لکين رپيا مرمت جي بهاني تي ورتا آهن، ليڪن معلوم نہ آهي تہ اهان چو ڪين اِن کي توفيق ڪانہ ٿي آهي! جيڪڏهن خوانخواستہ اها مسجد شهيد ٿي وئي تہ ثقافت جو هڪ وڏو نشان سنڌ مان هليو ويندو.

محڪمہ آثار قديمہ جي رپورٽ (نمبر ٨، طبع بمبئي، ١٨٧٩ع) مان معلوم ٿئي ٿو تہ الهيءَ مسجد تي ٩ لک رپيا، شاهجهان جي حڪم سان، اميرابوالبقا خرچ ڪيا هئا. مسجد جي ڪرسي ۽ بنياد پٿر جا آهن، باقي مسجد پڪين سرن سان تعمير ٿيل آهي. ننڍا وڏا جملي ٩٢ گنبذ اٿس، جن مان ٽي گنبذ وڏا ۽ مرڪزي آهن. انهن گنبذن جي اندران ڪاشيءَ جي چٽسالي، نهايت چابڪدستيءَ سان ڪئي وئي آهي. سرون اهڙيءَ خوش مذاقيءَ سان ملايون ويون آهن، جو سڄي مسجد باغ و بهار بنجي وئي آهي. وچين عمارت جو رقبہ ٣٠٥×١٧٠ فٽ آهي. مسجد ۾ چار تاريخي ڪتبا آهن، جيڪي هيٺين ڪاتبن جا لکيل آهن:

---

(١) اميرابوالبقا ۽ سندس خاندان تي منهنجو مفصل مضمون، انجمن ترقي اردوءَ جي رسالي «اردو» ۾ ڇپجڻ گهرجي.

۱- عبدالله، سنه ۱۰۶۸ هه.
تحفة الڪرام انهيءَ ڪاتب جو ذڪر خطاطن جي زمري ۾ ڪيو آهي: سندس نالو آهي، سيد عبدالله حسيني: کيس "نازڪ رقم" جي خطاب سان ياد ڪيو اٿائين.
۲- شيخ محمد فاضل.
تحفة الڪرام لکيو آهي، "ولد شيخ محمد، معاصر عهد شاهجهان، در ڪتبه نويسي خط ثلث نادره زمان زيسته." شيخ فاضل جي پٽ جو نالو به محمد هو، جيڪو پڻ صاحب تحفة الڪرام جي قول مطابق "در ڪتبه نويسي مثل پدر مهارت مي افراشت." ص ۲۴۱/۳

۳- عبدالغفور، سنه ۱۰۵۷ هه.
۴- سيد علي، سنه ۱۱۰۴ هه.
تحفة الڪرام هن لاءِ لکيو آهي ته "سيد علي بن عبدالقدوس ماوندراني، در خط ثلث و نسخ وسائر خطوط نظير سيد علي معروف بوده، شاگرد مخدوم الياس (۱) خوشنويس است، که بشاگرديش بسا بزرگ بخوش نويسي نامي اند." (۲۰۰/۳)

۵- پنهو بن حسن.
۶- طاهر بن حسن ڪاتب.
تحفة الڪرام ۾ آهي ته "سيد حسن خوشنويس درعهد ترخانيه (۹۶۲-۱۰۲۱ هه) بفنون خوش نويسي ماهر وقت زيسته، پدرش سيد محمد طاهر جامع هفت قلم معروف انار گذشته." ص ۲۴۱/۳

مسجد ۾ قديم ڪتبا هيٺين طرح آهن:
مشرقي ايوان جي مغربي دروازي جي الدرولي ۽ بيروني طرفن ۾ ڪتبا آهن: اندرئين طرف جو ڪتبو طاق سان گڏ ٽن ٽڪرن ۾ بخط نستعليق آهي:

| | |
|---|---|
| باد شاه زمانه شاه جهان، | جامع ته دلڪشا پرداخت; |
| مرتفع جا سمي که گنبد او، | سايه برقبه‌ء سما پرداخت; |
| خاصه بهر خدائي ظل خدا، | خانه‌ء رحمت خدا پرداخت; |
| فرش جامع بحکم شاه جهان، | زبده‌ء آل مصطفيٰ پرداخت; |
| رضوي‌ء انساب مير جلال، | که وزارت از و صفا پرداخت; |
| گشت فرشي که سنگ آن ز صفا، | رشک جام جهان لما پرداخت; |
| سال تعمير آن دبير خرد، | "فرش مطبوع و دلڪشا" پرداخت. |

۱۰۶۸ هه

---

(۱) "مخدوم الياس خوش اويس ان مخدوم يوسف در خط نستعليق و نسخ مهارت ڪلي داشته به استادي وقت مشهور، شاگردان رشيد مثل سيد علي ازو بهره ور فن ڪمال شده لد." تحفة الڪرام ص ۲۰۱/۳

هن ڪتبي مان سنگين فرش جي هڻائڻ جو سال نڪري ٿو، جنهن کي مير جلال رضوي وزير هڻايو. فرش اهڙو لسو ۽ چمڪدار هو جو ڄڻ جام جهان نما هو: اڄ انهيءَ فرش جي جيڪا حالت آهي، سا هرڪو ڏسي سگهي ٿو.

طاق جي اندرئين طرف، خط ثلث ۾ هي ڪتبو آهي:

تبارک الذي نزل الفرقان ............. (تا) ............ انه غفور الرحيم

صدق الله صدق الله العلی العظيم. شيخ محمد فاضل.

انهيءَ طاق جي کبي ۽ سڄي، بخط نستعليق، هي ٻه ڪتبا آهن:

(۱) چون ز صاحب قران شاهجهان، يافت ترتيب مسجد اعلیٰ،

(۲) هاتفم گفت سال اتمامش، "گشت زيبا چو مسجد اقصیٰ".

۱۰۵۷ هه

- مشقه عبدالغفور.

مغربي مسقف حصي ۾، ٻاهرئين طرف کان بخط ثلث هي ڪتبو آهي:

لقد صدق الله رسوله الرؤيا ...... (تا) ...... مغفرة و اجرا عظيما.

ڪتبہ سيد علي بن سيد عبد القدوس، ۱۱۰۳ هه.

محراب جي مٿان جو ڪتبو بخط ثلث هي آهي:

اقم الصلواة ...... (تا) ...... زهوقا.

مشقه العبد الفقير ٻنبو بن حسن.

انهيءَ حصي جي وڏي گنبد جي هيٺان عمارت مثمن آهي، انهيءَ مثمن جي پاسن تي بخط ثلث لکيل آهي:

سبحان الذي اسریٰ ...... (تا) ...... عذابا اليما.

ڪتبہ فقير طاهر بن حسن ڪاتب.

صحن جي اترئين ۽ ڏاکڻي طرفن جي وچ ۾ ٻه ايوان آهن، اترئين ايوان جي ٻاهرئين طرف کان آيات قرآني اڪريل آهن، ۽ ڏاکڻي ايوان جي اندران مغربي ديوار تي هيٺيون ڪتبو نستعليق خط ۾ پٿر تي اڪريل آهي:

نديده چشم فلک مسجدي بدين خوبي، که آمد نه ملا يک براي ديدن فيض؛

بجستم از خرد و عقل سال تعميرش، بديده کرد اشارت که "هست معدن فيض."

۱۰۵۴ هه

ڪتبن جا سال ترتيب وار هن طرح آهن: سنه ۱۰۵۴ هه - سنه ۱۰۵۷ هه - سنه ۱۰۶۸ هه - سنه ۱۱۰۳ هه.

محڪمه آثار قديمه جي ماهرن انهن ڪتبن مان هي نتيجو ڪڍيو آهي ته ۱۰۵۴ هه ۾ عمارت ٺهڻ شروع ٿي، ۱۰۵۷ هه ۾ ختم ٿي، شاهجهان جي آخري سال ۱۰۶۸ هه ۾ مير جلال فرش هڻايو، ۽ عالمگيري عهد جي ۱۱۰۳ هه ۾ انهيءَ مسجد ۾ ڪي ترميمون ٿيون.

انگريزن جي دور ۾ انهيءَ مسجد جي ٻه دفعا مرمت ٿي: هڪ دفعو سر بارٽل فريئر ۱۲۷۲ هه (۱۸۵۵ع) ۾ ڪرائي، ۽ ٻيو دفعو مسٽر جيمس ڪمشنر جي زماني ۾ ۱۳۱۱ هه (۱۸۹۴ع) ۾ ٿي. منهنجي نظر مان مخدوم محمد ابراهيم "خليل" نقشبنديءَ جو بياض گذريو. جنهن ۾ هڪ خط جو نقل هو، جيڪو مخدوم مرحوم، ٺٽي جي عوام طرفان، مير علي مراد خان ٽالپر واليءِ خيرپور ڏانهن انهيءَ مسجد جي مرمت لاءِ لکيو هو: معلوم نه آهي ته مير صاحب مرمت

ڪرائي هئي: ليڪن مير مائل جي بياض مان معلوم ٿئي ٿو ته مير مراد علي خان پنهنجي دور ۾ چڱيءَ طرح انهيءَ جامع جي مرمت ڪرائي. مير مائل پنهنجي بياض ۾ انهيءَ مرمت تي چار قطعا نقل ڪيا آهن:

(١) وه اين مسجد شاهي آنکه سالش، به «معدن فيض» بيش از اين؛

١٠٥٤ھ

در حال ز فيض رشد تازه، از دولت مير ليک آئين؛
کز نار علي مراد يابست، دائم به بقاي دولت و دين؛
از فيض مراد تازه ترميم، بگرفت بکار دل چو تزئين؛
فرمود سروش غيبم اين سال، «اين معدن فيض حاليا بين».

١٢٢٤ھ — ص ٨٢

(٢) ... ... ... ... ... ...

باز از مسجد و شرف اين جامع شاهي گرفت،
با هزاران زيب و زينت تازه تزئين الرشاد؛
گفت طبعم در دعا تاريخ ترميمش چنين،
«باد دائم امجد اين جامع ز ترميم مراد».

١٢٢٤ھ — ص ٢

(٣) حسبة لله بکار آنکه ...................،
دارد از شوق دلي شغل عبادت دل نهاد؛
برد از طبع براهم مسجد حق کز قديم،
دارد از سعي صفا باکعبة الله اتحاد؛
چون بترميم مراد از نوچو تعمير قديم،
داد با صد زيب و زينت تازه تزئين الرشاد؛
در خوشي خوش سال ترميمش سروش غيبي گفت،
«آمده نو باز اين مسجد ز ترميم مراد»:

١٢٢٤ھ

ديده هر کس بر مراد طبعش اين ترقيم خير،
از جزاک الله خيرا صد نويد کار داد؛
تا بود «مائل» بياد حق قلوب المومنين،
ورد شان دائم در اين مسجد دعائي مير باد.

— ص ٨٢

٤- شکر حق کز پيرويءِ سنت ختم الرسل، آنکه واجب کرد تعمير مساجد بر عباد؛
رونق عباد دوران مير نار آورد که او، دارد از نار علي حاصل بدوران هر مراد؛
....................................، ....................................

هيءَ جامع مسجد، محلي ٻاٻي خان ۾ آهي، ۽ جتي مسجد آهي، ان پٺ کي انهيءَ زماني ۾ چوڪ امان ۽ چوڪ عبدالغني ڪري سڏيو ويو: هن وقت نه اهو محلو انهيءَ نالي سان آهي، نه چوڪ امان ۽ چوڪ عبدالغني موجود آهن ـ خدا جو شان آهي (۱).

**ٿالاٻ جلوه گاهه امامين:-** مڪليءَ جي قبرستان ۾، مرحوم ميان عبدالرحيم شاهه مجاول واري جي بنگلي کان ٥٠٠ قدم پري اولهه طرف، جلوه گاهه امامين آهي. انهيءَ متعلق "تحفة الطاهرين" جو مصنف لکي ٿو ته "چوڻ ۾ اچي ٿو ته، هڪ ٻڪرار روزانو اتان اچي ٻڪريون لنگهائيندو هو: ٻڪريون جڏهن اتان لنگهنديون هيون، ان وقت بالڪل خاموش ۽ اهڙيءَ طرح پاسو ڪري وينديون هيون جو ڄڻ ڪو اسرار هنن ڏٺو آهي: اها حالت روزانو ٿيندي هئي. هڪ ڏينهن ٻڪرار هڪ بزرگ کي اتي دعا گهرندو ڏٺو، جڏهن بزرگ دعا کان فارغ ٿيو، ان وقت ٻڪرار پنهنجي روئداد کيس ٻڌائي، تنهن تي بزرگ کيس وراڻي ڏني: 'اين جاي پاڪان و برگزيد گان الاهي است ڪه عالم ملڪ و ملڪوت گردن اطاعت بزير ايشان نهادند.' جام نندي جي زماني ۾، جڏهن حضرت مخدوم احمد ۽ مخدوم محمد، ولدان مخدوم اسحاق (هالن وارا) ٺٽي آيا، ۽ مڪليءَ جي انهيءَ زمين تي زيارت لاءِ پهتا، ان وقت جتيون لاهي، نهايت ادب ۽ احترام سان دعا گهرڻ بيهي رهيا. ماڻهن جي پڇڻ تي هنن ٻڌايو ته 'اين جائي ست ڪه بر عرش مجيد تفوق دارد.' چاڪاڻ ته هتي 'جلوهءِ جمال جهان آرائي حضرت امامين ڪريمين ڏسڻ ۾ ايندو آهي'. چون ٿا ته هڪ دفعي 'حقائق آگاهه ۽ معارف دستگاهه'، حضرت ملوڪ شاهه قدس سره، اتان اچي لانگهائو ٿيو. کيس انهيءَ جاءِ تي امامن سڳورن جي جلوي جا انوار نظر آيا. هن فورا اتي ويهي انهيءَ ٽڪري جي چوڌاري پٿرن جي ديوارڪڙي حد نشان قائم ڪيا، ان کان پوءِ روزانو پاڻ ميدان کي ٻهاري ڏيندو هو. نواب سيف الله خان ٺٽي جي مغل گورنر انهن حد نشانن تي ٺهين سر پڪي ديوار ڪڍائي، ۽ ڪلهوڙن جي زماني ۾ صاحب زادي خداداد خان انهيءَ حصي تي گنبذ ٺهرايو (۲).

لواب سيف الله خان، نواب مهابت خان "ڪاظم" کان پوءِ ٺٽي جو گورنر ٿي آيو، ۽ ٥ سال اتي رهيو: وفات کان پوءِ سندس وصيت تي لاش انهيءَ اراضيءَ ۾ دفن ڪيو

---

(۱) محلو ٻاٻي خان، مرزا خسرو بيگ چرڪس جي پٽ لطف الله عرف ٻاٻي خان جي نالي تي هو. ٻاٻي خان جو خطاب، مرزا غازيءَ کيس ڏنو هو. "چوڪ امان" ملڪ محمد امان جي نالي تي هو، جيڪو مرزا جانيءَ جي اميرن مان هو، ۽ چوڪ کي چوڪ "ملڪ مان" ڪري سڏيندا هئا: "امان" لفظ مان "الف" حذف ڪري چئيندا هئا. اهو چوڪ، محلي ٻاٻي خان ۾ چوڪ عبدالغنيءَ سان گڏ هو. چوڪ عبدالغني غالبا اهو آهي جنهن ميدان کي هاڻي "پلنگ پاڙو" سڏين ٿا ۽ جتي هن وقت هڪ وڏو پلنگ پيو آهي. مسجد امير خاني جيڪا مسجد جامع جي اترئين ڪنڌ تي ٢٠٠ ڪن قدمن جي مفاصلي تي آهي، سا ان وقت بلڪل چوڪ امان جي وچ ۾ هئي؛ ۽ ديوار سان لاڳيتو گهر شيخ مريد قانونگو جو هو: اڄ اها مسجد به زبون حالت ۾ ويران پئي آهي. هيءَ مسجد، مير ابوالبقا امير خان جي پاءِ مير عبدالڪريم امير خان ٺهرائي هئي، انهيءَ جاءِ تي هندن جو هڪ ٺڪاڻو هو جنهنکي ڊهرائي اها مسجد ٺهرائي وئي هئي.

(۲) تحفة الطاهرين، ص ۴۳-۳۲.

ويو (١). آقا محمد ڪريم صفاهاني "عاشق"، نادري دؤر جو مشهور شاعر، جنهن کي نادر شاه پنهنجو وڪيل ڪري سنڌ ۾ موڪليو هو، سو به انهيءَ جوار ۾ دفن ٿيل آهي: جلوه گاه ڏي ويندي، دروازي کان سو قدم اوري، ڇاري جي ڪناري تي، هڪ پٿر جي ٿلهي تي، سندس مزار موجود آهي؛ ١١٠٥ هه ۾ سندس انتقال ٿيو؛ مزار جي ڪتبي جو هڪ شعر آهي:

بتاريخ هر سو شنيد اين ندا، مڪان يافتي درجوار حسين.

جلوه گاه امامين جي چوڌاري هزارين قبرون آهن، جن ۾ ڪيترا نامي بزرگ ۽ مشاهير محو خواب ڏسڻ ۾ اچن ٿا. هن وقت به جلوه گاه نهايت سٺيءَ حالت ۾ آهي؛ چوڌاري ديوار آهي، اندر ڪشادي صحن جي اولهه ۽ اتر جي ڪنڊ ۾، ڇنيءَ هيٺان ۽ پٿر جي پڃري اندر، زمين جو اهو مقدس ٽڪرو آهي، جنهن لاءِ بزرگن چيو آهي ته ان جو مرتبو عرش کان به اعليٰ ۽ افضل آهي! صحن جي ايوان جي ڏاکڻيءَ ديوار جي دروازي مان ٻاهر نڪرجي ٿو، ته پٿر جي ٿلهي تي هڪ پٿر نصب ٿيل آهي؛ ان تي ٻن قدمن جا نشان آهن؛ جن لاءِ روايت آهي ته اهي حضور جن جي قدم مبارڪ جا نشان آهن!

انهيءَ جلوه گاه جي تلاءَ جي درستي، ٺٽي جي سيد ابراهيم شاه، ١٢١١ هه ۾ ڪرائي هئي، جنهن جي تاريخ ۾ مير مائل هيٺيون قطعو لکيو:

به مڪلي اين گزين تالاب خوش آب، ڪه آبش درصفا چون مهر و ماه هست؛
براي خرج درگاه امامين، نشان سيد ابراهيم شاه هست؛
خرد تاريخ تعميرش چنين گفت، "ڪه اين تالاب وقف جلوه گاه هست".

١٢١١ — ص ٨٢

**قلندر لال شهباز:-** سنڌ جي روحاني شهنشاه، حضرت قلندر شهباز شاه جي روضه پرانوار جي ترميم، مرمت، ۽ درستي هر دور ۾ ٿيندي رهي آهي. وقت جي هر بادشاه ڪجهه نه ڪجهه انهيءَ درگاه ۾ تعمير ڪرائي، پنهنجي لاءِ سعادت دارين حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

سڀ کان پهريون، سلطان فيروز تغلق جي دور ۾، ملڪ اختيارالدين والي سيوستان، روضو مبارڪ، ٧ رجب ٧٥٢ هه جو ٺهرايو: هڪ ڪتبي مان اهو معلوم ٿئي ٿو. ٻئي ڪتبي مان پتو پوي ٿو ته روضي مٿان گنبذ، ملڪ جلال الدين، ٧ صفر ٧٥٨ هه جو جوڙايو. دينار خان (سيد پورو عرف دينار خان - وفات ١٠٣٥ هه) جي ڪتبي مان پتو پوي ٿو ته مرزا جاني بيگ به انهيءَ گنبذ جي مرمت ڪرائي، ۽ فيروزي دور جا اهي ڪتبا هن لهرائي هيٺ رکي ڇڏيا. شاه جهان جي زماني ۾، جڏهن دينار خان مرمت ڪرائي، ان وقت هن وري انهن ڪتبن کي ديوار ۾ مٿاڇي چاڙهيو. دينار خان، ١٠٣٠ هه ۽ ١٠٣١ هه ۾، روضي ۾ ڪجهه ترميمون ڪيون؛ سڄي خانقاه جي مرمت ڪرائي ۽ ايوان ۾ فرش پڌرايو؛ ٻه مسجديون به ١٠٣٣ هه ۾ خانقاه اندر تعمير ڪرايون. انهيءَ ساڳئي دينار خان، ڇنيءَ امرائيءَ جو مقبرو به ١٠٣٣ هه ۾ ٺهرايو. مرزا جانيءَ جي پٽ مرزا غازيءَ (١٠٠٨-١٠٢١ هه)، والد جي اڌ رهيل مرمت کي تڪميل تي پهچايو. ميان غلام شاه ١١٧٣ هه ۾ درگاه کي

(١) مقالات الشعراء، ص ١٠٩.

هڪ لشان پيش ڪيو، خانقاه ۽ روضي جي اٿين مرمت ڪرائي، ۽ هن وقت جيڪا ڏيوڍي آهي، سا انهيءَ وقت ميان غلام شاه ٺهرائي (١).

ٽالپري عهد ۾، مير ڪرم علي خان درگاه جي مرمت ڪرائي، ۽ درگاه ۾ چاندي جو دروازو هڻايو: ميرمائل انهيءَ سلسلي ۾ هيٺيان قطعا تصنيف ڪيا:

(١) چون بہ این روضهء جنان رفعت، — کہ بہ بابش بود فلک دربان؛
روضهء شاهباز روضهء قدس، — لعل شهباز شیخنا عثمان؛
داد اکنون کرم علي خان مير، — از کرمهاي ايزد منان؛
بهر ترويج کار اجر و خير، — کہ بود احسن از شهان زمان؛
خوش بہ ترميم روضہ زين نوباب، — زيب و تکميل زينت شاهان؛
باب اين روضة الصفا کردند، — از زر و سيم مهر و مہ رخشان؛
لوحش الله کہ بخت و اقبال ست، — از درش بخش مقبلان جهان؛
بسک باب کشود کام دلست، — باب اين بارگاه فيض نشان؛
دلم از شوق آستان بويش، — صبحدم در دعاي بانيء آن؛
خواند تاريخش اين چنين "بکمال"، ٩١ — "قبل الله خيره ز احسان": ٩١+١١٤٠=١٢٣١هـ
باز سالش بہ "باب" گفت دگر، ٥ — "ضاعف الله اجره برخوان": ٥+١٢٢٦=١٢٣١هـ
حبذا بارگاه باب سلام، — بام کام باز کرد بيان، ٢٠
هر دگر کرد گل دلم اين سال، — "آمد اين باب روضہ باب جنان": ٢٠+١٢١١=١٢٣١هـ
خوش بر اين باب "مائل" حق است، — مائل خير خويش هم آن.

— ص ٨٣

(٢) حبذا اين باب باب روضہ جنت نظير، — کامداز خير امير ذ والکرم اکرام جفت؛
هاتفم سال درستيش زلوح سيم وزر، — از طلاو نقره مهرو مہ است اين باب گفت.

— ص ٨٤

**مسجد اقصيٰ:**— مير "مائل" جي هيٺين قطعن مان معلوم ٿئي ٿو تہ مير غلام علي خان هڪ لئين مسجد ٺهرائي هئي، جيڪا خوبيءَ ۽ خوبصورتيءَ، نزاڪت ۽ حسن تعمير جي لحاظ سان مسجد اقصيٰ جي مماثل هئي اها مسجد ١٢٢٦ هہ ۾ جڙي راس ٿي: ۾ قطعي مان اها خبر ڪانہ ٿي پوي تہ ڪهڙي شهر ۾ جوڙائي وئي؛ گمان آهي تہ حيدرآباد ۾ لاهي وئي هوندي. هيٺين قطعن مان ميرن جي تعميري جدوجهد ۽ ڪارگذاريءَ جو پتو پوي ٿو.

(١) هي معلومات درگاه تي لڳل ڪتبن مان حاصل ڪئي وئي آهي.

(۱) نام حق کز پیروی سنت مبعوث حق،
آنکه در شهر مدینه ساخت مسجد اولا؛
گشت تعمیر مساجد از پی شغل صلواة،
بر خداوندان قدرت لازم از حکم خدا؛
خاصه بر اصحاب دین و جمله شاهان تدبیر،
واجب آمد همچو فرض این سنت لازم ادا؛
زین جهة در شهر کوفه سنتا تعمیر ساخت،
همچو بیت الله از مسجد علی المرتضی؛
شکر لله کاین زمان بر پیروی سنتش،
شاه والادل غلام نام شاه اولیا؛
خسرو سند آن مخاطب باعنایت خان شاه،
پیرو دین نبی و ملجای اهل رجا؛
حبذا نو مسجدی عالی که باب طاعتش،
باز چون باب السلام آمد بصد صدق و صفا؛
حبذا نو مسجدی عالی که آمد ز ارتفاع،
قبه هائش مرتفع چون قبه های سما؛
حبذا نو مسجد روشن که خورشید و قمر،
میکنند از پرتو روز و شبش کسب ضیا؛
تا نماید اقتدا بشنید صوتش اهل عرش،
می رود صوت اذانش راست تا عرش علا؛
کو امام و مقتدی گاهی دعا خواهد ز حق،
حرمت محراب این مسجد حصول مدعا؛
سال تعمیر شریفش چون همی جستر ز غیب،
«طرفه اعلا مسجد اقصی ست» این آمد ندا؛
۱۲۲۶ھ
باد یا رب از ساجد تا جهان روشن چراغ،
باد روشن تر چراغ دولتش صبح و مسا!
تا دعائش از کرم ایزد نماید مستجاب،
«سائل» حق در صلواة الخمس می گوید دعا! — ص ج
مهران

(۲) چون شهر سند غلام علي آن خان کريم،

ساخت از بهر حق اين مسجد زيبا بزيب؛

هاتف غيب چنين سال بنايش فرمود،

"گشت اين مسجد از مسجد اقصيٰ با زيب"؛

۱۲۲۶ هه

يا رب اين مسجد شاهي ابداً با شهر سند،

باد چون کعبهٔ حق قائم و بوپا با زيب! — ص ح

**مقبرهٔ شاه مسکين**:- ٺٽي ۾ شاهه مسکين عليه رحمة جو مقبرو اڄ تائين مشهور زيارتگاه آهي؛ اهو بزرگ مرزا عيسيٰ جي زماني جو مشهور ۽ ڪامل ولي الله آهي. مرزا عيسيٰ جي زماني ۾، پورچوگيزن جيڪو ٺٽي تي حملو ڪيو ان ۾ اهو بزرگ به شهيد ٿيو.

مرزا عيسيٰ ۽ سلطان محمود بکريءَ جي مابين، مرزا حسين ارغون جي انتقال کان چند ڏينهن اڳ (۹٦۲هه)، مصحف شريف تي جيڪو معاهدو ٿيو هو، سو سنڌ کي پڻ امن ۾ ورهائي ڪٺ ڪان پوءِ به هلي نه سگهيو. چنانچه ورهاست جي ٻهرئين سال ئي، سلطان محمود ۽ مرزا جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿيو؛ نوبت جنگ جدال تائين وڃي پهتي. مرزا عيسيٰ، امداد وٺڻ لاءِ، پورچوگيزن ڏانهن سفارت، بسين (BASSEIN) شهر ۾ موڪلي. پورچوگيزي گورنر فوجي امداد ڏيڻ قبول ڪئي؛ سنڌ سان تجارتي مقاصدن خاطر، تعلق قائم ڪرڻ لاءِ هونءَ به خواهشمند هو ۽ هي موقعو هن کي غنيمت نظر آيو. چنانچه هن ۲۸ جهاز ۽ ست هزار سولجر فورا، پيڊرو باريٽو رولم (PEDRO BARETTO ROLIM) جي ڪمان هيٺ، سنڌ ڏانهن ڏياري موڪليا. اها ڪمڪ جنهن وقت ٺٽي پهتي، ان وقت مرزا عيسيٰ، سلطان محمود جي مقابلي لاءِ ٺٽي کان ٻاهر ويل هو؛ جنگ جي نوبت ڪانه آئي، ۽ ٻنهي جي مابين صلح ٿي ويو. جڏهن اهو اطلاع ٺٽي پهتو، ان وقت پورچوگيز جرنل پنهنجا اخراجات طلب ڪيا. مرزا عيسيٰ اجان پهتو ڪونه هو؛ مرزا جي پٽ تاوان ڏيڻ ۾ پس وپيش ڪئي؛ پورچوگيزن اوچتو هڪ ڏينهن منجهند جو ٺٽي تي حملو ڪيو؛ سڄي شهر کي باهه ڏنائون؛ دڪان، گهر ۽ بازار يون لٽيائون؛ ۽ تقريبا ۸۰۰ سو مسلمانن کي مسجدن ۾ جمعي جي نماز پڙهندي شهيد ڪري ڇڏيائون. ٺٽي ۾ انهيءَ ريت جيڪا لٽ ڦر ٿي ان جو بيان ڪندي، مسٽر ايٽڪن، سنڌ جو گزيٽئر نويس، لکي ٿو ته:

"...... Destroying property worth Two Million of Gold, And went off with such loot, as had rarely been taken in Asia. This is a Portuguese version of the affair". — Sind Gazetteer, Vol: A, 104–5

تحفة الڪرام لکي ٿو ته آهي فرنگي، گوا کان اچي، لاهوري بندر تي لنگر انداز ٿيا: جمعي ڏينهن، ۹٦۲ هه ۾، عين نماز جي وقت، هو شهر ۾ داخل ٿيا، ۽ بيدريغ لٽ ڦر ۽ قتل غارت شروع ڪري ڏنائون؛ بازار امير بيگ ۽ جامع فرخ ۾ گنج شهيدان لکيو ويا، اهي ۾ جايون خونريزيءَ جون خاص طرح آماجگاهه بڻيون؛ ليڪن متفرق طرح به سڄي شهر ۾ خون خرابو ڪيائون؛ ويندي وقت، سڄي شهر ۾ بارود وجهي باهه ڏئي هليا ويا.



مسجد خضريؒ جو محراب



مسجد امير خان



مسجد خضريؒ جي مهاڙي



شاهه مسڪين رحجو روضو مبارڪ



مسجد خضريؒ جو ٻاهريون دروازو



شاهه مبين رحه جو روضو مبارڪ

'مرزا عيسيٰ فورا اچي لٿي هئو: يڪدم ٺٽل جاين کي درست ڪرايائين: شهر پناهه تئين سر ٺهرايائين: ازانسواءِ سمنڊ کان جيڪا ڪشادي نار لاهوري بندر تائين ايندي هئي، ان جا ٻئي پاسا پٿر سان لترائي، ان کي ايترو سوڙهو ڪري ڇڏيائين، جيئن جهاز اچي نه سگهي: سمنڊ ۽ بندر جي وچ ۾ ٻهري لاءِ هڪ ننڍو قلعو ٺهرايائين جنهن کي شاهه بندر سڏيو ويندو هو.' (تحفة الڪرام، ص ٦٧/٣)

تحفة الطاهرين جي مصنف جو قول آهي ته 'جامع مير فرخ ارغون ۾ پهچي، پورچوگيزن قتل عام شروع ڪري ڏنو، ۽ "انداز دو هزار کس که بسياري از اولياء الله دران ميان بودند، بدرجهء شهادت رسانيدند".' — ص ٦٥

انهيءَ مسجد ۾ جيڪي شهيد ٿيا، تن کي مسجد جي اترئين ديوار سان دفن ڪري، گنج شهيدان تيار ڪيو ويو. ساڳئي مصنف جي قول مطابق، بازار امير بيگ ۾ به اهڙيءَ طرح حادثو ٿيو، ۽ اتي،

"زياده ٥ صد کس که درميان شان ابرار و احرار بودند بدرجه شهادت فائز ساختند." — ص ٥٧

اهو ٻيو گنج شهيدان، جامع بازار امير بيگ جي ڏکڻ ۾ ٺاهيو ويو: اهي ٻئي گنج شهيدان مغلواڙي ۾ هئا. ٽيون گنج شهيدان اگر محلي ۾ ٿيو. تحفة الطاهرين جو صاحب لکي ٿو ته 'انهيءَ مسجد ۾ به پنج سو کن مسلمان شهيد ٿيا جن کي پڻ مسجد جي پڊ ۾ دفن ڪيو ويو.' — ص ٥٨

انهيءَ خونريزيءَ ۾ جيڪي بزرگ ۽ اوليا شهيد ٿيا، انهن ۾ شاهه مسڪين عليه رحمة به هو. تحفة الڪرام جو صاحب لکي ٿو ته:

"شاه مسکين فقيري کامل، سيدي والا نسب تکيه دار مکان مدفنست، در فترت فرنگيان شهادت يافته، در صاحب کمالان آسوده، در ته بقدر بزرگي و تفوق کمالات اشهر: ميان ابو القاسم نقشبندي فرموده، در ته بزرگي به اين کمال مدفن نيافته، الحق زيارتش برارنده هر گونه مرادات واقع." — ص ٢٣٦/٣

هن شهيد درويش جي جيڪا هن وقت درگاهه آهي، اها ڪنهن وقت سندس رهڻ جي جاءِ هئي. انهيءَ بازار کي جنهن ۾ مرحوم جي خانقاه آهي، ارغوني دور ۾ غله بازار (اَن جي بازار) سڏيو ويندو هو، ۽ انهيءَ بازار جي نسبت ڪري انهيءَ محلي جو نالو "محله غله بازار" هو (تحفة الطاهرين ص ٥٥). تحفة الطاهرين جي مصنف، سندس احوال لکندي هيئن طرح کيس ياد ڪيو آهي:

"شاهباز فضاي لاهوت، يکه تازان ميدان جبروت، سر دفتر اولياي کبار، سالار قوافل ابرار، صاحب مناقب عليه، مظهر کرامات جليه، گلدسته بوستان اصطفا، گل سر سبز حديقه ارتضا، شهسوار مضمار معرفت و يقين، سيد شاه مسکين." — ص ٥٥

اڳتي هلي لکي ٿو ته

"از رواة ثقات منقول است که آن بزرگوار بعالم روحانيت در محافل اولياء الله بمنصب جانشينيءِ حضرت غوث الاعظم قدس سره سرافرازي دارد ...... زيارت فيض اشاعت او، گره کشاي کار فروبستگان، و مرهم بند ناسور دلخستگان است، هر که از صدق ارادت باستانش رسيد بکام دل آرميد." — ص ٥٥

بزرگ هميشه ذڪر فڪر ۾ مشغول رهندو هو، ۽ صلوات شريف هميشه زبان تي هوندي هيس. جيڪو ماڻهو صلواة پڙهندو هو، انکي اهابت ني قرب ڏيندو هو، ۽ ان جي حاجت روائي فورا ڪندو هو. پنهنجي زندگيءَ ۾ هن ڪيترن کي ني صدق وفا جي مقام تي پهچائي ڇڏيو: انهن مان هڪ خاڪي شاه به آهي، جنهن سموري زندگي شاه مسڪين جي خدمت گذاريءَ ۾ گذاري ڇڏي، ۽ "آنچه يافت يافت": انهيءَ خاڪي شاه جي مزار به پنهنجي مرشد سان گڏ آهي. (تحفة الطاهرين ص ٥٥-٥٦)

ٿي ۾ اڄ تائين شاه مسڪين جو وڏي ڌوم ڌام سان عرس ٿئي ٿو. سوين ماڻهو روزانو زيارت ڪندا رهن ٿا; خانقاه جي مرمت هرسال ٿيندي رهي ٿي. ٽالپرن جي عهد ۾ هڪ اهل خير بزرگ، ملا غلام احمد ولد ملا عبدالڪريم، ١٢٢٨ هه ۾، درگاه جي مرمت ڪرائي هئي، جنهن تي مير مائل هيٺيان قطعه تصنيف ڪيا:

(١) باجاه حق چون اين زمان يمن شه مسڪين نواز،
بگرفت باز اين مقبره زين نو بنا رشد گزين;
از خير آنکس کو بجان صادق غلام احمد است،
چون باب خود عبدالڪريم در زمره ارباب دين;
سال بنايش ميحدم گفته چنين روح القدس،
"بر بانيءِ اين مقبره باجاه حق صد آفرين."
١٢٢٨ هه — ص ٨٢

(٢) اين رشک ارم مقبره سيد مسڪين، بگرفت چو زين تازه بنا تازه قضا زوه;
از خير غلام احمد نامي که در احباب، چون باب کريم است به هرباب ذوي الجود;
تاريخ بنائش که ز نو آمده بالخير، "باخير بين از مقبره گو" هاتف فرموده
١٢٢٨ هه — ص ١٠٠

مٿين قطعن مان معلوم ٿئي ٿو ته سڀ ڳالهه پهريون خانقاه ۽ مقبرو ملا غلام احمد ٺهرايو، جنهنکي اڄ تائين هر سال ٿي جا اهل خير مرمت ڪرائيندا اچن ٿا.

**علي آباد جو قلعو:-** ٽالپرن، سنڌ جي دفاع لاءِ راجپوتانا ۽ ڪوهستان طرف ڪيئي مستحڪم ۽ مضبوط قلعا پنهنجي دور ۾ ٺهرايا. رني ڪوٽ جو قلعو، ڪوهستان ۾ ٺهرايائون، ته ڪه قلات جي حملن کي اتي روڪي سگهجي، ۽ اهڙيءَ طرح ريگستان جي وسيع سرحد ۾ ٦-٨ قلعا تيار ڪرايائون، ته ڪه راجپوتن جي پيش دستي کي سنڌ جي سرحد تي ئي پنجو ڏئي سگهجي. چند قلعا اڃا ڪن جاين تي موجود آهن، جن جي طرز تعمير ۽ پختگي ڏسي ٽالپرن جي دفاعي اهتمام ۽ مضبوطيءَ جو داد ڏيڻو پوي ٿو.

(١) نئون ڪوٽ، جنهن جو اصل نالو فتح ڳڙهه هو، سو مير فتح علي خان، ١٢٠٠ھ ۾ ٺهرايو، جيڪو اڃان تائين موجود آهي. جهڏي لائين تي، ٽبي سر ڏاڙهن ويندي، واٽ تي نئين ڪوٽ جي اسٽيشن اچي ٿي، جتان لهي نئين ڪوٽ جي ڳوٺ ۾ وڃجي ٿو: قلعو موجود آهي، ۽ ڳوٺ به چڱو موچارو آهي.

(٢) اسلام ڪوٽ يا اسلام ڳڙهه بہ ساڳئي سال ١٢٠٤ھ ۾، مير فتح علي خان فتح ڳڙهه کان چاليهه ڪوهه پري اتر طرف ٺهرايو: اهو به اڄ تائين موجود آهي، ۽ ڳوٺ ٿر ۾، وڏو واپاري مرڪز آهي.

مير حسن علي خان مصنف "شاهنامء سنڌ" انهن ٻنهي قلعن لاءِ لکي ٿو:

انهيءَ طرح دو قلعۂ شاهوار، بنا ڪيئين بہ سرحد يڪ يڪ حصار:
نئون ڪوٽ هن وقت جنهنکي چون، اهو فتح ڳڙهه قلعو ٿيو بي سخن:
ٻيو اسلام ڳڙهه مير جو يادگار، جو يا ٿر ۾ هي ڪوٽ پڻ استوار.

— ص ٤٠

(٣) رني ڪوٽ، مير ڪرم علي خان جي دور ۾، نواب ولي محمد خان لغاريءَ جي نگهداريءَ هيٺ، ١٨١٢ع ڌاري، تيار ٿيو. اهو قلعو، سن جي شهر کان اتر تي ٨-١٠ ڪوهه پري ٿيندو: مٽي پهاڙ تي آهي: رنيءَ جي لئين به منجهانس ٿي لنگهي: تعمير جي قابليت حيرت انگيز حد تائين ڏيکاري وئي آهي. مير حسن علي خان انهيءَ ڪوٽ جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته

رنيءَ جو ٻڌو ڪوٽ هولدو اوهان، هي ان جي عمارت جو شرح و بيان:
عجب جهڙو ڪوٽ آهه در ڪوهسار، بزرگن کان منهنجي رهيو يادگار:
انهن سنگتراشن تراشيا[1] پهڻ، تراشيو ٿي جيئن بي ستون ڪوهه ڪن:
سراسر بنا ٿيو ز سنگ رخا، ٿي ڪوهن ۾ ديوار ان جي بپا:
بنا هن تي ان ڪوٽ جي استوار، بپا ڪيا سوين برج استاد ڪار:
انهيءَ ڪوٽ جي وچ ۾ محڪم مڪان، بنا ڪيئون رکيئون شير ڳڙهه ان جو نالو:
جڙي پڻ به ان طرح محڪم سرا، چون جنهن کي ميري ٿيا از ابتدا:
عجب ترتہ ان ڪوٽ جي درميان، وهي نئين ٿي ان ۾ آب[1] روان:

قلعي کان ٻهر نئين جي اندر ميان، لڏ سنڌ بن تون پاڻيءَ جو نار و نشان:
فقط ڪوٽ جي وچ ۾ ڏسنڌ بن تون آب، درن کان پوءِ پاهر سراسر سراب:
تري ۾ پوءِ ان نئين جي آهر[1] گذر، آهندي اپرندي پهاڙيون پڻ در:

سوين لوهه جا هن مٿس صرف ٿيا، مگر زور پاڻيءَ جي سوڙي وڌيا:
چيئون سترهه لک سترهه سو ٿيا هزار، ٿيا خرچ ٿيو راس تڏهن حصار:
در[1] آهني ڪيئن ٿيا ڪارگر، رهڻ ات تڏهن ٿيو بہ دشوار تر:
اڇيو ڪوٽ پڻ ڪر وڃي ڪاهه ڪاهه، نہ چالو قلعہ محض بيڪار آهه.

— ص ٩٢

رنيءَ جو ڪوٽ واقعي ميرن جي تعميري ڪاوشن ۽ قابليتن جو قابل تعريف يادگار آهي. رنيءَ جي نئين کي جنهن نموني تي قلعي ۾ اندر بند ڪيو ويو آهي، سو پڻ ڪاريگريءَ

جو تعجب انگيز مثال آهي. انهن جو قلعي کان ٻاهر ڪوبه رخ نظر ڪونه ٿو اچي، جنهن مان دشمن فائدو وٺي سگهي.

اهڙيءَ طرح ڪوهستان خواه راجپوتانا جي سرحدن تي ميرن ڪيئي قلعا جوڙايا. ٿر جي سرحد وارن قلعن جي مضبوط قطار، راجپوتن کي سيخ پا ڪيو؛ گهڻوئي اعتراض ڪيائون، ليڪن ميرن ٻڌي اڻ ٻڌي ڪري پنهنجو دفاعي بندوبست سمورو پورو ڪري ڇڏيو؛ جنهن بعد جوڌپور ۽ بيڪانير طرفان هرقسم جي حملي جو خطرو هميشه لاءِ دور ٿي ويو.

ميرن جي انهن چند قلعن جا ٺالا تاريخ ۾ ملن ٿا؛ پر ڪن ڪونن جا ٺالا ئي تاريخ جي صفحن تان مفقود آهن، جيئن ته قلعي علي آباد جو ٺالو تاريخ ۾ موجود ڪونه آهي. اهو قلعو مير ڪرم علي خان ٺهرايو. قلعو ڪٿي ٺهيو، انجو پتو ڪونه آهي؛ البته مير مائل جي بياض مان تعمير جي تاريخ جا قطعا ملن ٿا (١).

(١) صد شڪر حق ڪه بيمن نبي و علي و آل،
ڪز يمن شان شهان زمان اند نامدار؛
شاه زمان ڪرم علي شه مراد بخش،
فرمان رواي سند بصد عز و اقتدار؛
روشن چو مهر و ماه ز انوار خسروي،
والا نسب خجسته حسب عالي اعتبار؛
يڪدل به بزم و رزم بهم همچو جسم و جان،
از يڪ دلي بشاهد عيش و ظفر دو چار:
ڪردند طرح بر سر ڪوهي فلڪ شڪوه،
با صد شڪوه تازه نصل جهان مدار؛
گردون بنا وسيع فضا ما من الوري،
خيبر لما ...................... در صف شمار؛
از بسڪه در عمارت سنگين نموده اند،
سنگين بڪوه آمده بر سنگ اين حصار؛
از بسڪه اين حصار فلڪ رفعت آمده،
بگرفته از حصار فلڪ تازه افتخار؛
فڪر رسا برفعت شالش لمي رسد،
گر حرف وصف او بڪند جماه روزگار؛
تا سرفراز جمله حصار جهان شده،
سرڪوبيءِ عدوي شهان ڪرده اختيار؛

---

(١) تعلقي ٽنڊي باگي ۾، ڪارياٺو ۽ ٺٽين ڏاڏاهه جي پرسان، علي آباد ديهه، ۽ براچ جي علي آباد ڊسٽريبيوٽري موجود آهن؛ اتي، قريب ئي، ڪوٽ ۽ قلعي جا ڦٽل آثار به ڏسڻ ۾ اچن ٿا: ممڪن آهي ته اتي قلعو علي آباد هجي؛ اها جاءِ ٽنڊي باگي کان ٧-٨ ميل پري آهي: ليڪن هن قطعي مان معلوم ٿئي ٿو ته اهو قلعو ڪنهن بلنديءَ تي يا ٽڪريءَ تي هو ـــ ڪوٽ علي آباد جن ڏٺو هوندو اهي بهتر اندازو ڪري سگهندا!

عالي حصار آنکه بهر برج باره اش،
ميبارد از حصار فلک دخل کرد نار؛
هر شير همچو روبه گريزان شود ز وي،
گيرد ببرج سير گرش کرکس قرار؛
بهر صفات محکميش کي توان نمود،
باشد به روم و روس کجا هم چنين حصار؛
عون علي چو ساخته آباد از کرم،
بگرفته طرفه با "علي آباد" اشتهار؛
من جاء فيه کان له.........................،
نقش است روي باب بلندش بصد نگار:
هوش و خرد بطول صفايش چو ماند گم،
ديده دلم بسال بنايش در انتظار؛
سال شروع اين علي آباد نام حصن،
بهر نشان نام شهان نکو شمار؛
فرمود بامراد چنين مبحدم خرد،
"کرد از کرم علي آباد اين حصار":
تا برقرار باد حصار فلک مدار،
باد اين حصار و شاه شهان دائم القرار! — ص ٨٦

اهو قلعو ڪنهن پهاڙ تي ٺهرايو ويو هو. تمام ڪشادو ۽ مضبوط هو. شان شڪوه ۾ بي مثال هو. سڄو پٿر جو ٺهيل هو، ۽ ايڏو محفوظ ۽ مضبوط هو، جو ڏوڙو ڳجهه قلعي جي مثال ويهي رهي، ته شينهن به لومڙ وانگر ڊم دٻائي ڀڄي وڃي. مير مائل ۾ مبالغي جي حد ڪري ڇڏي آهي، جڏهن لکي ٿو ته اهڙو قلعي جو مثال روم ۽ روس ۾ به ڪونه هوندو!

(٢) خوش به رشد کرم زعون علي — بمراد شد اين گزين حصن است؛
نامور زين شهان نيکو نام، — علي آباد نام اين حصن است؛
بسکه برکوه آسمان فرسا ست، — در نظر آسمان زمين حصن است؛
آسمان رفعت و زمين وسعت، — کي بروي زمين چنين حصن است؛
با کمال متانت و رفعت، — حبذا آسمان قرين حصن است؛
بسکه آباديش ز حفظ علي ست، — همچو حصن حصين همين حصن است؛
تا سر فتنه از سرش ببرد، — طرفه سرکوب خصم اين حصن است؛
بهر فتح المبين دين متين، — همچو ياسين به حي مبين حصن است:
گفت سال از ستيش هاتف، — "علي آباد بهر متين حصن است":

١٢٣٨ هـ

| | |
|---|---|
| حق کند عافیت قرین شهان ، | الحق این عافیت قرین حصن است ؛ |
| ورد "مائل" بحق دعاي شهان ، | هردم الحق بوصف این حصن است ؛ |
| اصل آهن چو سنگ مي باشد ، | طرفه از سنگ آهني حصن است. |

– ص ۹۰

**شاھ مبين :**– مير مائل ھڪ قطعو لکيو آھي ، جيڪو ٺٽي جي مشهور ولي الله ، حضرت شاه مبين رحمت الله عليه ، جي سلسلي ۾ آھي . حضرت شاه مبين جنھن کي شاه منبو به سڏيو ويندو ھو ، سو حضرت غوث الثقلين جي اولاد مان ھو ، ۽ شاھ حسين ارغون جي ڏينهن ۾ (۹۲۷ھ) سيد شڪرالله شيرازيءَ سان گڏجي ٺٽي ۾ آيو . سيد ڪمال شيرازي ۽ شاه عبدالله حسيني به انهيءَ سنگت ساڻ ھتي آيا . قاضي سيد شڪرالله ۽ شاھ صاحب جي وچ ۾ ، تحفة الڪرام جي لکڻ مطابق ، ڏاڍو گھرو ۽ سڀ محبت جو رستو ھو $\left(\frac{۲۴۵}{۳}\right)$ . مير علي شير لکي ٿو ته

"حصور و مجرد درگذشت ، کراماتش اظهر و خوارق آياتش اشهر ، زيارتش بر آرنده حاجات عموم خلق الله ." $\frac{۲۴۵}{۳}$ – ص

هيءَ بزرگ ، ٺٽي ۾ پنهنجي ھڪ مريد جي گھر ۾ اچي رهيو ؛ جڏھن انتقال ڪيائين ته سندس لاش انهيءَ گھر ۾ ئي دفن ڪيو ويو . جنهن مريد وٽ رهيو ، اھو ۽ ان جي والده به سندس پيرانديءَ کان دفن ٿيل آھن گويا جتي ھاڻي مقبرو آھي ، دراصل اھو آھو گھر آھي جنھن ۾ بزرگ قيام پذير ٿيو . اھو گھر (يعني ، اھو مقبرو) گدا بازار ۾ ھو ؛ انهيءَ محلي کي ئي محلہ گدا بازار سڏيو ويندو ھو : اڄ اھو پير منبي جو محلو ڪري سڏجي ٿو . تحفة الطاھرين جي مصنف ھنن القابن سان درويش کي ياد ڪيو آھي :

زبدهء عارفان کامل ، سلاله واصلات اهل دل ، مخزن هدايت ، معدن ولايت ، شاهباز اوج جبروت ، محرم خلوت سراي لاهوت ، نخلبند گلستان توحيد ، رنگ بخش بوستان تفريد ، شارب رحيق تحقيق ، سالک مسالک توفيق ، قدوة الموحدان وارسته ، حضرت سيد منبي .........."

اڳتي ھلي لکي ٿو ته :

"گم گشتگان تيه ضلالت را بشهرستان هدايت رهبري مي فرمود ؛ و سر گشتگان ظلمت جهالت را بشغل معرفت راه مي نمود ، مقامات عاليش ازان بلند تر است ، که طائر کلک بر اوج بيانش پرواز نمايد و مرغ بيان بر فراز اوصافش بال پرواز گشايد ."

سندس مزار جي زيارت لاءِ لکي ٿو :

"مزار فيض آثارش مهبط انوار الاهي ، و مرقد پر انوارش محل تجليات لا متناهي است ، سائلان درگاهش را هردم گل اميد بدامان ، و آب مراد در زير ران ."

– ص ۸۲

سيد شڪرالله، اسان جي شاعر سيد غلام علي مائل جو وڏو ڏاڏو هو، ۽ سيد مبين ان جو ساڳي سنگتي ۽ محبتي هو؛ تنهن ڪري مير صاحب پنهنجي هيٺين قطعي ۾ انتهائي معتقدانه جذبات پيش ڪيا آهن؛ اهو قطعو زيارت ڪندي، شاعر، مزار پرانوار جي ضيا بارين ۽ تجليات کان متاثر ٿي لکيو آهي؛ فرمائي ٿو:

بدرگاهت اى شاه سيد مبين، مرا از قديم است چو راهي لياز؛
ازين راه و رسم نياز قديم، ڪه دارم بدرگاهت از فرط ناز؛
بہ تقديم عجز و نياز دلم، بہ رو بسم بفرما در فيض باز؛
ڪہ سازم بدرگاه فيض تو عرض، ز عجز و نياز دلي جمله راز؛
بس اين عرض عجزاست ز "مائل" بحق،
ببين عجزم اى شاه عاجز نواز. —ص ۱۱۹

قطعي ۾ تخاطب اهڙين ڪيو اٿائين، ڄڻ پاڻ شاه مبين جي دربار ۾ حاضر آهي، ۽ سندس روبرو پنهنجا معروضات پيش ڪري رهيو آهي.

## سڄ- سنڌ جا سياسي ۽ سماجي واقعا

مير مائل جي بياض ۾، انهيءَ زماني جي سياسي ۽ سماجي واقعن تي ڪيترا قطعا ملن ٿا، جن کي سنڌ جي تاريخ ۾ هر لحاظ سان اهميت حاصل آهي. هن هيٺ ترتيب وار آهي قطعا پيش ڪجن ٿا.

**زمان شاهه افغان:-** نادرشاه جي ڪاهه کان پوءِ سنڌ جي دامن دهليءَ کان ڇڄي، ليڪن وري وڃي افغانن سان اٽڪي. نادرشاه جي قتل بعد، افغانستان ۾ درانين جي حڪومت قائم ٿي. سنڌ، حسب دستور، ڪلهوڙن واري رسم رواج کي ٽالپري عهد ۾ بہ قائم رکندي آئي. احمد شاه ابداليءَ بعد، تيمورشاه تخت تي ويٺو. ان جي زماني ۾، سنڌ سان سندس لڳون عهد نامو ٿيو؛ اهو عهدنامو ۱۲۰۷ هه (۱۷۹۲ع) شڪارپور ۾ ٿيو، ۽ سنڌ جي حڪومت جو پروانو، هڪ جوهردار تلوار ۽ هڪ هاٿيءَ سميت، مير فتح علي خان تي عنايت ٿيو، جنهن جي قيمت ۾ ۲۴ لک روپيا سنڌ بقايا ۾ ڏيڻ قبول ڪيا. تيمورشاه کان پوءِ زمان شاه تخت تي ويٺو؛ ليڪن سخت ظالم ۽ خونخوار هو، جنهن ڪري افغانن ان کي لاهي، ان جي پاءُ شجاع الملڪ کي تخت تي وهاريو. زمان شاه تخت تي وهندي شرط ڍل جي وصوليءَ لاءِ سنڌ تي ڪاهه ڪئي، ليڪن پٺيان جي انتشار سبب ڪيس وات تان ئي موٽڻو پيو. مير مائل انهيءَ خوشيءَ ۾ هڪ قطعو چيو آهي:

چکونہ ز تشريف شہ سوئي سند، ڪه در شور تشريف يکماه رفت،
ولي باز آمد بخير اين خبر، ڪه واپس ز ره شاه جمجاه رفت؛
مگر بود پيش آمد فوج شاه، ز دلهائي ما لشڪر آه رفت؛
ببين حڪم شاهنشہ عالمين، ڪه حڪمش چسان بر سر شاه رفت!
پوجہ طرب سال اين خوش خبر، بفرمود هاتف "شہ از راه رفت".
۱۲۰۸ هه

پالئجي ٿو تہ عهدنامي موجب، جيڪا ڍل سنڌ جي حڪومت کي ڏيڻي هئي، سا پهچي ڪان سگهي، جنهن ڪري زمان شاہ چڙهائي ڪئي هئي:

۱۲۱۸ھ (۱۸۰۳ع) ۾ شاہ شجاع الملڪ سان وري عهدنامو ٿيو، جنهن مطابق، الڪ روپيا روڪ هن بقايا ۾ وصول ڪيا، ۽ ٥ لک سالياني ڍل جو واعدو ٿيو. اهو عهد نامو مير غلام علي خان سان ٿيو. شجاع الملڪ جي حالت ۽ گهرو لڙائيءَ سبب ڪمزور ٿي وئي، جنهن ڪري ۱۲۳۰ھ (۱۸۲۴ع) ۾ آخري طرح سنڌ پنهنجي جند هميشہ لاءِ ڇڏائي ڇڏي، ۽ نہ فقط ايترو بلڪ شڪارپور جو صوبو جيڪو هميشہ کان وٺي افغانستان جو هڪ حصو ٿي ويو هو، سو بہ انهن آزاد ڪرائي، سنڌ سان شامل ڪيو ويو.

مير مائل زمان جي موقعي تي پيو بہ قطعو تصنيف ڪيو:

| | |
|---|---|
| شاها بتو اين مژده نوباد مبارک، | و از بهر شهان فتح خداداد مبارک؛ |
| زين مژده کہ رفت شاہ واپس از سند، | شاهنشہ دين را تو فرستاد مبارک! |

۱ — ص ۸۸

**ايران سان تعلقات:**— سنڌ جي ٽالپري حڪومت جا ايراني حڪومت سان دوستاڻا تعلقات تمام استوار هئا. سفيرن وڪيلن جي بہ ڏي وٺ ٿيندي رهندي هئي. سوکڙيون پاکڙيون بہ هڪ ٻئي ڏانهن اينديون وينديون هيون. غالباً انهن تعلقاتن جو اهو نتيجو نڪتو جو ايراني تمدن سنڌ جي دربار تي ڇانئجي ويو، جنهن ٽالپرن جي مذهبي اعتقاد تي بہ اثر ڪيو، ۽ منجهان ڪي شيعت ڏانهن مائل ٿي ويا. منشي آوترائي پنهنجي ڪتاب "سنڌ جا مير" ۾ لکي ٿو تہ "ٽالپر ڏاڏي پوڻي موڙهي مذهب جا سني هئا، مير نصير خان کان سواءِ، جو شيعو هو ۽ تابوت جهنڊا وغيره ڪڍندو هو" (۱۲). اها ساڳي راءِ ڊاڪٽر برنس بہ لکي آهي:

"The Talpurs were originally Soonnees like Balochees and Sindhians in general, but their connection with Persia has infected the court with the heresies of that kingdom; and with the exception of Muradali & Sobdar, who are still attached to the orthodox doctrines, they have become Sheah's or followers of Ali". P. 81

مٿين شهادت مان بہ معلوم ٿئي ٿو تہ ٽالپر اصل ڏاڏي تہ شيعا ڪونہ هئا، ليڪن ايراني دربار سان دوستانہ وابستگيءَ سبب منجهن اهو اثر آيو، مگر تڏهن هوندي بہ ڪجهہ ڪي حڪمران پنهنجي اصلوڪي عقيدي تي قائم رهيا.

ٽالپرن، ايران ڏانهن سفيرن موڪلڻ جو سلسلو غالباً سڀ کان پهريون ۱۲۱۰ھ ۾ شروع ڪيو. ان وقت ايران جو بادشاہ فتح علي شاہ قاچار هو. ميرن، مرزا محمد عليءَ لاري هڪ وڪيل ايران موڪليو، جيڪو واپسيءَ ۾ مرزا اسماعيل لاري ايراني سفير ۽ ٻين اڙ الهيءَ کان پوءِ اها آمد رفت برابر قائم رهي. مير ڪرم علي خان جي زماني ۾ ملا محمد اسماعيل سفارت وٺي ويو هو، جيڪو واپسيءَ ۾ پاڻ سان ڪلاخسرو خان گرجي خريد ڪيون ورتيون آيو، جيڪو اڳتي هلي سنڌ جو وزير ۽ امير ٿيو.

پوئين سفير مرزا محمد عليءَ جي واپسيءَ ۽ ايراني سفير مرزا محمد اسماعيل جي آمد تي اسان جي شاعر، مير مائل، هيٺيان قطعا تصنيف ڪيا:

- قطعه در مبارک باد آمدن ميرزا محمد علي وکيل از ايران، بعہ وکيل سلطان فتح علي خان قاچار -

| | |
|---|---|
| بنازم کز ايران دگر در وطن، | محمد علي ميرزا آمده؛ |
| ز سلطان ايران گرفته وکيل، | باقبال شاهان بما آمده؛ |
| خوش آمد که خوشنودي طبع من، | ز بشنيدن اين صدا آمده؛ |
| دل من بشکرانهء اين نويد، | بشارت ده مرحبا آمده؛ |
| بحمد الله کاين مسلم پاک دين، | سلامت بفضل خدا آمده؛ |
| نبلّغ دعائي اليٰ من لهٗ، | نويد حصول رجا آمده؛ |
| نبلّغ تماليم شوقي اليه، | پيامم به پيک صبا آمده؛ |
| بسوزم شهان با روي سرخرو، | ز "مائل" بحق اين دعا آمده. |

- ص ١٦٨

- قطعه مبارک باد تاريخ تشريف آوري ميرزا محمد اسماعيل وکيل سلطان ايران در سند -

مژده اي دل کاين زمان از حضرت خاقان و شاه،
مژده تشريف مرزاي بما خوش آمده؛

ميرزايم سيد اسماعيل ذوالمجد و شرف،
بارک الله خير مقدم مرحبا خوش آمده؛

خوش ز سوي شاه ايران جانب شاهان سند،
از صداقت آن وکيل با صفا خوش آمده؛

در قدوم پر نشاط آن نشاط افزائي دل،
گفت از شادي دلم صبح و مسا خوش آمده؛

از صداقت شاد دل آمد ز ايران چون بسند،
شاديء دوران بکام اصدقا خوش آمده؛

سال تشريف شريفش زان مکان در ملک سند،
چون ز دل جستم بگفتا "ميرزا خوش آمده"؛
١٢١٤ھ

باد دائم فضل حق بر مدعائش کار بخش،
از دل "مايل" بحق عرض دعا خوش آمده!

- ص ١١٨

ميرن جو وڪيل، مرزا محمد علي، خود ايراني نسل جو معلوم ٿئي ٿو. ايران مان تعلقات ڪلهوڙن جا به هئا، ليڪن تمدن جا اثرات هنن قبول نه ڪيا، ۽ ٻهراڙيءَ ٽائين ليڪ سنڌي رهيا. نادرشاهه جي ڪاهه کان پوءِ ايرانين جي آمدرفت جو سلسلو ٻيهر تازو ٿيو هو: نادرشاهه جا ڪيترا وڪيل وصوليءَ لاءِ هتي آيا، جن مان آقا محمد ڪريم صفاهاني ۽ هڪ هو، جيڪو وڪالت ڇڏي سنڌ ۾ رهي پيو. ڪلهوڙن جا به وڪيل ايران ويندا هئا. مير ابراهيم شاهه، ڪلهوڙن جي دور جو سنڌي سفير هو، جيڪو حڪومت طرفان ڪيئي دفعا ايران ۽ خراسان ويو. انهيءَ آمدورفت جي سلسلي ۾ مرزا محمد عليءَ جو خاندان به هتي آيل ٿو ڏسجي، ۽ ٽالپري دور ۾ هو سنڌ مان ڀيريون وڪيل ٿي ايران ويو، ۽ ٻنهي حڪومتن جي نئين سر دوستي قائم ڪرايائين.

**عمرڪوٽ جي فتح**:- عمرڪوٽ، ڪلهوڙن جي حڪومت ۾ شامل هو. ميان عبدالنبيءَ جي چوڻ تي، جڏهن جوڌپور جي راجا پنهنجا ٻه ماڻهو موڪلي مير بجارخان کي ١١٩٥هه (١٧٨١ع) ۾ شهيد ڪرايو، تڏهن ميان انهيءَ معاوضي ۾ بطور شڪراني جي، عمرڪوٽ جو شهر ۽ آس پاس جو علائقو راجا کي ڏئي ڇڏيو.

هالانيءَ واريءَ جنگ جو نتيجو جڏهن جوڌپور جي راجا کي معلوم ٿيو، ان وقت هن عمرڪوٽ تي مڪمل طرح پنهنجي قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ راجپوتن جو چونڊ لشڪر قلعي جي حفاظت لاءِ موڪليو. مير فتح علي خان کي جڏهن اها خبر پئي، تڏهن جيتوڻيڪ هالانيءَ واريءَ جنگ کان پوءِ سندس لشڪر ٿڙي پکڙي ويو هو، تاهم ڪجهه سپاهي گڏ ڪري، هن مير سهراب خان جي ننڍي ڀاءُ مير غلام محمد خان جي ڪمان هيٺ ڏياري موڪليا. مير صاحب جوانمرديءَ سان وڃي مقابلو ڪيو، پر جنگ ۾ ٽالپري لشڪر کي شڪست آئي ۽ مير غلام محمد پاڻ به شهيد ٿي ويو. مير فتح علي خان اها خبر ٻڌي، پاڻ لشڪر سميت اوڏانهن روانو ٿيو. ليڪن جيسين پهچي پهچي، ان کان اڳ راجپوت قلعو خالي ڪري هليا ويا، جنهن ڪري مير صاحب موٽي آيو. اهو واقعو تقريباً ١٢٠١هه يا ١٢٠٢هه ۾ ٿيو، پر ان کان پوءِ به ڀانئجي ٿو ته راجپوتن جو قبضو عمرڪوٽ تي رهندو آيو.

ڪرم علي خان جي زماني ۾، مير سهراب خان، مير صاحب کي عمرڪوٽ تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ اڀاريو. مير سهراب خان کي راجپوتن ڏانهن پنهنجي ڀاءُ جو وير رهيل هو، سو ان کان وٺي تمنا هيس ته عمرڪوٽ فتح ڪري، راجپوتن کان اهو وير وٺجي. ليڪ مير ڪرم علي خان پنهنجو لشڪر تيار ڪيو؛ هوڏانهن مير سهراب خان به تياري ڪئي. اهي خبرون جوڌپور جي راجا کي به پيون. انهيءَ زماني ۾ ٽونڪ جو نواب، اميرخان روهيلو، راجپوتن جو وڏو مددگار هو؛ راجا ان کان مدد طلب ڪئي. مير ڪرم علي خان کي جڏهن خبر پئي، تڏهن هن ڏانهس فارسي نظم ۾ هڪ دردناڪ خط لکيو. مير حسن علي، سنڌ جي شاهنامي ۾ لکي ٿو:

انهيءَ وقت روهيلو هو مير خان، — مدد تي ٿيو راضي ۽ همداستان؛
ٻڌي مير صاحب به اها خبر، — ته ڪئي ميرخان شر تي محڪم ڪمر؛
لکيو ان ڏي خط هڪڙو با آب و تاب، — ته "بيدار ٿي، لاهي هي وقت خواب؛
مسلمان آهين مدد ڪن لڀي، — مسلمان تي ڪيئن ٿو ٿئين اجنبي؛

خدا کي تون ڏس، ڪهڙو ڏيندين جواب، جني ڏٺو آهي حساب و ڪتاب؛
بڪفار دين گشتند همرڪاب، رسول خدا را چه گوئي حساب؟"

– ص ۹۱

مير صاحب قادرالڪلام فارسي شاعر هو. چوندا آهن "از دل خيزد بر دل ريزد". جڏهن خط وڃي اميرخان کي مليو، ان وقت اميرخان جون اکيون کلي ويون: هو هڪ مرد مجاهد ۽ پڪو مسلمان هو، تنهن راجا ڏي جواب ڏياري موڪليو (۱).

هيڏانهن پنهي ميرن پنهنجا پنهنجا لشڪر تيار ڪيا؛ مير حسن علي خان لکي ٿو:

ٿيو حڪم لشڪر جي جمع آوري، وڃي راجپوتن تي ڪن داوري،

ولي محمد جو هو نامور، پيو طاهر جو هو جنگ جو شيرنر؛

روانا ٿيا في الفور با سپاهه، عمرڪوٽ جي ڏس ورتائون راهه. – ص ۹۱

مير مائل جي بياض ۾ انهيءَ جنگ تي هڪ تاريخي فتح نامو آهي، جيڪو اڳتي علي پيش ڪنداسين؛ ليڪن ان کان زياده اهم بيو منجهس تاريخي دستاويز آهي، جيڪو معلوم ٿئي ٿو ته مير ڪرم علي خان جو يا ميرمراد علي خان جو لکيل آهي، ۽ جنگ جي سموري رونداد ان ۾ ڏنل آهي. انهيءَ نثري دستاويز جا اهم حصا هي آهن:

(۱) عمرڪوٽ جي فتح لاءِ جيڪو لشڪر عمرڪوٽ روانو ٿيو، ان جا سرڪردا هي هئا؛

برادران مهربان: ميان جام خان، ميان ولهيو خان، ميان غلام علي خان، ميان ڪرم خان؛ ۽

---

(۱) اميرالدوله اميرالملڪ نواب محمد اميرخان بهادر شمشير جنگ واليءِ ٽونڪ، ضلعي مرادآباد جي سنڀل ڳوٺ ۾، ۱۱۸۲ هه (۱۷۶۸ع) ۾، هڪ معمولي سپاهه محمد حيات خان جي گهر ۾ پيدا ٿيو. محمد حيات جا وڏا، علائقه بنير (افغانستان) مان، محمد شاهه جي زماني ۾ هندوستان آيا، ۽ مختلف زميندارن وٽ بطور سپاهيءَ جي جنگي ڪم ڏيندا رهيا. ويهن ورهن جي ڄمار ۾، روزگار کان پريشان ٿي، مفلسيءَ کان تنگ ٿي، اميرخان ملازمت لاءِ گهر کان نڪتو. رفته رفته نوڪريون ڪندي، بهادر جرنيل ٿي پيو؛ روهيلن، راجپوتن، ۽ مرهٽن جي درميان سندس وجود فيصلي ڪن ثابت ٿيو؛ جنهن ڏي اميرخان ٿيندو هو، فتح ان جي حوالي ٿيندي هئي. ٿيندي ٿيندي، وٽس ٻه وڏو لشڪر جمع ٿي ويو. پنڪالير، گواليار، ۽ ٻين راجپوت رياستن کي وقت بوقت امداد ڏني، وڏين مصيبتن مان بچايائين. مهاراجا هولڪر جڏهن انتقال ڪيو ۽ راجپوت رياستن جو انگريزن سان صلح ٿي ويو، ان وقت اميرخان تنها رهجي ويو، ۽ آخر انگريزن سان صلح ڪري، کيس رياست ٽونڪ ڏني. نواب، ۳۰ سيپٽمبر ۱۸۳۴ع جو انتقال ڪيو. نواب، سيد احمد شهيد بريلويءَ جو خاص معتقد هو. سيد صاحب سان جا سال سانس گڏ رهيو. جهاد جي تياريءَ ۾ به نواب صاحب هر وقت سندس امداد ڪندو رهيو. سيد صاحب جي شهادت بعد، مجاهدن جا بار ٻچا ۽ اهل و عيال، پير سائين پاڳاري وٽ پير ڳوٺ ۾ رهيل هئا، تن کي نواب صاحب ٽونڪ ۾ گهرائي ورتو ۽ سندن مصيبت زدن سان آخري وقت تائين نباهيندو آيو.

اخوت پناهان: ميان ولي محمد لغاري، موسيٰ ڪنيال، بهادر خان کوکر،
دريا خان نظاماڻي، فضل محمد ٽالپر؛
سيادت و شرافت پناه: مير علي اڪبر؛
فدوي شعاران: طاهر ۽ چنو خدمتگار؛ ۽ الهه بخش خدمتگار، برادرم
مهربان مير ٺاري خان جي طرفان؛ ۽
سيادت و شرافت پناه: سيد گولو شاهه، عموي صاحب مهربان مير سهراب خان
جي طرفان.

مٿين اقتباس مان معلوم ٿيو ٿئي ته اها روئداد ضرور ڪنهن حڪمران ٽالپر جي لکيل آهي: ازان سواءِ هي فقرو پڻ ان ۾ اتي لکيل آهي، جيڪو به ان ڳالهه جي تصديق ڪري ٿو: "براي تسخير قلع مذڪور و قلع قمع بتخانهء هستيء ڪفار فجار تعين و تزئين نموديم."

(٢) اهو قلعو ٿيهه ورهيه راجپوتن جي حوالي هو.

(٣) عمرڪوٽ جي علائقي ۾، ان وقت سخت ڏڪار هو؛ گاهه جو هڪ ڪک ۽ ان جو هڪ داڻو به مهيا ڪونه ٿي ٿيو.

"در آن مرزبوم آشيانهء بوم، از ممر خشڪ سالي قحط غله نوعي رخنما بود ڪه يڪدانه غله پيدا نمي شد، و قلت گياه بحدي هويدا بود ڪه خلالي بدست ڪسي نمي رسيد".

(٤) ٽالپري لشڪر، هيٺين طرح پنهنجا بندوبست ڪيا:

"غازيان ظفرلشان خيام گلگون و سراوقات رنگا رنگ "برافراشته" آن زمين را چون چمن رنگين و مانند فضائي گلشن "طراوت‌آگين" ساختند، و هزاران شتران گياه از مسافت صدهاي ڪروه آورده، "تودهاي" ڪوهنما مهيا ساخته، هزاران خروار از اجناس غلات فراهم آورده انبارها ڪرده، واسطهء آسائش آدميان و دواب نمودند."

(٥) جنگ جو نقشو انهي دستاويز ۾ هن طرح ڏنو ويو آهي:

"گولهاي توپ و تفنگ قلعه گيان را مانند قطرات باران رحمت انگاشته بيشتر رفته، سلامت ڪوچهاي ڪنديده، بعضي بفاصلهء بيست قدم و برخي بفاصلهء پانزده قدم، و بندي ده مسافتها قدم قلعه را از هر چهار طرف چون نقطهء پرڪار در دائرهء محاصره سخت گرفته، دمدمهاي قائم نموده، بيڪطرف جزنا (؟) ضرب توپخانه و خم پارها مانند لوارق (؟) آسماني بسر روي زمين درخشيدن و دود شان بسان ابر بسر روي فلڪ پوشيدن و گولهاي مانند ...... بالاي قلعه باريدن، و صداي اتواب زهره اعداي را دريدن گرفت. و از يڪطرف تبرزنان گزين ڪار، ڪه در تراشيدن ڪوه چون فرهاد را ديوانه و مجنون مي دانند، بڪار ڪنج ڪا (؟) و نواقب متعين ڪردند، نقب زنان ڪوه ڪن مانند غواصي بحار در زمين غوطه زدند، و يڪ نقب را از زير خندق قلعه را بقدر بيست دست عمق داشت، رسانيدند، از ضرب تيشهء آنها آوازي از ڪناڙ زمين برخواست، و بگوش ڪفاران ڪافر پرست رسيد، ڪفار لجار از آنجا بڪندگي خندق روي نقب مذڪور را ضايع ڪردند، غافل از اينڪه باز اجل از سوراخ ديگر برسر،

و برق بلا از آسمان بر خرمن حیات شان مي افتد، در جنگ توپ و تفنگ بیش از بیش چستي و چالاکي بکار بردند، سرکردگان لشکر ظفر پیکر، بنابر ...... جلو بر قلعه دم بدم معروض (؟) مي داشتند، از حضور ممانعت صادر شد، که بر قلعه جلو نکنند، مبادا ...... ضایع بشود. از آن قرار غازیان پیل تن و بهادران کوه افکن، در ضرب و شلف توپخانه دران نقب هاي چنان کوششان دلیرانه بکار بردند، که دیوار قلعه بقدر بیست دست بر زمین افتاد و سوند مله (؟) گوله الداز، که سرحلقه مفسدان بود، بر خاک عدم غلطید، بطرفي دیگر بعضي نقب زنان تیز دستي بکار برده یک نقب به اهتمام اخوت پناهان موسیٰ کوتیان، و بهادر خان کهوکهر، و دریا خان نظاماني، وفدویت شعاران طاهر و چهته خدمتگاران از پشت کهاني به عمق پنج دار کندیده (۱) از خندق غرب کهاني دهانیده، در برج قلعه فرو برده، در آنجا فوج عظیم ترتیب داده پنجاه خروار باروت ریخته آتش داد، خشت خشت برج قلعه را چون کاغذ باري بر هوا پرانیدند، چند کس کفار فجار در همان برج بگور هلاکت تدفین یافتند، در این اثنا دلاوران تفنگ بردار، داد مردانگي داده جلو ریز شده، بر کنگرهاي کلان جستیده در ...... آن شدند، که بالاي قلعه برآمده قلعه گیانرا طعمه تیغ بي دریغ سازند، همان وقت کفار فجار تصاویر مرگ را از هر طرف دیوار قلعه دیده، بانگ ملک الموت را بگوش جان شنیده بعضي از دیوار شکسته توپخانه رو بفرار نهادند.

چنان ترسناک و حراسان گریخت
که زنّار را از گراني گسیخت.

و اکثري زنار خود پرستي را از گردن جان گسیخته داغ اطاعت و انقیاد راتشقه وار ......... ناصیه ......... خود ساخته از قلعه برون آمده، الامان الامان گویان نزد سرگروه هاي عساکر منصور آمده، مکالید قلعه را معه

---

(۱) مير حسن علي خان سرنگهه ٺٽ جو واقعو هن طرح بيان ڪيو آهي:

ٺري ڪوٽ کي ويو امان جو سپاهه، ڪيئون ٺند اچ وچ جا رستا ۽ راهه؛
هئين سرنگ طاهر* سا ٺي ان خطر، رسائيو عمر ڪوٽ کي ان ضرر؛
ٻڌي ڪوٽ جي پاڙهين ٿي سرنگهه سان، لنگهي فوج ساري وئي ان منجهان؛
زبردست هن طرح جو هو سپاهه، مري فوج رجپوت سڀ ٿي تباهه؛
ڪي ماريا ڪي ٿيا قيد ڪي ڊنا ڀڄي، ٻڌي ڇڏڪنهو ڪن کي آيا دلي؛
انهيءَ طرح سان ڪوٽ تسخير ٿيو، نه ٿيو دشمن جو ڪو نالو رهيو.

— ص ٩١

* اهو طاهر خدمتگار مشهور بهادر ۽ جرنيل هو؛ حيدرآباد جي طاهر بازار انهيءَ جي نالي تي آهي.

اسلاح خود تسليم قلعه‌کشايان فيروزمند ساختند، و امان جان خواستند، غازيان شيرشکار بمقتضاي عفو مـن الاقتدار جان‌بخشي آنها نموده، از قلع اخراج دارند، و قلعه را تحت تصرف خود آوردند.“

(٦) انهيءَ فتح بعد دستاويز ۾ لکيل آهي ته ٽالپر سرڪردن، قلعي ۾ پنهنجو قلعه‌دار مقرر ڪيو؛ تحفظ لاءِ ڪجهه لشڪر به ڇڏيائون، ۽ علائقي جو انتظام ڪري پنهنجي خيرسلامتيءَ سان موٽي آيا.

(٧) انهيءَ دستاويز جي تحرير جي تاريخ ماه ربيع الاول ١٢٢٨هه آهي. ڪنهن به تاريخ ۾ انهيءَ جنگ جو چشمديد حال ڏنل ڪونه آهي، فقط هيءَ ئي هڪ تحرير آهي، جنهن مان انهيءَ جنگ جو مفصل حال معلوم ٿئي ٿو، ۽ انهن جرنيلن جي فهرست به ملي ٿي، جيڪي انهيءَ معرڪي ۾ شامل هئا. مرزا قليچ بيگ، عمرڪوٽ جي فتح جو سال ١٢٢٩هه لکيو آهي، جيڪو هن تحرير جي ڏسڻ کان پوءِ غلط ثابت ٿئي ٿو؛ انهيءَ معرڪي جو مهينو به هن مان ئي ملي ٿو.

مير مائل، هيءَ تحرير پنهنجي بياض ۾ بطور يادداشت جي نقل ڪئي آهي. سندس ذاتي خيال آهي ته اها تحرير ٽالپر حڪمرانن ســان ڪنون لکي آهي، ڇاڪاڻ ته ملڪ ۾ انهيءَ فتح جي خوشيءَ ۾، چراغ بندي ڪرڻ جو به حڪم ڏنو ويو آهي: تحرير جو خاتمو هن فقري تي ٿئي ٿو:

”بايد کـه شکرانهٔ ايـن مرتبت عظمي را بـرخـود لازم داشته شاديانهٔ شادي بـلـنـد آوازه و در هـر شهر چراغ بـنـدي نمايند، و خـاطـر خود جمعداشته احوالات را معروض داشته باشند، درين باب تاکيد تمام دانند“

مير مائل، انهيءَ فتح تي طولاني قطعو چيو آهي، جنهن ۾ بہ سال ١٢٢٨هه ڏنو ويو آهي:

| | |
|---|---|
| صد شکر حق که کرد بکام دوام فتح، | زين فتح تـازه شهره آفـاق نام فتح؛ |
| فتحي که هست فتح عمرکوٹ نام او، | در افتتاح دين متين خوش بکام فتح؛ |
| فتحي که خوش بحرمتش از مدعا فزود، | فـتـح المبين ديـن بجهان احترام فتح؛ |
| فتحي که ديـن مير محمد عيان نمود، | در هـر مـکان بيارش از اهتمام فتح؛ |
| زين فتح دين که کرد شر کفر بر طرف، | آمـد بـکـام امت خـيرالانـام فتح؛ |
| زين فتح دين که بهر شهان نظم تازه داد، | آمـد تـمـد شاهـيء شان انتظام فتح؛ |
| زين فتح دين که مژده ده صد فتوح ازانست، | بادا رفيق فـوج شهان هـر مقام فتح! |
| منصور حـق کـرم علي شاه ذوالحشم، | کافـزوده شوکت شهيش اهتمام فتح؛ |
| فيروز ديـن مراد علي ميـر نامـدار، | کز يمن نامش آمده حاصل مـدام فتح؛ |
| آن يـک بعزم رزم سليمان شکوه دهر، | وان ديگري چو آصف دوران بکام فتح؛ |
| خوشتر بعهد دولت و اقبال شان نمود، | روشن بدهر فتح عمرکوٹ نـام فتح؛ |
| صـد آفـريـن بجمله سران قشون شاه، | بـودنـد يـک جمله مدارالمهام فتح؛ |
| نازم که روز فتح شما قـوم راجپوت، | پامال همچو نقش قدم ز ازدهام فتح؛ |

| | |
|---|---|
| خاصہ بحضرت شہ ما ذوالکرم کہ داد، | باصد کرم علیش ز حق مستدام فتح، |
| یعني بہ هر وغا علی از مکرمت بداد، | در دست غازیان نشونش زمام فتح؛ |
| تـا مقتداي تـازه فـتـوحات نـو شود، | این فتح تازه آمده از حق امام فتح؛ |
| چون سال فتح، "فتح عمر کوت" بود عرض، ۱۲۲۴ ھ | وین بیشتر بروي دعا دربہ ر فتح؛ ۱۲۲۸=۴+ ھ |
| باد این نشان فتح کنون نیز در دعا، | معروض حضرتش بہ بشارات نام فتح؛ |
| تـا دستگیر بو ابـد از مکرمت کند، | بادا بہ دستش از کرم شہ حسام فتح! |

خوش در دعا بسلمۂ زبۂ مدام،

از "مائل" حق است حضورش سلام فتح. — ص ۴۴

ٽالپرن، پنهنجي دور ۾، حڪومت ۾، سنڌ جا اهي سڀ حصا بزور شمشير وري حاصل ڪيا، جن کي ڪلهوڙن جي آخري نااهل حڪمرانن، پنهنجي هٿان وڃائي ڇڏيو هو. ۱۷۹۰ ھ ۾ هنن ڪراچيءَ جو شهر قلات کان واپس ورتو. جنهنکي ڪلهوڙن، خان قلات کي سندس پاءَ جي خون بها ۾ ڏني ڇڏيو هو. اهڙيءَ طرح شڪارپور جيڪا مدت مديد کان افغانستان جي دراني حڪمرانن جي حوالي هئي، ان کي بہ ۱۸۲۴ع ۾ واپس ورتائون. سرحدي راجپوت رياستن جو هميشہ کان سنڌ سان خرخشو هليو ٿي آيو؛ عمرڪوٽ جي هن فتح اهو خدشو بہ هميشہ لاءِ دور ڪري ڇڏيو.

پانچي ٿو تہ ۱۲۲۸ ھ جي شڪست بعد، راجپوتن دوباره عمرڪوٽ جي حدن ۾ انتشار پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي؛ مير مائل جي بياض ۾ پيو بہ هڪ قطعو ملي ٿو، جنهن مان ۱۲۳۵ ھ جو سال برآمد ٿئي ٿو:

| | |
|---|---|
| .................................................. | .................................................. |
| .................................................. | .................................................. |
| .................................................. | .................................................. |
| .................................................. | .................................................. |
| هر پنج وقت دعا خوش بنا، | "دهـ و دو" امام هدیٰ یار بادا! ۱۲ |
| خصوصاً بفوج شہ ذوالکرام، | علي بالکرم جابجا یار بادا! |
| "بہ فتح عمرکوٹ" از هر سال، ۱۲۳۱ ھ | ز الهـام روي دعا یار بادا! ۴ |
| | ۱۲۳۱+۴=۱۲۳۵ ھ |
| ابد یار "مائل" بحق چون حق است، | دعایش بہ این مدعا یار بادا! |

— ص ۱۲۷

مير مائل، ان قطعن کان سواءِ، هڪ طولاني قصيدو بہ چيو آهي، جنهن ۾ فتوحات جو ذڪر ڪندي، عمرڪوٽ جي فتح تي مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان کي مبارڪون ڏني ٿو:

ز تشریف جانان بجان مژده باد! چه جان، بل به جانِ جهان مژده باد!
بجانِ جهان جاودان زین خوشی، ز خوشنودیء جاودان مژده باد!

چه خوشنودیء جاودان فتح دین، که زین با همه مومنان مژده باد!
دو زین مژده ام گفت گوینده، ز حق از پئي مژده خوان مژده باد!
من این مژده در مژده می گویمت، کزان در بدم باشهان مژده باد!
ز تشریف جانان و از فتحِ دین، بشان بر تمنای جان مژده باد!

چو شه داد نصرت به سهرامیان، به احباب این خاندان مژده باد!
بود صوبداري چو مخصوص شان، به سو .......... اوان مژده باد!
بر این مژده که این مژده فتح علي ست، به آن شاهِ جنت مکان مژده باد!
بکام غلامِ علي نار شه، ازین فتحِ نو في الجنان مژده باد!

ز شاهان پیشین به شاهان حال، ازین فتح فرحت نشان مژده باد!

نبشر لهم من فتوحات دین، ازین نو بشارت بشان مژده باد!
ازین نو بشارت که آمد ز غیب، بشان با همه دوستان مژده باد!
شاهان ز این مژده در مژده ام، ز شاهنشهِ دو جهان مژده باد!

چو هر چاست فتح بلوچان سنگ، ز حق بهرِ این غازیان مژده باد!

بشاهان پئي دفعِ هر شور و شر، ز نو دفعهء صبر خان مژده باد!
به تخریب ارباب کفر و نفاق، ز حق بهر این مومنان مژده باد!
ز مخذوليء کفرهء راجپوت، بهر دم به این مقبلان مژده باد!
بشاهان مقبول من عند حق، ز مخذوليء دشمنان مژده باد!
ز اعدا نشان در مکان .........، ازین نو نشانِ هر مکان مژده باد!

نسبحان من خذل اعدا نهم، ازین تازه نصرت بشان مژده باد!
ز انا فتحنا لهم فتحِ دین، بشاهان این خوش زمان مژده باد!
بود چون کرم با لعلي نامور، به آن شاه نام آوران مژده باد!
نر این کرم چون مراد از علي، به شه زین مبارک قران مژده باد!
به آن هر دو شه ناظمِ ملک سنده، ز تنظیم این داستان مژده باد!
ز تنظیم این داستان دعا، بشان از دلي را عیان مژده باد!

ازین فتح نو بهمن میر محمد، به شاهان و شهزادگان مژده باد!
لنعم الکرام من علي المظفر، بشه زین کرم جاودان مژده باد!
بعهدش ز ترویج دین متین، ز مسدوديء کافران مژده باد!
همه راجپوتان خدا خوار کرد، بشه از خواريء شان مژده باد!
بعالم بشي خواريء راجپوت، ز تشریح این داستان مژده باد!

به آن شير دل شاه مقبول حق، — ز مخذولي اين مڪان مژده باد!
چو نام فساد از جهان شد بشه، — ز گمناميء مفسدان مژده باد!

ز نصر من الله فتحٌ قريب، — به آن شاه نصرت نشان مژده باد!

به آن شاه منصور من عند حق، — ز نصر النصير اين زمان مژده باد!
خدا گفته چون فاقتلوا المشركين، — بشه دائم از قتل شان مژده باد!
ز اقبالش آمد چو اين كار راست، — به آن مقبل كاردان مژده باد!

ز عدلش كه آباد عالم نمود، — بعالم ازان و امان مژده باد!
شنهشاه ثقلين چون يار اوست، — بشاهيش از انس و جان مژده باد!

چو اخلاق آن از حق ست رسم خاص، — به آن مخلص خاص شان مژده باد!

محيط زمين است چو دوران عيش، — بدورش ز هفت آسمان مژده باد!

ز تكريمش آمد چو عالم بكام، — به آن بالكرم كامران مژده باد!

فكرّم هوَ بالكرم ياكريم، — سوي زبن دعا هر زمان مژده باد!

چو شغل دلم حمد حق در دعاست، — ز آمين به اين جمله خوان مژده باد!

به شه در دعاي عطاي خلف، — ز يعطي هو المستعان مژده باد!
سود مژده در مژده اين نام ام، — بشه از همه هر زمان مژده باد!
اگر شعر و مضمون رنگين وي، — ز شعراي رنگين بيان مژده باد!
ز شيرين كلاميء اين خوش كلام، — به آن خسرو خسروان مژده باد!

چو "مائل" بحق سائل فضل اوست،
ز فضل حقش جاودان مژده باد!

## بهاولپور ۽ ٽالپرن جي اويڙش

ٽين رجب ١٢٢٤ھ (١٨٠٩ع) جو، محمد بهاول خان، واليء بهاولپور، انتقال ڪيو؛ نواب صادق محمد خان ثاني تخت نشين ٿيو. محمد بهاول خان جي زماني ۾ ٽالپري حڪومت ۽ بهاولپور جا تعلقات نهايت مستحڪم ۽ شگفته هئا، انهيءَ حد تائين جو اڏي وقت ۾ هڪ ٻئي سان هميشه همدردي ڪندا رهندا هئا. تيمور شاهه جڏهن مدد خان کي بهاولپور جي لٽ ڦر لاءِ موڪليو، ان وقت مير فتح علي خان اورا نواب ڏي همدردانه خط لکيو ۽ مدد جي آڇ ڪئي؛ نواب صاحب، مير صاحب ڏي شڪريي جو خط لکي موڪليو، جو "صادق التواريخ" (ص ٦٨) ۾ موجود آهي.

نواب صادق محمد خان جي دور ۾، اوچتو تعلقات ۾ ڪشيدگي پيدا ٿي پئي. مرزا قليچ بيگ لکيو آهي ته "آچ جي هڪ آبرودار سيد ذوالفقار شاهه کي نواب محمد صادق خان تڪليف پهچائي، جنهن ڪري هو اتان ڀڄي، ميرن وٽ آيو. ميرن سفارشي خط لکي نواب ڏي موڪليس، پر خط جو ڪو اثر ڪونه ٿيو، ۽ انهيءَ سيد کي وڌيڪ تڪليف ڏني وئي،

ٽالپرن ڪاوڙ مان طاهر محمد خدمتگار کي لشڪر ڏئي بهاولپور موڪليو، جنهن رياست جا ڪيترا ڳوٺ وڃي هٿ ڪيا. نواب مجبور ٿي ساڻس صلح، ۽ سبزل ڪوٽ سيدن کي ۽ سندن جاگيرون واپس ڏئي راضي ڪيو. ٽالپرن ڏانهن پنهنجو پٽ بهاول خان ثاني، بطور يرغمال جي، موڪلي ڏنائين، ۽ سبزل ڪوٽ جو قلعو ۽ جنگ جي تاوان ۾ ڏنائين“ (قديم سنڌ، ص ٣٣٤)

مرزا قليچ بيگ، پنهنجي انگريزي تاريخ (جلد ٻيو، ص ٢١١) ۾ لکيو آهي ته ”طاهر خدمتگار، شهزادي کي وٺي، جڏهن ڪشمور ۾ آيو، تڏهن اتان درياه رستي حيدرآباد طرف روانو ٿيو، ۽ حاجي مير خان جي ٽنڊي وٽ پهتو، ٽالپرن ڏانهن، شهزادي جي اچڻ جو اطلاع موڪليائين. مير صاحب غلام علي خان، مير محمد خان کي سندس استقبال لاءِ ڏياري موڪليو، جنهن عزت سان شهزادي کي حيدرآباد آندو.“

مير حسن علي خان، سنڌ جي شاهنامي ۾ لکيو آهي ته ”مير سهراب خان، خيرپور جي واليءَ، پنهنجو لشڪر بهاولپور ڏياري موڪليو. جيڪو احمد پور وٽ پهتو، هڪ سڪل واه جي تري جو بچاءُ وٺي، جنگ جو مورچو ٺاهي ويهي رهيو. محمد صادق خان به پنهنجو لشڪر وٺي اچي اڏو ٿيو. جنگ شروع ڪرڻ کان اڳ، نواب انهيءَ واهه جو منهن ڪورائي ڇڏيو، جنهن ڪري ٽالپري لشڪر، پنهنجو سامان، ٽڪا، جتيون، سڀ واهه ۾ ڇڏي وٺي ڀڳو. محمد صادق خان، ٽڪن ۽ جتين جون هڙون ٻڌرائي، حيدرآباد، ٺٺوليءَ طور، موڪلي ڏنيون، جنهن تي مير غلام علي خان کي تاءُ آيو، ۽ هن پنهنجو لشڪر طاهر محمد هٿ جنگ لاءِ ٺاهي ٺڪي موڪليو.“

جنهن جسو ۽ توپن جو سارو گران، — وجهي الله ني هن طرف ڪيائين روان؛

اگرچه سو لشڪر نه هو مير جو، — ٻه هو صاحب غيرت هنئو لسار جو؛

اهو حال خاطر تي ٿيو ناگوار، — ته صادق محمد هيءَ ڪئي ڪهڙي ڪار:

[مير صاحب، طاهر محمد سان گڏ، فقيري خدمتگار کي به ڏياري موڪليو هو]

چو طاهر فقيري (١) کي آن شيرنر، — ڪريو خون دشمن منجهان خاڪ تر.

— ص ٨٣

مير حسن علي خان لکي ٿو ته سبزل ڪوٽ جي ڏيئي ۽ ١٢ هزار رپيا ساليانه ڏيڻ تي صلح ٿيو، ۽ پنهنجو شهزادو به صادق محمد خان ڏياري موڪليو. طاهر خدمتگار کي انهيءَ فتح جي عيوض، مير صاحب ”نواب“ جو لقب عنايت ڪيو، ۽ قلعداري به سندس سپرد ڪيائين.

”صادق التواريخ“ بهاولپور وارن جي نقطه نگاه سان لکيل آهي: انهيءَ معاملي متعلق، انهيءَ تاريخ جي روايتن جو اختصار هن طرح آهي:

(١) $\frac{\text{١٢٢٣ هه}}{\text{١٨٠٩ع}}$ ۾، لفضل علي خان هالائي (هالي پوٽو) ۽ مير اسلام خان، مير سهراب خان ڏانهن دانهن ڪئي آيا ته نواب سندن لاحق علائقو ضبط ڪري، ويٺو آهي، سو مهرباني ڪري کين وٺي ڏنو وڃي:

---

(١) فقيرو، مير صاحبن جو خاص ملازم هو: فقير جو پڙ انهيءَ جي نالي تي حيدرآباد ۾ آهي.

(٢) مير سهراب خان انهن جي حالت کان متاثر ٿي، پنهنجي جرنيل، سيد گولي شاه (روهڙيءَ واري) کي لشڪر سميت موڪلي ڏنو؛ انهيءَ پيش قدميءَ کي روڪڻ لاءِ نواب صادق محمد خان پنهنجي وزير ۽ سپهه سالار، نصير خان گورگيج، ۽ فتح محمد غوريءَ کي ڏياري موڪليو:

(٣) ساڳئي وقت، نواب، نور محمد خان نمبردار کي مير غلام علي خان ڏي مير سهراب جي پيش قدميءَ جي شڪايت سان، ڏياري موڪليو؛ مير سهراب خان به پنهنجو ماڻهو موڪلي حملي جي نوعيت ۽ حقيقت کان آگاهه ڪري مير غلام علي خان کان امداد طلب ڪئي؛ مير صاحب ڪانئن تي غور ڪرڻ بعد، نواب ولي محمد جهڙي مدبر سياستدان ۽ تجربيڪار امير کي ڪجهه لشڪر ڏئي روانو ڪيو؛ ۽ مير سهراب ڏي چوراڻي موڪليائين ته جنگ جي بجاءِ جيڪڏهن معاملو صلح سان طي ٿي وڃي ته بهتر آهي:

(٤) ولي محمد خان لغاري سر زمين تي پهچي، مير نصير خان گورگيج کي چوراڻي موڪليو ته معاملي کي صلح سان طئي ڪرڻ بهتر آهي؛ اوهان جي طرفان جسونت راءِ، جيڪو اڳ حيدرآباد ۾ بطور وڪيل جي آيو هو، اچي مون سان ڳالهيون هلائي؛ مير نصير خان گورگيج، فورا جسونت راءِ کي ڏياري موڪليو؛ ڳالهيون ٻولهيون هليون ليڪن صلح ٿي نه سگهيو:

(٥) ولي محمد خان ۽ سيد گولي شاه پيشقدمي شروع ڪري ڏني؛ سندن خيال هو ته محمد پور تي حملو ڪجي؛ گورگيج پنهنجا سپاهي فوج کي روڪڻ لاءِ محمد واه تي ڏياري موڪليا؛ ١١، شوال ١٢٢٣ھ (١٨٠٩ع) جو ولي محمد خان ۽ گولي شاه اهو پاسو چڙهي، بهاولپور جي ويجهو اچي مورچو ڄاهيو؛ ننڍا ننڍا معرڪا ٿيا جنهن ۾ طرفين جا ڪيترا ماڻهو مارجي ويا؛ آخر فيصلو ٿيو ته نواب ولي محمد خان ۽ مير نصير خان پاڻ ۾ گڏجي صلح جا شرائط طئي ڪن، چنانچه ٢٢ شوال جو ٻئي سپهه سالار پاڻ ۾ گڏيا:

(٦) نواب ولي محمد خان نهايت عقلمند ۽ زبردست مدبر هو، مير گورگيج کي ڳالهائڻ ۾ هن ايترو مجبور ڪري ڇڏيو جو آخر هن نواب ولي محمد خان جا پيش ڪيل سڀئي شرط قبول ڪيا:

(٧) ٦، ذيقعده ١٢٢٣ ھ جو، شهزادو رحيم يار خان، خيرمحمد گورگيج ۽ مولوي شيرعليءَ جي معيت ۾ حيدرآباد پهتو، جتي ٽالپرن کيس شاهان شان عزت آبروءَ سان رهايو، ۽ هرطرح سان سندس خاطر مدارات ڪندا رهيا؛ ٿان جو ٢٢، محرم ١٢٢٥ ھ جو شهزادو يرغمال جي مدت پوري ڪري، احمد پور شرقيه پنهنجي والد وٽ پهتو.

مير مائل، انهيءَ جنگ ۾ فتح حاصل ڪرڻ تي هڪ قطعو چيو آهي، جنهن جو عنوان آهي: قطعه در مبارڪباديءِ و تاريخ فتح بلوچان و شڪست فوج محمد صادق خان داؤد پوتره، و آوردن پسر او در حضور بزم يرغمال، مرتبهءِ اول."

بحمد الله ڪه آمد از شهه ديبن، ز فتح او دل شهه گرد خوشنود؛

شه از تو درمبارڪ باد اين فتح، بروي دهر باب عيش بکشود؛

شه سند آن سڪندر جاه وجم بخت، ڪه عون شاه جاه و بخش افزود؛

غلام نام شد شاهي كه آمد ، | غلام هر ايازش همه چو محمود ؛

................................ | ................................

يكي زان خسرو بزم كرامت ، | كه آمد از كرم رونق ده جود ؛

دگر نام آور از حسن ارادت ، | كه بخشد هر مرادش را علي زود ؛

چو در تائيد اوج مير سهراب ، | كه اي تائيد اين سو بود بي سود ؛

از امداد تشون فاتح شان ، | ز ارشاد فتوح بخت مسعود ؛

بسر داري ء نواب نكو نام ، | كه نامش از خطابش باد مشهور ؛

بعزم شاهي ء جزم توكل ، | روان زين سو تشون فتح بنمود ؛

و ازان سو نيز پور خان بهاول ، | كه صادق با محمد نام او بود ؛

به ارشاد نصير آن خان گرگيچ ، | به امداد دگر اقوام مردود ؛

بهمراه اغ و خانان ديگر ، | روان بشي هم بسي افواج بنمود ؛

ازين سو جمله پاك الدر ارادت ، | وزان سو هرهم زين فيض مترود ؛

ازين سو جمله ثابت در محبت ، | وزان سو جمله چون "اصحاب اخدود" ؛

ازان سو جمله نيك از فيض خلق ، | وزان سو جمله بد چون آل نمرود ؛

ازين سو جمله در پيكار دل شاد ، | و ازان سو جمله زين دهشت غم آلود ؛

ازين سو جمله خوشدل عازم جنگ ، | و ازان سو جمله .................. ؛

چو افتادند باهم دل تقابل ، | ز صلح و جنگ چندي گفتگو بود ؛

ولي بلاآخرة فوج دو جانب ، | بعزم جنگ گرديدند موجود ؛

رسانده شلف جنگ از هر دو جانب ، | ز ارض اندر سماوات آتش و دود ؛

ز ضرب شلف شان گرچه آنروز ، | بسيامد كوشش بلوچ بي سود ؛

ولي از تاب شمشير بلوچان ، | چو خائف بود فوج خصم مردود ؛

نموده درميان سادات مصحف ، | امان خواه آمدند از فوج شه زود ؛

درين بازي عدو را ديده شش پنج ، | چنين نقش دو شش زد نرد مقصود ؛

كه از باري ء حق افواج نصرت ، | جنود خصم را بنموده نابود ؛

گرفته پور خان و چند سردار ، | برسم پر غمال از خان مطرود ؛

بخرج لشكر و عهد اطاعت ، | رسانيدند خود را پيش شه زود ؛

.................. دل از دست ، | ................................ ؛

بغارت رفته يك سر ملكش از جهل ، | ز جهلش ديده آخر ملكش اين سود ؛

خرد تاريخ اين فتح دلخواه ، | "زهي دلخواه اين فتح" فرمود ؛

١٢٢٥ هـ

"مبارڪ آمد اين نصرت ز حق" باز، دلم تاريخ اين نو فتح پيمود:
۱۲۲۴ھ

مبارڪ باد اين فتح خدا داد، بڪام جمله شاهان ذوي الجود!
ز جودت باد يارب عشرت و فتح، بسبزم و رزم شان پيوسته موجود!
بظل مڪرمت خوش "مائل" حق، ابد ز اڪرام شاهي باد خوشنود!

هيٺيان ٻه قطعا به ٻيءَ جنگ جي تاريخ ڏين ٿا:

(۲) زين فتح نوڪ ڪرد تشون شهان سند، رفته از زمين بگوش فلڪ چون پيام فتح؛
روح المقدس بروني اهل بهر سال آن، گفته "بلند باد به اين فتح نام فتح".
۱+۱۲۲۳=۱۲۲۴ھ

(۳) چونڪ با فوج شبان برونق خواهش دل، داد از ياريءِ اقبال چنين فتح خدا؛
سال اين فتح چنين جلوه‌گر آمد ز دلم، "آمد اين فتح ز اقبال شهان جلوه فزا".
۱۲۲۴ھ — ص ج

مٿين قطعي مان اهو به معلوم ٿئي ٿو ته بهاولپور وارن مصحف ۽ سادات وچ ۾ سيڙ طور آندا هئا، ۽ شهزادي کان سواءِ چند سردار به يرغمال طور ڏنا هئائون. "صادق التواريخ" فقط ٻن سردارن جا نالا ڏنا آهن، جيڪي سمجهڻ گهرجن ته همرڪاب ٿي نه آيا هئا، بلڪ يرغمال ۾ حيدرآباد پهتا. مرزا قليچ بيگ ۽ مير حسن علي خان فقط انهيءَ هڪ جنگ جو احوال سرسري طور ڏنو آهي، ليڪن مير مائل جي بياض مان هڪ قطعي جي ذريعي معلوم ٿئي ٿو ته ٻن سالن بعد، ۱۲۲۶ھ ۾ وري ٻيهر سنڌ ۽ بهاولپور جي آويزش ٿي، ۽ ان جي تصديق "صادق التواريخ" مان به ٿئي ٿي.

**بهاولپور سان ٻي جنگ** - ٻيءَ جنگ جا اسباب "صادق التواريخ" جي ذريعي هيٺين طرح معلوم ٿين ٿا:

(۱) شهزادو رحيم يار خان، ۲۲، محرم ۱۲۲۵ھ جسو، سنڌ مان موڪلائي، پنهنجي رياست ۾ وڃي پهتو. بهاولپور جي سرحدي محافظن، ڪجهه عرصي بعد، مير سهراب خان سان مخفي طرح تعلق پيدا ڪيو. پنهنجي نواب سان هنن جي شڪر رنجي ٿي. مير صاحب کي هنن آچ ڪئي ته جيڪڏهن هو کين معقول سهارو ڏيندو ته هو بهاولپور جي سرحدي علائقن تي سنڌ جو قبضو ڪرائي ڇڏيندا.

(۲) نصير خان گورگيج جيڪو رياست جو نه فقط وزير اعلي، سپه سالار ۽ مدار المهام هو، بلڪ نواب جو به لاڏلو امير هو، سو به نواب صاحب کان ناخوش ٿي پيو. هن به، صالح افغان جي ذريعي، مير سهراب خان ڏانهن خفيه خط موڪليو، جنهن ۾ بهاولپور تي حملي ڪرڻ جي آچ ڪيل هئي. مير گورگيج هڪ طرف مير صاحب ڏي خط لکيو، ٻئي طرف پنهنجي رازدار دوستن جهڙوڪ فتح محمد غوريءَ، احمد خان افغان، غلام قادر ۽ ڏمان سنگ کي، جيڪي رياست ۾ وڏن عهدن تي هئا، گهرائي کين سمجهايو ته جڏهن ٽالپرن جو لشڪر سرحد تي پهچي، ان وقت هو پاڻ ته پار پيا وڃي فورا سنڌ ڏانهن هليو ويندو. هيان اهي امير ملڪ ۾ انتشار پيدا ڪري، نواب کي تخت تان لاهي، صاحبزادي رحيم يار خان کي مسند نشين ڪري ڇڏين.

(۳) ٽالپرن، اهڙي موقعي کي غنيمت ڄاڻي، پنهنجو لشڪر موڪلي ڏنو. مير مبارڪ ۽ سيد ڪولو شاهه، خيرپوري لشڪر جا مهندار هئا، ۽ نواب ولي محمد خان، ۽ مير هالو خان ٽالپر، حيدرآبادي لشڪر جا سردار هئا. ٻئي لشڪر پيش قدمي ڪندي ڪندي، صادق آباد تائين پهچي ويا. نصير خان جي طرفان رياستي لشڪر کي حڪم مليل هو ته هو ڪنهن به ٽالپري لشڪر سان مزاحمت نه ڪري، جنهن ڪري نهايت آرام ۽ اطمينان سان، سنڌ جي لشڪر، صادق آباد تائين قبضو ڪري ورتو.

(۴) نواب صاحب، فتح محمد غوريءَ ۽ محمد يعقوب بخشيءَ کي فوج ڏئي، مقابلي لاءِ موڪليو: مير گورگيچ جي سازش کان نواب قدري واقف ٿي چڪو هو، جنهن ڪري هن کي پاڻ وٽ روڪي وهاري ڇڏيائين: نواب نيڪ دل هو، سو گورگيچ، هيڏاهيون هوڏاهيون ڏيکاري، آخر موڪل ورتي، ۽ دربار مان نڪري اچي لشڪر سان مليو، ۽ پنهنجي پٽ، گل محمد، کي ٽالپري لشڪر ۾ موڪلي، کين چورايائين ته هو پيڙهين جي ڏريهي سان مٿان احمد پور شرقيه پهچي وڃن؛ تنهن تي، ميرن پنهنجي خير انديش جي مشوري مطابق احمد پور جو رخ رکيو.

(۵) فتح محمد غوري، نواب جو لشڪر وٺي، احمد پور روانو ٿيو. نواب جڏهن احمد پور ڏي دشمن جي اچڻ جي خبر ٻڌي، تڏهن پاڻ وڃي ديراوڙ جي قلعي ۾ ويٺو رهيو. نصير خان، ٽالپري لشڪر ڏي نياپو موڪليو ته ميدان صاف آهي، تنهن ڪري بنا ٻهڪ جي اُچ کان ٿيندا، رضا محمد موساڻ جي ڪوٽ ۾ پهچي وڃو. چنانچه، ميرن جي لشڪر اتي پهچي مورچي بندي شروع ڪري ڏني. نصير خان، ڏيکاءَ خاطر، لڙائيءَ جي تياري ڪئي، ۽ ٽن ڏينهن تائين معمولي طرح مقابلو به ڪندو رهيو، ليڪن اندرون اندر هر طرح ٽالپري لشڪر کي تقويت پهچائڻ جي ڪوشش ڪئي، تان جو مير مبارڪ جا دستا مشرقي علائقي ۾، قائم پور تائين، پهچي ويا.

(۶) انهيءَ موقعي تي، نصير خان پارن ٻچن کي سنڌ موڪلي ڇڏيو، ۽ پاڻ به ڀڄڻ جي موقعي جو منتظر رهيو. جڏهن ٽالپري لشڪر جي گهڻي ڀاڱي رياست تي قبضو ٿي ويو، تڏهن نواب ششدر ٿيو. نصير خان گورگيچ ذاتهس نياپو موڪليو ته هاڻي سواءِ پيش پوڻ، اڻ مڃڻ ۽ صلح صفائي ڪرڻ جي ٻيو ڪو چارو ڪونه آهي؛ صلح جي حالت ۾ وري به صاحبزادي رحيم يار خان کي يرغمال ۾ ڏيڻو پوندو. نواب، ٻي ڪا به واهه نه ڏسي ذاتهس چورائي موڪليو: "منظور فرموديم اگرچه مصلحت ندانيم."

(۷) ۱۲ محرم ۱۲۲۶ هه (۱۸۱۱ع) جو، صاحبزادو رحيم يار خان، پهرين سنڌ ڏي بطور يرغمال جي ڀاولپور مان روانو ٿيو: مولوي شير علي، مير حافظ گل محمد ۽ جان، به ساڻس گڏ آيا.

مرزا قليچ بيگ، هن ٻيءَ جنگ جو ذڪر ڪونه ڪيو آهي. پهرين جنگ جي سلسلي ۾، سبزل ڪوٽ جي ماڳ جو واقعو بيان ڪري ٿو، جيڪو پهرين حيدرآباد وارن جي قبضي ۾ رهيو، ۽ پوءِ حيدرآباد وارن، خيرپور جي حوالي ڪيو.

مير مائل، هن ٻيءَ جنگ تي به قطعو چيو آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته هن ٻوئنءَ جنگ ۾ ٽالپرن کي، ٽاوان جي طور، ٻه قلعا مليا. هن قطعي جو ڪجهه حصو ضايع ٿيل آهي، پهريان چار شعر ڦاٽي ويا آهن، ۽ عنوان هن طرح اٿس: قطعه در مبارڪباد

تاريخ فتح بلوچان و شکست محمد صادق خان دائود پوٽري، و گرفتن دو قلعه او بعد خرچ لشکر و آوردن پسر او در حضور برسم يرغمال، مرتبهء ثاني."

شڪرلله ڪه خوش بفتح و ظفر، ‏ ‏ ‏ يمن امداد ايزدي منان؛
فوج شاهان سند گردون فر، ‏ ‏ ‏ صاحب شوڪت و حشمت و شان؛
شاهه سند آن غلام نثار علي، ‏ ‏ ‏ .................. عنايت خان؛
.......................... ‏ ‏ ‏ ..........................
.......................... ‏ ‏ ‏ ..........................
.......................... ‏ ‏ ‏ ..........................
.......................... ‏ ‏ ‏ ..........................
ڪرده در ملڪ وي نزول اجلال، ‏ ‏ ‏ ساخته جمله ملڪ وي ويران؛
يرغمال و دو قلعه مضبوط، ‏ ‏ ‏ ڪه رسيدند در تصرف شان؛
با عهد و اداي خرچ قشون، ‏ ‏ ‏ آن چه انجام بايد از شاهان؛
به طمانيت ڪلام مجيد، ‏ ‏ ‏ بگرفته ز خان روانردان؛
فتح ياب آمده بجاه و جلال، ‏ ‏ ‏ بارڪ الله همت مردان؛
بارڪ الله ڪه در همه آفاق، ‏ ‏ ‏ ڪرد اين فتح نام فتح نشان؛
سال اين فتح هاتفم فرمود، ‏ ‏ ‏ "فتح ياب آمده جيوش شهان".

١٢٢٦هه

مٿين قطعي مان اهو به معلوم ٿئي ٿو ته ٻن قلعن سان گڏ تاوان جنگ جو، خرچ جي صورت ۾ به ورتو ويو، ۽ ڪلام مجيد وچ ۾ ڏئي بهاولپور وارن آئنده لاءِ پنهنجي روش متعلق اطمينان ڏياريو.

مرزا قليچ بيگ، مير حسن علي خان، خواه "صادق التواريخ" وارن جيڪي اسباب بهاولپور تي چڙهائيءَ جا بيان ڪيا آهن، تن ۾ هڪ ته اختلاف آهي: ان کان سواءِ اهي ابترا ڪمزور آهن، جو سنڌ وارن کي انهن سببن ڪري بهاولپور تي يلغار ڪرڻ جو ڪوبه حق ڪونه ٿي پهتو. اسان جي خيال ۾ ٽالپرن لاءِ ضرور ڪي قوي سبب پيدا ٿيا هوندا، جن جي تحقيق ڪرڻ لازمي آهي.

انهيءَ سلسلي ۾، محمد اعظم بن مولوي محمد صالح اسدي الهاشميءَ جي تاريخ، "اقبال نامهء سعادت آيات" جو مطالعو مفيد ٿيندو، ڇاڪاڻ ته مصنف ٥-١٢٢٦هه ۾ بهاولپور جي طرفان انهيءَ سلسلي ۾ ٽالپرن جي دربار ۾ پهتو هو، ۽ هن سمورا واقعات تفصيل سان پنهنجي تاريخ ۾ ڏنا آهن، افسوس آهي جو هن مضمون لکڻ وقت اهو ڪتاب مهيا ٿي نه سگهيو. (١)

**ٽالپرن جا هندو ۽ مسلمان:**- سنڌ جا ٽالپر حڪمران، مذهبي تعصب ۽ ذاتي جهيڙن جهٽن کان بلڪل پاڪ صاف ۽ بري هوندا هئا. مذهبي تعصب کان انهيءَ حد تائين لاتعلق هئا، جو هنن پنهنجي خاص عقيدي کي به زور زبردستيءَ، يا حيلي حوالي سان فروغ

---

(١) انهيءَ مصنف جا انهيءَ سلسلي ۾ ٻيا به ڪتاب آهن ڏسڻ گهرجن: "مقصود اعظم" ۽ "جواهر عباسيه".

ڏيڻ جي ڪوشش ڪانه ڪئي. اهو طريقو نه فقط مرڪزي حڪمرانن جو هو، بلڪ ميرپور خاص ۽ خيرپور وارن به انهيءَ طور طريقي تي پاڻ کي هلايو. خيرپور وارن جي تخت نشينيءَ مهل نه سمورين رسمن کي ڪرڻ جا سني مخدوم بجا آڻيندا هئا، ۽ انهيءَ حد تائين ٽالپر مخدومن جي پاس خاطر ڪندا هئا جو ڳئون جي گوشت ۽ محرم جو ماتم به سرڪاري طرح ممنوع هو.

اهو ئي سلوڪ ٽالپرن جو پنهنجي هندو رعايا سان هو. ديوان آوتراءِ ملڪاڻي لکي ٿو ته "سندن صاحبيءَ ۾ مسلمان هندن کي مذهب نسبت ڪونه ستائيندا هئا" (سنڌ جا ٽالپر، ص ١٤٥). هندن جي حالت، ٽالپري دور ۾، ڪن حالتن ۾، مسلمانن کان به وڌيڪ بهتر ۽ مضبوط هئي. مذهبي، معاشرتي ۽ تمدني آزادي ڪين مسلمان رعيت کان زياده هئي. انهيءَ وقت جي علمائن انهيءَ سلسلي ۾ چند رسالا لکيا آهن، جن مان هندن جي حالت جو پورو پورو اندازو ٿي سگهي ٿو. علما جو طبقو بيحد ناراض هو ته هندن کي ايتري آزادي جو ڏني وئي آهي جو هر لحاظ سان مسلمانن تي فوقيت حاصل ڪري ويا آهن: 'وياج عام کائين ٿا، شراب نوشي کلم کلا ڪن ٿا، نماز جي وقت جالي واري ناقوس وڄائي، نماز ۾ خلل وجهن ٿا، سمورا سرڪاري عهدا سندن هٿ ۾ آهن، جتي ڪين وڃي ٿو اتي پنهنجا بت خانا ٺاهيندا وتن ٿا، مسلمان شريفن جي محلن ۾ پڪيون عمارتون ايتريون بلند ٺاهين ٿا جو مسلمانن جي گهرن ۾ سندن نظر پوي ٿي. هٿيار پنهوار هميشه ٻڌيون وتن ٿا. راڳ، ناچ، گانا هر وقت سندن محفلن ۾ ٿين ٿا. مسلمان غلام هو خريد ڪري سگهن ٿا، جيڪڏهن ڪو خوشيءَ سان هندو مسلمان ٿئي ٿو ته ان کي قتل ڪري ڇڏين ٿا. مسلمان قاضي جيڪڏهن اعتراض ٿو ڪري ته ان کي ايترو تنگ ڪن ٿا جو هو اتان لڏي چڏ ڇڏائي ٿو(١). چنانچه مخدوم محمد ابراهيم جي پنهنجي چوڻ موجب، خود هو پاڻ هندن جي خصومت کان ٺٽو ڇڏي ڪراچيءَ لڏي ويو' (؟!)

بهرحال انهيءَ ذڪر ڪرڻ مان مطلب هي آهي ته ٽالپر پنهنجي سر مذهبي جنگ و جدل کان قطعي پرهيز ڪندا هئا، انهيءَ حد تائين جو خود ڪن مسلمان علمائن کي سندن انهيءَ پاليسيءَ سبب سخت شڪايتون پيدا ٿيون، ۽ ايترو گرما گرم بحث شروع ٿيو جو ان معاملي تي ڪيترا رسالا لکجي ويا.

ٺٽو هندن جي اثر رسوخ جو وڏو مرڪز هو، ۽ ساڳئي وقت اتي ۾ مخدومن، قاضين ۽ ساداتن جو به زور هو. هندو رهڻيءَ ڪهڻيءَ، پيسي پائيءَ، جاءِ جڳهه، ۽ اثر اقتدار ۾ وڏ ڀل هئا؛ ۽ مسلمان هر لحاظ سان پٺتي پيل، ليڪن مذهبي معاملن ۾ نهايت متشدد هئا، جنهن ڪري ڪڏهن ڪڏهن ٻنهي فرقن جي مابين دلين ۾ اڪيل اختلاف ظاهري جهيڙي جهڳڙي جي صورت به اختيار ڪندا هئا.

---

(١) هن مسئلي تي هيٺيان ڪتاب پڙهڻ گهرجن، جن مان ان زماني ۾ هندن جي حالت جو ڪنهن قدر اندازو ٿي وڃي ٿو: (١) اماطة الاذي اليد عن طريق جواز استعمال اموال الڪافر العنيد، تصنيف مخدوم محمد ابراهيم ٺٽوي، ١٢٠٩ هه؛ (٢) نشر علاوي المعارف والعلوم في الرد على من نصر الڪفار و اهل الرسوم، مخدوم محمد ابراهيم، ١٢١٠ هه؛ (٣) دماغ المغرور، مخدوم محمد ابراهيم، ١٢٠٩ هه؛ (٤) ذب الظلمه عن مال اهل الذمه، مخدوم محمد صادق، شاگرد ملا عثمان بن ٺارو، ١٢٠٩ هه.

مير مائل جي بياض ۾ چند قطعا ۽ ڪجهه قصيدا اسان کي مليا آهن، جن مان انهن اختلافن جو پتو پوي ٿو. معلوم ٿئي ٿو ته هڪ نوجوان هندو، پنهنجي رضا خوشيءَ، اسلامي تبليغ جي زد ۾ اچي ويو؛ مسلمان خوش ٿيا، هندن ۾ هيجان اچي ويو. مير مائل انهيءَ واقعي تي نه چڙهو پاڻ خوش ٿيو؛ ملڪ جي واليءَ کي به اسلام جي انهيءَ فتح تي مبارڪ باد پيش ڪري ٿو:

(۱) مبارڪ باديءِ اين تازه مسلم، بود عرض شهه صدر ڪرامت؛
شها آنڪ از صد گونه اڪرام، باقبال ابد بادا سلامت!

— ص ۱۰۰

(۲) خوش ايزد رونق اسلام افزود؛ سلام الله علیٰ من اسلم است اين؛
بشاه ذوالڪرم از بارڪ الله، مبارڪ باديءِ نو مسلم است اين!

— ص ۱۰۰

پانچي ٿو ته هندن انهيءَ نو مسلم کي قتل ڪري ڇڏيو، جنهن تي ٿئي جي مسلمانن ۾ سخت اضطراب پيدا ٿيو. ميرن جي طرفان ٺٽي تي جيڪو ڪاردار هو، اهو به هندن جو حمايتي هو. مير مائل، انهيءَ سلسلي ۾ هڪ گذارشي قطعو ٺٽير حڪمران جي خدمت ۾ موڪليو، جنهن جو عنوان هي آهي: "قطعهء گذارش در هجو ڪاردار نابڪار، هنگام اسلام نو مسلم و شهادت او از دست ڪفار فجاره و حمايت وي."

اين نابڪار نوڪه شده ڪاردار شهر، در ڪربلاي ته کم از ابن زياد نيست،
او خصم آل بوده و اين خصم آل ودين، ڪارش بال ودين همه جز عناد نيست؛
ڪاري ڪه رفته است ز بدڪاريش بدين، والله ڪه طبق نص ڪم از ارتداد نيست؛
با مصطفا است از ستم ابن رجم داد، ڪز داد ظلميش بڪس از خوف باد نيست؛
بايد بشب بقوم نمودش درست ڪرد، اين ڪهوکهر خبيث ڪه از قوم عاد نيست؛

مي گويد او ڪه، حڪم شهان بهر من چنين ست! والله بڪس بر اين سخنش اعتماد نيست؛
بر حرف مفسدان نه سزد گاه اعتماد، زين افترا چو ماحصلش جز فساد نيست؛
شد شهر ته شهر محن ز زانڪ زين اداش، جز اهل ڪفر هيچڪس از شهر شاد نيست؛
فرض است بر شهان زمان داد اين ستم، چون اين زمان بجز در شان جاي داد نيست؛
بايد نمود جهد به تخريب اهل ڪفر، با اهل ڪفر چون ره شان جز جهاد نيست،

يا رب...... لهم مملا من ولاي دين، خوش عمر از ين وظيفه براد الدماد نيست،
بادا دعاي خوبيءِ شان ورد اهل حق، چون جز دعا به "مائل" حق هيچ باد نيست!

— ص ۱۲۰

ٺٽي جو ڪاردار گوڪر ذات جو هو. شهر ۾ جيڪا پاليسي هو هلائي، تنهن لاءِ ٺٽي جي مسلمانن کي پڪايو ٿي ته اهڙي ڪرڻ لاءِ هڪڙي سرڪار جو حڪم مليل آهي، جنهن تي مير مائل جو قول آهي ته هن جي انهيءَ قول تي مسلمانن کي ڪوبه اعتبار ڪونه آهي، ليڪن هندن انهيءَ غلط ۽ ظالمانه روش جو نتيجو اهو نڪتو آهي جو:

شد شور تہ شهر سخن زانکه زين اداش،
جز اهل کفر هيچکس از شهر شاد نيست؛
فرض است بر شهان زمان داد اين ستم،
چون اين زمان بجز در شان جاي داد نيست.

مير مائل هندن سان هيئين سلوڪ ڪرڻ جو مشورو ڏني ٿو:

بايد نمود جهد به تخريب اهل کفر،
با اهل کفر چون ره شان جز جهاد نيست.

انهيءَ ڪاردار تي مير صاحب پيو به هڪ قطعو چيو آهي:

در عهد عدلت اي شه نوشيروان عهد، وين ظالم خبيث دل خلق بسته است؛
يک دل شکست نيست که گويم ز حال او، ظلم فلاني است که صد دل شکسته است.
— ص ١٢٦

معلوم ٿئي ٿو تہ ٿئي جي مسلمانن جي دانهن جي، ٽالپري دربار ۾، دادرسي ٿي ۽ انهيءَ ڪاردار جي اتان بدلي ٿي وئي. هيٺين قطعي مان اهوئي قرينو ڪڍي سگهجي ٿو: عنوان آهي «قطعه شکر گذاري درستيءِ کار.»

نازم بداد بخشيت اي شاه ذوالکرم، کز داد بخشيءِ تو جهان ز ظلم رست؛
زين داد بخشيت که جهان ست بشکر آن، با عدل و داد مکرمتت تازه بندوبست؛
کي مي شود درست بجز بيخ بشکني، از فرط ظلم آن که دل مردمان شکست؛
هر خاص و عام شهر به اين داد بخشيت، برداشت سوي حق ز دل اندر دعا دو دست؛
يا رب بکام «مائل» حق باد دائما، خوشنود با کرامت اين شاه حق پرست!
— ص ١٠٠

انهيءَ هندو مسلم تلخيءَ جي ليپٽ ۾ پانهجي ٿو تہ ٿئي جا سادات زياده اچي وڃ آهن. سيد صاحب جا ٻہ طولاني قصيدا نهايت دلچسپ آهن، جن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هندو سڀ متحد هئا؛ مسلمانن ۾ نفاق هو؛ سادات سان هندن جو خاص دشمنو هو؛ ٿئي جي شهر جو صوبہ دار هڪ هندو هو، جنهن ڪري هندن جون دليون وڌي ويون هيون. پهرئين قطعي جو عنوان آهي: «قطعه گذارش، که در ايام خرخشه وجهة هندو ڪلامي (؟)، و تقويت کفاران وعدم اتفاق مسلمان و داد خواهي، اين گذارش نموده بود.»

داد بخشا ز ظلم اعدا، دادا بشنو از اهلبيت اين فريادا
بر سر آل پاک مصطفوي، کم نبوده است ظلم جور زياد؛
که کنون باز کافران عنيد، ظلمهاي کنند بر اولاد؛
گه به بي حرمتي ..........، حرمتيءِ آل مي دهند به باد؛
زان تظلم که مي رود بر ما، خانهءِ ظلم شد ز نو آباد؛
گوئيا نيست مومني در شهر، که با آل نبي کند امداد؛
مومنان که مانده اند کنون، رفته از ياد شان طريق و داد؛
کافران جمله در رفاقت هم، مسلمانان همه بهم بفساد؛
چه بگويم ز ظلم کفاران، شهر از آه و ناله و فرياد؛

حاکم شهر هست چون کافر ، می نماید بکافران امداد ؛
در دل آزاریء مسلمانان ، سخت دل همچو تیغهء فولاد ؛
حکم حق جاري است بر همه کس ، این حکومت بابن خبیث که داد ؛
ورنه در عهد داد بخشیء میر ، هیچ جا نیست این چنین بیداد ؛
شد کجا اجتماع این امت ، بود آن هم مگر بني اولاد ؛

کافران جمله یک دل و یک جان ، مسلمانان همه ز هم آزاد ؛
از دیانت چو نیست غیر از نام ، کی شود کس به امر این منقاد ؛
الحق از اهل بیت مصطفوي ، خانه‌اي نیست در جهان آباد ؛

عالمان هم در اختلاف هم اند ، من ندانم چه اختلاف افتاد ؛
علم غیر از عمل نیاید کار ، کار علما ست از چرا افتاد ؟
قاضیء ماست در قضا حیران ، از قضا و قدر ندارد یاد ؛

محتسب در حساب اخذ زر است ، نیست یادش کنون حساب معاد ؛
مفت فتوی نمي دهد مفتي ، هست فتوی از و که چیزي داد ؛
خوشتر آن کس که رفت ازین عالم ، گوئیا شد ز قید غم آزاد ؛
جمله از خوف اجتماع هنود ، جز صبوري لمصي کنند ارشاد ؛
تابکي صبر مي توان کردن ، بر جفاؤ ستیز اهل عناد ؛
گر چنین است حال ما مردم ، بعد ازان ما و داد این بیداد ؛
این قضیه که رفته است ز قضا ، که قضا و قدر ندارد یاد ؛
عرض این حال در حضور شریف ، دوش در خواب شد مرا ارشاد ؛
که رساند کسي بحضرت میر ، از دل اهلبیت این فریاد ؛

تا بتائید امر دین حنیف ، اهل دین را بجان نماید شاد ؛
جهد باید بسعي رونق دین ، زانکه سعي است بکار دین چو جهاد ؛
تا در اسلام آرد آن کافر ، آنکه دشنام بهر سید داد ؛
یا کند امر قتل در حق او ، یا برحمش کند بما ارشاد ؛
تا شود تقویت بدین متین ، هم بگیرند عبرت اهل عناد ؛
"قاتلوا" اهل کفر در قرآن ، هست در شان اهل کفر ارشاد ؛
حکم قتل است براي آن کافر ، آنکه بر طعن دین زبان بکشاد ؛
نیست طعني چو سب آل نبي ، طبق قول نبي به استشهاد ؛
زانکه تعذیر و حبس و ضرب شدید ، هست در شان کلام گو ارشاد ؛
چه بکوبم ز مفسدان دلیر ، کار شان دائما ست فسق و فساد ؛
.............. اند مفسد دین ، آن چو فرعون و این دگر شداد ؛
مفسدان را سزا بود لازم ، تا فساد از میان شود برباد ؛
هست در شان این جماعت دون ، گوئیا آیهء "لبا المرصاد" ؛
شو درین هم دلا تو "مائل" حق ، بعد ازین ماؤ هر چه بادا باد ؛

بعد ازين در دعاي دولت وي، ميشوان تازه كرد استعداد؛
باد دائم بعمر فتح علي، فتح و نصرت ز شاه دين امداد؛
زانكه از جان و دل بود آن مير، هم غلام علي و هم اولاد.
باد ما آن امير بزم كرم، از علي مژده حصول مراد؛
باد از بهمن داد بخشيء مير، باد ما مژده مبارك باد؛
بارك الله في ديانت مير،
بهر ما ......... دعائش بادا باد!

— ص ٠٠-٢٢

ساداتن ۽ هندن جو تنازعو، مير فتح علي خان جي زماني ۾ ٿيو. متين قطعي مان انهيءَ زماني جي لٽي جو پورو اندازو ٿئي ٿو. حسب دستور هندو سڀ متفق هئا، ۽ مسلمان هميشه جيان پاڻ ۾ دست و گريبان. شهر جو حاڪم ان وقت هندو هو، جنهن جي موجودگيءَ هندن جي اتحاد ۽ اتفاق کي تقويت پهچائي هئي. مير صاحب چوي ٿو ته 'هتي اهڙو ظلم چو ٿيو آهي؛ ڪنهن هنگي مقرر ڪيو آهي؛ پين شهرن ۾ ته مير صاحبن جي عدل ۽ انصاف جي هاڪ آهي!' علمائن جي حالت بيحد خراب هئي؛ سو مير صاحب، مايوسيءَ مان، پاڻ کان سوال ٿو پڇي:

علم غير از عمل ليايد كار، كار علماست از چرا الحاد؟

شهر جو قاضي حيران هو. انهيءَ حد تائين جو ڪائنس قضا جا ڪتاب به وسري ويا هئا. محتسب پنهنجي حساب ڪتاب ۽ اوڳاڙيءَ جي جمع خرچ ۾ مشغول هو. مفتيءَ جي حالت هيءَ هئي جو جنهن ڪجهه هٿ تي رکيو ٿي انجو پڙو ڀار هو؛ غريب غربي ۽ مظلوم داد خواهن جو پڙو لهرين ۽ لوڏن ۾ هوندو هو. مير صاحب چوي ٿو ته 'حالتون ايتريءَ حد تائين مايوس ڪندڙ ٿي ويون آهن، جو هن وقت مري جان ڇڏائڻ ۾ زياده مصلحت آهي'-

خوشتران كس كه رفت زين عالم، گوئيا شد ز قيد غم آزاد.

اهلبيتن سان انهيءَ هندو عملدار جو سخت آزار هو؛ سيدن جي حق ۾ هن گندي دهنيءَ کان به ڪم ورتو ٿو ڏسجي؛ ازان سواءِ دين متين جي سلسلي ۾ به هن گستاخي ڪئي ٿي پائنجي، جنهن ڪري مير صاحب جو خيال آهي ته ان کي يا ته سزا طور مسلمان ڪيو وڃي يا ڪيس قتل ڪري ڇڏجي (۱) —

تا شود تقويت بدين متين، هم بگيرند عبرت اهل عناد.

تعذير، حبس، ضرب شديد ته ڪلمه گوءِ جي غلطين ۽ گناهن جي لاءِ آهن؛ هيءُ ته ڪافر آهي، جنهن ڪري سواءِ قتل ڪرڻ جي ٻي ڪا به صورت ڪانه آهي(۱) —

'مفسدان را سزا بود لازم، تا فساد از ميان شود برباد.'

پائنجي ٿو ته مير صاحب جي فرياد جو داد ڪو نه ٿيو، جنهن ڪري هن وري دردِ دل جو اظهار ٻئي قطعي ۾ ڪيو، جنهن جو عنوان آهي: "قطعه گذارش- مذمت كفار نابكار و عرض تنبيه شان مطابق شريعت حضرت احمد مختار"-

در حيرتم شها كه بعهد ديانتت، ارباب كفر بهر چه در شور گشته اند!
و از شورشان كه كرد شر كفر آشكار، ارباب دين بگوشهٔ عزلت نشسته اند!
مشتاق سنگ بجملهٔ سگان گروه كفر، عوعو كنان بخبث دل از حد گذشته اند؛

اين دستهٔ سگان كه خدا خوار كرده است، از خار خار كين همه چون خار دسته اند؛
اين مفسدان كه دشمن اولاد اطهر اند، صد تهمت فساد بر اولاد بسته اند؛

اين مبغضان كه نار جهنم سزاي شانست، از نار بغض و كين همه چون شعله تفته اند؛
گاهي بطعن آل نبي گه بطعن دين، دلهاي اهل دين همه يكبار خسته اند؛
اين كافران كه جنگ به اسلام مي كنند، ز اسلام شيخ جمع به ماتم نشسته اند؛
بد كام شان كه باز نمايند مرقدش، زين ارتداد نو همه از كام رفته اند؛
زين ارتداد كفر توان گفت كاين سگان، بوزينه سان ز ممبر اسلام جسته اند؛
ماهي ز زير و سر بگريبان ز فكر شان، بر زور و زر چه خود سر و مغرور گشته اند!
كفار شهر ٺٽه كنون دار حربي اند، چون برخلاف شرع درين حكم رفته اند؛
از حكم حاكمان بسر عند منتقم، گويا درين مقدمه يكسر گذشته اند؛

بايد نهاد جزيه بر اين دار حربيان، در حيرتم كه بهر چه از جزيه رسته اند!
بايد بحكم حق همه بتهاي شان شكست، شان حاليه چو عهد اطاعت شكسته اند؛
فرض است بدين مير محمد قتال شان، چون شان بدين امجد وي خصم گشته اند؛

ارباب دين كه حامي شان از كرم علي ست، خوش داد خواه از كرم شه نشسته اند؛
بخشد مراد مير علي بالكرم مدام، ارباب دين بشغل دعايش چو رفته اند؛
خوش اين دو شه براوج ديانت بصد جلا، هر هفت روز رشد چو ماه دو هفته اند؛
بايد كنون ز "مائل" حق حرف حق شنيد، ارباب حق ز بسكه شها دل شكسته اند؛

هي قصيدو، مير فتح علي خان ۽ مير غلام علي خان جي زماني کان پوءِ جو چيل آهي. ان وقت مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان سنڌ جي تخت و تاج جا مشترڪ وارث هئا. جهڳڙو، مير فتح علي خان جي دور کان ولي شروع ٿيو، جنهن جو فيصلو آخري طرح ڪرم علي خان جي دور ۾ به نه ٿي ڪري سگهيو، ۽ سيد صاحب برابر داڻهون فريادون ڪندو آيو. سيد کي شڪايت وڏي ۾ وڏي هيءَ هئي ته ساداتن کي هندو گاريون ڪندا ڏين ٿا ۽ مذهب اسلام تي چٿرون ڪن ٿا، جنهن ڪري مسلمانن جون دليون ڦٽجي پيون آهن-
'گاهي بطعن آل نبي گه بطعن دين، دلهاي اهل دين همه يكبار خسته اند'.
پنهنجي حالت هيءَ ٿو بيان ڪري:
'ماهي ز زير و سر بگريبان ز فكر شان، بر زور و زر چه خود سر و مغرور گشته اند!'
مير صاحب، خصي ۾ اچي عرض ڪري ٿو ته 'ٺٽي جي هندن اطاعت جا فرائض ٽوڙي ڇڏيا آهن، جنهن ڪري دارحربي آهن، ۽ مٿن جزيه وجهڻ کپي، سندن بت ڀڃي ڇڏڻ گهرجن ۽ کين قتل ڪيو وڃي'-
'بايد بحكم حق همه بتهاي شان شكست، شان حاليه چو عهد اطاعت شكسته اند؛
فرض است بدين مير محمد قتال شان، چون شان بدين امجد وي خصم گشته اند':

انهيءَ فساد ۽ تلخيءَ جا اسباب فقط اهي نه هئا. بلڪ سڀ کان زياده محرڪ مسلمانن جي اقتصادي بدحالي ۽ هندن جي سماجي برتري هئي. ازانسواءِ سنڌ جي هندن جون همدرديون ان وقت جيسلمير ۽ جوڌپور جي راجائن سان هيون وڃي ٿيون، جن جو ميربجار جي قتل کان پوءِ، ٽالپرن سان ويرٿي پيو هو. مخدوم ابراهيم "نشر حلاوة المعارف والعلوم في الرد علي من نصر الڪفار واهل رسوم" ۾ جيڪي لکيو آهي، ان مان انهيءَ زماني جي هندن ۽ مسلمانن جو اندازو ٿي سگهي ٿو، ۽ حڪومت جي متعلق لئي جي مخدومن جو جا خيال هو، اهو به معلوم ٿئي ٿو. مخدوم ابراهيم جوڌپور جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته:

"اتي مسلمانن سان سخت آزار آهي. ٿلول ڪرڻ خاطر هڪ نامعقول مسلمان کي قاضي بنائي، ان جو نالو قاضي گنگارام رکي ڇڏيو اٿن. جيڪڏهن ڪو مسلمان حلال جانور ذبح ڪري ٿو، ته ان کي قتل ڪري، ان جا ٻار ٻچا ليلام ڪيا وڃن ٿا. سنڌ سان به انهن جو سخت آزار آهي. مرحوم ميربجار کي جوڌپور جي راجا ڌوڪو ڏئي قتل ڪرائي ڇڏيو، ۽ سنڌ ۾ ايڏو عظيم فتنو برپا ڪيو ويو، جنهن جي باھ جا آلا اڄ تائين وسامي نه سگهيا آهن. اسان جي ملڪ تي هنن ڪيترا دفعا چڙهائي ڪئي آهي؛ هڪ ۾ مير فتح خان ٽالپر زخمي ٿيو، ٻئي معرڪي ۾ ميرسهراب جو پاٽ، غلام محمد، قتل ٿيو؛ اڄ تائين سنڌ جي اميرن کان اهو ٻچي نه سگهيو جو ڪٺي عمرڪوٽ جو قلعو انهن کان خالي ڪرائين، ۽ نه ڪنهن کان اهو ٻچي ٿو ته ميربجار ۽ مير غلام محمد جي خون جو بدلو وٺي؛ حالانڪ انهن جي جانشينن ۾ ميرفتح علي خان، ميرغلام علي خان، ميرڪرم علي خان، مراد علي خان، غلام حسين خان، ميربهرام ۽ ميرسهراب جهڙا سورهيه به موجود آهن."

سنڌ ۾ هندن ۽ مسلمانن جي حالت بيان ڪندي لکي ٿو ته:

"اسان جي ملڪ مان اسلام جو غلبو غائب ٿي چڪو آهي. علانيه شراب ڪڍيو وڃي ٿو. شطرنج ۽ چوسر رات ڏينهن کيڏي وڃي ٿي. رنڊين کان سندن ناجائز آمدنيءَ تي ٽيڪس ورتي وڃي ٿي؛ ڪڏهن تي به ٽيڪس لڳائي وئي آهي. ڇانورن مان شراب ڪڍيو وڃي ٿو. دڪانن تي عام بت پرستي چالو آهي. مسجدون غيرآباد آهن. هندن جي عبادتگاهن جا ڏيا آسمان تائين روشن آهن، ۽ مسجدن ۾ انڌيرو آهي. مقدما مکين جي حوالي ڪيا وڃن ٿا. قاضي جيڪڏهن فيصلي ۾ مکين جي مخالفت ڪري ٿو ته انکي سخت تڪليف ڏني وڃي ٿي. مان، انهيءَ آزار کان ٺٺو ڇڏي ڪراچيءَ هليو ويس، حالانڪ اتي بدعت ۽ فساد جو ڪافي زور هو، ليڪن مير فتح علي خان جي عملداريءَ کان گهٽ. اتي جو حاڪم مير محمد نصير خان هو؛ ان جي وفات بعد، جڏهن اهو بندر به مير فتح علي خان جي هٿ آيو، ته اتي به ساڳي حالت شروع ٿي وئي. ٽالپرن جي زماني ۾ ڪيترن هندن مسلمان عورتن سان خرابيون ڪيون؛ ڪيترا مسلمان مرد ۽ عورتون هندن وٽ غلام آهن. ڪراچيءَ ۾ ٻنيو نالي هڪ قاسائي هو، جنهن ڳئون ذبح ڪئي؛ هندن ڳوڙيءَ جو ڳوڙيءَ ۾ ان کي شهر بدر ڪري، سندس گهر ٻار لٽي ڇڏيو؛ ڪنهن به مسلمان کي طاقت ڪانه ٿي، جو ٿڪي حرف ڪڇي سگهي. نواب مير فتح علي خان جي زماني ۾، هندن جو اقبال ۽ اثر وڌي ويو آهي". (١)

---

(١) ڏسو مضمون "ڪلهوڙي جي نڪتي خالي جا مخطوطا" از مولانا عبدالرشيد نعماني، مطبوعہ رسالہ "دعوت الحق" - جنوري، ١٩٥٣.

باد آبادان ابد از عدل شاهان ملڪ سند،
"مائل" حق اين دعا در مرض ورد جان نمود!

— ص ٢٢٠

(٣) برشهان دائم ز حق واجب رعيت پروري است،
ڪز رعيت پروري اقبال شان را برتري است.

— ص ٢٢٣

(٤) مير مائل هيٺين قصيدي ۾ ڏڪر جي مفصل حالت بيان ڪندي، ڪي نهايت دلچسپ پهلو بيان ڪيا آهن:

در تجاهل گناه بر من نيست، عقل در روغن است، روغن نيست؛
مرد ميت زمردمان گر شد، مرد بي عقل ڪمتر از زن نيست؛
روح حيواني ست غلهٔ قوت، از گرانيش روح در تن نيست؛
روح از تن چو رفت - رفت گذشت، چيست باقي ڪه در گذشتن نيست؟
روغن و غله عقل و روح چو بود، جز تمنا بخويش بردن نيست؛
زندگاني وبال جان شده است، چاره ديگر بغير مردن نيست؛
مردن آسان ولي پس از مردن، طاقت نان و حلوه ڪردن نيست؛
مرده هم نان و حلوه مي خواهد، چه توان ڪرد هردو با من نيست!

مير صاحب لکي ٿو ته "ڏڪر تباهه ڪري ڇڏيو آهي؛ اَن جي گرانيءَ بدن مان روح فنا ڪري ڇڏيو آهي؛ زندگاني وبال ٿي پئي آهي؛ هن وقت ته مرڻ کان سواءِ چارو ڪونهي؛ ليڪن جا ڪجهه مرڻ ۾ ڏکيو آهي، جا ڪاڻ ته مردي کي ۾ جمعاڻي تي ماني ۽ حلوو گهرجي؛ مرڻ جي ته سڀني ۾ آهو پريون ماني حلوو ڪينءَ مهيا ڪجي! نه خرچ جي طاقت، نه خيرات جي قوت: نه جمعاڻو، نه چاليهو ڪري سگهبو!"

ته ويران شد و درين مذڪور، ذڪر ويرانيش نهفتن نيست؛
ڪاردارش زڪار رفته سگي، آن ڪه ڪارش بجز گزيدن نيست؛
وان دگر سگ ڪه ڪوتوال ويست، ڪمتر از شمر اين جوشن نيست؛
من چه سازم ڪزين خرابيءَ حال، اين خرابه سزاي مسڪن نيست؛
ماندن اين جا ست مشڪل و ليڪن، چه ڪنم دست و پاي رفتن نيست؛
وحشت آباد شد جهان يڪسر، هيچ جا جاي آرميدن نيست؛
جنس غله ز نقد جانست گران، زين گران ترڪه جان در تن نيست!

مير صاحب چوي ٿو ته "ٺٽي جو سڄو شهر ويران ٿي ويو آهي؛ جيڪا حالت اهي ان کي ڪيترو لڪائجي؛ هڪ ته ڪاردار بي ڪار، نڪمو ۽ فضول ڪتي جهڙو آهي، جنهن جو ڪم سواءِ ان جي پيو ڪرڻ آهي ته سڀ ڏينهن وٺي ڏاڙ هيندو؛ ڪوتوال صاحب ڄڻ شمر جو اولاد آهي؛ ٺٽو، حقيقت هيءَ آهي، ته هاڻي رهڻ جهڙو آهي ئي نه: ۾ ڇا ڪجي "چه ڪنم دست و پاي رفتن نيست!"

جان بر لب عالمي ست زين شيون، شيون همچو جان سپردن نيست؛
رفت چون جان زمن ڪجا جويم، جان زتن رفته را نشيمن نيست؛

اهي اسباب هئا جنهن ڪري ٽنهي جي هندن ۽ مسلمانن ۾ تلخي هئي، جيڪا شايد حڪومت جي دور ڪرڻ کان ٻاهر هئي! مير مائل جي بياض ۾ هڪ قطعو آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته مير فتح علي خان جي زماني ۾، مسلمانن، هڪ ڪلاميءَ (؟) نالي هندوءَ کي، انهيءَ ۾ قتل ڪري ڇڏيو: ڇو ته هن ڏوهه اهو هو ته هن دين اسلام جي خلاف لبڪشائي ڪئي هئي، جنهن بعد هو غالبا توبه تائب ٿيو ۽ پڻ معافي ورتائين. انهيءَ تي مسلمانن ۾ اختلاف ٿي پيو: هڪڙن جو چوڻ هو ته معافيءَ وٺڻ بعد هن کي قتل ڪرڻ جائز نه هو، ٻين جو خيال هو ته کيس قتل ڪرڻ جائز هو! قطعي جو عنوان آهي:

"قطعه در جواب شخصي که حرف گيري بر قتل ڪلامي (؟) هوذي مي نمود".

چو در پاس ڪلامي گفت شخصي، که جائز قتل وي در شرع کي بود!
بگفتم بس جوابش سال قتلش، "به حکم شرع جائز قتل وي بود":

١٢٠٩ هه

شمرده سال قتلش گفت تو بس، چو تائب شد دگر اين بحث طي بود.

— ص ١٢٠

**ٽڪي ۾ ڏڪار**:— مير مائل جي بياض ۾، ٽڪي جي ڏڪار متعلق بہ چند دلچسپ قطعا موجود آهن:

(١) ز قحط غله چنان عالمي بجان شده است،
که جان عالم در ناله و فغان شده است:
بود تدارک اين امر بر شهان معروض،
ز امر حق چو چنين برشهان شده است:
تدارکش بود اين آنکه ......... طلبند،
هر آنچه غله ازين شهر ساروان شده است:
دگر شود ز کرم وجه داعيان جاري،
ز اهل مکرمت اين عرض شايگان شده است:
هميشه باد جهاني ز فيض شان آباد،
خوش اين عريضه آباديء جهان شده است!

— ص ١١٧

(٢) شهر يارا طرح غله شهر را ويران نمود،
آنکه ويرانيش خلق شهر را حيران نمود!
چند از ويرانيش در حيرت آرم ذکريش،
چونکه ذکر عدل شاهان خلق را شادان نمود:
تا کنند آباد شاهان ملک خود با عدل و داد،
حق صفات عدل شاهان ذکر در قران نمود:
از کرم اي شاه صدر عدل و احسان بالمراد،
با بدت با العدل اين مشکل ز شان آسان نمود:

قول ارباب حق بود مقبول، اعتماد بقول مؤمن نيست؛
گويد از زر شود حصول مدام، حاصل اين يقين بجز ظن نيست؛
ميكند نرخ بيش حاصل بيش، اين سخن درخور[1] شنيدن نيست؛
بخزانه شود ازين توفير، اين خبر در كتاب مخزن[1] نيست؛
زر بده غله خر اگر داري، زانكه زر از براي ديدن نيست؛
جاي حرفست ولي چه بايد گفت، بنده را جاي حرف گفتن نيست؛
مي خرند اهل دولت و جز شان، به كسان قدرت خريدن نيست؛
عالم جان بلب بكرسنگي ست، سيري شان ز يک دوخرمن[1] نيست؛
غله داران بعشرت و عيش اند، در غريبان بغير شيون نيست؛
غله خر حاليا كسي درسند، جز بكفار و چند ميمن نيست؛
طرفه بد مشرب اند شان، كه بشان، سير از پرسش مهيمن نيست؛
غله از سندمي كشند ولي، هيچ بهبود در كشيدن نيست؛
مي شود حق ازين گران خاطر، اين گران خاطريش احسن نيست؛
نيست اين كار از خلل خالي، چاره اش جز بمنع و قدغن نيست؛
چند گويم شكايت اين قوم[1]، كه مرا دخل اندرين فن نيست؛

[1] بليک ماركيٽ كندڙ ميمڻ قوم، ڪاري ڪري پئي آهي، اگهه اڀرا چڙهي ويا اٿن جو جان ڏني به داڻو ملي ڪونه ٿو سگهي؛ سڄيءَ سنڌ جو اَنُ انهيءَ قوم ۽ هندو زردارن اچي ڪلو ڪيو آهي؛ هن وقت اسان سڀ مصيبت ۾ آهيون؛ عيش و عشرت فقط اهي بليڪ ماركيٽر ڪن ٿا، جن کي نه خدا جو خوف آهي، ۽ نه ڪنهن بالا دست جي پرواهه'.

حيدرآباد حيدرآباد ست، خوش در آنجا نشان ......... نيست؛
ز اهل اسلام مژده دركار ست، كار با مژدهء برهمن نيست؛
بر شهان لازم است تدارک كار، كار من جز بعرض كردن نيست؛
خاصه شاهي كه با دل و دستش، در كرم هيچ جاي سعدن نيست؛
آنكه در روز كين تقابل وي، صد چو اسفنديار و بهمن نيست؛
كر نسيم كرم وزد بيشک، در جهان همچو سند گلشن نيست؛
ورنه از شور اين خس و خاشاک[1]، حاليا سند كم ز گلخن نيست؛
رمز اين عرض گو ز من با شه، چون مرا طاقت رسيدن نيست؛

[1] مير صاحب کي عرض ٿو ڪري ته 'انهيءَ معاملي جو تدارک ڪرڻ اوهان تي لازم آهي؛ منهنجو ڪم ته فقط عرض ڪرڻ آهي؛ جيڪڏهن مير ڪرم علي خان جي ڪرم جي هوا گهلي ته سنڌ جهڙو گلشن سڄي جهان ۾ ڪو ڪونه آهي؛ اڄ حالت ۾ ته هن وقت سنڌ جو حال اهو آهي جو ڏوڙ اڏامي رهي آهي؛ مان پاڻ پهچي ڪونه ٿو سگهان؛ هتان وڃي عرض پهچائڻ کان سواءِ چارو ڪونه آهي'.

شاهان ابد سلامت باد، کس دعاگوي شاه چون من نيست؛
کرد از دوستي نصيحت وي، گفتن پسند کار دشمن نيست؛

حال نضل اين هند و کنون اميد، جز افضل کرم ذوالمن نيست؛

حق کنند آشکار پسر از عمر،
عرض "مائل" بحق نهفتن نيست، — ص ٣٣

**نشيدار شين ۾ نشش:** — شراب، ڀنگ، چرس ۽ ٻين نشيدار شين کان ذاتي طرح ٽالپر حڪمران يا شهزادا خواه امير قطعي دور هئا. انهيءَ حد تائين جو انهيءَ معاملي ۾ پاڪباز هئا، جو حقو به سندن حلقن اندر استعمال ڪونه ٿيندو هو.

ٽالپر، انگريزي دوائون جن ۾ ڪا پڻ، هن ڪري استعمال نه ڪندا هئا ته متان منجهن شراب جي آميزش هجي. ڊاڪٽر برنس، ذاتي مشاهدي بعد بيان ڪري ٿو ته "مسلمان حاڪم گهڻو ڪري عياش، سست ۽ نڪما ٿين ٿا، ليڪن سنڌ جا سردار انهن عيبن ۽ علتن کان آجا آهن: عياشيءَ ساڻ سندن رغبت غالباً هن ڪري به نه آهي جو هو تمام خوددار ۽ نهايت بلند خيالن وارا آهن: نشيدار شين کان به صفا بري آهن."

هڪ دفعي جي ڳالهه ٿو ڪري ته "مون کان ميرمرادعليخان ڏاڍو ھونءَ کائڻ جي اجازت گهري. مان 'ڏاڍو ھونءَ' جي لفظ کي 'دارون' سمجهيو، ڪيس چيو ته هن بيماريءَ ۾ شراب جهڙي محرڪ شيءِ مفيد نه آهي، متان خون جو دورو وڌي وڃي. مير صاحب جو چهرو لال پيلو ٿي ويو، هن مون کي چيو ته 'اوهان کي منهنجي اڳيان اهڙيءَ شيءِ جو نالو نه کڻڻ گهرجي، جيڪا اسان جي لاءِ حرام آهي'." ڊاڪٽر برنس اڳتي لکي ٿو ته "پر هندستان اٿين سمجهن ته هن منهنجي اڳيان فقط ڏيکاءَ ٿي ڪيو - نه، بلڪل نه. اها حقيقت ۽ منهنجو ذاتي مشاهدو آهي ته امير نشيدار شين جي استعمال کان پاڪ ۽ صاف آهن. مون کي معلوم آهي ته ڪن وقتن تي دربار ۾ ڪو ماڻهو شراب پي آيو ۽ سندس وات مان بوءِ، مير صاحبن تائين پهتي، ته ان کي سخت بي عزتو ۽ ذليل ڪري دربار مان ڪڍيو ويو: جيئن ته هڪ دفعي بهادرخان کوکر، هڪ بلوچ سردار، جيڪو ميرمرادعليخان جو خاص ماڻهو هو، سو نوڪريءَ مان ڪيتري وقت تائين محض هن ڪري ڪڍيو ويو، جو هڪ دفعي ڪيس نشي ۾ ڏٺو ويو هو." ڊاڪٽر آخر ۾ لکي ٿو ته "ٽالپر دوا طور به شراب ڪڏهن استعمال ڪونه ڪندا هئا: ساري ڪٽنب ۾ اهو به ڪو ڪونه کائي، ۽ نه جنهن جي ٿي ڪو وجهو آهي."

منشي آوترام به انهيءَ ڳالهه جي تصديق ڪري ٿو. پنهنجي ڪتاب "سنڌ جا مير" ۾ چوي ٿو ته "مير صاحب نشو ڪنهن به قسم جو ڪونه ونندا هئا: انهيءَ نسبت هو بلڪل پرهيزگار رهندا هئا." — ص ٣٣

ٽالپرن جي انهيءَ روش جو البته عوام تي اثر ڪونه هو. هو پنهنجن نشن پتن، ڀنگ پيئڻ، آفيم ۽ چرس ۾ مشغول رهندا هئا. ڊاڪٽر برنس لکي ٿو ته "جيڪر پاڻ نه انهيءَ ڪري، حاڪمن جي پرهيز جو رعيت تي چڱو اثر ٿيو هوندو، پر آزمودي مان ظاهر ڪرڻ ٿو پيو ته اڪثر سپاهي ۽ ڪيترا درٻاري هر طرح جي نقصان ڪار ۽ ڪمزور

ڪندڙ عيش ۽ عشرت ۾ مبتلا آهن. امير وٽ اهڙو عام جام آهي، جهڙو ڪڇ ۾ ڊٿر ته برانڊيءَ جون ٻه ٻوتلون وڏي ۾ وڏي سوغات ليکيون وڃن ٿيون.“ — ص ٨٨

مسٽر برنس، مشهور انگريز سياح، حسب معمول پنهنجي زنده دلانه انداز ۾ انهيءَ مسئلي تي هيٺين طرح رقمطراز آهي:

”هاڻوڪيءَ حالت ۾، سنڌ اندر شراب نوشيءَ جي علت ڦهليل وئي آهي. سڀني درجن جا ماڻهو، سواءِ عالمن ۽ ديني رهنمائن جي، سڀ پيالي پائي آهن. شراب ۾ اڪثر اڪ تي پاڻي ملائي پين ٿا. پيئڻ وارو ماڻهو ڪاڏي کان اڳ ٻه چڪو چاڙهي ٿو: موج ۾ اچڻ بعد ڪڏو کائي، وري چڪو پئي ٿو: وڏيڪ ڪنهنکي مزو وٺڻو ٿئي ته شراب مٿان ڀنگ جو پيالو ٻه چاڙهي ٿو — ان مان ڪين خيال آهي ته نشو تيز، تازو ۽ سوادي ٿئي ٿو.“

برنس صاحب، حسب دستور، هر معاملي کي تفصيلي حد تائين لکندو آهي. چنانچه هن تفصيل ڏنو آهي ته انهيءَ زماني ۾ سنڌ اندر شراب جا ڪهڙا قسم هئا. اسان ٻه ڪيرون ٿا ته اهو پهلو ناظرين جي سامهون اچي.

سنڌ ۾ شراب جا ٻه نمونا مروج هئا:

(١) گڙ جو دارون — هيءَ، گڙ ۽ ٻٻر جي ڇوڏي مان ٺاهيو ويندو هو. برنس صاحب لکي ٿو ته ”اهو شراب تکو ۽ بي ذائقي آهي. ان کي هندو، شوق سان پين ٿا؛ سچي سچي بوتل، ١٥ سنڌن جي وقفي سان چکو ڪري پي وڃن ٿا.“

(٢) ڇهارن يا کارڪن جو دارون — ”اهو شراب اگرو ۽ سخت گرم ٿئي ٿو، ڪهڙو ڪري ان کي غريب ماڻهو واپرائين ٿا.“

انهن کان سواءِ، ٻيا ٻه قيمتي شراب هيٺين قسمن جا چالو هئا:

(١) ”انگوري شراب جنهن کي ڪشمشي به سڏجي ٿو؛ (٢) سونفن يعني وڏف جو شراب جيڪو نهايت عمدو ٿئي ٿو؛ (٣) مشڪي شراب؛ (٤) ترنجي شراب؛ (٥) مصري شراب — هي شراب پڻ قيمتي ٿئي ٿو؛ (٦) گلابي شراب؛ (٧) ڪيسري شراب.“

برنس وڌيڪ لکي ٿو ته ”عام غريب طبقو ڀنگ ۽ آفيم ڪسي واپرائي ٿو. ۽ هڪ ٻه ان کان سواءِ ڪوله ٿو سرين. اميرن جي زماني ۾، ڀنگ آني سير هئي. جڏهن انگريزن ان جو ليکو لنيو، تڏهن ٦ آني سير ٿي. ڀنگ پڻ ڪري، عام سنڌي، بدني ۽ دماغي ڪمزوريءَ ۾ مبتلا ٿي ويا آهن، ۽ ننڍهن ۾ ٻه ڪيئي مرض پيدا ٿي پيا آهن.“ (٣٥- ٣٦، ميراڻي سنڌڙي)

نشيدار شين جي انهن مضر اثرات کي محسوس ڪري، آخر مير ڪرم علي خان ٽالپر ۾ سڀني لشن تي بندش وڌي. ٿئي جي عالمن کي ته اڳ ئي اعتراض هو، هنن پنهنجي مختلف رسالن ۾ اڳئي انهيءَ سلسلي ۾ سخت تنقيدون لکيون هيون. جڏهن بندش پئي تڏهن سڀ کان پهريون اٿي جي هن شاعر يعني مير مائل نهنت جو قطعو تصنيف ڪري، مير صاحب جي خدمت ۾ پيش ڪيو:

بنازم کالدربين عهد دبات، بلي ترويج حکم شرع باري؛
بحکم خسروان تابع شرع، که بااا حکم شان پيوسته جاري؛
ز منع شرب خمر و نوش سوزم، که بوده حاصل آن هردو خواري؛
بکام انهدام بيخ افساد، بنائي دين گرفته استواري؛
بحمدالله که از ترويج اين حکم، بشد بهر از رجس امم وستکاري؛
درين شکرانه مي سازد بحق عرض، دل «سائل» بحق از حق شعاري؛
علي خوش بالکرم بخشد بشاهان، همه کام از مراد کامگاري!

— ص ۱۴۰

وظيفا ۽ ٽئڪس:- ٽالپرن، سنڌ ۾ ساداتن، عالمن، مخدومن، تڪيہ نشين ۽ علمي خواه ديني خاندانن جا وظيفا مقرر ڪري ڇڏيا هئا: روزينو، يڪ ماهي، ٻه ماهي، سالياني ڪين ملندو هو؛ ڪن کي سيريون به هونديون هيون. وظيفو نقدي به هو ۽ جنس جي صورت ۾ به ڏنو ويندو هو.

اهوءَ طرح، جيئن زمينن تي ڍل ورتي ويندي هئي، تيئن شهري ڌنڌن ۽ صنعتن تي به سرڪاري ٽئڪس پوندي هئي. شهر ۾ لين، جاين لهرائڻ تي جيئن اڄ ڪالهه ميونسپالٽي ٽئڪس وٺجي ٿي، تيئن ان زماني ۾ به اهو رواج موجود هو. اماڻڪي تفصيلي طور انهن ٽئڪسن ۽ وظيفن جي انداز جي معلومات ڪانه آهي، البت انهيءَ سلسلي ۾، سائل جي چند قطعن مان اشارا ملن ٿا، جن کي اسان هيٺ درج ڪيون ٿا. هڪ قطعي جو عنوان آهي! «قطعه در باب دو ماهه!»

اي ز فتحت بباب کام فتوح، وي به بابت ز فتح کام رواه؛
«سائل» حق بکام مژده فتح، که ز حق باد وقت اين در گاه؛
ميکند عرض بهر شغل فتوح، بهيت استاد خود بحضرت شاه؛
«ما براي تو فتح خواهد اسم، خسروا تو ز ما فتوح مخواه!
از کرم خسروا بکام عظيم، فتح باب فتوح کن لله!»

— ص ۱۴۲

ٻئي قطعي جو عنوان آهي: «عريضه منظوم در ........... مجرائي شکست به تو لطاف ۽ وجوهات اهل وجوه»:

بحق در حضور شهان زمان، شهين ست عرض دل داعيان؛
که از وجه خير خود و قوت شان، بسازند کم درهمي اين زمان؛
که از دادن خير بي اشتباه، فزون مي شود عمر و اقبال و جاه؛
کنه خير چون هر شکست درست، ببايد به اين امر دادن شکست؛
که اين خير خمس و زکواة شماست، شرف بخش ذات و صفات شماست؛
بسادات خمس است با ديگران، زکواة است هم صدقه اين خير شان؛

بود خير هر چيز افزون خوش است، | افزايش درين كار ميمون خوش است؛
كنند خير زد ابلا دم بدم، | بـ لنص حديث رسول آمم؛
ز حق عرض اين كار خير است چو فرض، | ازين وجه خيرات شد عين فرض؛
كه اول بده سالم اين وجه شان، | همان كهنه و صورت بيگمان؛
شده نصف پس باز از نصف هم، | شد از بدعت بند يك حصه كم؛
كنون باز كم كردنش نا روا ست، | كه قوت مساكين اهل دعاست؛
درين كار خير ست خوبي بسي، | بود سائل خير شان هر كسي؛
بود عمر و اقبال شاهان سند، | فزون از دعاي ضعيفان سند؛
ز شان اين دعا از خدا دم بدم، | بود لفظ آمين بمعروض ضم!
ز «مائل» بحق اين نصيحت بس است، | كه يك حرف بس گر به خانه كس است.

— ص ١١٤

هڪ قطعي جو عنوان آهي: ”گذارش درباب معافي قصور بد لنو احداث از وجوهات اهل وجوه“:

شاها پيوسته زير قصر گردون، | چو قصر دولت دارالسرور است؛
درين دارالسرور از فرط بهجت، | بياد ما كجا حور و قصور است؛
و ليكن از تكاليف قصورات، | چنين عرض دل الدر حضور است؛
كه تكليف قصور بنده لنو، | ز تو از وجه ما ز الصاف دور است؛
لدارم چون قصور اندر رعايت، | معافيء قصور از ما ضرور است؛
هميشه باد قصر جاهت آباد، | ابد تا قصر جنت پر ز حور است!

— ص ١١٤

هيئنئن قطعي جو عنوان آهي: ”قطعه گذارش كه بر بندي تنقيح وجوهات اهل وجوه هنگام گذارش لوشته بود (؟)“:

اي بنديء وجه خير، قوت ضعفاست، | كه اجرائيش از ازل بسه اسناد دعاست؛
گيرند جمع و خرچ شاهان چو حساب، | مجرا ز خدا به دفتر فضل و عطاست.

— ص ١٢٠

## (٣) ٽالپرن جون تاريخون

مير مائل پنهنجي پياهن پر، ٽالپر حڪمرانن، شهزادن ۽ ڪن شهزادين جي جنم ۽ وفات جون تاريخون به ڏنيون آهن. اهي تاريخون، تاريخي لحاظ سان بيحد قيمتي آهن، جاڪاڻ ته ڪيترن ٽالپرن جي تولد ۽ انتقال جون تاريخون، تاريخ ۾ اسانکي ڪو نه ٿيون ملن. اسان انهيءَ قسم جي قطعن کي ترتيب ۽ تشريحي لوٽ سان هيٺ ڏيون ٿا.

**مير فتح علي خان جي شهزادي**:- فاتح سنڌ، مير فتح علي خان کي ڪيتريون نياڻيون هيون، غالبا ان جو تاريخي رڪارڊ ڪو نه آهي. سندس هڪ نياڻي، بيبي بلقيس،

وڏي علم و فضل واري هئي. نثر خواهه نظم تي کيس قدرت ڪامل هئي. ڪتب بيني ۽ ڪتب خاني سان سندس گهڻو شوق هو. رات ڏينهن مطالعي ۾ مصروف رهندي هئي. اڄ به ڪيترا ڪتاب نظر مان گذرن ٿا جيڪي ان بلند اقبال ۽ پاڪيزه ذوق واريءَ سنڌي شهزاديءَ پنهنجي خاص ڪتب خاني لاءِ نهايت اهتمام سان نقل ڪرايا هئا. انهيءَ شهزاديءَ جو عقد، مير نور محمد خان سان ٿيو، ۽ سندس انتقال ١٦ صفر ١٢٨٢هه جو ٿيو (مضمون مرزا احسن ڪربلائي، "نئين زندگي"، مارچ ١٩٥٥ع). مير مائل جي بياض ۾ مير مرحوم جي هڪ لائيءَ جي وفات جو قطعو مليو ٿو، جنهن جو انتقال ١٢١٦هه ۾ ٿيو، يعني والد جي وفات کان هڪ سال ۽ ڪجهه مهينا اڳ:

مير ما در دهر ڪه غمگين مباد، بمن فيض غمگسار بي نظير؛
مير ما فتح علي خان نامدار، آنڪه نامش در جهان آمد شهير؛
رفت چون معصومه اش زين دار غم، در جوار روضه حضرت شبير؛
ساخت اين غم گرچه جانش را غمين، هست انسان را ازين غم نا گزير؛
ليڪ با هر غم چو فرحت لازم است، ميشود زين غم دگر فرحت مسير؛
هست چون الله مفتاح الفرج، باد از لاتقنطوا فرحت پذير؛
گفت با طبعم پئي تبشين سال، در عزا پرسي چنين روح القدير؛
"از براي دفع اين افسوس زود، مودهء نعم البدل آيد به مير"؛(١)

١٢١٦هه

بمن الهام اول اين تازه بيت، ساخت دل عرض حضور آن امير؛
بسڪه ڪام عالمي زو حاصل است، باد از افضال يزدان ڪام گير؛
در دعايش هست لب يا رب خلق،
"مائلا" ڪن بعد ازين ورد ضمير. — ص ١٠٩

نعم البدل مير صاحب کي انهيءَ رات عطا ٿيو جنهن رات سندس هن جهان مان لاڏاڻو ٿيو. کيس ١٠ محرم ١٢١٧هه جو پهريون شهزادو ڄائو؛ رات جو پهريون پهر هو، مير صاحب تي سڪرات جو عالم طاري هو؛ اوچتو محل تان سجاول ڪار آئي، جنهن اچي اها بشارت ڏني. مير صاحب اکيون کوليون، اٿي ويٺو، پٽ کي ڏسڻ لاءِ پنهنجي ڪمري ۽ محل جي ڪمري جي پٽ پڃاياٿين، جيئن پنهنجي ولي عهد کي هن جهان مان موڪلائيندي هڪ نظر ڏسي وڃي. مير حسن علي خان سنڌ جي شاهنامي ۾ لکي ٿو:

رهي ڪانه ڪا بي آرزو ۽ مراد، جا بخشي نه هئي انکي رب العباد؛
مگر رهندي هئس دل ۾ هيءَ آرزو، خدا کيس فرزند ڏي نيڪ خو؛
ڪئين عمر ان آرزوءَ ۾ تمام، ٿيو آخري وقت ۾ شاد ڪام؛
ڏنو انکي فرزند رب العباد، خدا ان جي دل جي ڪئي حاصل مراد؛
سجاول جڏهن آندي هيءَ تهنيت، گهڻو خوش ٿي ويو مير زان بي جهت؛

(١) هتي، مير "مائل"، "آ" جا ٻه عدد شمار ڪيا آهن؛ تاريخ گوئي، جي اصول مطابق ان جو عدد هڪ شمار ٿيڻ گهرجي ها.

مي سڄو ڏي تن ۾ طاقت وري، جڙي هنڌ تي ويلو اٿي ان گهڙي؛
چيائين آئي شڪر پروردگار، عطا مونکي ڪيو جنهن وري صوبدار؛
چئين پٽ ڀڄي در ڪريو درز ڪسان، تہ فرزند اڪين سان ڏسي خوش لبان؛
مگر ضعف طاري وري ٿي ويو، تہ من دل جو مطلب سو رهجي ويو؛
رکيائين پسر ڀنهنجيءَ ۾ جا قرار، سجاول ڪسي سا ڏٺي ڪيئين ڪامگار.

—ص ٧٧

مير صوبدار جي آمد ۽ مير فتح علي خان جي روانگي انهيءَ هڪ رات عمل ۾ آئي. سر مير صاحب جي انهيءَ اولاد جو پتو پوي ٿو، يعني هڪ شهزادو ۽ ٻہ شهزاديون.

**مير فتح علي خان جو انتقال**:— مير صاحب کي ڪي ڀيءَ ۾ سرطان جي ڦرڙي هئي، جا هميشہ علاج معالجي سان رفع دفع ٿي پئي ويندي هئي؛ ليڪن جڏهن لاڏاڻي جو وقت اچي ويجهو ٿيو، ان وقت ڪنهن بہ سٽيءَ ڦڪيءَ فائدو ڪونہ پهچايو، ۽ مير صاحب جو انتقال ١٠ محرم ١٢١٦ھ جي رات جو ٿيو. سنڌ جي ٽالپر خاندان جو باني، ۽ سنڌ جي ٽالپر گهراڻي جو پهريون فرمانروا، سنڌ جو فاتح، مير فتح علي خان، امامن واريءَ رات، رب ڏي راهي ٿيو. ٽالپر گهراڻي ۾ ماتم مچي ويو: سڄيءَ سنڌ تي غمن جو غبار ڇانئجي ويو. مير غلام علي خان ڪائنس ٻيءَ پئي نمبر تي هو، اهو مسند نشين ٿيو. مير ڪرم علي خان ۽ مراد علي خان ساڻس شريڪ ڪار ٿيا، ۽ مير فتح علي خان جي معصوم ٻار مير صوبدار کي ڀيءَ جي ڀڪ ۾ڏائي، رسمي طور حڪومت ۾ شريڪ ڪيو ويو. مير مائل، انهن سڀني ڳالهين کي پيش نظر رکندي، هيٺيون تاريخي قطعو تصنيف ڪيو:

فغان و آه ڪہ اندر عزاي شاه شهيد، عزاي خسروي دوران بدهر گشت عيان؛
فرشڪ در شب عاشوره آن مير ڪبير، ز تختگاه ايالت نمود نقل مڪان؛
گذشت در صف شهداي دين بصد اعزاز، گذاشت مملڪت ملڪ از پئي اخوان؛
درين نشيب ڪہ شد رخنما بحڪم قضا، خداش ڪرد عطا پور نيڪ نام زمان؛
ڪہ گفت سال ولود شريف از هاتف، "بود اميد بشرف مير صوبدار ايوان"؛

١٢١٦ھ

خدا زياد ڪند عمر و بخت و اقبالش، بياريء حسنين و عنايت يزدان؛
درين عزا ڪہ بيامد بہ تهنيت همڪام، هزار شڪر برادين و هزار آه بران؛
بہ تخت مملڪتش ميرما غلام علي، جلوس ڪار نموده بشرڪت اخوان؛
بصبر و شڪر ڪہ شرط عزاؤ تهنيت است، سروش غيب چنين هر سال ڪرد بيان:
چو "مير فتح علي خان" "از تخت سند" گذشت، بگو "از پي غلام علي" نشست بران؛

١٥٢٣ ١٥١٣ ١٢٠٦ھ

١٥٢٣-١٥١٣=١٠ / ١٠+١٢٠٦=١٢١٦

بحق آنڪہ شد آن مير واصل حسنين، هميشہ باد دعاگوي زمره اخوان!

—ص ١٠٩

هيٺين قطعي ۾ فقط وصال جي تاريخ ڏنل آهي:

گشت چون مير واصل شهدا، جانش اندر بهشت بنمودند،
سال فوتش بهشتيان بلطف، "راضي الله عنڪ" فرمودند.

١٢١٦ھ —ص ١٠٩

مير صاحب جو مقبرو، حالن واريءَ خدا آباد ۾ آهي. قبي جي گنبذ تي سيد ثابت علي شاه جو هي قطعو اڪربل آهي:

شب شهادت شاه شهيد رحلت ڪرد، امير فتح علي خان خديو صاحب عصر؛
بگفت ثابت ز وار سال تاريخش، ”مکين قصر بهشت“ و مکان بهشتي قصر
١٢١٨هه

انهيءَ مقبري ۾ مير فتح علي خان وڏي جي مزار، مير غلام علي خان جي مزار، مير صوبدار بن مير فتح علي خان جي مزار، مير فتح علي خان بن مير صوبدار خان ۽ مير محمد علي خان بن مير صوبدار خان جون قبرون آهن.

**بيبي خيرالنسا جي وفات:-** مير فتح علي خان جي والده، بيبي خيرالنسا، جنهن کي قرب وچان بيبي خيران يعني خير ڪندڙ، سخياڻي سڏيو ويندو هو، ان جي وفات تي مير مائل طويل قطعو چيو آهي. بيبي صاحب سخياڻي، رحمدل ۽ وڏي خير ڏياڻي هئي. ڪيترين مسجدين ٺهرايائين؛ تعليم سان سندس شوق هو؛ هڪ عاليشان مدرسو تلعي جي دروازي جي ويجهو تعمير ڪرايائين، جنهن ۾ مفت تعليم ڏني ويندي هئي؛ شاگردن ۽ استادن جي مانيءَ ۽ لٽي جو سڄو خرچ پاڻ برداشت ڪندي هئي؛ ٽالپر شهزادين ۾ جيڪا تعليم آئي سا به هن برگذيده مائيءَ جي بدولت آئي.

مير مائل ڏاڍو پرسوز قطعو تصنيف ڪيو آهي:

دريغا ڪه ناگه بحکم قدر، قضا اين قضيه نمود آشڪار؛
تدر خوالد منطوقه ڪل نفس، قضا گفت از موت اين المزار؛
بداد لد از فادخلي جنتي، بشارت بمرضيه نامدار؛
ڪه اندر جنان بهر آن مرضيه، خواتين دين اند در انتظار؛
بر اين موده آمّ السلاطين سند، ڪه باد ابشان سلطنت برقرار؛
بفرمان مدلوله ارجعي، بفرموده عهد رضا استوار؛
بخاتون دين آم سبطين پاڪ، شد اندر جنان همدم و همجوار؛
فرستاد حق رحمت و مغفرت، به پيش آمدش از يمين و يسار؛
نمودند حوران قصر جنان، بقصر جنان جاي آن حق شمار؛
شد اندر خواتين دوران عزيز، چو خاتون دهر از جهان بست بار؛
بخواندند إنا له راجعون، در اين غم بفرمان پروردگار؛
ز بشنيدن اين صداي الم، بر آمد ز دل ناله بي اختيار؛
فسبحان حي الذي لا يموت، شده سجده دل به ليل و نهار؛
فطوبي لراضية نامية، فطوبي لمرضيه نامدار؛
فطوبي لتشريفهاء الجنان، فطوبي لتکريمها في المشار؛
غرض چونڪه مرحومه حق سرشت، ڪه در ياد حق بود ليل و نهار؛

بلبل نخستين ز ماه صيام، که باشد به رحمت کردگار؛
سرمايهء رحمت ايزدي، سوي جنان زين جهان بست بار؛

زحوران جنت شد اين سال کلّ، به خيرالنساء از ولا ياد ..........:

۱۲۲۲ھ

بخيرالنسا از دل آمد بدرد، دگر گشت سالش ز دل آشکار؛
بجنت ابد باد آن مرضيه، دعا گوئي اولاد عالي تبار؛

دربس تعزيت بشّرالصابرين، سود ورد "مائل" بليل ونهار. — ص ۱۰۹

مير مائل ٻيا چار قطعا به انهيءَ حادثي تي لکيا آهن:

سوده در اين دار چو اين صاحبه، مخلصهٔ بنت رسول خدا؛
باد دران دار هم از بعد فوت، واصلهٔ اکملهٔ دوسرا؛
ماحصلش آنکه چو اين صاحبه، گشت ز اخلاص دل باصفا؛
در مه رمضان بشب اولين، واصلهٔ محفل آن مهتدا؛
سال وصالش دل من گفت باد، "صاحبهٔ محفل خيرالنسا".

۱۲۲۲ھ — ص ۱۱۰

(۳) چون شد اين مقبولهء حق زين جهان، در جنان، نزد بتول ذي العطاء؛
سال ترحيلش سروش غيب گفت، "زيبد اين مقبوله با خيرالنساء".

۱۲۲۲ھ — ص ۱۱۰

(۴) چونکه پئي وصل حق سوي جنان زاين جهان، شد بجوار بتول صاحبهء حق شعار؛
در دم ترحيل او سال وصالش سروش، "گفت بخيرالنسا باد ابد همجوار".

۱۲۲۲ھ — ص ۱۱۰

(۵) شد چو اين مرحومهء عفت پناه، واصل جنت به تشريف وصال؛
هاتف غيبم بروز وصل او، "ادخلي جنات عدني" گفت سال.

۱۲۲۲ھ — ص ۱۱۰

انهن قطعن مان معلوم ٿئي ٿو ته مرحومه، پهرين تاريخ رمضان ۱۲۲۲ھ جو رات جي وقت انتقال ڪيو.

مير غلام علي خان: — مير فتح علي خان کان پوءِ، ڪچهه، مير غلام علي خان تي آئي. مير صاحب، ۲ جمادي الاول ۱۲۲۶ھ جو انتقال ڪيو. سندس لاش خدا آباد (هالن واريءَ) ۾ دفن ڪيو ويو. مير مائل هيٺيون قطعو تصنيف ڪيو:

شهي که گاه جلوسش بسند شاهي، سند به مهر ولايت ز شاه ما آمد؛
بحکم آن سند شاهي و جهان گيري، شکوه شاهجهانش بمرحبا آمد؛

بر حباش کہ عزم رزم آرائي، زشش جهت ظفر و فتح پيشوا آمد؛
بعهد شاهيء او يکسر از شهان جهان، بحضرت شهيش عهد صدق وفا آمد؛
وليء سند غلام علي ولي الله، ڪ از غلاميءِ شه بخشش اين عطا آمد؛
ز يمن صدق غلاميش از صداقت دل، غلام در گهِ او عز و اعتلا آمد؛
کنون بحق چو شوق وصال آن شد دين، ز صدر شاهي در جنت العلا آمد؛
بخلد نيز ز يمن غلاميء نامش، رفيق صدر نشينان دوسرا آمد؛
بروز واقعهء رحلتش ز صد اندوه، ڪ رخ نما بجهان ناڪ از قضا آمد؛
«زهي غلام علي بوده» گفت دل با آه، دلم بسال وصالش چو در حضا آمد؛
١٢٢٥ ھ
بجا غلام علي هم بگفت خود تاريخ، چو کامور ز غلاميش جا بجا آمد؛
دلش ز مير محمد مدام خوشدل باد، بحق ز «سائل» حق عرض اين دعا آمد.

مير غلام علي خان شڪار جو بيحد شوقين هو. هڪ دفعي هرڻ جي شڪار تي ريو. هڪ هرڻ کي پاڻ تڪبير ٿي وڌائين ته هرڻ جي سنڱ جي چنهب زور سان سندس اکر ۾ کهڙي وئي. موت لاءِ اهو بهانو بنجي آيو. زخم ڦٽاءَ ڪيو، رت ۾ زهر ملي ويو ۽ آخر لا علاج ٿي مير صاحب انتقال ڪيو.

مير ڪرم علي خان تي پڳ آئي؛ مير مراد علي خان سائس شريڪ ڪار هو؛ ۽ مير غلام علي خان جي شهزادي مير محمد خان کي پڻ جي پڳ ٻڌائي کيس به شامل ڪيو ويو.

مير صاحب جي زماني ۾، بهاولپور وارين جنگيون ٿيون، شڪارپور جو شهر هٿ ڪيو ويو، ڪراچي قلات کان واپس ورتي وئي، ۽ سبزل ڪوٽ حاصل ڪيو ويو. انگريزن سان ١٢٢٤ ھ ۾ معاهدو ڪيو ويو (١). شڪار جو شوقين ۽ بهادر ماڻهو هو. سيڪات جي ٻيلي ۾ ماڻهن مار شينهن کي ساهون ٿي، ترار سان ماريائين. شاه شجاع الملڪ، ڇڏهن ٻيل اڳاڙن لاءِ سنڌ تي افغانن جو ڪٽڪ چاڙهي آيو، ان وقت مير صاحب کيس ڪتو جواب ڏئي موٽائي ڪڍيو. مير حسن علي خان لکي ٿو:

---

(١) انگريزن ۽ سنڌ جي مابين هيٺين سالن ۾ معاهدا ٿيا:

٢٢ سيپٽمبر ١٧٥٨ع، محصول جي سهولتن لاءِ ڪمپنيءَ سان ٿيو؛

٢٢ اپريل ١٧٦١ع، تجارتي سهولتن لاءِ ڪمپنيءَ سان ٿيو؛

٢٢ آگسٽ ١٨٠٩ع (١٢٢٤ ھ)، انگريزن ۽ مير غلام علي خان جي وچ ۾ معاهدو ٿيو؛

٩ نومبر ١٨٢٠ع (١٢٣٦ ھ)، مير ڪرم علي خان ۽ انگريزن جي وچ ۾ عهد نامو ٿيو؛

٢٨ نومبر ١٨٣٦ع (١٢٥٢ ھ)، ٽئين سر عهدنامو ٿيو؛
٢٠ اپريل ١٨٣٨ع (١٢٥٤ ھ)، ٽئين سر عهدنامو ٿيو؛
١٨٤٣ع ۾، سڀئي عهد ناما انگريزن ڦاڙيءَ ۾ وسائي سنڌ تي قبضو ڪيو.

سهڻل

تڏهن مير صاحب چيو، لاسورا انهيءَ خيال سوهور ڪان در گذر؛
زمانہ دگرگون آئين نهاد، شد آن مرغ ڪہ او بيضہ زرين نهاد؛
سپهر آن بساط ڪهن در نوشت، نشاط دگر ملڪ را تازه گشت؛

هيٺر ڪهڙي ڳالهه، ڳالهه جو آ ذڪر ڇا، ڏيڻ ۽ وٺڻ وارا ٻئي ويا هليا؛
جي وڙهڻ هجني شاه تان آ ٻرون، هي گوءِ ۽ هي ميدان، آءُ ۽ تون."

— ص ٨٦

[چيائين جيڪا ڳالهه سونا آنا ڏيندي هئي، سا هلي وئي؛ ڏيڻ وارا ۽ وٺڻ وارا ٻه ويا؛ هاڻي جي جنگ ڪرڻي آهي ته ميدان ۾ لڪر: هيءَ گوءِ ۽ هي چوگان.]

مير مائل پڻ هڪ تاريخي قطعو ٻہ چيو آهي، جنهن ۾ مير غلام علي خان جي تعزيت ۽ سنڌ جي شهزادي مير محمد خان جي مسند نشينيءَ تي تهنيت پڻ ڪيل آهي!

چون شہ سند آن غلام نام شاهنشہ علي،
آنکہ مي بد مسند آراي شهي در ماه دي،

همچو شاهان سلف در شوق وصل حق بحق،
کرد رحلت زين جهان روي جنان ناگاه دي؛

بعد ترحيلش چو شهزاده محمد مير نام،
جلوه بخش آمد بر اوج سلطنت چون شاه دي؛

ز استماع اين خبر بشنيد اين سال از سروش،
"جلوه بار آمد مهي نو بعد سلخ ماه دي":

١٢٢٤هه

تابود ز امروز فردا ذڪر در بزم شهان،
باد افزون عمر و جاهش زان شهہ جمجاه دي!

— ص ١١٠

**ولادت مير عبدالله خان:**— مير عبدالله خان بن مير غلام حسين خان بن مير عبدالله خان بن مير بجار خان بن مير بهرام خان بن مير شهداد خان، جي تولد تي مير مائل هيٺيون قطعو چيو: معلوم ٿئي ٿو ته مير غلام حسين کي اهو فرزند وڏيءَ چاهه ۾ ڄائو:

فضل حق با مژده خوابي خوش ثمر، زائدالعمر اين خلف بالخير داد؛
سرو دوران کز غلاميءِ حسين، اساميءِ عمرانست بر صدر رشاد؛
نور چشم خاص عبدالله مير، خوش شير والا همم عالي نژاد؛
نيک نام و نيکہ خلق و نيک بخت، مخلص السادات نيکو اعتقاد؛
بسکہ دارد تشڪنا بر صدر جاه، صدر جاهش زين خلف آباد باد؛
تا شود چون جد ماجد نامور، نام دي خوش مير عبدالله نهاد؛
شوکت بهرامي و بجار دي، باد از شان و شڪوهش مستفاد؛

در نشاط زادنش از سبک حق، سرخ دل باب خیر بست کشاد،
گفت دل سال چنین روز نشاط، «میر عبدالله چه با خیر زاد»؛

۱۲۳۳ھ

«مائل» حق خواهد از حق در دعائش،
باد عمر و بختش المدر ازد باد!

— ص ۶۶

میر مائل، میر غلام حسین جي مدح ۾ ہ ھڪ قطعو چيو آھي:

اي ز رويت جلوه گر نور غلامیءِ حسين،
میر عبدالله پسر بیجار خان را نور عين؛
شوکت بهرامیت چون طیش بهرام (۱) فلک،
زمره اعداي دين را افکند در شور شين؛
یک داري در یمین اقبال و دولت در يسار،
در رکابت مي رود فتح و ظفر از جانبين؛
دیده از دست سخایت فتح باب کام دل،
دائم آمد دستیارت قائم بدر و حنين؛
زاستماع نیکیءِ نام و صفات نیک تو،
ورد دلها نام نیکت آمده چون فرض عين؛
دائما اقبال و دولت دائما عيش و نشاط،
باد با عهدت قرين عمر چون قران نيرين!
هست حسابن سرور زور بخش ایزدت،
همچو خورشید و قمر پئي هر دو روشن اخترين.

— ص ۱۰۶

**مير ٺاري خان جا فرزند:** مير ٺارو خان، مير پور خاص جو بهريون ٽالپر حڪمران هو. ۱۱۹۸ ھ ۾ تخت نشين ٿيو، ۽ ۱۲۳۳ ھ ۾ انتقال ڪيائين. وڏو بهادر ۽ جانباز سردار هو. پنهنجي دور ۾ هن ريگستاني علائقي جو ڪيترو حصو ازسر نو پنهنجي مملڪت ۾ داخل ڪيو. مير شير محمد خان جنهن کي «شير سنڌ» جو لقب عوام ڏنو هو، سو سنڌ جي تخت جو آخري وارث هو، جيڪو انگريزن سان جوانمرديءَ سان وڙهندي گرفتار ٿيو، ۽ نظربنديءَ جي حالت ۾، ۱۲۹۲ ھ ۾، انتقال ڪري ويو.

مير ٺاري خان کي، ۱۲۲۶ ھ، مير غلام محمد ٽالپر پٽ ڄائو. مير مائل جو الهي خاندان سان ڏه راه و رسم جو تعلق هو. مير ضياءالدين «ضيا» مير ٺاري جو درباري شاعر

(۱) بهرام مريخ ستاري جو نالو آهي، «جلاد فلڪ» ٻه ان کي چيو آهي: بهادر انسان کي ان سان تشبيهه ڏني آهي.

مير، جيڪو مير مائل جو چاچو هو؛ انهيءَ ڪري مير مائل، مير غلام محمد جي تولد تي
هيٺيون قطعو پيش ڪيو:

چون فضل حق بڪام دل مير ٺاره خان،
که او دائماست ڪامور از فضل حق تعال؛
خوش بر مراد مير ڪه نامش علي مراد،
مشهور عالم است بفرنامه جلال؛
از غايت تفضل ڪان بخش خاص شانست،
بخشيد اين مبارڪ مولود خوش خصال؛
سولود نيڪ مير غلام محمد امير،
ڪه اسمش مبارڪست ز افضال لا يزال؛
هر ڪام آنڪ باد ابد ڪامياب فيض،
اين خوش خلف بجاه سلف در جميع قال؛
از استماع مژدهء ميلاد اسعدش،
فرمود دل "غلام محمد بڪام" سال:
١٢٢٦ھ

يا رب مدام تاڪه بدمها ثناي تست،
يا رب مدام تاڪه ز افضال تست قال؛
دائم ز فضل نام نبي و علائيش،
دائم به يمن نام علي و جميع آل؛
باد اين گزين خلف به اميران نام دار،
نام آور زمان بصد بخشش و نوال!

ميرن مان هر هڪ ٽالپر پنهنجي مهر يا منڊيءَ لاءِ سجع ٺهرائيندو هو، مثلاً

مير فتح علي خان جي سجع هئي — "داد نصرت خدا به فتح علي، به مددگاريء نبي و علي".
مير غلام علي خان جي سجع هئي — "ناصر من بود نبي و ولي، منم از جان و دل غلام علي".
مير ڪرم علي خان جي سجع هئي — "ڪرد با من ڪرم عليء عظيم، بحق حضرت نبي و ڪريم".
مير مراد علي خان جي سجع هئي — "بحق حضرت نبي و ولي، يافت از حق عنه مراد علي".
مير مراد عليءَ جي ٻي سجع هئي — "بندهء مصطفيٰ مراد علي داشت".
مير نور محمد خان جي سجع هئي — "ز نور محمد جهان روشن است".
مير محمد نصير خان جي سجع هئي — "علي و حسين و حسن دستگير، خدا يار و ياور محمد نصير".
مير محمد خان جي سجع هئي — "مير محمد بر اوج ڪرم".
مير صوبدار خان جي سجع هئي — "ظل احمد تاج فرق صوبدار".
سندس ٻي سجع هئي — "صوبدار جهان ز فتح علي".

شهداد خان جي سجع هئي "خاکپائي مرتضيٰ شهداد خان".
مير حسين علي خان جي سجع هئي "کرد وشن ز فيض لم يزلي، آفتاب جهان حسين علي".

مير نصيرخان جي به هڪ سجع هئي "سزد گر اهد بر ثريا سرير، کسي را که باشد محمد نصير".
مير مائل، شهزادي غلام محمد خان جي سجع ڏاهي:

"حب علي مراد غلام محمد است." — ص ٤٤

مرزا قليچ بيگ، مير ٽالپري خان جي ٽن پٽن جا نالا ڏنا آهن: مير غلام حيدر، مير علي مراد ۽ مير غلام الله. مير غلام محمد جو نالو شجري ۾ ڪونه ڏنل آهي. مير غلام الله جي وفات ١٢٢٨ هه ۾ ٿي: مير مائل، ان جي وفات تي هيٺيون قطعو چيو:

در جواني مير ما چون کرد فوت، — الکه دل در حزن فوتش آه گفت:
سال فوت آن جوان نيک دل، — "وائي بر حزن غلام الله گفت".

١٢٢٨ هه — ص ١٢١

**تولد مير بجار خان بن مير بهرام خان:**— مير بجار خان، مير بهرام خان بن مير شهداد خان جو پٽ هو: سندس تولد تي مير مائل هيٺيون قطعو چيو:

مير بهرام خان نام آور، — آنکه کامش ز حق مدام آمد:
خوش بکام دلش ز بخشش حق، — خلف سعد نيک نام آمد:
گفت هاتف بسال ميلادش، — "مير بجار خان بکام آمد":

١٢١٥ هه

باد از حق مبارک اين فرزند! — شب بخوابم چنين بشام آمد:

بارک الله بعمره ابدا!
ورد "مائل" بصبح و شام آمد. — ص ٣٤

**مير علي محمد خان:**— مير علي محمد خان، مير احمد خان جو فرزند هو، جيڪو فرزند هو مير محمود خان ولد مير بهرام خان بن مير شهداد خان جو. انهيءَ مير صاحب جي ٿالي تي مير مائل جي بياض ۾ هڪ مدحيه قطعو مليو تو:

خان ما کز کمال عزو شرف، — هست نامش علي محمد خان:
در دعايش بخمسة الاوقات، — با محمد علي ست ورد زبان:
ميبرم تحفه دعا پيشش، — تا چه پيش آيدم کند زاحسان:
باد نامش چو اين دوام نکو، — دام نقش نگين ز دور زمان:
دائم از صدق حب اين حضرات، — باد مقبول حق بهر دو جهان.

— ص ١٠٥

**مير رستم خان:**— مير رستم خان، مير فتح علي خان، ۽ غلام علي خان جن جو پوٽو هو. سندس شجرو هن طرح آهي: رستم خان بن سهراب خان بن مير چاڪر بن مير شهداد بن مير هوتڪ خان بن ڪکو خان بن شاهو خان.

بقاي طبع خود رشکِ هزاران گلستان کردم،
بمدح مير رستم‌خان زبان تا گلفشان کردم؛

نمودم سرچو توصيف علوئي رتبه و قدرش،
بني معراج طبع خود زکيوان نردبان کردم؛

سخن در وصف جودش همچو گوهر جلوه زن آمد،
چو خوش گردد سخن سرمايه صد بحر و کان کردم؛

ز يادم رفت يکسر شيوهٔ نامهربانيها،
چو ياد مهربانيهاي آن خوش مهربان کردم؛

عجب نبود اگر نازم بطبع نکته سنج او،
چو عرض اين غزل در حضرت آن نکته دان کردم؛

چو ميدارد ز دل «مائل» بحق شغل دعاي او،
بحق باشد اگر خود را شمار از داعيان کردم.

– ص ۹۳

**مير چاڪر خان:**- مير رستم جي ڀاءُ مير چاڪرخان جي سلسلي ۾ بہ هڪ قطعو بياض ۾ مليو آهي:

سير چاکر خان والا مرتبت، آنکہ از جان چاکر آل عباست؛
بس کہ دارد از ازل دل با خدا، دائما ورد دلش نام خداست؛

نيک نام و نيک خلق و نيک بخت، نيک نامي خوش بہ بختش آشناست؛
هم اديب و هم خليق و هم شفيق، وصف اخلاق شريفش جابجاست؛

باد دائم نامور با اين صفات، ورد «مائل» دائما اين خوش دعاست؛

– ص ۹۳

مير رستم خواه مير چاڪرخان تي ٻئي قطعا نهايت گرم جوشيءَ سان لکيا اٿائين. معلوم ٿو ٿئي تہ مير رستم خان وڏو سخي ۽ دريا دل شهزادو هو؛ جودو ڪرم، داد و دهش ۽ عام بخشش سندس خاص وصفون هيون؛ ساڳي وقت سخن فهم ۽ نڪتہ دان بہ هو. اهڙيءَ طرح مير چاڪرخان ايڪ، خليق، شفيق ۽ اهل دل شهزادو هو- شريف الطبع ۽ نيڪ نفس.

**مير سهراب خان:**- ٽنهي ڀائرن شهزادن جي والد مير سهراب خان جي مدح ۾ بہ هڪ قطعو بياض ۾ موجود آهي، جنهن ۾ مدح جي رسمي الفاظن بعد، مير مائل، مير سهراب خان کان شاديءَ جو خرچ گهريو آهي، ۽ پنهنجي گذران لاءِ وظيفي جي بہ طلب ڪئي اٿائين. انهيءَ مان اهو معلوم ٿئي ٿو تہ مير مائل اگرچ مير ڪرم علي خان جي دربار سان متعلق هو، ليڪن ضرورت جي حالت ۾ ٻين ٽالپر اميرن کان بہ طلب امداد ڪندو هو. قطعو هي آهي:

ايا مير سهراب خان نامدار، بنام آوري شهرهٔ روزگار!
كند حق فزون ننگ و ناموس تو، كه آيد جهاني به پابوس تو!
دعاگوي دولت غلام علي، غلام غلامان نام علي؛
بناموس نام تو از راه دور، رسيده است بهر دعا در حضور؛
كنون شرط ناموس و نام آوري، همين است كه كامش تمام آوري؛
بود كام او كز كمال سخا، كني اين دو مقصود اورا روا؛
يكي خرج شادي كه دارد به پيش، دوير وجه از بهر گذران خويش؛
اگر مي دهي مي دهد حق بتو، بنام آوري عز و اقبال نو؛
وگر نه خدا كام فرما بس است، عطا ساز كام دل هر كس است:
خدايا به آن نامداري ديار، به افزوني دولت پائدار؛
موفق بكن با صفات نكو، كه باشد فزون ننگ و ناموس او!

كنون عرض داعي تمام آمده،
ز "مائل" بحق والسلام آمده. — ص ٥٠

مير مائل وظيفي ۽ شاديءَ جو خرچ ته گهريو آهي، ليڪن پنهنجي خودداريءَ، عزت نفس ۽ برد باريءَ کي قائم رکيو اٿائين؛ چوي ٿو:

اگر مي دهي مي دهد حق بتو، بنام آوري عز و اقبال نو،
وگر نه خدا كام فرما بس است، عطا ساز كام دل هر كس است.

[جيڪڏهن حاجت روائي ڪندين ته تنهنجي مهرباني، تنهنجو نالو ٿيندو ۽ تنهنجي عزت ۽ اقبال بلند ٿيندو؛ ورنه ڪم خدا تي آهن، هرڪنهن کي ڏيڻ وارو اهو آهي.]

**شهزادي جي شادي**:- مير مائل جي بياض ۾ هڪ قطعو مليو آهي. جيڪو ڪنهن نالي شاهزادي جي شاديءَ تي چيو ويو آهي؛ نالو ڏنل ڪونه آهي:

شكر خدا كه اكنون از لطف خود خدا داده،
زين تازه كتخدائي خوش كام شاه داده؛
شاديء شاهزاده چون شاه سند بنمود،
يكسر بروي دوران باب فرح كشاده؛
تاريخ شاديش دل با غايت فرح گفت،
"بادا شب مبارك شاديء شاهزاده." — ص ٨٢

١٢١٦+٨=١٢٢٤ ه

معلوم ائين ٿئي ٿو ته هي قطعو، مير غلام علي خان جي شاهزادي جي شاديءَ تي چيل آهي، ڇاڪاڻ ته ١٢٢٣ هه ۾ اهوئي سنڌ جو بادشاه هو.

**مير مراد علي خان**:- مير مراد علي خان ٽالپرن جي چوياريءَ جو آخري رڪن هو، جنهن تي مير ڪرم علي خان جي انتقال کان پوءِ، ١٦ جمادي الثاني ١٢٢٤ ه جو، وڳ آئي.

سنڌ ۾ ٺهريون ڏٺيون، مير مراد علي خان حيدرآباد ۾ سڪي لاءِ جو ضرب خانو کولرايو، انهيءَ ڪارخاني جو مهتمم فتح محمد لوهار هو. مير صاحب اصولي طور ٥٠٠ اشرفيون پنهنجي نالي تي لاهرايون، جن کي پسند ڪري، حڪم ڪيائين ته خزاني جو سمورو سون ضرب خاني ۾ آڻي، سڪا لهرايا وڃن. اهو ڪم اڃان شروع ئي نه ٿيو ته مير صاحب رحلت ڪري ويو، ۽ اهو ضرب خانو بند ٿي ويو. مير سائل مير مراد علي خان جي نالي ۾ ڪيترائي گذارشي ۽ مدحيه قطعا ۽ قصيدا چيا آهن؛ انهن مان چند هن هيٺ درج ڪجن ٿا:

زهي بنام نڪو شهره زمين و زمان، مراد بخش جهان مراد ياب جهان؛

بود مراد علي خان مير خوش نامش، ز عون نام شريف علي بن عمران؛

ز بسکه هست مريد جناب آل علي، بود مراد دلش حاصل از علي هر آن؛

به اتحاد نبي و بدوستيء علي، زهي بصدق ارادت مريد درگهه شان؛

سخن شناس و سخن فهم قدردان سخن، غريب دوست و فقير آشنا و معني دان؛

بقدردانيء آن قدردان اهل سخن، نهال طبع سخن مي شود ابد ريان؛

چو هست کام رواي جهان بجود و سخا، هميشه کام دلش باد حاصل از يزدان؛

ز بس به درگهه او کام خواه مي آيند، سزد که کام دل داعيان دهد ز احسان؛

بدرگهش چو برات وظيفه ام کردند، بود وظيفهء داعي دعاي وي هر آن؛

همون طالع مسعود ما فروغ ازل، دلش ز نور محمد بود ابد رخشان؛

هميشه باد محمد نصير وي همه جا، همون بنصر الله في الدهر.............!

خدا زياد کند عمر و بخت و اقبالش!

بود ز "سائل" داعي همين دعا شايان. —ص ٥٠

مير ڪرم علي خان والنڪر، جي مير صاحب به علمي ذوق جو صاحب هو. پاڻ به فارسي شعر چوندو هو ۽ شاعرن جو به قدردان هو. "مجمع خسروي" جنهن ۾ فارسي شاعرن جو انتخاب آهي، پاڻ ١٢٣٤ھ ۾ مرتب ڪيائين. "طب مراد" (١٢٤٦ھ) سندس مشهور آهي. ان کان سواءِ فارسي ديوان به اٿس. سندس حڪم تي مير حسن الحسيني "زبدة المعاصرين" جي نالي سان هڪ ٻيو انتخاب به ١٢٢٠ھ ۾ تيار ڪيو، جنهن جي ديباچي ۾ انهيءَ دور جي ايراني ۽ سنڌي شاعرن جو احوال ڏنل آهي. انهيءَ ادب پروريءَ ۽ سخندانيءَ ڏانهن مير سائل مٿين نظمن ۾ اشارو ڪيو آهي. مير صاحب ٦ جمادي الثاني ١٢٤٩ھ جو انتقال ڪيو. "باب باغ ارم" مان اهو سال نڪري ٿو.

مير صاحب کي ٻه ڀائيون ۽ چار پٽ هئا: مير نور محمد خان، مير نصير خان، مير محمد خان ۽ مير يار محمد خان. مٿين نظمن ۾ فقط ٻن شهزادن جو نالو آيو آهي، غالباً باقي ٻه شهزادا نظمن جي تصنيف کان پوءِ ڄاوا. مير سائل جو ٻيو نظم هي آهي:

مرا بہ نام تو چون اتحاد هم نامي ست، — سزد کہ نام تو نقش نگين دل سازم؛
غلام نام علي نامدار دوران باد، — رقم بنام شريف تو اين سجل سازم؛
مدام تا کہ دلم "مائل" حق است بدعا، — دل و دماغ بدعاي تو مشتغل سازم.

— ص ۱۲۰

**مير ڪرم علي خان ۽ مير مائل:—** مير ڪرم علي خان، سخن فهم، سخن سنج ۽ اهل فن جو وڏي ۾ وڏو قدردان هو. ڪيترائي شاعر، اديب، عالم، ۽ مصنف سندس دربار ۾ رهندا هئا، ۽ مير صاحب هميشہ سندن پرورش ڪندو رهيو. حقيقت ۾ ٽالپري دور ۾ فارسي ادب، زبان، نثر ۽ شعر محض هن هڪ بادشاہ جي ڪري زور ورتو. مير مائل براہ راست سندس دربار سان وابستہ هو، ۽ هن پنهنجي شاعريءَ جو سڄو زور سندس مدح ۽ ثنا ۾ صرف ڪيو آهي. سؤ سؤ ۽ ٻن ٻن سون شعرن جو هڪ هڪ قصيدو لکيو اٿائين. انهيءَ طولانيءَ سان قصيدا سندس ديوان ۽ بياض ۾ موجود آهن. هونئن تہ سڀني ٽالپرن جي مدح سرائي ڪئي اٿائين، ليڪن اها سڀ 'آورد' معلوم ٿئي ٿي. حقيقي جوهر ۽ سڄو پورو زور، مير ڪرم علي خان جي مدح ۾ ئي ڏيکاريو اٿائين.

طويل قصيدن کي نظر انداز ڪندي، اسان هن هيٺ چند مختصر قطعا پيش ڪيون ٿا، جيڪي مادح ۽ ممدوح جي زندگيءَ جا بعض پهلو پيش ڪن ٿا. حقيقت ۾، مير مائل جي شاعرانہ ڪمال ۽ سخنورانہ قدرت کي ڏسڻ لاءِ قصيدن ڏانهن توجهہ ڪرڻ گهرجي، جيڪا شيءِ سردست اسان جي موضوع کان ٻاهر آهي.

مير ڪرم علي خان بيمار ٿي پيو. مير مائل هڪ قطعو پيش ڪيو، جنهن جو عنوان آهي:
"قطعہ گذارش در ايام ناسازي مزاج وهاج بدرگاہ حضور ڪرم گنجور".

تا سازش مزاج بعيش و سرور باد، — دور از مزاج اقدس شہ هر فتور باد!
با صحت مزاج کہ بادا رفيق شاہ، — ناسازيءِ مزاج شها از تو دور باد!

— ص ۱۲۶

مير صاحب جي هٿ ۾ زخم ٿي پيو. مير مائل مختلف طريقن سان دست مبارڪ لاءِ دعائيہ قطعا تصنيف ڪيا:

بخش يا رب بدست مير شفا، — تا کند دستگيريءِ ضعفا؛
دست فضل تو دستيارش باد، — بسکہ برداشت دل دو دست دعا.

— ص ۱۲۶

ٻيو قطعو هن طرح چيائين:

اي بدست فضل يزدان دستيار، — دستيارت باد فضل ڪردگار؛
در دعايت دست دل کردم بلند، — کز دل و دست تو آيد بهرمند؛
باد در عهد تو دستور العمل، — دولت و نصرت با قبال ازل؛
در حضورت "مائل" بي دست و پا، — دست بستہ مي کند عرض دعا؛
تا بر آيد دست فضل از آستين، — دست ما ز دامن شاهان دين.

— ص ۱۲۶

هڪ قطعي ۾ هڪ جو مضمون هن طرح ادا ٿو ڪري:

شاها توئي ڪه دست تو هنگام مکرمت، دائم بدستگيري ضعفاست دستيار؛
تا دستيار دست تو آيد شفاي حق، برداشتيم دست دعا سوي ڪردگار.

— ص ١٢٦

مير صاحب هڪ دعائيه قطعو چيو آهي:

خسروا فضل ڪردگار ڪريم، از ڪرم دائما بڪار تو باد!
تاز انجم بود نظام فلڪ، دور گردون در انتظام تو باد!
شوڪت جم شڪوه دارائي، مسند آراي هر سلام تو باد!
جود طائي و عدل نوشروان، همدم فيض مستدام تو باد!
شادي دهر عشرت دوران، عشرت افزاي صبح و شام تو باد!
هست جام جهان نما چو دلت، عالم مست فيض جام تو باد!
گوهر و رشڪ خاتم جمشيد، بر نگيني ڪه نقش نام تو باد!
خسروا چون توئي غلام علي، بخت دولت ابد غلام تو باد!
هاد اد هم (١) نهي چو از پئي رزم، نصرت و فتح هم زمام تو باد!
ڪرد بر تو ڪرم علي ولي، ڪرم شهه رفيق نام تو باد!
داد شاها ترا مراد علي، بمراد تو جمله ڪام تو باد!
باد مير محمد ت ياور، از محمد همه مرام تو باد!
فيض روح القدس بصد تصديق، جلوه گر هردم از ڪلام تو باد!
تا شود ڪام خواه تو عالم، ڪام عالم ز فيض عام تو باد!
چون دلم در دعاست "مائل" حق، دمبدم فضل حق بڪام تو باد!

— ص ١٢٦

مير مائل ڪيترا گذارشي قطعا چيا آهن. هڪ قطعي ۾ سرديءَ جي پوشاڪ طلب ڪري ٿو:

شاها ز قد تو سروقامت پيراست، دائم بقدت قباي شاهي زيباست؛
سرماست و ندارد چو قباي با خويش، زيبا بدعاگوي خود امداد قباست!

— ص ١٠٠

شاديءَ تي خرچ جي ضرورت اٿس؛ مير سائينءَ جي حضور ۾ قطعو پيش ڪيائين: ڇا مليس، ڪيترو مليس، خبر نه آهي؛ ليڪن قدردان آقا ضرور گهوٽي ڪجهه ڏنو هوندس.

شاها بخرج شاديم امداد ڪن مرا، شادان ڪنون ز بار غم آزاد ڪن مرا؛
در خرج شادي است چو در ڪار مکرمت، اي گنج مکرمت بکرم شاد ڪن مرا.

— ص ١٠٠

---

(١) گهوڙي جو قسم.

هڪ قطعو گذارش ۾ چوي ٿو:

شاها دلم مدام بشغل دعاي تست،
شاغل بحق پي طلب مدعاي تست؛

آمد ز دل چو "مائل" حق کار خواه تست،
اميد کامش از کرم دلکشاي تست.

— ص ١٢٦؛

پڻ ۽ هڪ گذارشي قطعو آهي؛ چوي ٿو:

شاها ذوالکرمت که مکرمتش،
پيش از عرض کام دلها داد؛

ديد چون اين عريضه در دستم،
از کرم دست مکرمت بکشاد؛

خواند مضمونش از کرم فرمود،
عرض "مائل" بحق قبول افتاد؛

در زمان از ره کرم بخشي،
سند وجه تازه کرد امداد؛

بعد اين عرض آنکه کردم عرض،
آمد عرض دعا بمن ارشاد؛

بسکه شاد آمده دل از کرمش،
باد دائم بکام دل دلشاد!

— ص ١٢٦

ياض ۾ هڪ گذارشي غزل آهي:

من چه گويم چه کسم بهر چرا آمده ام،
داعيم، بر درت از بهر دعا آمده ام؛

بردر دولتت اي مير لکو نام زمان،
داعيء دولتت از فضل خدا آمده ام؛

باد راضي ز تو پيوسته خدا و حضرات،
برضاي دل خود خوش برضا آمده ام؛

دارم از درگهت اميد سرافرازيها،
که سراپا بدوت بي سروپا آمده ام؛

اي کرم بخش جهان کام رواي احباب،
باميد کرمت کام روا آمده ام؛

هست کام دل من چونکه دعاي دولت،
از کجا بهر دعايت بکجا آمده ام؛

"مائل" حرم نازان به غلاميء علي،
طرفه اندر حق ارباب ولا آمده ام.

— ص ٥٠

---

"زندگيءَ جي سفر ۾ اها منزل ئي ڪاڻي، جتي چوٽيءَ تي پهچي، انسان کي هيٺ لهڻو پوي، بشرطيڪ هو پنهنجو پاڻ هيٺ لهڻ شروع ڪري ڏئي. هن سفر جو رستو هيٺ فقط تڏهن ٿو لڙي، جڏهن مسافر، پنهنجي اڳيان ڪو مقصد موجود نٿو پائي. نلهي ڳالهه؟ شايد ائين ۽ هجي! ۽ حقيقت اها آهي."

# تبصرا

ڪتاب جو نالو – ”فتح نامو عرف چچ نامو“
مترجم – جناب مخدوم امير احمد صاحب، پرنسپال اورنٽيل ڪاليج، حيدرآباد سنڌ.
شارح ۽ مصحح – جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ.
صفحا – ۶۸۰؛ سائيز – ڊيمي.
گيٽ اپ – دلفريب، ديده زيب، جزبنديءَ سان ۽ مجلد، بمع گرد پوش نفيس.
قيمت – فقط ڇهه رپيا.

”سنڌي ادبي بورڊ“، معياري ۽ محققانه ڪتابن جي انتخاب ۽ اشاعت جي سلسلي ۾، ڪافي شهرت ۽ مقبوليت، حاصل ڪئي آهي. سندس هرهڪ ڪتاب، معياري ۽ ديده زيب، ثابت ٿيو آهي. جنهن لاءِ بورڊ، تحسين جو مستحق آهي. هن کان اڳ، سير ڪوهستان، گل شڪر، حيات النبي، تاريخ معصومي، ڪليات حمل ۽ ديوان بيدل، شايع ٿي چڪا آهن؛ جي ”هند ۽ سنڌ“ ۾ پسنديده نظرن سان ڏٺا ويا آهن.

بورڊ جو تازو ڪتاب ”فتح نامو عرف چچ نامو“ شايع ٿيو، تبصري لاءِ پهتو آهي. ڪتاب نهايت دلڪش ۽ ديده زيب آهي. صوري ۽ معنوي لحاظ سان قابل قدر چيز آهي.

سنڌ متعلق جي به تاريخي ڪتاب لکيا ويا آهن، تن سڀني ۾ تحقيق، صحت ۽ اسناد جي نقطهءِ نظر سان، ”چچ نامو“ قابل وثوق ۽ مستند چيز آهي. ”بورڊ“ جي فيصلي موجب ”تاريخ معصومي“ هن کان اڳ شايع ٿي آهي ۽ هن کان پوءِ ”تحفة الڪرام“ جي ڇپائي جي تياري آهي.

هيءَ تاريخ، اسلام کان اڳ ۽ اسلام جي ابتدائي دور جي فتوحات تي، نهايت صحيح ۽ مستند چيز مڃي وئي آهي. هن وقت سندس فقط فارسي ترجمو ملي ٿو، ۽ سندس اصل عربي متن ناياب آهي.

آن فارسي ڪتاب جي قدامت، زبان جي اثقالت، ڪتابت جي ڪئي ڪمزورين، عربي ماخذن سان صحت ۽ سلسله اسناد جي خيال سان اڻ پوري تعلق، فارسي ترجمي جي لغوي ۽ لساني پيچيدگين کي مد نظر رکي، بورڊ هي ڪم جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي حوالي ڪري، صحيح انتخاب جو ثبوت ڏنو.

ڊاڪٽر صاحب هڪ صحيح الخيال، روشن دماغ، محنتي ۽ مشقت پسند، صاحب مطالع ۽ اهل قلم آهي، جنهن جي زير نگراني، مخدوم امير احمد صاحب، ڪتاب جو متن صاف ۽ سلوڻي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي.

ڪتاب جو متن، ڪيتري قدر صحيح آهي؟ اهو اسان جي بحث کان خارج آهي. ڏسڻو فقط اهو آهي ته سنڌي متن ۾، ڪيتري قدر صحيح طور واقعات کي آندو ويو آهي، ۽ ترجمو ڪيتري قدر شستہ ۽ روان آهي. ان لاءِ مخدوم صاحب جهڙي ڪهنه مشق، عالم ۽ فاضل شخص جي خدمات کي حاصل ڪرڻ، ضمانت جو درجو رکي ٿو.

مخدوم صاحب جن، ترجمي جهڙي سهڻي فني لوازمات کي اڳيان رکي، نهايت سليس ۽ سادي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي. جڏهن ته مخدوم صاحب جي زبان، نهايت صاف آهي، متجهس ڪابہ ثقالت ۽ پيچيدگي نہ آهي، تنهن ڪري، ترجمو نهايت دلنشين ٿيو آهي.

"چچ نامي" جو متن، ۳۷۰ صفحن ۾ شايع ٿيو آهي. متن کان سواءِ ۷۰ صفحن تي مقدمو آيل آهي، ۽ متن ۾ آيل مغلق ۽ مبهم حوالن کي کولي کولي سمجهائڻ لاءِ "اشارا ۽ واڌارا" جي عنوان سان ۳۷۱ کان ۵۵۷ تائين ڪل ۱۸۶ صفحا ڏنا ويا آهن. ان کان سواءِ جن عربي، فارسي ۽ انگريزي ڪتابن کي اڳيان رکي، متن ۽ شرح ۽ انهن جي صحت ۽ تحقيق جو ڪم ڪيو ويو آهي، انهن جي لسٽ ۵۵۸ کان ۵۶۴ تائين پورن ۷ صفحن ۾ آيل آهي، ۽ آخر ۾، ماڻهن جي نالن جي فهرست، الف بي وار، ۽ صفحن جي انگن سميت، ۵۶۵ کان ۶۰۸ تائين، ۴۳ صفحن ۾، آيل آهي، ۽ ڪتاب جو خاتمو پل نامي جي ڇهن ورقن تي ٿيو آهي، جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب، رڳو ڪتاب جي متن کي سنڌيءَ ۾ آڻڻ تي اڪتفا ڪانہ ڪئي، ۽ لفظي ترجمي کي، تاريخ ۽ تحقيق نہ سمجهي ڪري، ڪتاب جي اصل عربي ماخذن، ۽ قديم نسخن جي چنڊ ڇاڻ ڪري، هڪ بيش بها مقدمو لکيو آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکيو آهي تہ "باوجود شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽي جي فاضلانہ نظر جي، ڪافي تصحيح جي گنجايش باقي هئي."

ڊاڪٽر بلوچ صاحب، ان خيال سان ترجمي جي نگرانيءَ کان اڳتي قدم وڌائي، متن جي لئين سر تصحيح ۽ تحقيق ڪري، اصل ماخذن سان ڀيٽي، هر لحاظ سان، معياري ۽ محققانہ ۽ مورخانہ چيز بنائي، سنڌي ادب ۽ سنڌي تاريخ تي احسان ڪيو آهي.

چند لفظن ۾، فقط ايترو چوڻ ڪافي آهي تہ "فتح نامي" جو اصل فارسي متن، صرف ۲۳۸ صفحن جو آهي. پر هيءَ سنڌي ايڊيشن ۷۰۰ صفحن تي مشتمل آهي، ۽ تصحيح ۽ تحقيق جي نقطہ نظر سان، هيءَ سنڌي ايڊيشن، هن ڪتاب جي جملي، اڳين ڇپيل ترجمن، توڙي فارسي متن کان بهتر آهي. بلڪ "فتح نامي" متعلق، هن کان پوءِ لکندڙ مورخن ۽ محققن کي، صحيح معلومات اخذ ڪرڻ لاءِ، جيترو صحيح مواد هن ڪتاب ۾ ملي سگهندو، اوترو نہ عربي ۽ فارسي ۾ ملندو ۽ نہ انگريزي ۾.

لهذا، بجاءِ طور چئي سگهجي ٿو تہ فني ۽ تحقيقي نقطہ نظر سان، سنڌي ادب ۾ نهايت بيش بها اضافو ٿيو آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو عالمانہ ۽ محققانہ مقدمو ۽ شرح وارا نوٽ سڀ معلومات افزا آهن. جنن مٿي عرض ڪيو ويو آهي، هيءُ ڪتاب، جو "چچ نامي" جي نالي سان مشهور آهي، سو نہ فقط سنڌ جي تاريخ بنسبت بنيادي ۽ مستند چيز آهي، بلڪ هندوستان ۽ پاڪستان جي تاريخي سلسلي جو بڻ بنيادن ۽ اڳاڻو ڪتاب آهي. هن تاريخ ۾ اسلام کان اڳ، وارين سلطنتن جو احوال، ۽ سن ۱۵ کان ۹۶ هجريءَ (۶۳۷-۷۱۴ع) تائين، هندوستان جي اتر الهندين سرحدن تي، اسلامي فوجن جي ابتدائي ۽ اوائلي، بري ۽ بحري حملن جو بيان آهي. آخر ۾ سنڌ ۽ مڪران جي فتح جو مفصل احوال موجود آهي.

تنهن ڪري قدامت جي لحاظ سان، هيءَ ڪتاب وڏي تاريخي اهميت جو مالڪ آهي. ڪتاب اصل ۾، عربي زبان ۾ لکيل هو، ۽ سنڌس پارسي ترجمو ٦١٣ هجري ۾ ٿيو. موجوده وقت ۾، اهو فارسي ترجمو ئي آهي، جنهن جا ترجما، انگريزيءَ ۾ به ڪيا ويا آهن، ۽ هن سنڌي ترجمي جو بنياد به ان ترجمي تي آهي.

ڪتاب جو اصل نالو ڇا آهي؟ "چچ نامو" ڇو سڏيو ويو؟ آيا عجمي مصنفن وانگر، هي ڪتاب راجا چچ جي زماني ۾ لکيو ويو آهي؟ يا، مصنف، مهاراجا چچ ڏانهن منسوب ڪيو آهي؟ اصل عربي ڪتاب اڄ ڪلهه ڪٿي آهي؟ اهو ڪڏهن لکيو ويو؟ ۽ ان جو لکندڙ ڪير آهي؟ پارسي ترجمو، جو اسان وٽ موجود آهي، ۽ علمي دنيا ۾ مستند سمجهيو وڃي ٿو، ان جو اصل عربي ڪتاب سان ڪيترو تعلق آهي؟ فارسي ڪتاب جي متن ۾، اصل عربي نسخي سان ڪٿي ڪٿي اختلاف به موجود آهي؛ ان لاءِ ڪهڙي آخري راءِ قائم ڪري سگهجي ٿي؟ فارسي ترجمي جي ترجمن ۽ مختلف ڇاپن ۾، وقت به وقت، ڪيتري قدر غلطين جي اصلاح ڪئي وئي آهي، ۽ ڪيتري قدر اڃا تائين اصلاح جي گنجائش باقي آهي؟ اهي ۽ اهڙا ٻيا سوال هن ڪتاب متعلق علمي دنيا کي ڪافي پريشان ڪري چڪا هئا. پر ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي خداداد فهم ۽ دانش سان، سخت محنت ڪري، انهن منجهيل مسئلن کي سلجهايو آهي.

مقدمي ۾، اول اول، ڪتاب جي مصنف علي ڪوفيءَ جو مستند احوال، ۽ هن تاريخ لکڻ جي سببن تي روشني وڌي وئي آهي. ان کان پوءِ، سنڌ جي تاريخ متعلق، جن عربي مورخن ڪجهه لکيو آهي، انهن جي ڪتابن ۽ مصنفن جو، مختصر طور تعارف ڪرايو ويو آهي. انهن مان بلاذري ۽ سندس ڪتاب "فتوح البلدان"، دينوري جو ڪتاب "الاخبار الطوال"، يعقوبيءَ جو "ڪتاب الڪبير"، طبريءَ جو "تاريخ الرسل و الملوڪ"، ابن اثير جو "الڪامل"، ۽ ابن خلدون جو "ڪتاب العبر"، مشهور آهن. جن ۾ سنڌ جي فتوحات جو ذڪر آهي، پر اهو ياد رهي ته اهي سڀ مورخ، سنڌ جي فتح کان هڪ سو سال پوءِ پيدا ٿيا آهن، تنهن ڪري سوال ٿو اٿي ته انهن ڪهڙن معتبر ذريعن سان واقعات کي قلمبند ڪيو؟ ۽ ڪهڙن ڪتابن تان، هنن استفادو ڪيو آهي، ۽ سندن ماخذ ڪهڙا آهن؟

ان سوال جو جواب فقط اهو ٿو ملي، ته انهن سڀني مورخن جو ماخذ آهي "المدائني"، پر المدائنيءَ جي تاريخ ۽ حالات متعلق، سڀ مورخ خاموش آهن؛ يا سندن پيش ڪيل معلومات فقط سطحي ۽ سماعي آهي، پر تحقيقي نه آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب، مختلف ڪتابن جي ڇنڊ ڇاڻ کان پوءِ، المدائنيءَ جي حالات ۽ ڪيفيات کي متعين ڪري، هن ڪتاب جي اصل ماخذ ٿي، مستند ۽ معتبر ثابت ڪري، علمي دنيا مان پريشاني دور ڪري، احسان ڪيو آهي. مدائنيءَ جي حالات کان پوءِ اهو بحث ڪيل آهي، ته هن ڪتاب جي روايتن جو اصل ماخذ مدائنيءَ جا ڪتاب آهن.

ان کان پوءِ، "فتح نامي عرف چچ نامي" جي ساري مواد جي ماخذن ۽ سلسله اسناد ۽ صحت حالات متعلق بحث ڪيل آهي. مدائني ۽ سندس خوشه چين مورخن جي روايتن، سندن، تعبير، ۽ مختلف اختلافي حالات تي روشني وڌل آهي؛ ۽ شهرن ۽ ماڳن ۽ جنگي ميدانن ۽ سپه سالارن، ۽ جنگي حالات جون صحيح حقيقتون ۽ ڳالهيون متعين ڪيا آهن. قبل از اسلام جا تاريخي واقعات، محمد بن قاسم جي فتوحات، ڏاهر سان لڙائيءَ جو صحيح ۽ مستند بيان، مختلف محاذن تي معرڪا، ۽ جنگي واقعا، خاص خاص هنڌن تي عرب مجاهدن

جا مجاهدانه چيل اشعار، حجاج ۽ محمد بن قاسم جي خط و ڪتابت جو پورو پورو رڪارڊ، هن ڪتاب ۾ آندو ويو آهي. ايترو صحيح مواد، ٻين عربي مورخن وٽ ڪونه ٿو ملي.

ان طرح، نسخن جي نقل در نقل سبب، اسماء خاص، ۽ واقعات جي سنن ۽ سالن ۾ تحريف ۽ غلطي ٿيندي آئي آهي. ان سان گڏ، عبارتن ۾ به ابهام رهندو آيو آهي، ۽ ڪيئي لغزشون فارسيءَ ۾ آڻيندڙ مترجم طرفان، روايتن جي سلسلن کي حذف ڪرڻ ۽ رنگين عبارت آرائي ۽ انشا پردازيءَ ڪري به، پيدا ٿيون آهن.

روايتن جي ڇنڊ ڇاڻ ڪري، واقعات جي صحت کي پرکڻ، نهايت مشڪل ڪم هو، پر ڊاڪٽر بلوچ صاحب، انهن سڀني اوڻاين جي تلافي ڪري، نهايت سير حاصل بحث ڪيو آهي. اهو ايترو علمي بحث، موجوده سنڌي ترجمي ۽ ان تي ڪيل تحقيق جي اهميت بيان ڪرڻ سان ختم نٿي ٿو: جنهن ۾ ڊاڪٽر صاحب ڏيکاريو آهي ته

١- ڪتاب جي متن جو اکر اکر ڪري پڙهيو ۽ پرکيو ويو آهي، ۽ هر مشڪل مقام جي تشريح ڪيل آهي، ۽ اختلافي رائن کي تنقيد جي ڪسوٽي تي هنيو ويو آهي؛

٢- عربي ۽ فارسي ڪتابن ۾، ڪي ڪي حصا حذف ڪيل هئا، اهي مختلف نسخن مان پيمي، هن سنڌي ڪتاب ۾ درج ڪري، ڪتاب کي مڪمل ڪيو ويو آهي؛

٣- هن سنڌي ترجمي ۾، ماڻهن ۽ مقامات جي صحيح صورتخطي ۽ تلفظ قائم ڪيو ويو آهي، جو مختلف نسخن ۾ غلط آيل آهي؛

٤- ماڻهن ۽ مقامات جي تشريح ڪيل آهي، ۽ مشهور ۽ غير مشهور شخصيتن جي تاريخ لکي وئي آهي؛

٥- تاريخي ۽ جغرافيائي تحقيق کان سواءِ، ادبي تحقيق ڏانهن به توجهه ڏنو ويو آهي: فتح نامي ۾، آيل شاعرن ۽ ادبين جي ڪلام کان سواءِ، سندن حالات به بيان ڪيل آهن، ۽ سندن ديوانن ۽ اصل عربي ڪتابن مان ڪافي تحقيق ڪن بوءِ مواد هٿ ڪري آندل آهي؛

٦- محمد بن قاسم جي سيرت ۽ اخلاق متعلق، صحيح واقعات آندا ويا آهن: ان قاسم جي لقب، خاندان، ۽ شاديءَ متعلق، ڪافي بحث ڪيل آهي. سندس سنڌ مان واپسي، نظربندي ۽ وفات تي تحقيقي بحث ڪري، خود فتح نامي ۾ آيل ڳالهه جي نيائين واريءَ جڙتو روايت جي ترديد ڪئي وئي آهي.

اسان جي اها پرزور راءِ آهي، ته هي ڪتاب ادبي پورهئي وارن جو هڪ تاريخي يادگار آهي، جنهنڪي مطالع ڪرڻ، ۽ سانڍڻ هر علم دوست جو فرض آهي. —غ- ڪ

**منطوق محمدي**- مرتب ۽ ناشر مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولا"؛ **صفحا**- ٣٠٠- ڊيمي سائيز؛ **ڪاغذ**- اهو اعليٰ، گليز؛ **جلد**- پڪو ۽ مضبوط؛ **ڇپائي**- صاف ۽ دلڪش، تصويرن سان.

**ملڻ جو هنڌ**- دوست علي خان ڪتباڻ، مختارعام مخدوم صاحب، هالا لواڻ.

سنڌ جي صوفي فقيرن ۾، "محمد فقير" ڪتياڻ، هڪ انفرادي حيثيت جو رند قلندر، صاحب نياز، لا مذهب، لا طمع، رندي رنگ جو فقير گذريو آهي. اڄ به ٻني اگهاڙا، ڪيئو رتا

ڪيڏا پورہل، بڪتارو هٿ ۾، چپر پڙل، هٿ ۾ چيرداز ڏاڍو، رندي ڪلام پڙهندڙ فقير محمد فقير جي وضع ۽ تقليد تي هلن ٿا. فقير جي ڪلام جو مجموعو، نهايت سهڻيءَ ترتيب ۽ اهتمام سان، مخدوم صاحب شايع ڪرائي، سنڌ جي صوفيانه ڪلام ۽ ادب تي احسان ڪيو آهي. منڍ ۾، محمد فقير جي سوانح حيات ۽ ڪلام جي خصوصيات تي، مفصل ۽ مبسوط مقدمو لکيل آهي.

محمد فقير جي ڪلام کي پڙهڻ کان پوءِ، سندس "انفراديت ۽ عبقريت" چڱيءَ طرح معلوم ٿئي ٿي. جيئن شاهه، سچل ۽ سامي پنهنجي پنهنجي رنگ جا موجد آهن، تيئن رندي ۽ قلندري، مستي ۽ هستي، جوش ۽ خروش، بلند آهنگيءَ ۽ تعليءَ، آزاد طبعيءَ ۽ لا مذهبيءَ ۾، فقير محمد بي مثال آهي. سندس ڪلام جي خاص خصوصيت آهي "جوش ۽ جذبو". ڪلام پڙهڻ کان پوءِ، انسان ائين سمجهندو، ته ڪنهن "زلزله فگن" واديءَ ۾ پير رکيو ويو آهي، جنهن جا هيبت افزا آواز، دل ۽ دماغ کي لوڏي رهيا آهن.

اهو رنگ "سچل فقير" وٽ به آهي، پر محمد فقير وٽ، نهايت پختگيءَ کي پهتو. عربيءَ ۽ فارسيءَ، هنديءَ ۽ سرائڪيءَ زبان تي عبور حاصل اٿس. مقدمي ۾، فاضل مقدمہ نگار، فقير صاحب جي تاريخ، حالات ۽ مذهب ۽ سندس ڪلام جي خصوصيات تي ڪافي بحث ڪيو آهي. ان سان گڏ لا مذهب ۽ رند مشرب صوفين جي فڪر ۽ معاملات کي کولي کولي سمجهايو آهي. فقير جو ابتدائي دور، پير پاڳاري جي هڪ مريد جي حيثيت سان شروع ٿئي ٿو. ٻئي دور ۾، فقير، ولي محمد خان لغاريءَ سان صحبت ڪري ٿو؛ ۽ اڳتي هلي، هڪ خاص وضع جو فقيري رنگ اختيار ڪري ٿو. فاضل مقدمہ نگار لکي ٿو، "فقير صاحب پوريءَ طرح جهد ڪاٽي، نفس نماڻي، ڪلي طور فقيري اختيار ڪئي. ان کان پوءِ، پنهنجي ڳوٺ ۾ ويهي گذارڻ کي ترڪ ڪري، ڳيڙو ڪفني پائي، مٿو اگهاڙو، فقراء جو سنگ بنائي، چيرون جاما وجهي، ساز سرود ڪٺي، پنهنجي صوفيانه ڪلام ذريعي، توحيد الاهيءَ جي پرچار خاطر، سڄيءَ سنڌ ۾ هر جاءِ گهمندو رهيو، ۽ ڪٿي به ڪوڏو ڪولي ڪين ويٺو."

ان جذبي ۽ مستيءَ جي دور ۾، حضرت مخدوم نوح رحه جي درگاه فلڪ پائگاه جي سجاده نشين، مخدوم ميان غلام محمد بن مخدوم ظهير الدين عرف پرو چار جهوڙي ليڪ سيرت ۽ صاحبدل بزرگ سان صحبت ٿيس. ان دور متعلق فاضل مقدمہ نگار لکي ٿو ته "هڪ طرف، فقير صاحب جي شرعي ارادت ۽ عقيدت، ٻئي طرف وري، رنداڻ جرات ۽ راڳ رباب، ۽ ٻي ٻاب سان رغبت ۾ هڪ تضاد نظر اچي ٿو، ۽ تنقيد ۽ نڪته چينيءَ جو باب کلي ٿو. حقيقت هيءَ آهي ته توحيد جي اشاعت ۽ صحيح نقطه نظر جي تبليغ، فقير صاحب جو عين مقصد هو. نڪر هڪ زاهد بنجي، پاڻ پنهنجي پرستش ڪرائڻ کان هو بري هو. ان جي عيوض، هن نفس لتاڙڻ خاطر، ظاهري بدعت ذريعي، ملامت جو بار کڻڻ بهتر ڄاتو. سندس ميڪشيءَ ۽ ساز سرود سان راڳ ۽ رقص جي عمل ۾، "سبڪساران ساحلها" لاءِ نفرت جا اسباب هئا. پر جو به صاحب، ان ملامت جي پردن کان اڳتي نظر وڌائي، فقير صاحب سان دل کولي رهاڻي ٿي ٿيو، سو سندس زنده دليءَ، بلند فڪر، ۽ توحيدي لات کان متاثر ٿي ٿيو."

مٿين حوالي جي پڙهڻ کان پوءِ، فقير صاحب جي مذهب ۽ رندي مشرب متعلق، ڪافي ڄاڻ ٿئي ٿي. "تصوف"، جو فقط "روح ۽ باطنيت" جو قائل آهي، اهو ظاهري معاملات ۽ بندشن کان گهڻو مٿي آهي. مولانا روميءَ، ظاهرداريءَ ۽ ظاهر پرستيءَ ۽ اختلافي گروهه بنديءَ کي "استخوان

فروشي" سڏيو آهي، ۽ ٻڌايو آهي تہ "حقيقت ۽ روح" فقط اهل نظر ماڻهن وٽ آهي، باقي ٻين وٽ "ڇلڪا ۽ کلون" آهن. اهڙن مرده دل، بي بصيرت، رسم پرست ۽ جاهل ماڻهن جي "ملامت" سهڻ لاءِ فقراء ۽ صوفياڻي ڪرام هر وقت تيار رهندا آيا آهن. محمد فقير پاڻ چوندو هو تہ "جنهن ڪيفيت منصور کي 'انا الحق' چوڻ تي مجبور ڪيو، اها اڳتي هلي عطار تي آئي، ۽ پوءِ سنڌ ۾ سچل فقير تي آئي، ان کان پوءِ مستي ۽ موج وارو منصوري سينهن اسان تي آئو." فقير اگرچہ پابند شرع نہ هو، پر باطني حسن مان سينگاريل هو، ۽ "سرتاپا نياز" هو. اسان ذات جي محبت ۾ مخمور هو، ظاهرداري ۽ خشڪ خياليءَ جي خلاف، اهڙو بلند آهنگيءَ سان نعرو هڻندا هئا، جنهن جو تاب خشڪ قسم جا ماڻهو نہ جهلي سگهيا، ۽ ڪفر جون فتوائون جاري ٿيون، جن کي فقير صاحب برداشت ڪيو، ۽ پنهنجي رنگ ۾ هلندو رهيو. سندس ڪلام، گويا مئي گل فام جو جام آهي.

فقير صاحب جي زندگيءَ ۽ مشرب ۾، "راڳ" جو وڏو دخل آهي. "راڳ" سندس روح ۾ رچي ويو هو، ۽ پاڻ "مجسمهٔ سوز و ساز" بڻجي چڪو هو: ايتري قدر جو سندن مرشدن بہ، سندس محويت ۽ استغراق کي ڏسي، راڳ جي اجازت ڏني. راڳ ڳائڻ لاءِ فقير صاحب، چند پر سوز ۽ سهڻن اخلاقن وارن فقيرن جي ٽولي بڻائي، وڄت جي پوري لئي ۾، مٿو اگهاڙو ڪري، مستيءَ ۽ موج ۾ ايهي نچندو هو. هيءَ اها ڪيفيت آهي، جنهن مولانا روميءَ کي، سوناري جي دڪان اڳيان، بر سر بازار نچايو هو!

راڳ جي فن تي بہ فقير کي مهارت حاصل هئي. سر تار جو عاشق هو، فقير صاحب جو ان متعلق هڪ خاص نظريو هو: چوندو هو تہ "ڪائنات جي ابتدا توڙي وجود، سر ۽ تال جي نظام تي ٻڌل آهي. الله تعاليٰ "ڪن" بہ سر سان چيو هو، تڏهن ئي ڪائنات مڪمل تنظيم سان وجود پذير ٿي."

فقير پنهنجي رنگ ۾ صاف هو. فقير صاحب پنهنجي حال کي لڪايو ڪونہ. جذبي ۽ جوش جي حالت ۾، لبادو لاهي، ڪفني پائي، چير وڄائي ڏيکاريائين؛ ڳايائين تہ جذبي ۽ جلال سان نچي نچي ڳايائين. رقص ۽ مستيءَ ۾ آيو تہ بر سر بازار ايهي رنگ رچايائين، ميڪشي ڪيائين تہ ظاهر ظهور ڪيائين؛ نہ لوڪ کان ڊنو، نہ ملن جي ملامت کان مونجهيو. فاضل مقدمہ نگار لکي ٿو تہ "فقير جي خوبين ۽ خامين جو عڪس، سندس ڪلام ۾ بہ نمايان نظر اچي ٿو. جرات رندانہ، خودي ۽ خود خيالي، دم جي ڌڻي، خيال جي بلاغت، جلالي جذبو، مستي، ۽ موج، راڳ ۽ رقص، ميڪشي ۽ مدهوشي، اهي مونجهاري نہ فقط ڪلام جا عنوان آهن، پر ان جو مغز ۽ روح آهن. ان ڪري سندس فڪر جملي ڪلامي شاعرن ۾ امتيازي حيثيت رکي ٿو."

ان امتيازي فڪر کي واضح ڪرڻ لاءِ، فاضل مقدمہ نگار چند ترڪيبون ٻڌايون آهن، جن ۾ گويا فقير جو پيارو ڪلام سمايل آهي: ١- ڌڻي ۽ پرت، ٢- سرت ۽ لڙت، ٣- فهم ۽ فڪر، ٤- معني، ٥- خيال، ٦- دم جي منيال.

آخر ۾ چند "اهم نظريا" پيش ڪيا ويا آهن- جهڙوڪ عشق، انا الحق جا اسباب ۽ رنديءَ.

مقدمو، ٣٧ صفحن ۾ پورو ٿئي ٿو. ان کان پوءِ ڪافيون شروع ٿين ٿيون. اسان جي اها راءِ آهي تہ سنڌي زبان جو هي هڪ معياري ۽ ناياب ڪلام، شايع ڪري مخدوم

محمد زمان صاحب طالب المولي، سنڌي ادب ۽ تصوف تي احسان ڪيو آهي. اميد ته علم دوست حضرات هن ڪتاب جو مطالع ڪندا. -غ. ڪ.

**ديوان واصف**- مرحوم محمد بخش واصف جو مڪمل ديوان، ڪاغذ سفيد، صفحا ۲۱۸، ڇپائيندڙ، آر- ايچ- احمد برادرس حيدرآباد سنڌ.

مرحوم "واصف" جهڙي قادرالڪلام ۽ استاد سخن کان ڪير نه آشنا آهي؟ واصف مرحوم هر پهلوءَ سان معياري ۽ مستند اديب هو. سندس علمي، ادبي، مذهبي ڪتابن کان سواءِ، "ديوان" به آهي، جنهن جو پهريون ايڊيشن ۱۹۲۲ع ۾ ليٿو ۾ ڇپيو هو، جنهن کي ٻيهر، آر- ايچ- احمد برادرس شايع ڪيو آهي.

"ديوان واصف"، ڇپائيءَ ۽ ڪاغذ جي لحاظ سان چڱو آهي. ڪتاب ليٿو تان ورتل آهي، تنهن ڪري لازمي طور ڪافي لفظي ۽ معنوي خاميون رهجي ويون آهن، اميد ته ايندڙ ايڊيشن ۾ پروف جي غلطين کان ڪتاب کي پاڪ رکيو ويندو.

سارو ڪتاب، ۲۱۸ صفحن تي ختم ٿيو آهي. منجهس غزل ۽ رباعيون آهن. منڍ ۾ ڊاڪٽر محمد ابراهيم صاحب "خليل"، حيدرآباديءَ جو مقدمو آهي، جنهن ۾ واصف جي تغزل جو فني طور تجزيو ڪري، ثابت ڪيو ويو آهي ته واصف پنهنجي فن ۾ يڪتا ۽ بي عديل هو. سنڌي شاعريءَ ۾ سندس معيار، نهايت بلند آهي. واصف جي شاعري هڪ خاص ماحول ۾ پيدا ٿي؛ لهذا ان جو اثر سندس ڪلام تي ڪافي پيو آهي. ساڳيءَ کان سواءِ، قليچ ۽ ناسخ ۽ مير اردو شاعرن جي عشقيه شاعريءَ کان، ڪافي رنگ ورتو اٿس. تنهنڪري سندس ڪلام جو گهڻو حصو "عشقيه شاعريءَ" سان ڀريل آهي. پوئين دور ۾ قومي ڪلام به چيو اٿس. ان عشقيه شاعريءَ ۾، عشقيه معاملات کي خوب نباهيو اٿس. پر "ابتذال" کان گهڻو بچيل آهي. شوخي ۽ ظرافت به آهي، پر اها شائستگيءَ ۽ سنجيدگيءَ کان هٽيل نه آهي.

'واصف' ڪهنه مشق ۽ قادرالڪلام شاعر هو. سنڌيءَ تي عبور هوس؛ فارسيءَ، عربي ۽ هنديءَ، اردو ۽ سنسڪرت جو ڪافي مطالعو هوس؛ تنهن ڪري سندس زبان ۾ نزاڪت، رواني، سلاست ۽ دلڪشي گهڻي آهي. سندس ڪلام ۾ مضمون آفريني به آهي، ۽ تخيل جي بلند پروازي به آهي. ان سان گڏ سندس انداز بيان ۾ هڪ قسم جي انفراديت آهي، جا سندس هر ڪلام ۾ موجود آهي. اهل علم سندس ڪلام کي جادو بياني سمجهن ٿا. 'سادگي' ۽ 'بي ساختگي' ڪلام جو حسن آهي. واصف جي ڪلام ۾ 'سادگي' آهي، ۽ نهايت باريڪ، نازڪ ۽ مشڪل معاملا نهايت آسان نموني ۾ آندل آهن. سندس ڪلام متعلق ڊاڪٽر خليل صاحب مقدمي ۾ لکي ٿو ته "واصف جو تغزل، پختگي، شوڪت الفاظ، حسن بندش، ۽ مضمون آفرينيءَ جي اعتبار کان اساتذه اردو، جو نمونو آهي. اهو بلڪل صحيح آهي، اهوئي سبب آهي، جو سندس زماني ۾ ڪيترن مٿس سرقي جي تهمت مڙهي هئي! حالانڪ سندس ڪلام پنهنجي عالي نڪري، بلند خيالي، ۽ معنوي ۽ صوري لحاظ سان، استعارن ۽ تشبيهن جي صحيح استعمال سان، صنايع ۽ بدايع جي لحاظ سان، ڪنهن به معياري اردو شاعر کان گهٽ نه آهي. اهل نظر چڱيءَ طرح سمجهي سگهن ٿا ته سرقي ۽ نقل ۾ اصليت نه ٿي رهي؛ ان ۾ هڪ قسم جي لتالي، تصنع ۽ تڪلف، ڦڪائي ۽ هلڪائي، پوسيدگي ۽ فرسودگي نظر ايندي. تازگي، ۽ بلند پروازي، اصليت واري ڪلام جا جوهر آهن. بهرحال نوآموز شاعرن لاءِ 'ديوان واصف' هڪ استاد جو ڪم ڏئي ٿو. تساهل پسند، نوجوان شاعرن کي گذارش

آهي ته هو ڪم از ڪم 'ديوان واصف' ڪي ضرور پڙهن، ۽ مشرقي شاعريءَ جي لوازمات ۽ معاملہ بنديءَ کان آگاهه ٿين.

اڄ ضرورت آهي ته 'واصف' جي باقي ڪلام کي نهايت صحيح نموني ۾ جمع ڪرايو وڃي، ۽ ديده زيب ۽ دلڪش ڪري ڇپايو وڃي. اسان ڪتاب جي ناشرن کي مبارڪ ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿا سگهون. — غ. ڪ

ڪتاب جو نالو— **تاريخ اسلام** — سيرت النبي ۽ خلافت راشده تي سوال جواب:
لکندڙ— جناب ع- ق- شيخ صاحب: گيٽ اپ— دلڪش، سرورق تي — رنگين پيغمبر اسلام جي روضي جي تصوير، صفحا ٣٠٤، ڇپائي اعليٰ درجي جي، ڪاغذ اڇي نسم جو، مجلد ۽ مضبوط: قيمت— ٣-١٢-٠ روپيه ٽي رپيا ٻارنهن آنا:

ڇپائيندڙ ۽ ملڻ جو هنڌ— عليم الله شيرواني، مالڪ ايجوڪيشنل بوڪ ڊيپو حيدرآباد سنڌ.

ايجوڪيشنل بوڪ ڊيپو، حيدرآباد سنڌ جي مالڪ مسٽر عليم الله خان شيروانيءَ جي سعي ۽ ڪوشش سان هي ڪتاب جناب ع- ق- شيخ صاحب مرتب ڪيو آهي.

اصل ته ڪتاب فقط ميٽرڪ جي مقرر ڪيل نصاب کي خيال ۾ رکي لکيو ويو آهي، پر سندس افادي پهلو، رڳو شاگردن تائين محدود نه آهي.

پيغمبر اسلام ۽ خلفائي راشدين جي حالات، واقعات، سيرت ۽ اخلاق متعلق سڀئي سوالن کي نهايت دلنشين ۽ آسان پيرائي ۾ بيان ڪيو ويو آهي. جواب شسته ۽ سلوڻي، مٺي ۽ رواں زبان ۾ ڏنل آهن. انداز بيان رنگين آهي، جنهن تاريخ جهڙي خشڪ مضمون کي به لذيذ بنائي ڇڏيو آهي.

جواب صحيح، صاف ۽ جامع ۽ مختصر آهن. اجائي طوالت ۽ پڄاڙ کان فاضل مرتب بچڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

ساري ڪتاب جي مطالعي کان پوءِ پيغمبر اسلام ۽ خلفائي راشدين متعلق، ايتري معلومات پيدا ٿئي ٿي، جا هر هڪ مسلمان لاءِ نهايت ضروري آهي. شاگردن لاءِ خضرِ راه آهي، ته تاريخ سان دلچسپي رکندڙن لاءِ به، هڪ تاريخي، ديني ۽ ادبي تحفو آهي. ڇپائيءَ جي سلسلي ۾ ايترو چوڻ ڪافي آهي ته نهايت سليقي ۽ فراخ دليءَ سان طباعت جا سڀ فني ۽ جمالي پهلو مد نظر رکيا ويا آهن.

ٽائيپ، ڇپائي، جلد، سرورق ۽ گيٽ اپ سڀ معياري آهن، جنهن لاءِ ان جو ناشر، حوصلہ افزائيءَ ۽ تحسين جو مستحق آهي. ابتدا ۾، جناب ع- ق- شيخ هڪ عالمانه تمهيد لکي، فن تاريخ تي روشني وڌي آهي، ۽ ٻڌايو آهي ته:—

'عقلمند قومون، قدم قدم تي، پنهنجي ماضيءَ جو اندازو لڳائي، آس پاس جو جائزو وٺي، اڳتي وڌڻ جون رٿائون ڪن ٿيون. انسان ڇا هو؟ قومون ڪيئن ٿيون؟ مسلمان ڪيئن پيدا ٿيا؟ حالي موجوده وقت ۾ مسلمانن جي علمي، ادبي، سياسي ۽ ديني ۽ معاشي حالت ڇا آهي؟ مسلمانن جي ڪمال ۽ زوال جا اسباب ڪهڙا آهن؟ ماضي شاندار آهي، حال مايوس ڪن آهي: پر، مستقبل متعلق ڇا ٿو چئي سگهجي؟ تنهن لاءِ سوچڻ ۽ ويچارڻ، هر مسلمان جو فرض آهي".

علم تاريخ نهايت زبردست فن آهي. انسان جي ارتقا جي پوري تصوير، تاريخ ۾ سمايل آهي. انسان جي انفرادي جدوجهد، اجتماعي نظام، طبقاتي ڪشمڪش، حڪومتن جو بنياد، شهنشاهت ۽ بادشاهت جو قيام، انهن جون لڙايون ۽ جنگيون، تاريخ جي صفحن تي تصوير وانگر اڪريل آهن، جن ڪي "ديده بينا" وارو پڙهي ۽ پروڙي سگهي ٿو. اهو به ياد رهي ته تاريخ رڳو واقعات جو نالو نه آهي؛ واقعات به چند سببن جو نتيجو آهن. گويا اصل تاريخ ۾ نالو آهي انهن سببن جو، جن جي ماتحت ڪي واقعا رونما ٿين ٿا.

پيغمبر اسلام ۽ سندس خليفن جي تاريخ، انساني ارتقا ۾ سونهري دور آهي. ڪبن ان دور کي "سونو دور" سڏيو آهي. ان دور ۾ اخلاق، انسانيت ۽ اجتماعي نظام ۽ اڪري سنڌيءَ جو ٻج وڌو ويو، ان دور کي ڇڏڻ ۽ وسارڻ، نه فقط مسلمانن لاءِ نقصانڪار ثابت ٿيو، پر عالم انسانيت لاءِ به مضر آهي.

اڄ ضرورت آهي ته اسلام جي تاريخ، نئين زاويه نگاه ۽ جديد معيارن مطابق لکجي، ۽ انجي منفي ۽ مثبت حصن جي ڇنڊڇاڻ ڪجي.

اسان هيءُ نفيس ۽ دلڪش تاريخي تحفي تي، فاضل مرتب ۽ ناشر کي، مبارڪ ڏيڻ کان سواءِ نه ٿا رهي سگهون. شاگردن ۽ اهل علم حضرات کي ان جي پڙهڻ ۽ سانڍڻ جو مشورو ڏجي ٿو. —غ. ڪ.

**پنهل ڪان پوءِ** — لکندڙ، شيخ "اياز": صفحا — ١٢٦، ڪاغذ سفيد، ڇپائي سٺي، قيمت ١-٥٠ رپيا: ملڻ جو هنڌ — حبيب پبليڪيشن، سکر سنڌ.

شيخ "اياز" سنڌ جو مشهور ۽ معروف اديب، شاعر ۽ افسانه نگار آهي. سنڌ جي ادب ۾ هن نوجوان اديب جي هر تحرير، نقش پرسنگ جي حيثيت رکي ٿي. "پنهل ڪان پوءِ"، "اياز" جي هنن ١٢ تعميري ۽ اصلاحي افسانن جو مجموعو آهي: نوران، ڪتي، ڪارو رنگ، رولو، شرابي، نظيران، سفيد وحشي، واڄ جا ڪانٽا، مسافر مڪراني، هي شاعر، ۽ پنهل ڪان پوءِ.

هر هڪ افسانو سماج جي تصوير آهي، ۽ هر افسانو افادي نقطه نظر سان قابل قدر آهي. "اياز" پنهنجي دوربين نگاهن سان سماج جي غلط زندگيءَ تي ڏنگ هنيا آهن.
ٻولي دلڪش، ۽ معياري آهي؛ محاڪات نگاري ۽ تصويرڪشي، حقيقت بياني ۽ جذبات نگاري جو مرقع آهي اهڙي ڪتاب جو مطالع ڪرڻ هر نقطه خيال کان مفيد آهي. —غ. ڪ.

ڪتاب جو نالو — **ڊاڪ بنگلو**: لکندڙ، شيخ عبدالرزاق "راز": صفحا — ١١٨، ڪاغذ سفيد، قيمت ١-٥٠ رپيا؛ سرورق سهڻو: ملڻ جو هنڌ — حبيب پبليڪيشنس، سکر سنڌ.

حبيب پبليڪيشنس، سکر، هڪ نئون علمي ۽ ادبي ادارو آهي، جو چند نوجوانن جي علم دوستيءَ جي پيداوار آهي. هن وقت تائين، ڊاڪ بنگلو، سارنگ، پنهل ڪان پوءِ، ۽ ناظر حڪمت، ٻه ڪتاب، شايع ٿي چڪا آهن. "ڊاڪ بنگلو" ڪتاب ۾ ٨ افسانا آهن. افسانا سڀ تعميري، تنقيدي ۽ اصلاحي آهن. سنڌي زبان ۾ هيءُ معياري ۽ شاندار اصلاحي مجموعو تحسين جي قابل آهي.

منجهس لال چند جي، خانچند ديوداڻي، منگهارام، شمي، ننديا ڀاڳنائي، گرڌاري ٽڪ ۽ ڊاڪٽر بنگلو جي عنوانن هيٺ ادبيت سان ڀريل افسانا آهن، جن ۾ ڪٿي، ظريفاڻو انداز ۾ ته ڪٿي تنقيدي نظر سان، سماج جا چوڏا لاٿا ويا آهن. هر خيال سان هي مجموعو مطالع جي لائق آهي. – غ. ڪ.

ساريڱ – لکندڙ، شيخ عبدالرزاق "راز": ڇپيندڙ، حبيب پبليڪيشنس، سکر سر ورق، رنگين ۽ دلڪش، صفحا ۱۲۳، ڪاغذ سفيد: قيمت ۱-۴-۰ رپيا.

"ساريڱ"، شيخ عبدالرزاق "راز" جي ڪلام جو دلڪش مجموعو آهي. ڪتاب جو مقدمو، شيخ "اياز" لکيو آهي. اياز صاحب لکي ٿو ته "(۱) سندس عشق و محبت جا جذبات ڪجهه سطحي آهن، ۽ انهن ۾ خاص گهرائي، يا اظهار جي جدت نظر نه ٿي اچي. (۲) ڪي اهڙا نظم به آهن، جي ادبي معيار تي پورا نٿا اچن. بهرحال راز جي ابتدائي شاعري، سندس درخشان ادبي مستقبل جي آئينه دار آهي؛ ۽ (۳) راز جي شاعريءَ ۾ فطري مناظر سان اها والهانه محبت نه ٿي نظر اچي."

ڪتاب جي مطالعي ڪرڻ کان پوءِ، فاضل مقدمه نگار، شيخ اياز جي راءِ سان اسان کي اتفاق ٿيو آهي. "راز" جو ڪلام ڪجهه نومشقي آهي، پر سندس مستقبل نهايت روشن آهي. اگر هن جو مطالعو ۽ استادان فن جي ڪلام جو مطالعو قائم رهيو، ته پوءِ هڪ ڏينهن سندس ڪلام پخته ڪلام استادن وانگر معياري ٿيندو. ڪتاب ۾ غزل به آهن، ۽ آزاد نظم جو حصو به آهي. سرسري طور، ڪتاب قابل مطالع آهي. علم دوست حضرات کي گهرجي ته هو هن ڪتاب کي خريد ڪن، ۽ نوجوان اديب جي حوصله افزائي ڪن. – غ. ڪ.

## ناظم حڪمت

ڪاغذ اڇو، ۳۸ صفحا، سر ورق گليزڊ، قيمت ۸ آنا – حبيب پبليڪيشنس سکر کان ملي سگهي ٿو.

هي هڪ مختصر ۽ جامع مضمون آهي، جنهن ۾ ترڪيءَ جي عوامي ۽ انقلابي شاعر، "ناظم حڪمت" جي زندگيءَ، ۽ سندس تعميري ۽ ترقي پسند خيالات کي، سنڌيءَ ۾، "احسان بدويءَ" ترجمو ڪيو آهي. اصل ۾ اهو مضمون، مرحومه صابره زيديءَ، ليو بارڪ ۾ هڪ ترڪي خاتونءَ جي مدد سان اردوءَ ۾ لکيو هو. اول، "شاهراه" دهليءَ ۾ شايع ٿيو آهي. "ناظم حڪمت" جو شمار نه فقط ترڪيءَ جي، پر دنيا جي مشهور انقلابي ۽ عوامي شاعرن ۾ ٿئي ٿو. سندس زندگي، مسلسل جهاد آهي. هو هميشه ظلم ۽ استبداد جي خلاف لڙندو رهيو. قيدخانا ۽ ڪال ڪوٺڙيون ئي سندس آرام گاهه رهيا آهن. هن ڪتاب ۾ ان وطن دوست ۽ انسان دوست جي جذبات انگيز ۽ حقيقت خيز زندگيءَ ۽ ڪلام تي تبصرو آهي، ۽ اهو به حبيب پبليڪيشنس سکر سنڌ وارن ڇپايو آهي. – غ. ڪ.

ڪتاب جو نالو – **اڏب**: مصنف – مسٽر ڊاڪٽر ڏو راڄوڙ، ڊپٽي ڊائريڪٽر ايگريڪلچر، ڪالڃ اينڊ هارٽيڪلچر، گورنمينٽ آف سنڌ: صفحا ۶۸، قيمت ۸ آنا، ڇپائي صاف، ڪاغذ اڇو تصويرن ۽ بلاڪن سان: ملڻ جو هنڌ – نئين ڪيني، پبليڪيشن پوسٽ باڪس نمبر ۱۱، حيدرآباد سنڌ:

اسان وٽ اداره "نئين ڪيتي"، حيدرآباد سنڌ وٽان، هڪ ڪتاب "انب" پهتو آهي. ڪتاب، سنڌ گورنمينٽ جي هڪ ماهر ۽ تجربيڪار آفيسر جو لکيل آهي، جو ڪافي مطالعي، ذاتي تجربن ۽ مشاهدات کان پوءِ، مختلف قسمن جي بلاڪن ۽ تصويرن سان، شايع ڪيو ويو آهي. ڪتاب ۾ "انب" متعلق ڪافي ۽ شافي معلومات آهي. سنڌ ۾ انب چڱي انداز ۾ پوکجي ٿو، پر ان جي پوکيندڙن کي، جڏهن نه ڪافي معلومات ڪانه آهي، تنهن ڪري، هو ايترو فائدو نه ٿا وٺي سگهن، جيترو کين وٺڻ گهرجي.

در اصل هي ڪم گورنمينٽ سنڌ جو آهي؛ پر عوام ۽ وطن جي مفاد خاطر، اداره "نئين ڪيتيءَ" وارن اهو ڪم، پنهنجي ذمي کڻي، سنڌ جي زرعي مسئلن تي احسان ڪيو آهي. هي ڪتاب اصل ۾ رسالي "نئين ڪيتيءَ" ۾ قسط وار شايع ٿيو آهي، جنهن کي گڏ ڪري ڇاپيو ويو آهي.

انب جي پيدائش ۽ ان جي واڌ ۽ مرضن جي علاج تي، جامع ۽ مڪمل چيز آهي اول مختلف ٻولين ۾ سنڌس نالا ڏنا ويا آهن، پوءِ سنڌس تاريخ بيان ڪيل آهي، ته ڪهڙي ڪهڙي ملڪ ۾ ڪڏهن ڪڏهن پوکيو ويو؟ سنڌ ۾ ڪيتري ايراضيءَ ۾ پوکجي ٿو، زمين جا قسم، آب و هوا، پيجاري جا طريقا، تخم لڳائڻ، پيوند يا چشمو، انارچ، ٽنگ گرافٽ، سنڌل گرافٽ، وپ گرافٽ، ويج گرافٽ، سائيڊ گرافٽ، ڪرائون گرافٽ، ڪليفٽ گرافٽ، ڊبل گرافٽ جهڙن مختلف تصويرون ڏئي سمجهايل آهي. ان کان پوءِ، پيوند لڳڻ جون نشانيون، چشمي چاڙهڻ جو طريقو، شاپن نان چشمو ڪپڻ، تخمي ۽ پيوندي جي پيٽ، باغ ۾ وڻ لڳائڻ جو نقشو، پاڻ جا طريقا، ڇڪيءَ جي سنڀال، ڦر ڏيڻ، ميوو لاهڻ، پال وجهڻ، مددي جنسون، انبن جا قسم، ڪاٽ ۽ ڇانٽ، ڦر نه ڪرڻ جا اسباب، بيمارين (مهلو، مڪ، ڪيڙا، جيت، جونءِ، گيدڙي) ۽ علاج، انب مان ڇا ڇا تيار ٿي سگهن ٿا (انبچور، پيا مفيد چٽڻيون، آچار، جيم جيلي، مربا، رس، اسڪئاش وغيره، انب ڊبن ۾ ڪئن بند ڪجي، ۽ پيا عنوان آهن. باغ سان دلچسپي رکندڙ ماڻهن لاءِ، هي ڪتاب نعمت آهي: ان جي شايع ڪرڻ تي مصنف ۽ ناشر، مبارڪ جا مستحق آهن — غ. ڪ.

اسان وٽ هيٺيان ڪتاب پڻ تبصري لاءِ پهتل آهن: پر افسوس آهي، جو جڳهه جي گنجائش نه هئڻ سبب، هن موقعي تي، فقط انهن جي نالن ۽ ٻئي ضروري تفصيل ڏيڻ تي، مجبورا اڪتفا ڪريون ٿا:

**ڪليات مسافر**: مصنف، محمد صديق "مسافر"؛ ناشر، آر-ايچ-احمد برادرس، حيدرآباد: صفحا، ٢٢٠؛ قيمت ٤-٠-٠.

**اشرف العلوم، حصو ٣**: ـ د بن محمد "اديب"؛ ـ آر-ايچ-احمد برادرس، حيدرآباد: صفحا ٢٢٦؛ قيمت ٣-٨-٠.

**تاريخ اسلام، حصو اول**: مرشد احمد ڪنڌاري: سنڌ يونيورسٽي ڪشنل بوڪ ڊيپو، حيدرآباد: ٢٥١؛ ٢-١٢-٠.

**تاريخ اسلام، حصو ٻيون**: ـامو بڪر شبلي؛ ـايڊ يو ڪيشنل بڪ ڊيپو، حيدرآباد: ٣١٤؛ ٤-٠-٠.

**تاريخ اسلام، حصو ٤:** -ابو بڪر شبلي: -اباد يو ڪيشنل بڪ ڊيپو، حيدرآباد: -٢٣٣: ٠-٨-١٤٠.

**اقتصاديات جا ابتدائي اصول:** -محمد حسين، ترڪ ايم-اي: -ايڊيوڪيشنل بڪ ڊيپو، حيدرآباد: -١٥٨: ٠-٨-٢٠.

**پاڪستان جا اقتصادي مسئلا:** -محمد حسين، ترڪ-ايم-اي: -ايڊيوڪيشنل بڪ ڊيپو، حيدرآباد: -٢٠٤: ٠-١٢-٢٠.

**زندگيءَ جي راهه تي:** -بشير مورياڻي: -مغل پبليڪيشن: -٦٨: ٠-٠-١.

**مان انتظار ڪندس:** -ڪرشن چندر: -سهڻي پبليڪيشنس، بمبئي: -١٩٠: ٠-١٢-٠.

**سهڻي:** -سهڻي ڪتاب گهر، بمبئي: -٥٢: ٠-٤-٠.

**مثنوي عقل و عشق:** -مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولیٰ": -اداره روح ادب سنڌ، هالا نوان: -٢٩: ٠-١٢-٠.

**سنڌي ڊراما ۽ ناول:** -محمد اسماعيل، عرساڻي: خود مصنف وٽان: ٦٢: ٠-١٢-٠.

**شڪسته ساز:** -محمد حسن "ساز": -چيلا رام روڊ نئون آباد، ڪراچي: -٥٥: قيمت ٠-٨-١.

---

# آل سنڌ پندرهين ادبي ڪانفرنس، لاڙڪاڻو

۱۵ آل سنڌ ادبي ڪانفرنس، لاڙڪاڻي ۾ نهايت شاندار نموني ۾ ٿي گذري. جنهن ۾ ڪراچي، حيدرآباد، دادو، جيڪب آباد، سکر، هالا، خيرپور ميرس ۽ ٻين شهرن سان سڄ ڪـن شاعرن، ۽ ادبي جماعتن جـي نمايندن ۽ اراڪين شموليت ڪئي. سنڌي ادبي بورڊ، انجمن آفتاب ادب دادو، انجمن علم و ادب هـالا، جمعيت الشعراءِ سنڌ، روح ادب سنڌ، بزم نظامي، محفل احباب جا نمايندا خاص طور قابل ذڪر آهن. ان کان سواءِ سنڌ جي مشهور راڳيندڙن، ۽ فن ڪارن به شرڪت ڪئي.

ڪانفرنس جو انتظام، لاڙڪاڻي جي چند مخلص اهـل ذوق ماڻهن، جمال الدين شاهه بخاري، محمد علي جوهر، حاجي محمود خادم، عبدالفتاح عبد، عبدالحق زيب، عبدالغفور برڳڙي، هري - دلگير، شيخ واحد بخش هيڊ ماستر ۽ سنڌس عملي رکيو هو.

ڪانفرنس جي پهرين نشست، ۱۹ اپريل ۱۹۵۵ع، جناح باغ لاڙڪاڻي ۾، غلام محمد "گراميءَ" جي زير صدارت ٿـي، جنهن ۾ گرامي صاحب شعر و شاعري، ادب ۽ سنڌي زبان جي تحفظ ۽ اشاعت متعلق صدارتي تقرير ڪئي، ۽ ان کان پوءِ ڊاڪٽر محمد ابراهيم صاحب "خليل"، مرزا قليچ بيگ جي شعر و شاعريءَ، ۽ سوانح حيات تي بلند پايه مقالو پڙهيو.

ٻي نشست، جناب مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولي" جي زير صدارت ٿي، جنهن ۾ سنڌ جي مشهور ڳائڻن، ۽ راڳيندڙن، مصري فقير هالائي، رسول بخش گوبي سکر واري، خيرپور ميرس جي شاهن، ۽ لاڙڪاڻي جـي مشهور ڳائڻي ملوخان گوبي ۽ سوني خان سکر واري، پنهنجي فن جو مظاهرو ڪيو، ۽ خلق کي سنڌي موسيقيءَ جي ڪمالات کان محظوظ ڪيو. صبح جو جناح باغ ۾، ڪانفرنس جي پنڊال ۾، جمعيت الشعراءِ سنڌ جي جنرل باڊيءَ جي ميٽنگ غلام محمد گراميءَ جي زير صدارت ٿي، جنهن ۾ جمعيت الشعراء جي تنظيم ۽ دستور ۾ ڪي ترميمون آنديون ويـون، ۽ جنرل سيڪريٽريءَ جي چونڊ ٿي، ۽ اتفاق راءِ سان حاجي محمود خادم کي چونڊيو ويو. ان کان سواءِ سبجيڪٽ ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ به ان ئي نشست ۾ ٿي، جنهن ۾ سنڌ جي اديبن ۽ دانشورن ڪانفرنس لاءِ ۲۰ ٺهراءَ تيار ڪيا.

ڪانفرنس جـي ٽين نشست جناب ڊاڪٽر خليل صاحب جي زير صدارت ٿي، جنهن ۾ ۲ ريزوليشن صدر صاحب جي طرفان پيش ڪيا ويا، جي پاس ٿيا. ڊاڪٽر صاحب ريزوليشن ۽ ان جي سمجهاڻي پيش ڪـري، ڪانفرنس کان راءِ طلب ڪندو رهيو. ان کان سواءِ هندوستان مان آيل شاعرن جو ڪلام، عبد عاقلي پيش ڪيو، ۽ ڪي مقالا به پيش ڪيا ويا.

ڪانفرنس جي چوٿين نشست جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي زير صدارت ٿي گذري. اول ڊاڪٽر صاحب هڪ عالمانه تقرير ڪئي، ۽ سنڌ جي قديم فنڪارن ۽ شاعرن جي ڪلام کي گڏ ڪرڻ لاءِ اپيل ڪئي، ۽ ان کان پوءِ مقالا پڙهيا ويا.

ڪانفرنس جي پنجين نشست جناب مخدوم محمد زمان "طالب المولي" جي زير گذري، جنهن ۾ اٽڪل سٺ شاعرن پنهنجو ڪلام پيش ڪيو، جن ۾ سرشار عقيلي، اياز لاڙڪاڻي، زيب لاڙڪاڻائي، ڊاڪٽر خليل حيدرآبادي، مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولي" ۽ برگ يوسفي، صادق دهلوي، آغا تاج محمد، حافظ احسن، خواب صاحب، ساجد صاحب، ساز صاحب، نسيم صاحب، امير صاحب، محمد جمن هالو ڪراچي، عبد عاقلي ۽ عزيز ڏوڪري واري جو ڪلام نهايت پسند پيو، ۽ ڪانفرنس آغا تاج محمد جي ڪلام تي رات جو هڪ بجي ختم ٿي.

ڪانفرنس جي ڪليل اجلاس ۾ هيٺيان اهم ٺهراءَ پاس ٿيا:

۱- هيءَ ڪانفرنس، ان راءِ جي آهي ته پاڪستان ۽ ڀارت جي اديبن ۽ شاعرن جي وچ ۾ خيرسگالي تعلقات پيدا ڪرڻ لاءِ، هتان وفد ڀارت جي دوري تي وڃي، ۽ ڀارتين جو وفد هت اچي.

۲- هيءَ ڪانفرنس، مرڪزي حڪومت کان مطالبو ٿي ڪري ته پاڪستاني زبانن جي ترقيءَ ۽ تحفظ لاءِ جيڪا رقم منظور ڪري، ان جي ورهاست، صوبائي حڪومتن جي ذريعي ۽ صوبائي ادبي جماعتن جي مشوري سان ٿيڻ کپي.

۳- هيءَ ڪانفرنس، وفاقي حڪومت ڪراچيءَ کي استدعا ٿي ڪري ته ڪراچي وفاقي ايراضيءَ ۾، سنڌي پرائمري سڪولن جو تعداد وڌايو وڃي.

۴- هيءَ ڪانفرنس، سنڌي ڪتاب ڇپيندڙ ادارن کي استدعا ٿي ڪري ته هو ڪتابن جي طباعت ۽ صحت جو وڌيڪ خيال رکن، ۽ قيمتون گهٽ رکن.

۵- هيءَ ڪانفرنس ريڊيو پاڪستان جي ڊائريڪٽر جنرل کي استدعا ٿي ڪري ته

(۱) سنڌي پروگرام کي اڃا به معياري ۽ دلچسپ بنايو وڃي؛

(۲) حيدرآباد سنڌ ۾ جلد براڊڪاسٽنگ اسٽيشن کولي وڃي؛

(۳) سنڌي پروگرام، ميڊيم ويو جي بدران، شارٽ ويو تي نشر ڪجي؛

(۴) پروگرام ۾ گهڻن ۽ مختلف شاعرن کي گهرايو وڃي.

۶- هن ڪانفرنس جو رايو آهي ته پاڪستان ۽ ڀارت حڪومتون، اهڙيون سهوليتون پيدا ڪن، جن ڪتابن ۽ رسالن ۽ اخبارن جو تبادلو سولائيءَ سان ڪري سگهجي، ۽ چندي يا قيمت موڪلڻ سان ڪتاب گهرائي سگهجن.

۷- هيءَ ڪانفرنس، پاڪستان ۽ ڀارت حڪومتن کي عرض ٿي ڪري ته ٻنهي ملڪن جي ادبي ڪانفرنسن ۾، سنڌي اديبن ۽ شاعرن کي شامل ٿيڻ لاءِ سفر جون سهوليتون ڏنيون وڃن.

۸- هيءَ ڪانفرنس، مرڪزي سرڪار کي گذارش ٿي ڪري ته وڌ ۾ وڌ سنڌي ٻولي جي اشاعت ۽ حفاظت لاءِ مناسب انتظام ڪيو وڃي.

۹- هيءَ ڪانفرنس، سنڌ يونيورسٽيءَ جي واس وارن کي استدعا ٿي ڪري ته سنڌ يونيورسٽي پريس قائم ٿيڻ کان پوءِ

(الف) سنڌي زبان، ادب ۽ تهذيب متعلق مختلف ڪتاب تيار ڪرائي ڇپايا وڃن؛ جئن آڪسفورڊ ۽ ڪيمبرج يونيورسٽين ۾ انتظام آهي؛

(ب) سنڌي شعر متعلق انگريزي زبان ۾ هڪ مڪمل ڪتاب شايع ڪيو وڃي.

۱۰- هيءَ ڪانفرنس، مير سيف الله خان مڱسيءَ کي عرض ٿي ڪري ته مرحوم سردار گل محمد زيب جي لائبريري، جا چوڻ ۾ اچي ٿو ته اڻ ڏٺي ڪنڊ ۾ رکي آهي، ان کي يا ته سنڌ صوبائي لئبرريءَ کي ڏئي ڇڏين، يا شهداد ڪوٽ ۾، هڪ لئبرري قائم ڪري مرحوم جو نالو روشن ڪرڻ ۾ اچي.

# ”مهراڻ“ متعلق عالمن ۽ اديبن جا رايا

”اوهان صاحبن کي لک لک مبارڪون هجن، جو اوهان ’مهراڻ‘ جو معيار ايڏو بلند رکيو آهي. اڳ آءٌ اردو رسالن تي ريسون ڪندو هوس، ۽ ان تي بس رشڪ ايندو هو. ته ڪڏهن اسان جي سنڌڙيءَ ۾ بہ ڪو شاندار رسالو نڪرندو! اڄ ’مهراڻ‘ کي ڏسي، ڦوليو نہ ٿو سمايان! سنڌي تہ ڇا، اردو رسالن کان بہ مهراڻ جو ڳاٽ اوچو آهي.“ — هري ”دلگير“

”’مهراڻ‘ مطالع ڪيم، دل بهار بهار ٿي ويئي! رسالو جنهن حسن ترتيب سان، ۽ معياري مضمونن تي مشتمل شايع ٿيو آهي، ان کي ڏسي نهايت خوشي ٿي اٿم!“
— ”سرشار“ عقيلي.

”’مهراڻ‘ سنڌي ادب جو بهترين ۽ معياري پرچو آهي. ان جي ڪاميابيءَ لاءِ خواهان آهيان: هر لحاظ سان قابل تحسين آهي.“ — مخدوم محمد زمان صاحب ”طالب المولىٰ“

”’مهراڻ‘ شايع ڪري، اوهان سنڌ تي احسان ڪيو آهي: اسان جهڙن ’مولائين‘ لاءِ مهراڻ جي موجن ۾ موج ڪرڻ جو ڪافي سامان آهي. — مولائي شيدائي.

”’مهراڻ‘ اميدن کان وڌيڪ سهڻو ۽ دلڪش ٿي شايع ٿيو آهي.“ — پيگر عبدالله خان چنو.

”’مهراڻ‘ سنڌي ادب ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي: ادبي دنيا ۾ اڄ تائين ان رنگ ڍنگ جو ڪو بہ رسالو شايع نہ ٿيو آهي.“ — محبوب علي چنو.

”’مهراڻ‘ سنڌي ادب لاءِ ’نئون لاڙو‘ آندو آهي.“ — شيخ ”اياز“

”’مهراڻ‘ ادبي اميدن جو سهارو آهي.“ — ”نياز“ همايوني.

”’مهراڻ‘ سنڌي ادب جو غير فاني شاهڪار آهي.“ — رئيس ضياءالدين ”ضيا“

”’مهراڻ‘ نهايت بلند پايہ ۽ معياري ادب پيش ڪيو آهي.“ — حاجي محمود ”خادم“

سنڌي ادبي بورڊ جي ڪتابن ملڻ جو هنڌ: حيدرآباد (سنڌ) ۽ انهن هنڌن ڪتاب ملي سگهن ٿا. ڪتب فروش، ۽ ٻيا رستي گهرائڻ وارن صاحبن کي ۲۵ في صدي ڪميشن ڏني ويندي.

| ڪتاب | قيمت |
|---|---|
| ۱— سير ڪوهستان | ۱—۸—۰ |
| ۲— گل شڪر | ۳—۰—۰ |
| ۳— حيات النبي | ۳—۸—۰ |
| ۴— تاريخ معصومي (سنڌي) | ۵—۰—۰ |
| ۵— ڪليات حمل | ۵—۰—۰ |
| ٦— ديوان بيدل | ۴—۰—۰ |
| ۷— چچ نامو (سنڌي) | ٦—۰—۰ |
| ۸— تاريخ معصومي (فارسي) | ۷—۰—۰ |
| ۹— چچ نامہ (فارسي) | ٦—۰—۰ |
| ۱۰— غازي صلاح الدين | ۱—۱۲—۰ |
| ۱۱— دلوراءِ جي نگري | ۱—۰—۰ |
| ۱۲— مٺڙي ميهار | ۱—۰—۰ |
| ۱۳— انصاف | ۱—۱۲—۰ |
| ۱۴— ٿارن جو اُپياس | ۱—۰—۰ |
| ۱۵— انقلابي سپاهي | ۱—۴—۰ |
| ۱٦— جبل جي چوٽي واري | ۱—۴—۰ |
| ۱۷— آنند محل | ۱—۰—۰ |
| ۱۸— دادا شيام | ۰—۱۲—۰ |
| ۱۹— اتحاد | ۱—۰—۰ |
| ۲۰— پيٽا | ۱—۰—۰ |
| ۲۱— ديوي چوڌرياڻي | ۲—۸—۰ |
| ۲۲— انقلابي شاهراه | ۲—۰—۰ |
| ۲۳— املهه رتن | ۰—۱۲—۰ |
| ۲۴— رام رحيم | ۰—۱۴—۰ |
| ۲۵— گلدستو | ۲—۰—۰ |
| ۲٦— چتر (ناٽڪ) | ۰—٦—۰ |
| ۲۷— وڻڪار جا ورق | ۱—۰—۰ |
| ۲۸— سفيد وحشي | ۰—۸—۰ |
| ۲۹— ڪماني گهمسان (ناٽڪ) | ۰—۸—۰ |
| ۳۰— ڪاري | ۰—۸—۰ |
| ۳۱— اُبلو | ۰—۹—۰ |
| ۳۲— پريم جي پياس | ۰—۱۲—۰ |
| ۳۳— ٿونٺو مکڻ بون | ۱—۴—۰ |
| ۳۴— عملداري آزار (ناٽڪ) | ۰—۱۲—۰ |
| ۳۵— سماجڪ بلوو | ۱—۴—۰ |
| ۳٦— پربهي ديوتا (ناٽڪ) | ۰—۱۰—۰ |
| ۳۷— چرتر سينگار | ۰—۱۴—۰ |
| ۳۸— جيوت جا ورق | ۰—۱۳—۰ |
| ۳۹— چٽنگون | ۱—۸—۰ |
| ۴۰— هند جو سير | ۱—۱۲—۰ |
| ۴۱— هندن جي ڏرمي آستانن جي تاريخ | ۰—۸—۰ |
| ۴۲— گل قند پاگو پهريون | ۱—۸—۰ |
| ۴۳— ڪرست جي پيروي | ۲—۰—۰ |
| ۴۴— گانڌي جيون رهس | ۱—۴—۰ |
| ۴۵— سيکه دوت | ۱—۸—۰ |
| ۴٦— ديوان صورت بهار | ۱—۴—۰ |
| ۴۷— زندگي | ۰—٦—۰ |
| ۴۸— ساميءَ جا سلوڪ (ڪچو) | ۲—۰—۰ |
| ۴۹— ساميءَ جا سلوڪ (پڪو) | ۲—۸—۰ |
| ۵۰— پورن چند | ۰—۴—۰ |
| ۵۱— صوفيانه ڪلام | ۱—۰—۰ |
| ۵۲— درويشي ڪلام | ۰—۸—۰ |
| ۵۳— سدا گلاب | ۲—۰—۰ |
| ۵۴— پراچين سنڌو ـ پٽا جو نظارو (ڪچو) | ۱—۸—۰ |
| ۵۵— سنڌ ورڪ ۽ سنڌ ورڪي | ۱—۰—۰ |
| ۵٦— سنڌ جا هنر | ۰—۱۴—۰ |
| ۵۷— سنڌي سولهارا | ۲—۰—۰ |
| ۵۸— سنڌ جا سنت | ۱—۰—۰ |



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقہ رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهہ منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبؔ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

